

# شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ
# جي دور ۾
# تصوف جا سلسلا



ڊاڪٽر عابد مظهر



ثقافت کاتو،
حڪومت سنڌ

شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي دور ۾

# تصوف جا سلسلا

(1689_90 کان 1752)


ڊاڪٽر عابد مظهر

نگران عالم

ڊاڪٽر نواز علي شوق

پروفيسر ايڊوائيزر

شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي





ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ

ڪراچي۔ 2012ع

ڪتاب جو نالو: شاهہ عبداللطيف ڀٽائيءَ جي دور ۾ تصوف جا سلسلا
ليکڪ: ڊاڪٽر عابد مظهر
نگران عالم: ڊاڪٽر نواز علي شوق
سال: 2012ع
ڇپيندڙ: ايليگينٽ پريس, ڪراچي
ڇپائيندڙ: عبدالعزيز عقيلي سيڪريٽري ثقافت کاتو,
حڪومت سنڌ.

قيمت: -/300 روپيا

ملڻ جو هنڌ:
ثقافت کاتو ڪتاب گهر
سامهون ايم.پي.اي هاسٽل, سر غلام حسين هدايت الله روڊ,
ڪراچي- 74400, سنڌ.
فون: 021-9206073

# فهرست

باب ٽيون

## تصوف جي تشريح



باب چوٿون

## چشتي سلسلي جي ابتدا

# پبلشر پاران

شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ سنڌ جو روح ۽ سڃاڻپ آهي. هتان جي ماڻهن جي لاءِ شاهه جو رسالو آب حيات بڻيل آهي. هيستائين به سنڌ جا ماڻهو جنهن هستيءَ کي وڏ ۾ وڏ پنهنجو متفق رهبر سمجهن ٿا، سا شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي شخصيت آهي.

ثقافت کاتو حڪومت سنڌ شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي فڪر ۽ پيغام کي هر ملڪ جي عوام تائين رسائڻ ۾ گذريل ڪيترن ئي سالن کان قابل قدر خدمتون سرانجام ڏنيون آهن. ان سلسلي ۾ ڪيترن ئي رسالن جي تياري ۽ ڇپائي سان گڏ لطيفيات تي لاتعداد علمي ۽ فڪري ڪتاب ڇاپيا ويا آهن.

شاهه جي رسالي جو مُک ماخذ "گنج" ثقافت کاتي جي پاران هڪ عالمي شاهڪار جي حيثيت ۾ ڇاپيو ويو هو جنهن کي 2012ع ۾ وري ساڳي طرح جي بهتر معيار سان ڇپائڻ جو بندوبست ڪيو ويو آهي. ان سان گڏ محترمه ايلسا قاضي جي جوڙيل رسالي جو انگريزي انتخاب Selection from Shah jo Resalo ۽ شاهه لطيف چيئر ڪراچي يونيورسٽي جي سهڪار سان ٿيل شاهه عبداللطيف ڀٽائي انٽرنيشنل ڪانفرنس جا مقالا به هن سان گڏ ڇاپيا پيا وڃن.

ثقافت کاتي جي وزير محترمه سسئي پليجو جيئن شاهه عبداللطيف ڀٽائيؒ جي ابدي ماڳ ڀٽ شاهه جي ترقي ۽ ان جي ساليانِي عرس جي تقريبات کي لاڀائتو بڻائڻ ۾ بيحد دلچسپي ۽ سرگرمي جو اونو رکندي آئي

آهي، تيئن شاهہ لطيف جي فڪر کي هتان جي ماڻهن ۽ دنيا جي قومن تائين پهچائڻ لاءِ سنڌس هدايتون اسان لاءِ وڏو اتساهہ رهيون آهن.

هي ڪتاب ”شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جي دؤر ۾ تصوف جا سلسلا“ محترم عابد مظهر جي پي ايچ ڊي ٿيسز آهي. مون کي اميد آهي تہ هيءَ ڪتاب بہ شاهہ لطيف ۽ تصوف سان دلچسپي رکندڙن وٽ گهڻي مقبوليت ماڻيندو.

عبدالعزيز عقيلي

سيڪريٽري

ثقافت کاتو حڪومت سنڌ

# پهاڪر

مان جڏهن شعور ۾ آيس، تڏهن امڙ کي صبح جي نماز پڙهندي الله جي ذڪر ۾ مشغول ڏٺم ۽ رات جو بابا سائين سيد مظهر سيوهاڻيءَ کي آرام محل تيستائين پيو زور ڏيندو رهيس، جيستائين کين ننڊ اچي وڃي. والدين جي خدمت ڪرڻ پنهنجي عبادت سمجهندو هيس ۽ سمجهندو آهيان. انهيءَ وقت خدمت ڪندي بابا سائين موليٰ علي عليہ السلام جو زور زور سان ذڪر ڪري، پرسڪون ننڊ جي دنيا ۾ هليو ويندو هو ۽ مان به وڃي رب جو منٿو نالو وٺي سمهي پوندو هيس. ايئن والدين جي خدمتن ۽ عبادتن جي دنيا ۾ مون پرورش حاصل ڪئي.

جڏهن ڪراچي يونيورسٽيءَ ۾ داخلا ورتم ته مون کي والدين جهڙا ٻه شفيق صاف دل انسان مليا. هڪ ڊاڪٽر اياز قادري ٻيو ڊاڪٽر نواز علي شوق. ايم اي ڪرڻ کان پوءِ مون ڊاڪٽر اياز قادريءَ وٽ پي ايچ ڊي جو فارم ڀريو ۽ سائين مون کي شاھ لطيف چيئر ۾ ريسرچ فيلو ڪري رکيو. پر جلدئي سائين هن فاني دنيا مان لڏي وڃي بقا جي بستيءَ ۾ آرامي ٿيو پوءِ مون ساڳي عنوان سان وري رجسٽريشن سائين نواز علي شوق وٽ ڪرائي. ان جي محبتن، پيار، پنهنجائپ مون کي موهي وڌو. شوق صاحب پنهنجي گهر جي عاليشان لائبريريءَ جا دروازا کولي ڇڏيا. سندس لائبريريءَ ۾ تصوف جا قيمتي ڪتاب ڏسي خوشيءَ ۾ نه پيو ماپندو هيس. ڪيترائي اهم تصوف جا ڪتاب سائين شوق صاحب جي پيار جي پناهن ۾ پڙهيم، ان کان سواءِ سنڌ جون ڪيتريون ئي لائبريريون ووڙي وڃي ڏٺم، پنهنجي والد جي لائبرري ۾ موجود تصوف تي اهم ڪتابن منهنجي تحقيق ۾ مدد ڪئي.

هيءَ حقيقت آهي ته شاھ عبداللطيف ڀٽائي جي دؤر ۾ ويدانت ۽ تصوف جا ڪيترا ئي سلسلا سنڌ جي صوفياڻي سرزمين تي پرورش حاصل

ڪري رهيا هئا. پر مون پنهنجي هن مقالي ۾ تصوف جي اسلامي سلسلن، چشتيه، سهرورديه، قادريه ۽ نقشبنديه سلسلن جو ذڪر ڪيو آهي. شاهه سائين خود به خانداني حوالي سان قادريه سلسلي سان تعلق رکندو هو. ان ڪري مون کي به سٺو لڳو ته مان انهن سلسلن جي اوسر تي ڪم ڪيان. آخر ۾ مان محترم سسئي پليجو صاحبه صوبائي وزير ثقافت کاتو، حڪومت سنڌ، محترم سائين عبدالعزيز عقيلي صاحب، سيڪريٽري ثقافت کاتو سنڌ ۽ ڊاڪٽر محمد علي "مانجهي" ڊائريڪٽر ثقافت کاتو حڪومت سنڌ جو انتهائي شڪرگذار آهيان، جن منهنجو هي P.hd جو مقالو ڇپرائي پڌرو ڪيو.

ڊاڪٽر عابد مظهر
سنڌي شعبو
ڪراچي يونيورسٽي.

باب پهريون

# شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو احوال

## شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي خاندان جي سنڌ ۾ آمد جو مختصر احوال

”حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سوانح جي سلسلي ۾ سڀ کان آڳاٽو مير علي شير قانع ٺٽي پهريون عالم آهي، جنهن شاهه صاحب جي وفات کان پوءِ سٺيهن کن سالن واري عرصي اندر پنهنجي ٽن فارسي ڪتابن تحفت الڪرام، مقالات الشعراء ۽ معيار سالڪان طريقت اندر ڀٽائيءَ جو مختصر احوال ڏنو آهي.“[1]

سنڌ جي عظيم عالم، اديب ۽ محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ته شاهه جي وفات بعد سندس حياتي بابت جيڪي عام ڳالهيون هلندڙ هيون، سي ”مير عبدالحسين سانگي 1880ع ڌاري گڏ ڪرڻ شروع ڪيون ۽ 1888ع ۾ هن ذخيري کي فارسي ”لطائف لطيفي“ نالي ڪتاب ۾ قلمبند ڪيو. مرزا قليچ بيگ پڻ 1897ع ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي سوانح بابت انگريزي ۾ ڪتاب لکيو. جيڪو پوءِ 1897ع ۾ احوال شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي نالي سان سنڌي ۾ شايع ڪيائين. مٿين ٻنهي ڪتابن جو مواد مير عبدالحسين سانگي وارو هو. ان کان سواءِ ليلارام وتڻ مل لالواڻي سن 1889ع ۾ ”شاهه لطيف جي زندگي، مذهب ۽ شاعري“ جي عنوان سان انگريزي ۾ ڪتاب لکيو. اهو مواد پڻ مير صاحب ۽ مرزا قليچ بيگ وارو هو.

انهن تحقيق نگارن کان سواءِ رچرڊ برٽن، ڪمشنر فريئر جي منشي ارنيسٽ ترمپ ۽ ڏيارام گدومل، جيڪو ڪجهه شاهه صاحب بابت لکيو سو پڻ مير علي شير قانع جي ڏنل معلومات مان ورتل آهي. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پڻ، اها ڳالهه لکي آهي ته انهن شاهه جو مواد قانع جي ڪتاب معيار سالڪان طريقت کي سامهون رکي لکيو آهي.

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي خاندان جو تعلق حضرت محمد ﷺ جن سان آهي. شاهه صاحب جي خاندان جي سنڌ ۾ آمد بابت شاهه سائين جي سوانح حيات بابت سيني معتبر محققن جي حال احوالن کي ڏسي، پڙهي

هينيون حال احوال ڏجي ٿو.

امير تيمور 1398ع ۾ هرات تي ڪاهه ڪري آيو هو. سيد مير علي، امير جي خدمت ۾ حاضر ٿي، لشڪر جي مهماني لاءِ هڪ وڏي رقم ڏني. امير تيمور ان جي بدلي سندس ڇهن پٽن مان ڇئن پٽن کي جدا جدا علائقي جو حاڪم مقرر ڪيو. ۽ "پهريون مير عبدالباقي جو اجمير جو حاڪم ٿيو. ٻيو مير عبدالواحد جنهن کي ملتان جي حڪومت ڏني وئي. ٽيون مير عبدالرزاق جنهن کي بکر جي حڪومت ملي. چوٿون مير ابوبڪر جو سيوهڻ جو والي مقرر ٿيو. پنجون مير شرف الدين جنهن پنهنجي خاندان سان رهڻ پسند ڪيو ڇهون مير حيدر شاهه. جنهن کي پڻ حڪومت آڇي وئي، مگر ان نوڪري وٺڻ کان ناڪار ڪئي ۽ رخصت گهري ته جيئن هو پنهنجي والد سان سلطان جي خدمت ۾ همرڪاب ٿي رهي. سلطان سندس هي عرض خوشيءَ سان قبوليو. هندستان ۾ پهچڻ کان پوءِ سيد حيدر شاهه پنهنجي پيءُ کان اجازت گهري، انهيءَ لاءِ ته پنهنجي ڀائرن سان ملاقات ڪري ۽ هن نئين ملڪ جي جدا جدا ڀاڱن جو سير ڪري." [2]

اهڙي طرح هندستان جو سير ڪندي سنڌ ۾ پراڻن هالن ۾ اچي نڪتو. جنهن کي هالا ڪنڊي به چوندا هئا. اتي هالا قبيلي جي رئيس شاهه محمد بن دريا خان وٽ اچي مهمان ٿيو. "شاهه صاحب جي خاندان جي اهميت سبب، شاهه محمد ڪيس پنهنجي نياڻي ڏني، جنهن مان ڪيس علي نالي پٽ ڄائو." [3] سيد حيدر پنهنجي فرزند جي ڄمڻ کان اڳ ئي پنهنجي والد جي وفات جي خبر ٻڌي وطن واپس هليو ويو هو.

"سنڌ جا ڪريم پوٽا سيد ۽ مٽيارين جا ٻيا سيد سڀ علي سنڌي جو اولاد آهن." سيد صاحب 802صدي هجري جي آخر ڌاري ڄائو. پنهنجي ناناڻن ۾ نپنو جڏهن جوان ٿيو ته هنن سندس شادي ڪرائي، جيڪا سندس ناناڻن مان هئي. ٻي شادي ترڪن مان ڪيائين. ڪيس ٽي پٽ ٿيا. احمد، شرف الدين ۽ مرتضيٰ عرف پريو ان وقت سيد علي هالا ڪنڊي مان لڏي اچي پينگهاري پرڳڻي سان لاڳو متعله يا متعاله يعني متهلو (متهالو يا مٽ هالا) شهر ۾ وينو. اهو هالا قبيلي جي سربراهن جي ۾ هو ۽ هنن پنهنجي ڌيءَ کي جاگير ڪري ڏنو هو. اهو شهر هن وقت موجود ناهي، پر شهدادپور کان اٺ نو ميل اوپر طرف متهلو ديهه نيو ان نالي جي يادگار موجود آهي. سيد علي ۽ سندس اڪثر اولاد 9 صدي هجري وارو گهڻو عرصو متهلي ۾ رهيا. سيد علي به ۾ "متهلي" ۾ ئي وفات ڪئي." [4] اهڙي طرح هن صديءَ آخر ۾ ڀاٽيءَ جي اٿاٽ سبب موجوده شهر

مٽيارين ۾ لڏي آيا. هنن سيدن سلطان ڄام نظام الدين جي دور حڪومت (866ھ / 914ھ) ۾ وڏو اثر رسوخ پيدا ڪيو.

مٽيارين ۾ لڏي اچڻ کان پوءِ چاليھ پنجاھ سالن اندر مير علي جي فرزند شرف الدين جي اولاد شرف پوٽن مان لال محمد شاھ عرف للي شاھ جي گهر عبدالڪريم شاھ ڄائو. جيڪو پنهنجي درويشي ۽ دينداري، فڪر ۽ فهم، تصوف ۽ توڪل جي ڪري مشهور هو. "سيد عبدالڪريم جي ولادت 966ھ ۾ ٿي. تمام گهڻو عبادت گذار هو، صبح جي نماز جي بانگ ڏئي، جماعت جي اوسيئڙي ۾ وظيفا پڙهندو رهندو هو. نماز پڙهڻ کان پوءِ اشراق تائين اهڙي نموني وقت گذاري گهر تشريف آڻيندو هو."[5] تصوف جي حوالي سان شاھ ڪريم جو والد سهروردي سلسلي سان نسبت رکندو هو پر قادري سلسلو ساڻ وڏيڪ وابستہ رهيو ان ڪري شاھ ڪريم بہ قادري سلسلي سان گهرو تعلق رکندو هو. شاھ ڪريم کي اٺ پٽ ٿيا. "پهريون سيد للو جنهن تي ڏاڏي بزرگوار جو نالو رکيل هو. جيڪو ننڍپڻ ۾ فوت ٿي ويو ٻيو وري سيد عبدالرحيم، ٽيون سيد جلال، چوٿون سيد برهان، پاڻ شاندار ڪماليت جو مالڪ هو. پنجون سيد للو ثاني، ڇهون سيد دين محمد، ستون سيد محمد حسين، والد صاحب هن کي سيدالفقراءُ جو لقب ڏنو هو. اٺون پٽ سيد عبدالقدوس، ننڍپڻ ۾ گذاري ويو هو. شاھ ڪريم سندس بابت چيو هو تہ خدا تعاليٰ کان گهريو اٿم تہ اهڙو پٽ عطا ڪري جنهن کان خدائي ڳالهيون پڇان."[6] سوچيندو هو تہ شاھ ڪريم جي انهن پٽن مان چئني کي اولاد ٿيو. جيڪو وڏيو ويجهيو ۽ ڏاڏي جي نالي سان سندن پاڙو ڪريم پوٽا ٿيو. سندس ٽئين نمبر فرزند جلال شاھ جي اولاد مان شاھ لطيف جو والد شاھ حبيب تولد ٿيو." "اوائلي مصنفن مير علي شير قانع ٺٽوي بين بيان العارفين واري شجري کي سامهون رکي هي نالو جلال ڪري ڄاڻايو آهي، البت ان کان پوءِ واري دور ۾ اهو نالو جمال شاھ ڪري لکيو ويو آهي."[7]

## شاھ حبيب جو ڪٽنب:

حبيب شاھ، شاھ عبداللطيف جو والد شاھ ڪريم جو پڙپوٽو هو. جلال شاھ يا جمال شاھ پنهنجي والد شاھ ڪريم جي وقت ۾ ئي مٽيارين ۽ هالن جي طرف رهڻ لڳو هو. تحفت الڪرام ۾ آهي تہ "عابد روزگار آمد" يعني وقت جو وڏو عابد هو. پنهنجي والد جي حياتيءَ ۾ هالن جي لڳ چورن جي هٿان شهيد ٿي ويو هو. "چون ٿا ڪنهن رن زال جو مال چور ٻڌيو ٿي ويا عاجزه عورت اچي شاھ جمال سان احوال ڪيو جنهن تي هي بزرگ چورن جي ڪڍ پيو.

چورن سان آمهون سامهون مقابلي ۾ شهيد ٿي ويو. سندس مقبرو پٽ جي اتر کان گولي پير جي قبرستان ۾ آهي.“ [8] هي مقام شهدادپور تعلقي جي ديهہ ۽ ٽپي ”جما“ پٽ کان ست ميل پري آهي. جتي جلال شاهہ يا جمال شاهہ جي تربت موجود آهي.

سندس شهادت بعد سڀ گهر جا ڀاتي مٽيارين مان لڏي ٻلڙي وڃي ويٺا. سيد جمال شاهہ جي فرزند سيد عبدالقدوس شاهہ بہ اتي ئي وفات ڪئي. سندس مزار بہ شاهہ ڪريم جي روضي ويجهو ڏکڻ طرف آهي. عبدالقدوس شاهہ کي ٻہ فرزند ٿيا. شاهہ حبيب ۽ عبدالرشيد شاهہ. هنن ٻنهي کي بہ اولاد ٿيو. مگر ديانتداري ۽ درويشي حبيب الله شاهہ کي ملي، شاهہ حبيب زهد و عبادت ۾ شاهہ ڪريم وانگر هو. پنهنجي وقت جو وڏو عالم ۽ صوفي درويش ٿي گذريو آهي. ان اعليٰ فضيلت، فقيري، درويشي جو سندس فرزند شاهہ عبداللطيف تمام گهڻو اثر قبوليو. شاهہ ڪريم کان پوءِ شاهہ حبيب ئي شاعر ٿيو جنهن جي شاعري پڻ شاهہ لطيف تي اثر ڪيو هو.

چون ٿا تہ شاهہ لطيف ننڍي هوندي ٻارن سان راند ڪندي هڪ وڏي پراڻي وڻ جي ٽڙ ۾ لڪي ويٺو هو. سڀ ٻار راند ڪندي ڪندي هليا ويا. پر شاهہ سائين ٽن ڏينهن تائين وڻ جي ان پور ۾ الله جو ذڪر پئي ڪيو. هوڏانهن سندس والد پڻ ڳولا ڪندي اچي انهيءَ وڻ پر سان نڪتو تہ شاهہ لطيف جي ڪپڙي جو ٽڪر لڙڪندي ڏٺائين. جيڪو پڻ هوا واريءَ سان لٽي چڙيو هو. شاهہ حبيب سمجهيو تہ نينگر جا هٿ ئي پساهہ پورا ٿي ويا آهن. سو ٽڏو ساهہ پرينديءَ چيائين:

”لڳي لڳي واءُ، ويس انگڙا ڏکجي“

ان بيت جي اثرائتي اثر شاهہ لطيف جي استغراق واريون اکيون کولرايون ۽ بيخودي واري حالت مان ان وڻ جي پور مان نڪري وراڻيائين:

”پئي ڪٽي پساهہ، پسڻ ڪارڻ پرينءَ جي.“

مٿيون قصو مولانا دين محمد جي ڪتاب لطف اللطيف مان ڏنل آهي، هي ساڳيو قصو ٻين رسالن کان وڌيڪ هن ڪتاب ۾ صوفياڻي ۽ فڪري حوالي سان معتبر آهي.

مٿئين بيت جي شاهہ حبيب واري سٽ کي ڏسي، شاهہ لطيف واري وراڻي کي ڏسي يقين اچي ٿو تہ شاهہ حبيب جي عارفاڻي زندگي جو اثر شاهہ

لطيف تي نِنڍپڻ کان هو. شاهہ حبيب ڪجهہ وقت مٽيارين ۾ رهيو پر ڪجهہ عزيزن سان اڻبڻت ڪري، هاشم شاهہ جي چوڻ تي مٽيارين مان لڏيو. ڪن روايتن مطابق شاهہ حبيب هڪ شادي عزيزن مان ڪئي ۽ ٻي ٻاهران ڪئي جنهن مان شاهہ لطيف ڄائو. سنڌ جي سڄاڻ اديب عالم ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي مرتب ڪيل شاهہ جي رسالي جلد پهرئين ۾ لکيو آهي تہ "هڪ ئي گهر مان شاهہ حبيب کي ٽي فرزند ٿيا، جن مان فقط هڪ شاهہ عبداللطيف بچيو. ٻئي گهر مان روايت مطابق جمال شاهہ ۽ مصري شاهہ نالي بہ فرزند ٿيا." ٽکڙ واري شجري مطابق ڊاڪٽر بلوچ صاحب لکيو آهي تہ "جلال شاهہ جو فرزند ڪريم ڏنو شاهہ ٿيو. جنهن جو ڪو بہ فرزند جمال شاهہ نالي ڪو نہ هو. ٻن شجرن ۾ ان جو پٽ جمال شاهہ نالي هو جيڪو شاهہ عبداللطيف جي وفات کان پوءِ گادي نشين بڻيو. پٽن کان سواءِ هڪ نياڻي بہ هئس، جنهن جو نالو بيبي بتول هو جيڪا شاهہ لطيف جي سڳي ڀيڻ هئي. ان کان سواءِ شاهہ حبيب جي ٻين ٻن نياڻين جو ذڪر بہ ٿيل آهي. "مير عبدالحسين سانگي" لطائف لطيفي ۾ ڄاڻايو آهي تہ اها پڪ ناهي تہ اهي نياڻيون ڪهڙي گهر مان هيون. پر ٻنهي جي شادي شاهہ حبيب جي زندگيءَ ۾ ٿي ٿي هئي. سانگي اهو بہ لکيو آهي تہ "مون کي غلام محمد شاهہ گدا ٻڌايو تہ انهن مان هڪ مٽياري سيدن جي موسيٰ پاڙي ۾ ڏنل هئي تہ ٻئي سمبهاڻي پاڙي ۾ ڏنل هئي.

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي تہ "شجرن جي تحقيقات مان اسان کي معلوم ٿئي ٿو تہ شاهہ حبيب جي هڪ نياڻي سيد موسيٰ جي ڀاءُ سيد عيسيٰ جي اولاد عيسيٰ پوٽن جي پاڙي مان محمد حافظ شاهہ جي پٽ کي پرڻايل هئي. مگر شجرن توڙي روايتن مان اها تصديق نہ ٿي سگهي آهي تہ ڪو شاهہ حبيب جي نياڻي سمبهاڻي ۾ بہ ڏنل هئي."[9]

### شاهہ عبداللطيف جي ولادت:

شاهہ ڀٽائي جي سيني سوانح نگارن لکيو آهي تہ شاهہ حبيب کي اولاد ڪو نہ ٿيندو هو. ڪيترين دعائن بعد ڪنهن خدا جي درويش جي ڪيس دعا لڳي، جنهن خاطري ڏنيس تہ توکي فرزند عطا ٿيندو پر سندس نالو عبداللطيف رکجان "اها دعا شاهہ حبيب کي مٽيارن جي مست درويش هاشم شاهہ ڪئي هئي. جيڪو پاڻ جرار پوٽو سيد هو. شاهہ حبيب جو عزيز هو."[10]

انهيءَ دعا تي شاهہ حبيب نهايت گهڻو خوش ٿيو. خدا جي مهرباني ۽ هاشم شاهہ جي دعا سان ڪيس پٽ ڄائو جنهن جو نالو عبالطيف رکيائين، پر

اھو ننڍي ھوندي ئي مري ويس. ڊاڪٽر گربخشاڻي پنھنجي مرتب ڪيل شاھ جو رسالو (ص 9) ۾ لکي ٿو تہ "وري ڪيس ٻئي گھر مان پٽ ڄائو، جنھن جو نالو جمال شاھ رکيائين." جنھن جو اولاد اڃا تائين پٽ جي گاديءَ تي ويھندو اچي." پھرين گھر مان وري پٽ ڄائس جنھن جو نالو عبداللطيف رکيائين، پر اھو بہ گذاري ويو ايئن وري بہ انھيءَ ساڳي گھر مان ٽيھر پٽ ڄائس، جنھن جو نالو بہ عبداللطيف رکيائين جيڪو بچيو ۽ سنڌ ڇا پر سڄي دنيا جو اھم ترين شاعر شاھ عبداللطيف تي اُڀريو ۽ مشھور ٿيو.

شاھ جي مختلف رسالن ۾ شاھ سائين جي سوانح حيات جي سلسلي ۾ شاھ جي شارحن ۽ محققن شاھ جي والده ماجده جي باري ۾ لکيو آھي تہ اھا شاھ ڏياني جي ڌيءَ ھئي. ڊاڪٽر گربخشاڻي بہ لکيو آھي تہ، "شاھ لطيف جي والده شاھ ڏياني جي ڌيءَ ھئي. شاھ ڏياني کي مخدوم عربي بہ ڪري سڏيندا ھئا ڇو تہ سندس ابا ڏاڏا اصل عربستان کان آيا ھئا." [11] پر ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ تحقيق ڪري پنھنجي مرتب ڪيل شاھ جي رسالي ۾ لکيو آھي تہ "اھي ٽئي ٻارڙا جنھن بيبي مان ٿيا، سا عرس فقير ڏيري جي نياڻي ھئي. جيڪا ملتان جي ولي غوث بھاءُالدين زڪريا جي خليفي قندر فقير ڏيري جي اولاد مان ھئي. [12] سٽي قندر واري مقام ۾ ڏيرن فقيرن جو ھڪ خاص مقام آھي. جيڪو ھڪ اوچي ٽلھي تي ٺھيل آھي. عرس فقير پنھنجي ننڍي نياڻي شاھ حبيب کي ڏني ھئي. شاھ حبيب شادي بعد سھري جي پاڙي ۾ يعني ڏيرن فقيرن جي پرسان ٿي ويٺو ھو.

ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق مطابق شاھ حبيب جو گھر روينيو رڪارڊ موجب سروي نمبر 134 ديھہ سٽي قندر جاگير تعلقي شھدادپور ۾ آھي. انھيءَ سٽي قندر واري مقام ۾ شاھ حبيب جا پھريان ٻہ پٽ بہ دفن ٿيل آھن. جن جا نالا پڻ عبداللطيف رکيا ويا ھئا، شاھ حبيب جي ٽئي پٽ بہ انھيءَ ساڳي گھر ۾ جنم ورتو. اھو سال 1102ھجري ھو. وفات 1165ھجري ۾ ڪيائين، عمر 63 سال ھين، نالو عبداللطيف ھئن، سنڌ جي عالم فاضل سيد غلام محمد شاھ "گدا" سندس تاريخ ولادت ھيٺين ريت لکي آھي.

"گدا سال توليد سلطان پٽ"

شنيده زھاتف "عنايت شعار" [13] 1102ھ

ڊاڪٽر بلوچ اھا ساڳي جنم جي تاريخ پنھنجي رسالي ۾ پڻ لکي آھي. اھڙي طرح شاھ صاحب جي ولادت واري جڳھہ بابت بہ شاھ جي سوانح نگارن ۾ محققن الڳ الڳ جڳھيون لکيون آھن.

مولانا دين محمد وفائي شاھ صاحب جي وفات يا جنم هالا تعلقي جي هڪ ڳوٺ "ڀئي پور" ۾ ڄاڻايو آهي. جنهن جو صحيح تلفظ ڊاڪٽر بلوچ "ڀين ۽ پور" لکيو آهي ۽ ڪن وري هالا حويلي ۾ شاھ جو ڄم لکيو آهي. اهوئي سبب آهي جو ڊاڪٽر بلوچ لکيو آهي تہ، "شاھ صاحب هڪ ئي وقت هالا حويلي ۽ ڀين ۽ پور ۾ ڪيئن تو جنم وٺي سگھي. ڇاڪاڻ جو ڀين ۽ پور کان هالا حويلي ڪافي پري آهي. ڀين ۽ پور تعلقي حيدرآباد ۽ هالا حويلي تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ آهي. ڀين ۽ پور هاڻي حيدرآباد تعلقي بدران مٽياري تعلقي ۾ آهي. ڊاڪٽر بلوچ جي تحقيق مطابق شاھ سائين جي ولادت سئي قندر ۾ ٿئي. پاڻ 1959_ 1974_ 1976ع ۾ سئي قندر واري ماڳ توڙي گنباٽ لڳ ڳوٺن ۾ وڃي پڇا ڪيائون تہ ڄاڻ پين تہ "شاھ حبيب سُئي قندر واري مقام لڳ اولھ واري ڳوٺڙي ۾ پنهنجي حويلي ۾ رهيو هو ۽ جڏهن اتان لڏيائين تہ پوءِ ڪوٽڙي ويو. ٻئي روايت مطابق پوئين دور جي مصنفن ليکڪن کان متاثر ٿي بيان ڪئي ويئي آهي، سا هيءَ هئي تہ ڇاڪاڻ جو ٻارڙا پهريان ڪو نہ بچيا هئا. انهيءَ ڪري جڏهن شاھ لطيف پيٽ ۾ ٿيو تہ شاھ حبيب ماڳ مٽايو ۽ اتان لڏي ويو. پر اهو دليل ايڏو وزندار ڪونهي، ڇاڪاڻ تہ شاھ حبيب ارادي ۽ وڏي توڪل وارو بزرگ هو جو باوجود پهرين ٻن ٻارڙن جي فوت ٿي وڃڻ جي هوندي بہ هن ٽئين ٻار جو نالو عبداللطيف رکيو تہ پوءِ وهم ۽ وسوسي ۾ اچي هن گھر ڪيئن ڇڏيو هوندو! جيئن تہ شاھ حبيب جي گھر واري جاءِ توڙي ٻن ٻارن جي ولادت ۽ وفات بابت مقامي طور پڪيون ۽ پختيون شاهديون توڙي پڪا پختا آثار موجود آهن. انهيءَ ڪري پوري وثوق سان چئي سگھجي ٿو تہ ٽيون ٻار شاھ عبداللطيف پڻ انهيءَ گھر ۾ ڄائو[14] بلوچ صاحب وڌيڪ اها بہ ڳالھ لکي آهي تہ: شاھ ڀين ۽ پور، ٻار جي دوادرمل لاءِ ويو هوندو ڇاڪاڻ جو اتي شاھ حبيب جا مريد رهندا هئا. جن مان شاھ عبداللطيف جو اسماعيل فقير خليفو ٿيو هو. بهرحال جيڪڏهن شاھ حبيب جو اتي رهڻ ٿيو هو تہ بہ ڪجھ ڏينهن رهي هو وري واپس پنهنجي حويلي ۾ موٽي آيو هو.

جناب ولي محمد طاهر زادي پنهنجي هڪ مضمون "حبيب شاھ جي حويلي ۽ شاھ لطيف جو ننڍپڻ" ۾ ان حويلي جو هن طرح نقشو چٽيو آهي: "چوڏاري گنب جي ڀتين سان اٽڪل ٽيھ هزار پرھ ڊيگھ ۽ ويڪر هڪ وسيع مڪان سرسبز زمين تي موجود هو. اندرين حويليءَ کي ڏکڻ طرف ڪاٺ جو نهيل وڏو دروازو وچ ۾ ننڍي دريءَ سان اڳيان ڏيڍيءَ سان اڏيل هو. دروازي واري دالان ۾ جي ڇيڙي سڌي لام ۾ رنڌڻو هو. ان سان لاڳيتو (توشاخانو) اناج رکڻ جو گدام، ان

جي پر ۾ ڀٽئين پاسي بنا اڏاوت ويڙهو (ڪاڪوس) ۽ ڪائين رکڻ لاءِ هڪ جاءِ هئي، سامهون ڇڇهرين سان تي صفا اڏيل پر بنا دروازن جي جن جي مٿان مينهن پاڻي وهائڻ لاءِ نڪر جا نيسارا، آڳنڊ تي وسندڙ ٻوري وچ تي لٽل هئا. انهن تي جدا صفن جي وچ ۾ ٻہ گهٽيون هيون، جن مان نڪري اترئين طرف ڏي هڪ خاص اڱڻ ۽ جاين لاءِ ٻين ضرورتن لاءِ ويڇو پوندو هو. صفن جي اولهندي ۽ اوپرندي ونگن وارن درن سان ٻہ ڪوٺيون هيون، ڪوٺين ۽ صفن جون ڇتيون، ڪاسن، داسن ۽ ڪاين سان ڍڪيل هيون، جن جي مٿان نڪون ۽ ڪهجري پٽريل هئا. ٿهيل لٽل پرپاسن ڪان هوادار ڪليل هيون." ٻاهرئين پاسي حويلي سان لاڳيتو مسافر خانو هو جت مهمان رهندا هئا.[15] مٿيون حويلي جو نقشو ۽ منظر آهي، جيڪو سئي قندر پرسان هئي. مٿين پڪن ثبوتن مان اها پڪ ٿئي ٿي تہ ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ جي تحقيق مطابق شاهہ جي سوانح نگارن اڄ ڏينهن تائين شڪ شبهن ۽ قياس آرائين مان پئي ڪم ورتو آهي، پر اصل ۾ سائين جي ڄمڻ جي پاڪ جڳهہ سئي قندر جي ويجهو اولهہ طرف شاهہ حبيب جي حويلي هئي. "مقامي طور ٿيهہ سال کن اڳ تائين اتان جي ماڻهن کي ان جي خبر هئي. انهيءَ حويلي جي لڳ هڪ ڪڏ هئي، جنهن کي ساياتن جي ڪڙ ڪري چوندا هئا. انهيءَ جي پرسان 1930ع تائين ڪنڊيءَ جا وڻ بيٺل هئا، جيڪي شاهہ صاحب جا ڪنڊا ڪري سڏبا هئا."[16] اتي ئي سندس حويلي هئي.

## شاهہ صاحب جي ابتدائي تعليم:

شاهہ صاحب لطيف ڀٽائي جي ولادت 1102هجري، صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ ۽ وفات 1165هجري ۾ ٿي. شاهہ سائين ننڍپڻ ۾ پنهنجي والدين جي محبت ڀرين پناهن ۾ رهيو. اهي پناهون ۽ نعمتون وڏي هوندي تائين سندس شامل حال رهيون. ٻاراڻي وهي ۾ سندس ويجهو دوست ۽ ماسات محمد عالم رهيو. سندس اتڻ ويهڻ ۽ ڏسڻ وائسڻ جو مرڪز سندس پنهنجي حويلي وارو ڳوٺڙو هو. جيڪو گنباٽ واري جوءِ تائين وسيع هو. شاهہ لطيف پنهنجي سڄي ماسيءَ وٽ گهڻو ايندو ويندو هو. اتان جي ٻولي نج سنڌي هئي، ڏيرن فقيرن کي پنهنجي ٻوليءَ تي مڪمل دسترس هئي.

"گنباٽ هڪ وڏي ايراضي جو نالو هو. موجوده صورتحال موجب اها ايراضي شهدادپور تعلقي جي حدن ۾ شهدادپور ۽ ٽنڊي آدم وچ ۾ ريلوي لائين کان اولهہ واري طرف ويندي وڏي واهہ سکر بئراج تائين هئي. اتر ۾ گولي پير تائين ۽ ڏکڻ ۾ ڳوٺ ملي مکڻ تائين هئي. سمن جي دور کان وٺي هيءَ هڪ وڏي

آبادي هئي. ترخانن جي دور ۾ هيءَ ايراضي شاھ قاسم بيگلارجي جاگير هئي. جنهن گنبات وارو قلعو ٺھرايو هو. جنهن جا آثار مٺن فقيرن ڏيري جي ڳوٺ کان سڌ پنڌ اولهه طرف ويندي 1976ع تائين موجود هئا."[17] شاھ ڀٽائي جي وقت قرآن شريف ۽ سنڌي ٻولي ۽ فارسي جي تعليم معياري سطح تي ڏني ويندي هئي. "لطيف سائين کي بہ روايت مطابق شاھ حبيب کيس قرآن پاڪ پڙهائڻ لاءِ اهڙن استادن وٽ ويهاريو جيڪي پاڻ نيڪ ۽ پرهيزگار هئا. انهن توجهہ سان شاھ صاحب کي پڙهايو جو قرآن پاڪ شاھ لطيف کي دل تي نقش ٿي ويو. انهن مان خاص استاد ميون نور محمد ڀٽي هو. جنهن شاھ صاحب کي مڪتب جي تعليم پڻ ڏني." [18] ننڍپڻ واري تعليم بعد لطيف سائين پنهنجي والد جي شفقت ۽ پناهن هيٺ رهيو. جنهن جي بي بها تربيت ۽ هدايت حاصل ڪندا رهيا. شاھ حبيب پنهنجي دور جو تمام وڏو عبادت گذار شخص هو. سندس فيض عام و جام هو. مير علي شير قانع شاھ حبيب کي ڪريمي سلسلي جو بزرگ سڏيو آهي. سندس سعادت مند فرزند شاھ لطيف پنهنجي والد وٽان ابتدائي تعليم سان گڏوگڏ اخلاقي ۽ روحاني منزلون پڻ ماڻيون. جڏهن شاھ صاحب ٻارنهن سالن جو هو. تڏهن شاھ حبيب سئي قندر مان لڏي ڪوٽڙي مغل وڃي ويٺا. اتي شاھ حبيب پنهنجي شهزادي شاھ کي پاڻ سان وٺي گڏ وقت جي تمام وڏن درويشن ۽ عالمن سان ڪچهريون ڪرايون. شاھ ڪريم جو آخري آرامگاھ گهمائي، شاھ عنايت رضوي سان ملڻ لاءِ کيس شاهپور نصرپور تائين گهماياٿينس. اتر طرف هالن کان وٺي هيٺ لاڙ ۾ بلڙي، ٺٽي تائين ۽ اوپر طرفن گنبات کان اڳتي ٻيڻ پور، هالا حويلي جا ڪيترا دفعا چڪر لڳرايا. انهن سفرن ۽ صحبتن مان پنهنجي والد سان گڏ ذهين لطيف تمام گهڻو ڪجهہ پرايو. اهڙي طرح والد جي توجهہ شاھ لطيف کي اعليٰ تربيت ۽ عارفانہ نظر سان اعليٰ اخلاق ۽ نيڪ اعتقاد ڏانهن مائل ڪيو. شاھ سائين خود بہ پنهنجي نفس کي نمائڻ لاءِ چلا ڪڍيا. انهن چلن ڪڍڻ واريون ٽي جڳهيون گهڻيون مشهور آهن. "انهن مان هڪ لئي جو وڏو شاهي وڻ جيڪو پوءِ لال لئو سڏجڻ لڳو. ٻي پٽ واري اها جڳهہ جتي پنهنجو حجرو ٺهرايائين. ٽيون نشان هاڻ جيڪو شاھ جو ڪنڊو ٿو سڏجي. جيڪو پٽ کان ڏيڍ ميل پري اتر طرف وٽن جي جهنڊ ۾ موجود آهي." [19] اهڙي طرح شاھ حبيب، ننڍڙي لطيف جي پورا پنج سال تربيت ڪئي، جنهن تربيت ۾ شاھ لطيف جون ايڪانت واريون عبادتون بہ شامل آهن. سترنهن سالن جي عمر ۾ شاھ لطيف کي شاھ حبيب مٽيارين ۾ درويش هاشم شاھ وٽ وٺي آيو جنهن جي دعا سان شاھ لطيف جنم ورتو هو.

هن درويش نوجوان لطيف ۾ اعليٰ صلاحيتن جا آثار ڏٺا پر اجا مجاز جون نشانيون ڏسي هن درويش نوجوان لطيف لاءِ چيو هو.

"حبيب جو پٽ اجا پچي راس نہ ٿيو آهي." اهو ٻڌي شاهہ لطيف وري ٻيهر گهڻيون عبادتون ۽ رياضتون ڪيون. آخرڪار عشق الاهي ۾ پچي نروار ٿيو. هڪ دفعو ٻيهر جڏهن شاهہ حبيب هاشم شاهہ وٽ وڃي آيس، تڏهن هن لطيف کي محبت ۽ شفقت جي نگاهہ سان ڏٺو ۽ دعا ڏيندي چيو: "لطيف جو چراغ روشن ٿيندو." انهيءَ دعا بعد هاشم شاهہ جلدي وفات ڪري ويو ان وقت شاهہ لطيف جي عمر 18 سال هئي.

## شاهہ لطيف سائين جو ڪماليت ڏانهن وڌڻ وارو دور:

شاهہ لطيف جي سڄي زندگي عارفانہ تحقيق ۾ گذري مگر سندس تربيت وارو دور سندس حياتيءَ جي ٻن حصن ۾ جاري رهيو. پهريان ويهارو سال ڪن، تلاش ۽ پروڙڻ وارو دور هين، شروعاتي پندرهن سال 1120 هجري ۽ 1135هجري وارو هئا. جنهن ۾ سندس سلوڪ جا رستا تحقيقي ۽ طلب وارا سال هئا. ٻيو پويون ڇهن ستون سالن وارو دور 1135هجري کان 1142هجري وارو هو جنهن ۾ پٽ اچي وسايائين. مٿين ٻنهي دورن ۾ لڳاتار حق ۽ تحقيق، جستجو، طلب ۽ تلاش جا نتيجا سندس آخري عمر تي تمام گهڻا آهن. هن سڄي زندگي ۾ پُر هجڻ پروجهڻ سير و سفر، شادي جي رسم، عارفانہ زندگي کي سمجهڻ لاءِ پنهنجي ترڙ ڏاڏي ميين شاهہ ڪريم جي سوانح ۽ سندس عملي طريقت کي سمجهڻ لاءِ ڪوشش ڪيائون ۽ سلوڪ طريقت، معرفت جي اعليٰ فڪر کي ڄاڻڻ لاءِ شاهہ ڪريم جي نڪتن ۽ مولانا روم جي مثنوي ۾ سمايل رازن کي پروڙڻ طرف سڄو ڌيان ڏنائون ۽ ٻين جي سمجهڻ لاءِ پنهنجي فڪر کي پنهنجي شاعري ذريعي عوام تائين پهچائڻ جو عملي طرح ارادو ڪيائين اهڙي طرح شاهہ لطيف سائين وري هڪ دفعو ٻيهر، انهن ماڳن جو سير و سفر اختيار ڪيو جن ڏانهن اڳ رستو پنهنجي والد صاحب ڏيکاريو هين. انهن ماڳن مان مٽياري، گنجو ٽڪر، بلڙي ۽ نتو هئا. بلڙي شاهہ ڪريم ۽ عبدالقدوس شاهہ جون مزارون هيون. پهريون شاهہ جو ترڙڏاڏو ۽ ٻيو ڏاڏو هين. اتر طرف پراڻا هالا هو جيڪو عالمن درويشن جو مسڪن رهيو آهي، شاهہ سائين جي وڏن جي پهرين منزل هئي. اتان ڏهہ ميل پري گولي پير جي مزار اوڀر طرف هئي. جت شاهہ جي پڙڏاڏي جمال شاهہ شهيد جي تربت هئي. اتان اوڀر ۽ ڏکڻ طرف ساڱري ڍوري جي ڪناري ڪيترن درويشن، بزرگن، اوليائن جا

ماڳ مڪان هئا، جيڪي ديدار ڪرڻ جهڙا اهميت وارا هئا. پيڻ ۽ پور شاهپور چاڪر، نصرپور وارن علائقن ۾ اتان جو مشهور شاعر، بزرگ، برگزيده ٻانهو ميون شاهہ عنايت اڃا زنده هو. شاهہ عنايت سان شاهہ لطيف جو نيازمندي وارو رستو هو، هميشہ وٽن ويندا رهندا هئا. ان کان سواءِ پوري لاڙ ۽ بدين ۾ ڪيترين خانقاهون هيون، جن ۾ ڪجهہ شاهہ ڪريم جا هم عصر ۽ صحبتي بہ هئا. انهن سان بہ ڪچهريون ڪندو رهندو هو. ساڱري واهہ جي ڪناري سان هوتي مشائخ جي درگاهہ هئي، ڏکڻ طرف بہ ڪجهہ درگاهون هيون، انهن مان ڪجهہ اهل الله درويشن جا نالا ڏجن ٿا.

درويش آچر، شيخ پرڪيو ڪاتيار، درويش پلي، پنيو سهاڙ مخدوم احمد اسماعيل سومرو اگهم ڪوٽي، شيخ موسو رڪن الدين ولد رتو ميرڻ ڪاتيار، مهراڻ فقير نهڙيو، مخدوم صابر ولهاري، سيد ساجن سوائي، جرڪس فقير ڏناٽي وغيره. انهن سيني جون شاهہ لطيف زيارتون ڪيون ۽ اتان جي ماڳن، مڪانن کي گهمي ڏٺو. اڳتي تلهار ۽ بدين طرف ميين شاهہ ڪريم جي اولاد مان بہ درويش پنيلڏو ۽ سيد مگيلڏو تلهار جي علائقي ۾ اچي سڪونت پذير ٿيا. بدين جي پرسان شهاب الدين سهروردي جي مقام ۾ شاهہ ڪريم جو والد سيد للو دفن ٿيل آهي. شاهہ لطيف جي سير و سفر وارا پهريان سال سڄي سنڌ جي درويشن خانقاهن ۽ درگاهن کي ڏٺو ۽ انهن جو عارفانہ جائزو ورتو. ان کان سواءِ مختلف هنرن، ڌنڌن ڌاڙن وارن عام ماڻهن سان ملي، عوامي زندگي کي ويجهائپ کان ڏٺو ۽ محسوس ڪيو. اهڙي طرح شاهہ لطيف آهستي آهستي ڪماليت جي طرف اسريو ئي مس تہ سندس شادي ٿي. ان وقت سندس عمر چوويهہ سال هئي. سندس رفيق حيات اها ئي هئي، جنهن لاءِ ڪن محققن جو چوڻ آهي تہ شاهہ صاحب جو ان عورت سان عشق هو. پر حقيقت ايئن نہ آهي چو تہ شاهہ لطيف جو نظريو شادي بابت ساڳيو شاهہ ڪريم ۽ سندس ترڙاڏي جهڙو هو پر لوڪ وانگر عام روايتي شادي ڪيائين. والد جي رضا سان هڪ يتيم گهر کي سهاري ڏيڻ خاطر شاهہ صاحب ان سان شادي ڪئي. شاهہ جي مختلف رسالن جي سوانح حيات ۽ ٻين ڪتابن ۾ شاهہ جي سوانح پڙهندي اهو محسوس ٿئي ٿو تہ سندس شادي عام شرعي رسم کان وڌيڪ اهميت جوڳي ڪو نہ هئي. شادي بعد گهروارن سان رويو رسمي شريفاڻو هئس. روايت آهي تہ "ڪن مهينن کان پوءِ شاهہ سائين جي گهرواريءَ کي اميدواري ٿي. هڪ ڏينهن هڪ فقير شاهہ صاحب جي خدمت ۾ تڪو تڪو پڄندو آيو. جنهن تي شاهہ صاحب فرمايو تہ: "ٻيو تہ خير آهي جو ايڏي ڊڪ

ڊوڙ ۾ لڳو پيو آهين." فقير عرض ڪيو تہ سائين "بيبي صاحبہ ڪي اميدواري آهي، پاڻ پلي ڪائڻ جي خواهش ڏيکاري هئائون. جنهن ڪري آءُ پراهين هنڌ تان پلو وٺي ڊوڙندو اچي پهتو آهيان." شاهہ صاحب درويشاڻو جواب ڏيندي چيو تہ اجا اولاد جائو ئي ڪونہ آهي تہ فقيرن کي رلائي ٿو. پوءِ جي ڄمندو تہ الائي ڪهڙا ڪلور ڪندو." [20] چون ٿا تہ پوءِ اهڙو ڪو سبب ٿيو جو ٻار نہ ڄائو. ڊاڪٽر بلوچ ان پلي آڻيندڙ فقير جو نالو ونهيون فقير لکيو آهي. حقيقت ۾ شاهہ جي دنيا جي ڳالهين سان پيار ۽ پنهنجائپ ختم ٿي وئي هئي. هو پنج وقت نماز پڙهي اڪثر ٻاهر گذاريندو هو. ماڻهن سان ڪچهريون وغيره ڪندو رهندو هو. حقيقت ۾ شاهہ لطيف، شاهہ ڪريم جي طور طريقي جو حامي هو. ڪريمي سلسلي کي پوري ريت ڄاڻيندو هو. اڪثر ڪريمي فقيرن سان ڪچهريون ڪندا هئا. بيان العارفين جو اڪثر مطالعو ڪندو رهندو هو. ڪيس ڪماليت تائين پهچائڻ وارو مولانا روم جو رسالو پڻ هو. مثنوي رومي سان محبت هئڻ ڪري وقت جي حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙي مثنوي جو هڪ سهڻو قلمي نسخو شاهہ صاحب ڏانهن تحفي طور موڪليو هو. شاهہ سائين قرآن پاڪ، بيان العارفين،مثنوي روم کي تمام گهڻو پڙهيو ۽ سمجهيو. سجاڳ ذهن ۽ صاف دلي ڪري هو سڄي عمر ڪمال جي جستجو ۾ رهيو ۽ ڪمال لاءِ ڪشالو جاري رکيو. هڪ جڳهہ ويهڻ بدران ڪيترائي سال زندگيءَ جا سنڌ جو سير و سفر ڪيو. شاهہ ڪريم جا فقير اڳتي هلي شاهہ جا مريد ٿيا. پاڻ جيسلمير بہ ويو. الهندي طرف لس ٻيلو خزدار اتر طرف ملتان، سنڌ ۾ لاڙ ڪاروٽڙ، وچ، ڪاڇو وغيره سڀ حصا گهميو. جنهن جو ثبوت سندس شاعري جي هر سر ۾ موجود آهي. انهيءَ طرف جي ذڪر سان گڏوگڏ اتان جي منظرن جو بہ ذڪر ڪيو اٿس. شاه سائين بصيرت جي منزل تي پهچڻ کان پوءِ ٻين جي رهنمائي لاءِ فيض ۽ تربيت ڏيڻ لاءِ آخرڪار زندگيءَ جا آخري ڏينهن هڪ جڳهہ وسائي جنهن جو نالو ڀٽ هئي.

## ڀٽ وسائڻ وارو دور:

مرزا مغل بيگ جي نياڻي سان شادي کان پوءِ شاهہ صاحب ڪوٽڙيءَ مان ڀٽ تي لڏي آيو هو. مرزا قليچ بيگ پنهنجي ڪتاب، "احوال شاهہ عبداللطيف ڀٽائي" ۾ لکيو آهي تہ: "گشت ڪندي هڪ ٽڪرو زمين جو ڏٺو هئائين سو سندس دل کي وڻيل هو. اتي واريءَ جون ڀٽون هيون ۽ چوڌاري گهاٽو جهنگ هو. آس پاس ڍنڍون ۽ پاڻيءَ جا ڍبا بہ هئا. بلڪل فقيراڻي ڊول جي زمين هئي. انهيءَ مڪان جو نالو ڀٽ هو. انهيءَ ساڳي جڳهہ لاءِ هن ڪتاب ۾

اهو پڻ لکيل آهي تہ شاهہ ڪريم مخدوم نوح هالن واري سان ملڻ پئي ويو تہ انهيءَ ڀٽ واري جڳهہ تي ساڪرواهہ جي ڪناري وٽ اچي ڏاڍو ڪيائين، نماز پڙهندي پنهنجي جماعت کي چيائين جيڪا ساڻن گڏ هئي تہ "منهنجي اولاد مان هڪڙو وڏو مشهور مرد خدا پيدا ٿيندو جيڪو ڏاڍو چڱو ڪلام ڪندو ۽ شعر چوندو ۽ هن هنڌ ان جي درگاهہ ٿيندي"[21]

لطائف لطيفي ۾ پڻ لکيل آهي تہ "شاهہ صاحب ڀٽ شريف کي سڀ کان اول اچي وسايو. ان کان اڳ اها سرزمين غير آباد هئي ۽ منجهس جهنگ هو ڀٽ شريف جي چوڌاري پاڻي بيهندو هو گاهہ گهڻو ٿيندو هو ۽ ڳيا ماڻهو مال چاريندا هئا. سانوڻ جي آبڪلاٽي ۾ ڀاڳيا ماڻهو ڀٽ تي پنهنجا پاڻ ڪندا هئا. حضرت اولياء صاحب جيئن تہ هت اڪيلو پيو گهمندو هو سو هن پيٽي کي ڏسي پسند ڪيائين. پر جيئن تہ هت واري پئي وسندي هئي سو مٿان پنجهو وجهائي ڀٽ کي هموار ۽ ڪشادو ڪيائين."[22] "اتي هڪ ڪوٺي جنهن جي آڏو ڪجهہ وٽڪاري ڪئي. ٻہ صفا (حجرا) ٺهرايائين. هڪ پنهنجي گهرواري لاءِ ٻي پنهنجي والد جي لاءِ پيو هڪ مسجد پڻ پنهنجي سر پاڻ بيهي ٺهرايائين، جنهن محنت ۾ سندس پڳهر شامل آهي. هو عام روايتي مرشد نہ. پر هڪ مڪمل پورهيت الله وارو شخص پڻ هو. يعني هن انهيءَ جڳهين لاءِ پاڻ محنت مزدوري ڪئي. باقي بچيل زمين تي پنهنجي عصا سان ليڪا ڪڍي درگاهہ جي خليفن لاءِ ڪين جايون جوڙائڻ لاءِ ڏنيون. شاهہ ڀٽائي جي زندگيءَ ۾ ڪٿي بہ هٺ غرور، تڪبر، ڪو نہ هو. ڀٽ تي ڪيترن مريدن هوندي بہ هميشہ پنهنجي پيئڻ لاءِ پنهنجي هٿن سان پاڻي ڀري پيئندو هو. شاهہ صاحب کائيندو پهريندو سادو هو سندس پوشاڪ ڪاري ڏاڳي سان سبيل هوندي هئي. مٿي تي سفيد رنگ جي ٽوپي يا ڪلاهہ، ان جي مٿان ڪاري رنگ جي ڪپڙي جو ٽڪڙو ويڙهيل هوندو هو. هٿ ۾ جوڳين جي بيراڳڻ جهڙي لٺ ڪٽندو هو. کاڌي پيتي لاءِ هڪ ڪشتو يا ڪشڪول هوندو هئس. ڪڏهن ڪڏهن پيرن ۾ جتي پائيندو هو. نت پيرن پنڌ بهر جهنگ ووڙيندو وتندو هو. هڪ پراڻي ڪتائين گودڙي تي سمهندو هو ننڊ بہ تمام ٿوري ڪندو هو."[23] مطلب تہ سڄي زندگي شاهہ صاحب نهايت سادگي سان گذاري. ڀٽ واري دور ۽ سندس جواني واري عرصي ۾ پنهنجي خواهش کي ڪڏهن بہ اُڀرڻ ڪونہ ڏنو. ڀٽ تي سڪونت اختيار ڪرڻ وقت ڪيترائي ماڻهو هزارن جي تعداد ۾ شاهہ سائين وٽ ظاهري ۽ باطني پاڪائي حاصل ڪرڻ جي خيال سان اچڻ وڃڻ لڳا، پاڻ ڀٽ جي ڀرسان رهندڙ ماڻهن جو

روحاني مددگار ٿي پيو. ڪين هميشه سهڻي زندگي ۽ سهڻي رهڻي ڪهڻي جي مختلف نُڪتن جي سمجهاڻي ڏيندو رهيو. اُتان جا غريب شاه سائين مان خوش هئا، انهن جو هميشه حامي مددگار بڻجي رهيو.

## شاه ڀٽائي جي والد جو انتقال:

شاه صاحب ماڻهپي ۽ انسانيت جا خوبصورت بوٽا ڀٽ تي اجا پوکڻ شروع ڪيا ته اوچتو ئي اوچتو شاه حبيب بيمار ٿي پيو. شاه لطيف هر وقت پنهنجي والد جي چڱيلائي لاءِ دعائون گهرندي هميشه هن جي خدمت ۾ گذارڻ لڳو. ڪيترن حڪيمن ڏاهن کان دوائون درمل ڪرايائين. پر شاه چواڻي "تڏهن ڦڪيون فرق ڪن، جڏهن امر ڪرهيو ان ڪي." پر ڦڪين فرق ڪو نه ڪيو. شاه سائين هر وقت پنهنجي والد کان طبيعت جو حال احوال وٺندو رهيو. شاه حبيب بيمار هوندي به هر وقت الله جو شڪر ادا ڪندو رهيو.

آخر اهڙو وقت آيو جو شاه حبيب طرفان ڪاورندي ڪانه آئي شاه صاحب ان وقت گهر کان ٻاهر آيو ته مريدن معتقدن کانئس شاه حبيب جي باري ۾ پڇيو ته سندس اکين ۾ پاڻي آيو. پاڻ جواب ۾ وراڻيائون:

اوٺي اُبهرا ٿيا، ٻيڻا تنگ ڪشين
ڪچن پچن ڪينڪي، ورندي وات نه ڏين،
لاڪيڻا لطيف چئي، ٿا منجهئون لوڪ لڏين،
نيڻ نماڻا ڪنيو، هنجون ٿا هارين،
سي جنگ جواب نه ڏين، ڪنهن ڏاڍي ڪيف ڪڪوريا.[24]

نيٺ شاه حبيب هي فاني دنيا ڇڏي اصل ماڳ روانو ٿيو. شاه ڀٽائي رضا تي راضي ٿي پنهنجي والد کي ڀٽ تي دفنايو. اهو سال 1166 هجري هو. ٺٽي جي عالم ميان محمد صادق نقشبندي شاه حبيب جي تاريخ هيٺين عربي فقير مان ڪڍي آهي. جيڪو معنوي اعتبار سان نهايت موزون آهي.

"الموت جسر يوصل الحبيب للقاء الحبيب"[25] (يعني موت هڪ پل آهي، جيڪا هڪ دوست کي ٻئي دوست سان ملائي ٿي.) اهو ساڳيو فقرو شاه حبيب جي قبر تعمير ڪرائڻ وقت روضي جي در تي سهڻو ڪري هڻايائون.

## والد صاحب جي گادي سنڀالڻ:

شاه سائين کي مرشدي جي گادي وراثت ۾ ملي هئي. پر پاڻ رسمي

مرشد ڪو نہ هو. سنت نبوي جو قائل هو. حضور جي طريقت تي هلندڙ هو عام ماڻهن سان اٺندي ويهندي پاڻ کي ڪنهن کان بہ اهم نہ سمجهندو هو. هٺ، غرور تڪبر، انسانيت جي توهين سمجهندو هو. ميين شاهہ ڪريم کان پوءِ، شاهہ حبيب صوفياڻي سلسلي قادري جو پوئلڳ هو. ڪيترائي ماڻهو شاهہ حبيب جا مريد هئا. ڪين ان وقت جي مشهور بزرگن مان مشهور بزرگ ۽ اولياءَ الله سمجهندا هئا. اهي سيئي مريد وري شاهہ حبيب جي وفات بعد شاهہ لطيف ڏي متوجهہ ٿيا. شاهہ لطيف پڻ قادري طريقي ۾ پنهنجي والد کان دست بيعت حاصل ڪئي. جيڪا سلسلي وار هن طرح آهي. ”شاهہ عبداللطيف پنهنجي والد حبيب الله شاهہ کان قادري طريقي جي خلافت جو ذرقو ڊڪيو. حبيب الله شاهہ پنهنجي والد عبدالقدوس شاهہ کان، ان پنهنجي والد جمال شاهہ کان، ان پنهنجي والد شاهہ عبدالڪريم کان، ان پنهنجي مرشد سلطان ابراهيم بهاري کان، ان پنهنجي مرشد سيد احمد قادري حبيب حموي کان، ان پنهنجي والد سيد علي هاشمي کان، ان پنهنجي والد سيد شهاب الدين احمد کان، ان پنهنجي والد سيد شرف الدين قاسم کان، ان پنهنجي والد سيد بدرالدين يحيٰ کان ان پنهنجي والد نورالدين حسين کان، ان پنهنجي والد سيد علاؤالدين علي کان، ان پنهنجي والد سيد شمس الدين محمد کان، ان پنهنجي والد سيد سيف الدين يحيٰ کان جيڪو (حضرت پيران پير جي اولاد مان پهريون بزرگ هو جنهن بغداد مان لڏي اچي حمام سڪونت اختيار ڪئي هئي.) ان پنهنجي والد سيد ظهيرالدين احمد کان، ان پنهنجي والد سيد شمس الدين ابو نصر محمد کان، ان پنهنجي والد قاضي سيد ابو صالح نصر کان، ان پنهنجي والد سيد حافظ ابوبڪر تاج الدين عبدالرزاق کان، ان پنهنجي والد شيخ الاسلام حضرت غوث اعظم سيد محي الدين ابو محمد عبدالقادر جيلاني کان، جيڪو قادري طريقي جو باني هو.“[26]

شاهہ لطيف اڳ ۾ ئي پنهنجي والد مرشد جو جاءِ نشين هو انهيءَ ڪري مريدن جو اڳ ۾ بہ شاهہ سائين سان واسطو رهندو ٿي آيو. انهيءَ ڪري والد جي وفات کان پوءِ خانداني طور تصوف جو طريقو هن ختم ڪو نہ ڪيو. البت هن ڪنهن کي پنهنجي مريد ٿيڻ جي صلاح ڪو نہ ڏني. باقي شاهہ سائين سان ماڻهن جي ڪچهرين ذريعي عقيدت ۽ محبت وڌندي رهي، ڇاڪاڻ جو اها ڪچهري سنڌ جي سوجهہ ۽ ٻوجهہ عوام لاءِ وحدانيت جي پرچار ۽ ذاتي طور آٿت جو ڪارڻ هئي، ڪيترن ئي شاهہ کان متاثر ٿي ساڻس صدق و اخلاص جو ناتو ڳنڍيو. ڪيترائي اڳ کان بہ وڌيڪ سندس ارادتمند پيدا ٿيا.

جيڪي اڻ پڙهيلن سان گڏوگڏ پڙهيل ڳڙهيل عالم به هئا. هڪ طرف مخدوم محمد معين جهڙا جيد عالم ته ٻئي طرف ڪڇ جا غريب بلوچ سندس عقيدتمند ٿيا. شاھ صاحب طريقت ۾ پنهنجي ڏاڏي شاھ ڪريم وارو سلسلو اختيار ڪيو جيڪو قادري هو ان کان اڳ شاھ ڪريم سهروردي سلسلي سان واڳيل هو. ساڳي وقت پنهنجي مرشد سلطان ابراهيم وانگر ذاتي ارادت ۾ اويسي پڻ هو. شاھ لطيف پڻ اها ساڳي پنهنجي وڏن واري روش اختيار ڪئي هئي. پاڻ رسالت ۽ توحيد کي لازمي ڪري ٿي ڄاتو.

"وحده لا شريڪ لہ جان، ٿو چئين ايئن،
تان مڃ محمد ڪارڻي، نرتئون منجهان نينهن،
تان تون وڃيو ڪيئن، نائين سربين کي." (27)

حضور محمد ﷺ جن سان شاھ سائين جي تمام گهڻي محبت هئي. شاھ لطيف به پنهنجي عارفانه بصيرت واري دور ۾ ساڻن اويسي روحاني رشتو جوڙيو. جيئن ته پاڻ ان وقت سلوڪ ۽ طريقت ۾ مرشدي جي مقام تي فائز هو. انهيءَ ڪري شاھ صاحب پنهنجي اعليٰ شعور کي استعمال ڪري سلوڪ ۽ طريقت جي رهنمائي ٺٽي جي وڏي محقق، عالم، صوفي مخدوم معين الدين ٺٽوي ڏانهن اويسي طريقي بابت خط لکي معلومات حاصل ڪئي. جنهن جو مخدوم صاحب تفصيل سان جواب ڏنو. انهن خطن جي سلسلي مان اهو به معلوم ٿئي ٿو ته شاھ کي امي ۽ اڻ پڙهيل سمجهندڙ ڪنهن غلط فهمي جو شڪار آهن. اهي خط هڪ ته اويسي طريقي جو مدلل جواب آهن، ٻيو شاھ سائين کي عربي فارسي جو هڪ پڙهيل ڳڙهيل عالم هئڻ جو پڪو ثبوت آهن. مخدوم معين الدين ٺٽوي رح جي ان جواب کان پوءِ پاڻ بلڪل مطمئن ٿي پٽ جي عوام جي زندگي سنوارڻ لاءِ جتن ڪيائون. سڄي پٽ جو انتظام فقيرن ۽ معتقدن ۾ ورهايائين. حويلي جو انتظام "مائي گنگا جت، مائي صالحان تنياڻي ۽ مائي بوٺا وساڻ کي سنڀالڻ لاءِ ڏنائون، عبدالواسع فقير سالارو، سڪر فقير ڏيرو، اسماعيل فقير سمون ٻينءَ پوري، فقير سيد نهال شاھ، اسماعيل فقير ڏيرو، اڄڻ فقير ڏيرو، ڪمال فقير سينهڙو، ورو فقير وڳند، نور محمد فقير ابري ڪانڊڙي کي مڪان جي خدمت حوالي ڪيائون. عمر فقير سهتو، فقير سيد سائينڏنو موسوي پوٽو مٽياروي ۽ بچو فقير خاص حاضري جا فقير هئا. عمر فقير سهتو شاھ سائين جو خاص خادم هو. جنهن کيس ننڍي هوندي نپايو هو. سيد صاحب جو هنڌ بسترو سيد سائيڏني جي حوالي هو. بچو

فقير ڪونئرو جهليندڙ هو. عبدالجليل فقير انڙ شاهه صاحب جو مصلو ۽ تسبيح سنڀاليندو هو. نماز ۽ عبادت جو بندوبست سندس حوالي هو. خليفو محمد عالم ڏيرو شاهه صاحب جو ماسات ذڪر ۽ سماع جو نگران هو. سومر فقير لاڙڪ هڪ پهتل درويش هو. جنهن کي شاهه صاحب کان پيري مريدي جو ارشاد مليل هو. يعني ڪو مريد ٿيڻ ايندو هو ته سومر فقير جي حوالي ٿيندو هو. عارف فقير ٿيٻو ٽنڊي الهيار جو وڏو عابد شخص هو. فقيرن کي عبادت جي ترغيب ڏيندو هو. نماز سيکاريندو هو. عنايت فقير وساڻ ڪجائي جو رسو جهليندو هو. رحمو فقير بورچي هو. قاسم فقير حجام هو. شاهه صاحب جي سنوارت ٺاهيندو هو. احمد فقير سمون شاهه صاحب جي گهوڙي (چنگل) جو سئيس ۽ گاهي هو. ونهيو فقير سالاراڻي جت. شاهه صاحب جي ڀنهي ڪتن موتي ۽ ڪينهون جو سنڀاليندڙ هو. محمد رحيم فقير شاهه صاحب جو منشي هو ۽ لکپڙهه جو ڪم سندس حوالي هو." [28] ان کان سواءِ راڳائي فقير الڳ هئا.

## شاهه سائين جون، عقيدتمندن، مريدن، عالمن ۽ صوفي فقيرن سان صحبتون:

شاهه صاحب جي عمر جو (1120هه کان 1142هه) وارو دور طلب ۽ تحقيق وارو دور هو. چاليهن سالن جي عمر کانپوءِ واري دور ۾ پاڻ حال ۽ قال جو صاحب هو. هندور جون سندس مسافريون مقصدن سان پريل هيون، اڪثر ڪري پيارن، فقيرن، دوستن، عالمن، درويشن سان سلوڪ واريون صحبتون اختيار ڪندو هو. سفر دوران قرآن پاڪ، شاهه ڪريم جو رسالو ۽ مثنوي مولانا روم پاڻ وٽ رکندو هو. سندس ارادتمند ميون محمد صلاح ساٿس اڪثر گڏ هوندو هو.

شاهه سائين سيني کي پيار ۽ اخلاق جا سبق ڏنا. انهن نصيحتن جي اثر هيٺ ڪيترائي هندو فقير ۽ حڪمران سندس معتقد ٿيا. شاهه صاحب جتي جتي ويو اتي سندس نالي تڪيا قائم ٿيا. مثلاً ڪيري تعلقي ۾ واگهين جي پٽ، ٺٽي ۾ مڪلي لڳ بدين، روهڙي، سکر (پراٽو) ۽ ترائي مديجي کان ٻه ميل (اوتر اولهه) ۾ سيوهڻ جي لعل باغ ۾ شاهه جو لئو مشهور آهي.

## شاھ صاحب جي وفات:

شاھ جي مرتب ڪيل ڪلياڻ آڏواڻي واري شاھ جي رسالي ۾ لکيل آهي تہ شاھ صاحب ڪي آخري ڏينهن ۾ ڪربلا شريف جي زيارت جي سڪ لڳي، سو سفر تي سنبري پيو، واٽ تي ڪو خدا رسيده مريد گڏيس، تنهن چيس: ”سائين اوهان چوندا آهيو تہ توهان جو ڪفن دفن پٽ تي ٿيندو، پوءِ هينئر پيچاڙي جي وقت هيڏي سفر تي ڪيئن نڪتا آهيو؟“ اهو ٻڌي پٽ ڏانهن واپس وريو، پهچڻ سان ڪربلا جي شهيدن جي مان ۾ سرڪيڏارو ڇپائين، پورا ايڪويهہ ڏينهن اڪيلائي ۾ گذاريائين، انهيءَ عرصي ۾ ٻن ويلن جيتري ماني مس کاڌائين. جڏهن ٻاهر نڪتو تڏهن غسل ڪري هڪ چادر مٿان وجهي مراقبي ۾ ويهي رهيو پوءِ سرود سماع جو اشارو ڪيائين، آخر راڳ ختم ٿيو، شاھ جي ويجهو وڃي مريدن ڏٺو تہ شاھ سائين جو روح مبارڪ وڃي رب پاڪ سان مليو آهي. شاھ صاحب صفر مهيني جي چوڏهين تاريخ 1165ھہ مطابق 1752ع ۾ لاڏاڻو ڪيو. سندس وصيت مطابق کيس شاھ حبيب جي پيراندي ۾ دفن ڪيو ويو.

### حوالا/ حاشيا

1. شاھ جو رسالو جلد پهريون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 2، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪزيت شاھ، سال 1989ع.
2. شاھ جو رسالو، ڊاڪٽر گربخشاڻي، صفحہ 7، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي سال 1985ع.
3. شاھ جو رسالو جلد پهريون، محقق ۽ شارح، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 3، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪزيت شاھ سال 1989ع.
4. ساڳيو صفحہ 4.
5. تحفت الڪرام، سيد مير علي شير قانع، صفحہ 431، سنڌي ادبي بورڊ سال 1974ع.
6. ساڳيو صفحہ 433.
7. شاھ جو رسالو جلد پهريون، محقق ۽ شارح ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحہ 4 شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز يٽ شاھ، سال 1989ع.
8. لطف اللطيف، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 7، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز سال 1991ع.
9. شاھ جو رسالو جلد پهريون، محقق ۽ شارح، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحہ 8، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز يٽ شاھ سال 1989ع.
10. ساڳيو صفحہ 9.
11. شاھ جو رسالو مرتب ڊاڪٽر گربخشاڻي، صفحہ 9، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ، ثقافتي مرڪز سال 1985ع.

12. شاھ جو رسالو جلد پهريون، محقق ۽ شارح، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحہ 9. شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز سال 1989ع.
13. لطف اللطيف مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 9. شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز سال 1989ع.
14. شاھ جو رسالو جلد پهريون، محقق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحہ 12. شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڀٽ شاھ سال 1989ع.
15. لطيف سالگرھ مخزن، صفحہ 81، ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز حيدرآباد، سال 1980ع.
16. شاھ جو رسالو ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحہ 10، ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز سال 1989ع.
17. ساڳيو صفحہ 13.
18. شاھ جو رسالو جلد پهريون ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحہ 14.
19. ساڳيو صفحہ 17، سال 1989ع.
20. لطف اللطيف مولانا دين محمد وفائي صفحہ 88، 87 ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز حيدرآباد، سال 1990ع.
21. احوال شاھ عبداللطيف ڀٽائي، مرزا قليچ بيگ صفحہ 34، ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز حيدرآباد، سال 1990ع.
22. لطائف لطيفي، مير عبدالحسين سانگي صفحہ 91،90، ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز سال 1987ع
23. شاھ عبداللطيف ڀٽائي سوانح ۽ چوندِ ڪافيون، مرتب مشتاق باريچو صفحہ 59، صداقت بڪ ڊيپو حيدرآباد، سال 1984ع.
24. شاھ جو رسالو جلد پهريون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 32، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڀٽ شاھ، سال 1989ع.
25. ساڳيو صفحہ 33.
26. ساڳيو صفحہ 33
27. شاھ جو رسالو عثمان علي انصاري صفحہ 65، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاھ سال 1997ع.
28. شاھ جو رسالو جلد پهريون ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ صفحہ 39، شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاھ 1997ع.

## باب ٻيو

# شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي همعصر صوفي بزرگ ۽ شاعرن جو مختصر احوال

**مخدوم دين محمد سيوهاڻي رحمة الله عليه:**

هن بزرگ جي ولادت 1113 هجري ۽ وفات 1192 هجري ۾ ٿي ڪين ٻه فرزند هئا. پهرئين جو نالو عبدالواحد ٻئي جو محمد حسن هو.[1] ميان حبيب الله صديقي سيوستاني جو مخدوم صديقي خاندان سيوهڻ وارن جو وڏو هو انهن جي ذاتي لائبريري جي بياض مان هيٺيون احوال مليو:

"مخدوم دين محمد بن مفتي عبدالواحد ڪبير پاٽائي، هي بزرگ پاٽ مان سيوهڻ اچي رهيو ۽ اتي ئي هڪ علمي خاندان مان شادي ڪيائين. شهر جي قضا ۽ فتويٰ سندس حوالي ٿي. هو تصوف ۽ ظاهر علم جو وڏو ڪامل ۽ عامل هو.[2] هن صاحب جا شاهه لطيف سان دوستانه تعلقات هئا هو هڪ ٻئي جون دستارون بدلائي پڳ مٽ يار بڻيا. ميان نورمحمد ڪلهوڙي جي ان وقت حڪومت هئي. دهلي جي محمد شاهه مغل پاران هو سنڌ جو مرزبان هو. مخدوم دين محمد صاحب جا سنڌ جي حاڪم سان گهاٽا لاڳاپا هئا. بعض امورن ۾ ڪانئس مشورا به ورتا ويندا هئا. مخدوم خاندان سيوهڻ وارن جي لائبريري ۾ هڪ خط پيل آهي، جيڪو مخدوم دين محمد جي نالي نور محمد ڪلهوڙي جو لکيل آهي، جنهن ۾ ڪيس نهايت معزز القابن سان لکيو ويو آهي. هڪ سيد بي گناهه ڪنهن ماڻهو جو خون ڪيو هو ان بابت ڪيس تحقيق ڪري اطلاع ڏيڻ جي عرضداشت ڪيل هئي. هن خط جي آخر ۾ ميان نورمحمد جي مهر لڳل آهي."[3]

مخدوم دين محمد سيوهڻ جي عبادت گذار خاندان جو فرد هو. پاڻ نهايت متقي، پرهيزگار ۽ اسلامي علوم تي عبور رکندڙ شخصيت هو ۽ نقشبندي سلسلي سان منسلڪ هو.

## حضرت مخدوم عبدالرئوف هالائيؒ:

پنهنجي وقت جو وڏو عالم، صوفي ۽ درويش هو. سڄي زندگي عبادت ۽ رياضت الاهيءَ ۾ گذاريائين. پنهنجي وقت جي مشائخن ۾ وڏو مرتبو رکندڙ الله وارو هو. وقت جو حاڪم ميان نور محمد ڪلهوڙو سندس معتقد ۽ خدمت گذار هو. هالائي رح جو سمورو خرچ ميان نور محمد تي هوندو هو. ميان عبدالرئوف جي ڪيتي تان ڍل نہ ونڻ جي باري ۾ هڪ خط ميان نور محمد جي مهر سان اڄ تائين سندس خاندان ۾ موجود آهي.[4] مخدوم صاحب سنڌي زبان جو وڏو شاعر هو. فارسي علم عروض جي نموني تي سڀ کان پهرين نظم لکيائين. خاص طرح مخدوم صاحب جا مولود سنڌ جي ڀهراڙين ۽ شهرن ۾ مشهور آهن، اڪثر نعت خوان سندس مولود پڙهندا آهن. مخدوم صاحب 1166 هجري ۾ يعني شاهہ لطيف سائين کان هڪ سال پوءِ وفات ڪئي. "ميان ابراهيم قاضي زاده هالائي سندس تاريخ وفات "ڪان وليا رئوف الخلق" جي فقير مان ڪڍي آهي."[5] پاڻ ٻہ دفعا حج جي سعادت حاصل ڪيائون. پوئين حج جي سفر ۾ وفات ڪيائين، سندن وفات 1161 هجري ۾ ٿي.

## مخدوم ضياءُ الدينؒ :

هي بزرگ ٺٽي جو وڏو عالم هو. ڪيس سنڌي صورتخطي جي بنياد وجهندڙن مان چيو ويندو آهي. پاڻ سهروردي طريقي جي اڳواڻ شيخ شهاب الدين عمر سهرورديءَ جي نسل مان هو سندس ولادت "1090 هجري مطابق 1679ع ۾ ٿي ۽ 1171 هجري مطابق 1757ع ۾ وفات ڪيائين."[6] ٺٽي جو مشهور عالم مخدوم عنايت الله سندس اوائلي استاد هو سڀ کان وڏي ڳالهہ اها هئي تہ ٺٽي جو مشهور عالم محمد هاشم ٺٽوي سندس مدرسي مان علم حاصل ڪيو. سندس ڪيترائي ڪتاب جيڪي وضوءِ نماز تي لکيل آهن، سي سندس ئي ٺهيل صورتخطي مطابق لکيل آهي. اها صورتخطي مخدوم ضياءُ الدين سنڌي جي نالي سان مشهور آهي. سنڌس ڪتابن مان ڪجهہ شعر مثال طور هيٺ ڏجن ٿا:

فرض آهي ماءُ پيءُ تي سعي سوڌو پٽ
تہ موڪلي مڪتب ۾ صغير وڏي سٽ
جيئن تابع ٿئي طبع جو مومن وڏي مت
راتون ڏينهن ٻالڪ ڪري نماز پرت
وضوءَ جي وجود ۾ پڇي ڪري پرت

**

جي نه ڪرسين امام ڪي ته ڇڏج سنتا
ڪج اقتدا امام سين فرض ڪي رسجا
ري فرض سنت ڪي قضا ناه روا
ڏني انهيءَ قول تي عالمن فتوي (7)

## مخدوم عبدالحميد هالائي رحمة الله عليه:

بزرگ عبدالحميد، مخدوم فتح الله ڀٽيءَ جو فرزند هو. فتح الله صاحب ڀٽي خاندان جو عالم، فاضل بزرگ هو. سندس نور چشم عبدالحميد وٽان تعليم حاصل ڪئي. پاڻ نهايت اعليٰ درجي جو فقيه، عالم بزرگ ٿي گذريو آهي ۽ پنهنجي وڏن جي فقيراڻيءَ درويشاڻي زندگيءَ جو بهترين نمونو هئا. مخدوم عبدالرئوف کان پوءِ پاڻ ئي فيض ۽ معرفت جا مالڪ هئا.

"حج جو فرض ادا ڪرڻ کان پوءِ جڏهن مديني منوره پهتا ته اتي ئي وفات فرمايائون." مقالات الشعرا ۾ لکيل آهي ته مخدوم محمد حيات سنڌي ۽ مخدوم محمد قاسم ٺٽوي جي قبر ۾ دفن ڪيو ويو. ٻي هڪ روايت آهي ته ازواج مطهرات جي قبه لڳ (جنت البقيع) ۾ کيس دفن ڪيو ويو. اهو واقعو 1171 هجري ۾ ٿي گذريو. هيٺين عربي فقري مان سندس تاريخ وفات نڪري ٿي. "ادخل الله الجنت في جوار المکبين."(8)

## حضرت سيد عبداللطيف تارڪي نصرپوري رحمة الله عليه:

سيد عبداللطيف تارڪ به شاهه لطيف ڀٽائي جي دور جو بزرگ آهي. مخدوم نوح رحمة الله عليه جو مريد هو. سندس ڪيترائي معجزا مشهور آهن. سندس روضو نصرپور جي ايرندي طرف آهي. سندس احوال تذڪره مشاهير سنڌ ڀاڱي ٻئي ۾ موجود آهي. اتان ئي سندس هڪ ڪرامت مختصر لکجي ٿي.

"روايت آهي ته سگداسي چانورن جي ٻيڙي درياه مان ٺٽي جي نواب لاءِ وڃي رهي هئي، پاڻ پنهنجي مريدن کي حڪم ڪيائين ته هي چانور بيت المال جا آهن. هن تي توهان جو به حق آهي، ان ڪري ڦري کائي ڇڏيو. مريدن ائين ڪيو. اها خبر جڏهن ٺٽي جي حاڪم کي پئي ته کيس گرفتار ڪرڻ لاءِ جوابدار روانا ڪيائين اها ڳالهه ڪشف جي ذريعي عبداللطيف کي پئي. پنهنجي مريد عيسن کي چيائين ته، "تون وڃي منهنجي بدران گرفتاري ڏي." ائين کيس وڃي ٺٽي ۾ بند ڪيائون. ان وچ ۾ ٺٽي ۾ ايترو ته پاڻي آيو جو سڄو

نتو پاٽي تي ويو. اها ڳالهه ڏسي ڪيس جيل مان ڪڍي نٽي جي حاڪم چيو ته، "اي سيد لطيف پلي آئين". جنهن تي فقير چيس ته، "مان لطيف نه پر ان جو مريد آهيان." هو صاحب پنهنجي جاءِ تي موجود آهي.

ان ڪانپوءِ نواب معافي وٺي سوڪڙين سان سيد لطيف ڏي روانو ڪيس. ان قسم جون ڪرامتون. دليل الذاڪرين ۽ ارشاد الطالبين ۾ موجود آهن." (9)

## سيد رحمت الله بکري رحمة الله عليه:

سيد صاحب ڪلهوڙا دور جو بزرگ تي گذريو آهي. ميان عبدالغني فيروز جنگ بهادر سنڌ جي پوئين ڪلهوڙي حاڪم جو درباري شاعر ۽ مداح قصيده خوان ٿي گذريو آهي. سيد صاحب بکار جي جاگيردارن مان هو. سيد صاحب 1194 هجري تائين جيئرو رهيو. سندس وفات جو سال يقيني معلوم ٿي نه سگهيو آهي.

سندس هڪ قصيدو مثال طور هيٺ لکجي ٿو جنهن ۾ سنڌ جو ڪافي پيارن مان ذڪر ڪيو اٿس.

بارک الله کشور سنڌ سودا دلکشا
کز غبار ابود چشم فلک را توتيا
آبروئي چهره خلد برين را آبرو
از هوايش گلشن فردوس را نشونما
شرخشان باده توحيد را ميخانه
ارزو وعده ايصال را سلمي نما
بسکه آدم پرور آمد اين گلستان هنر
سبز از کهسار مي رويد همه مردم گيا
در چنين ملک ملک خيز. ملائک پروري
در بنود گر شد ابليس از کفرش رها. (10)

ترجمو: دل کي فرحت ڏيندڙ سنڌ ديس تي الله جي برڪت هجي شال، جنهن جي خاڪ جي دز آسمان جي اکين جو سرمو آهي. سنڌ بهشت بلند جي چهري تي آبرو آهي ۽ هن جي هوا ڪان بهشت جو باغ وڌي ويجهي رهيو آهي. توحيد جي مست متوالن لاءِ سنڌ ديس ميخانو آهي. ميلاپ جي واعدي لاءِ معشوق وانگي وٺندڙ آهي. هي هنر و عقل جو باغ ڏاڍو انسان پرور آهي. ڪهسار تي سبزگاه جي بجاءِ به پرورش وٺي رهيا آهن. اهڙي ملائڪ پيدا

ڪندڙ ۽ ملائڪ پالينڌڙ ملڪ ۾ شڪ نه آهي ته ابليس به پنهنجي ڪفر کان توبه تائب ٿي ويجي.

## سيد حبيب متعلوي رحمة الله عليه:

شاهه عبداللطيف ڀٽائي جو والد سيد حبيب شاهه متعلوي، نهايت متقي عبادت گذار رب سائين جو پيارو ٻانهو هو. پاڻ سيد عبدالقدوس شاهه جو فرزند هو. شاهه حبيب جو هڪ ٻيو به ڀاءُ هو جنهن جو نالو عبدالرشيد شاهه هو. شاهه حبيب بابت ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي ته "شاهه حبيب ٽي شاديون ڪيون، سندس ڪٽنب بابت ڪنهن پڪي نتيجي تي پهچڻ مشڪل آهي. البت اهو يقيني آهي ته هڪ ئي گهر مان شاهه حبيب کي ٽي فرزند ٿيا. جن مان فقط هڪ شاهه عبداللطيف باقي بچيو[11] "شاهه حبيب پڙهيل ڳڙهيل بزرگ هو. دعا خاطر تعويذ لکي ڏيندو هو ۽ شاعر پڻ هو. عالمن، عارفن جو صحبتي هو خود عابد، زاهد، فيض وارو انسان هو. مير علي شير قانع کيس ڪريمي سلسلي جو ناميارو بزرگ ۽ وجدحال وارو ڪرامتن جو صاحب سڏيو آهي."[12] هو اڪثر استغراق جي حالت ۾ رهندو هو. "اڪثر سندس فرزند شاهه لطيف سندس خدمت ۾ حاضر ٿيندو رهندو هو ته پڇندو هئس: "ڪير آهين؟" شاهه ڀٽائي ورائيندو هئيس: "توهان جو غلام عبداللطيف" شاهه حبيب خدا وارو آدمي هو جڏهن گذر ڪري ويو تڏهن سندس وفات جي تاريخ "الموت جسر يوصل الحبيب الیٰ لقاء الحبيب" لکيائون."[4]

مٿين تاريخ شاهه حبيب ڀٽائي جي مريد مٿين عربي فقير مان ڪڍي آهي. "يعني موت هڪ پل آهي، جو هڪ دوست ٻئي دوست ڏانهن پهچي ٿو."[13] سندس مزاريت شاهه تي شاهه لطيف جي سيراندي کان آهي.

## ميان عبدالحق فاروقي رحمة الله عليه:

"ميان عبدالحق فاروقي، خواجه محمد حافظ جو ننڍو فرزند هو. سندن ولادت 1138 هجري ۾ ٿي ۽ تمام وڏي ڄمار کي پهچي 1214 هجري ۾ هن دارالفاني مان رحلت ڪري ويو."[14] پنهنجي دور جو هڪ وڏو عارف ۽ جيد عالم ٿي گذريو آهي. پاڻ ننڍي فرزند هئڻ جي باوجود پنهنجي مرشد سيد عبدالله جيلاني جي چوڻ تي پنهنجي والد جو گادي نشين مقرر ٿيو.

شاهه ڀٽائي جي دور جو وڏو صوفي بزرگ هو. تصوف جي مڙني رمزن کان واقف هو. وٽس ڪيترائي ماڻهو منزلون ڪري مريد ٿيڻ جي شوق ۾ ايندا هئا.

اهڙي طرح سچل سائين وٽ بہ جيڪي مريد ٽيڻ جي خواهش ۾ ايندا هئا، تن کي بہ پنهنجي مرشد ۽ چاچي سهري ميان عبدالحق ڏانهن رجوع ڪندو هو. سچل سائين سندس تعريف ڪندي هڪ هنڌ فرمايو آهي:

پير عبدالحق اسان جو رهنما
جنهن اڳيان هڪ شخص آيو پارسا
باادب تي ان چيو اي شاهہ دين
مون کي سمجهايو اوهان عين اليقين

”سچل سائين پنهنجي مثنوي ۾ ٻڌائي ٿو تہ پير عبدالحق کي علم اليقين ۽ حق اليقين تي مڪمل ڄاڻ هوندي هئي، رازنامہ ۾ سندس تعريف ڪندي آخر ۾ چئي ٿو ڏئي:

”مدح اواز مانتمي گردر تمام“
هرچہ گفتم آن بود بس والسلام. (15)

ميان عبدالحق جي ديني فتوي کي بہ حرف آخر سمجهيو ويندو هو هي درويش دنيا سان ڪو بہ تعلق ڪو نہ رکندو هو. کيس پنج فرزند هئا. جن جا نالا مبارڪ آهن، سخي مقبول محمد، زين العابدين، دين محمد، ولي محمد، خدا داد. جن مان سخي قبول محمد سندن وفات بعد گاديءَ تي ويٺو.

## ميان صلاح الدين فاروقي رحمة الله عليه:

ميان محمد حافظ فاروقي جا ٻہ فرزند هئا. پهريون صلاح الدين فاروقي، ٻيو ميان عبدالحق، پر ميان محمد حافظ جي مرشد سيد عبيدالله جيلاني کيس فرمايو تہ ”تنهنجي وڏي پٽ ميان صلاح الدين کي هڪ مجذوب الحال فرزند پيدا ٿيندو جو دنيا کي ترڪ ڪري ويهي رهندو.“ (16) ڪتاب ”نينهن جا نعرا“ جي صفحي 21 تي لکيل آهي تہ ”ميان صلاح، ميان عبدالحق جي جاءِ نشيني کان اڳ وفات ڪري ويو.“

## ميان محمد حافظ فاروقي رحمة الله عليه:

خواجہ محمد زمان جي والد صاحب جو نالو مبارڪ ميان عبدالوهاب هو کيس صاحب ڏنو موراڳي ۽ سوائي جي نالي سان بہ سڏيندا هئا. ان وقت جي رواج موجب عربي فارسي علمن ۾ قابليت حاصل ڪري سرڪاري ملازمت ۾

داخل ٿيو. موره جي ديھہ ۾ ڪلهوڙن طرفان فصلي ضابطہ جو ممتاز عهدو حاصل ڪيائين. هڪ دفعي جيئن گهوڙي تي سوار ٿي نوڪري تي وڃي رهيو هو، تہ ڪونڙي ڪبير ۽ ڏيوٽي جي وچ تي هڪ مجذوبہ عورت گهوڙي جي واڳ جهلي سندس رستو روڪي بيهي رهي ۽ ڪجهہ بيت ڏئي چوڻ لڳي "خدا توکي ٿو ڳولي ۽ تون ڪنهن جي ڳولا ۾ آهين." مجذوبہ جي گفتگو ٻڌي خواجہ صاحب تي حال پئجي ويو، نوڪري وغيره ڦٽي ڪري، جهنگل وسائي چلہ ڪشي ڪيائين. چاليهن چلن ڪڍڻ بعد شاهہ عبيدالله جيلاني اچي کيس مريد ڪيو. اهو قصو سچل سائين پنهنجي مشهور تصنيف رازنامہ ۾ بيان ڪيو آهي.

"خواجہ محمد حافظ جي چلہ ڪشي واري وقت ۾ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح بہ ساڻس ملاقاتي ٿيو هو. اهو مخدوم محمدي جو زمانو هو. انهيءَ ملاقات جو ذڪر "مخاديم کهڙا" ۾ هن ريت آيل آهي. شاهہ صاحب سير سفر ڪندي اتفاقن کهڙن جي ڀاهران چنيهہ فقير جي کُوهہ تي اچي نڪتو مخدوم صاحب دعوت لاءِ کيس ماڻهو موڪليو. شاهہ صاحب مخدوم صاحب ڏانهن هيٺيون بيت چورائي موڪليو." (17)

اڄ نہ آيس آءٌ، صبح ايندس سپرين
توتي جنهن جو نانءُ، ڪٽي بار کهين جو.

اهڙي طرح سان شاهہ صاحب مخدوم صاحب جو مهمان ٿيو ۽ پورو هفتو مخدومن سان ڪچهريون ڪري درازن ۾ اچي خواجہ محمد حافظ سان ملاقات ڪيائين. چون ٿا تہ شاهہ صاحب جي اچڻ وقت خواجہ صاحب هڪ غار ۾ معتڪف هو، شاهہ صاحب غار جي مٿان بيهي چيو: "هت پڪل گدري جي بوءِ اچي ٿي." پوءِ اندر وڃي خواجہ صاحب سان مليو ۽ چيائين: "يار کي لڪائڻ نہ گهرجي، ساڻس روح رچنديون رهاڻيون ڪيائين پوءِ انهيءَ هنڌ جايون، مسجد ۽ کوهہ کٽايو ويو." (18)

"اهڙي طرح خواجہ محمد حافظ 91 سال ناسوتي ملڪ جو سير ڪري 1192 هجري ۾ وصال ڪيو. کيس بہ فرزند هئا. ميان صلاح الدين ۽ ميان عبدالحق. جيڪو سندس گاديءَ جو وارث بنيو." ميان صلاح الدين قادري سلسلي جو بزرگ هو. خواجہ محمد حافظ ڪلهوڙا دور جو نهايت اعليٰ مرتبي جو بزرگ عالم ۽ شاعر هو سندس تاريخ ولادت ۽ وفات هيٺين قطعي ۾ لکيل آهي.

گل فردوس رحمت باغ فاروق
ز اسرار خدا واقف كماهي
ولايت اوبود مشهور آفاق
ز فوق عرش اعظم تا بماهي
"محمد حافظ هادي" تولد (1101ھ)
سنش "ڪامل"، نقل مظهر الاهي (1192ھ)

## مولوي محمد صادق ٺٽوي رحمة الله عليه:

مخدوم محمد صادق جي والد صاحب جو نالو ميان محمد سعيد واعظ هو. مولوي صاحب وقت جو وڏو عالم متقي ۽ پرهيزگار هو. حال ۽ قال جو مالڪ هو. عام خلق کي علمي فائدو پهچائيندو رهندو هو. مولوي صاحب علامه مخدوم معين جو شاگرد هو. منطق ۽ فلسفي جو وڏو ڄاڻو هو. سوين شاگرد سندس مدرسي مان فيضياب ٿيا. "مخدوم نعمت الله ۽ خواجه محمد زمان لواري وارو بزرگ به سندن شاگردن مان هئا." مولوي محمد صادق سيد عبداللطيف ڀٽائي جو خاص مريد هو." [19] ٺٽي جو ناظم شيخ شڪرالله ۽ شيخ السلام ميرڪ محمد احسن هن بزرگ جي ڏاڍي عزت ڪندا هئا. شعر و شاعري سان دلچسپي هوندي هين، ٻارهين صديءَ جي علماءِ ڪرام منجهان آهن. شاه لطيف جي ڪچهري ۾ هميشه خاموشي سان قلبي ذڪر و فڪر ۾ مصروف رهندا هئا.

## مخدوم محمد کهڙوي رحمة الله عليه:

مخدوم محمد عبدالرحمان شهيد جو فرزند هو هن ننڍپڻ ۾ پنهنجي والد صاحب کان ابتدائي تعليم حاصل ڪئي. پنهنجي والد صاحب جي شهادت کان پوءِ گهوٽڪيءَ جي پير سيد محمد موسيٰ شاه کان تربيت حاصل ڪيائين. ستن سالن اندر قرآن پاڪ جو حافظ بنيو. ان بعد جناب مخدوم ابوالمعاليٰ نوشهرائي وٽ علم حاصل ڪرڻ لڳا.

مخدوم محمد شرعي علمن کان سواءِ عربي فارسي ۾ دسترس رکندا هئا. "تصوف ۾ اويسي ولايت جا مالڪ هئا." [20] ڪشف ۽ ڪرامت رکندڙ مخدوم صاحب جو مريد چهرو مبارڪ ڏسندي ئي قلبي وارداتون حاصل ڪندا هئا، پاڻ اڪثر چادر جي جهنڊ لڳائي هلندا هئا.

"هڪ دفعي حضرت شاه عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه کهڙن جي ٻاهران چنيه

فقير اچڻ جي ڪوھ تي اچي منزل ڪئي. مخدوم صاحب دعوت لاءِ سندس خدمت ۾ ماڻھو موڪليو. شاھ صاحب ھيٺيون بيت ڪيس لکي موڪليو.

"اڄ نہ آيس آءٌ، صبح ايندس سپرين،
توتي جنھن جو نانءُ، ڪٽي بارکھين جا."

شاھ صاحب ٻئي ڏينھن مخدوم صاحب جو اچي مھمان ٿيو. نماز تھجد کانپوءِ شاھ صاحب جي عادت ھوندي ھئي تہ يڪتاري تي ڪجھہ راڳ ٻڌندو ھو ۽ فقيرن جي ٽولي ساڻ ھوندي ھئس. کھڙن جي شريعت واري شھر ۾ مخدوم صاحب جي خليفي شاھ صاحب کي عرض ڪيو تہ راڳ بنا سرود جي پل ٻڌو پر سرود بند ڪرايو. شاھ صاحب اھا ڳالھہ قبول ڪئي. تنبورو ۽ ٻيو ساز سامان ھڪ ڪوٺي ۾ بند رکي ڇڏيائون. رات جو تھجد جي نماز کانپوءِ جڏھن شاھ صاحب فارغ ٿيو ۽ فقيرن ڳائڻ شروع ڪيو تہ بند ڪوٺي مان سردن جو آواز اچڻ لڳو. ماڻھن مخدوم صاحب کي وڃي اطلاع ڪيو تہ ڪوٺي ۾ قلف ڪڙا ھوندي بہ آواز اچي رھيا آھن. فرمايائون اھا ھڪ جدا حالت آھي، جنھن سان شريعت جو حڪم لاڳو ٿي نٿو سگھي. ان کان پوءِ شاھ ڀٽائي پورو ھفتو کھڙن ۾ رھيو مخدوم صاحب وٽ مھمان رھي، روح رھاڻيون ڪري پوءِ روانا ٿي ويا."[21]

"مخدوم محمد کھڙوي 24 سالن جي عمر ۾ 1171ھجري يعني ڀٽائي صاحب جي وفات کان پنجن سالن بعد وفات ڪئي."[22]

## مخدوم احمد کھڙوي رحمة الله عليه :

مخدوم عبدالرحمان شھيد جو فرزند مخدوم احمد کھڙوي قادريہ طريقي جو فيض يافتہ آھي. ظاھري، باطني ڪشف ڪرامات جو مالڪ ھو. ڪلھوڙا دور جو ھي بزرگ پنھنجي پيءُ مخدوم محمدي جي وفات کان پوءِ مسند جو مالڪ بڻيو. ماڻھن ۾ سندس بزرگي جو وڏو نالو ھيو. "سندس وضو جو بچيل پاڻي بيمارن کي وڃي پياريندا ھئا تہ ھو چڱا ڀلا ٿي ويندا ھئا."[23]

پاڻ اسلام لاءِ تمام گھڻي تبليغ ڪيائون. مخدوم صاحب اسلامي قدرن کي اجاگر ڪرڻ ۽ ھندن کي اسلام ۾ آڻڻ لاءِ سفر ڪندا رھندا ھئا. مخدوم عبدالرحمان جي شھادت وقت پاڻ عمر ۾ ننڍا ھئا. ان وقت جڏھن سندس والد شھيد ٿيو تہ "ڪيس دائي گلي حجامڻ پاڻ وٽ لڪايو ھو. سندس اصل پٽ بہ دائي سان گڏ ھو تہ ظالمن ڪيس ڏسي ورتو ھنن ڪانئس پڇيو تہ مخدوم جو پٽ

ڪھڙو آھي. ھن پنھنجو اصل پٽ مخدوم صاحب ڄاڻائي ظالمن جي حوالي ڪيو.[24] "مخدوم صاحب کي ھندن دوا ۾ زھر ملائي ھڪ حڪمي ھٿان شھيد ڪرايو ھو. اھو واقعو سال 1203ھہ جو آھي."[25] پاڻ سکر مان ٻيڙي تي چڙھي کھڙن پھتا ھئا ۽ کھڙن ۾ ئي وفات جو جام نوش ڪيائون.

## مخدوم روح الله بکري رحمة الله عليه:

مخدوم صاحب روحاني طور سيني ڪمالن جا مالڪ، متقي ۽ پرھيزگار ھئا. پاڻ فارسي جا سٺا شاعر بہ ھئا. سندس شاھہ عنايت صوفيءَ سان تمام سٺا تعلقات ھئا. "شاھہ عنايت رح جو ھڪ خط ھٿ آيو آھي جو مخدوم روح الله لاءِ لکيو اٿس، جنھن مان اندازو لڳائي سگھجي ٿو تہ مخدوم صاحب وقت جو وڏو سالڪ ۽ صوفي ھو. جنھن ڪري شاھہ عنايت جھڙو رند مشرب بہ سندس معتقد رھيو آھي."[26] اھو خط 1130 ھجري جو آھي اھو خط تذڪرہ مشاھير سنڌ ياڳو پھريون ۾ ڇپيل آھي.

مخدوم صاحب يارھين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ وفات فرمائي.

## شاھہ عنايت شھيد رحمة الله عليه جھوڪ وارو:

شاھہ عنايت شھيد ميرانپور جي ويجھو جھوڪ شريف ۾ 1065ھہ مطابق 1656ع ۾ ڄائو.[27] سندس حسب نسب ھن طرح آھي.

"شاھہ عنايت الله پٽ مخدوم فضل الله پٽ ملا يوسف پٽ ملا شھاب الدين پٽ ملا آجب پٽ مخدوم صدو لانگاھہ" مير علي شير قانع انھن بزرگن جو احوال ھن طرح ڏنو آھي.

"مخدوم فضل الله ھڪ بي ريا درويش ۽ وڏن جي طريقي تي ھلندڙ ھو. جيڪو حياتي جا ڏينھن پنھنجي حالت کي لڪائي گذاري ويو."

ملا يوسف: فقير ۽ توڪل پرست ۽ مصرفت جو مالڪ ھو.

ملا آجب: ھي صاحب ڪليل ڪرامتن جو مالڪ ھو ھڪ ڏينھن ڪنھن ڳوٺ وڃڻ جو قصد ڪري نڪتو. ٽپھري جي نماز وقت اچي درياھہ جي ڪناري تي پھتو. درياھہ تي ڪابہ ٻيڙي ڪو نہ ھئي. خادم چين تہ سياري جي موسم آھي. ڳوٺ موٽي ھلي رات گذارجي، سياڻي پتڻ ٽپجي. وراڻيائينس "خير آھي اتي ئي رات گذري ويندي، ٿوري رات مس گذري تہ رب پاڪ جي قدرت سان درياءَ ھڪ واھي جيترو ٿي پيو ۽ آواز ڏنائينس تہ شيخ جيڪڏھن ٽپڻ جو ارادو ھجي تہ اجھو رستو موجود آھي، پر شيخ ملا آجب قبول نہ فرمايو.

ڇپائينس، اسان جي توڪل الله تي آهي، توڏانهن التجا ڪو نہ آڻينداسين، نيٺ ٻئي ڏينهن ٻيڙي تي ٽپي ويا.

مخدوم صدو لانگاهہ: پنهنجي وقت جو وڏو بزرگ توڪل جو صاحب هو رات جو متن جو پاڻي هاري ڇڏيندو هو نئون ڏينهن رزق، سندس ڪرامتون عام جي سمجهہ کان ٻاهر آهن.

شاهہ عنايت شهيد، انهن مٿين بزرگن جو اولاد هو. توڪل پرستي، تقويٰ، پرهيزگاري ۾ مشهور هو. سندس دلي لاڙو هميشہ حق ڏانهن هوندو هو. گهڻو ئي سير و سفر ڪيائين، ڪجهہ سنگتين سان حيدرآباد دکن وڃي نڪتو جتي ساٿين سميت عبدالمالڪ شاهہ قادري وٽان سکيا حاصل ڪري، تصوف جي سند حاصل ڪيائين. مرشد جي اجازت سان واپسي ۾ سنڌ اچي نئين ۾ رهيو. اتي اسلامي تبليغ کان سواءِ غريبن، هارين، نارين سان همدردي ڪرڻ لڳا. سندس غريب پروري ڪري ڪيترائي سندس حلقي ۾ آيا. ڪيترا وري پنهنجا اصل مرشد ڇڏي اچي هن جا پوئلڳ ٿيا. اتي پاڻ ڪيترن ئي الله تعاليٰ جي ٻندن کي ميٺ، محبت، ايڪو ٻڌي ۽ يڪجهتي وارو سبق ڏيڻ لڳو. ان کان سواءِ ڪيترن طالبن کي تصوف جي تعليم ڏنائين. اهڙين ڳالهين جي ڪري سنڌ جا ڪيترائي سلجهيل، ٻانها سندس قريب آيا. پاڻ انهن کي "جيڪو ڪيڙي سو کائي" وارو فلسفو سمجهايائون. ان ڪري ڪيترائي ماڻهو سندس زمينن تي اچي ڪم ڪرڻ لڳا. هر هنڌ شاهہ عنايت جي واهہ واهہ ٿي وئي، اها ڳالهہ تر جي حاسد ماڻهن کي نہ وڻي، جيڪي هن سان بنا ڪنهن ڪارڻ جي بغض ڪرڻ لڳا. انهن ڏينهن ۾ جڏهن صوفي شاهہ عنايت نئين ۾ مقيم هو "تڏهن شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پنهنجي ڀوهہ جواني ۾ سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ جو سفر ڪري، سنڌي عوام جي ڏکائيندڙ حالتن تڪليفن ۽ عذابن کي پنهنجي اکين سان ڏسندو مشاهدو ڪندو ٿي رهيو. انهن عذابن ۽ تڪليفن مان نڪري آزاد ٿيڻ لاءِ سنڌي عوام کي بهادري، اتحاد ۽ ياڻيچاري جو سڏ پئي ڏنو. تڏهن ڪيس صوفي شاهہ عنايت جي پروڙ پئي ۽ پاڻ صوفي شاهہ عنايت سان ملڻ لاءِ نئين آيو. ملاقات ۾ شاهہ لطيف کي سنڌ جي عوام کي ڏارين کان اصل آزادي ماڻڻ واري راهہ ۽ رستو چٽي طرح معلوم ٿيو ۽ شاهہ لطيف، صوفي شاهہ عنايت جي فلسفي ۽ عوامي نظريي آزادي لاءِ جدوجهد جي رٿابندي ڏاڍو متاثر ڪيو ۽ پاڻ بہ انهن صوفي ازم جو پرچار ڪندي غريب سنڌي عوام کي ان صحيح آزادي ماڻڻ واري راهہ تي هلڻ جو گس ٻڌائڻ لڳو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ اها شاهہ لطيف ۽ صوفي شاهہ عنايت جي هيءَ پهرين ۽

آخري ملاقات هئي، پوءِ هي ٻئي صوفي بزرگ وري هڪ ٻئي سان ملي نہ سگهيا. ڇو تہ شاهہ لطيف سنڌ جو ڊورانهون سفر ڪندو رهيو. ان عرصي ۾ ڌارين مغلن شاهہ عنايت کي شهيد ڪرائي ڇڏيو هو.[28] بهرحال ٿٽي کان پوءِ پاڻ وڃي ميرانپور جهوڪ وڃي ويٺا. اتي بہ وحدانيت جي ۽ ”جو ڪيڙي سو کائي“ واري نظريي جي تبليغ ڪرڻ لڳا. اتان جا وڏيرا، پير فقير، دنيائي مرشد کانئس سڙندا رهيا. ”هڪ ڏينهن ساڙ ۽ حسد مان وڃي ٺٽي جي مغل حڪمران مير لطف علي خان وٽ شڪايت ڪيائون. هن بنا ڪنهن جاچ جي وڃي شاهہ عنايت جي فقيرن تي حملو ڪرايو. جنهن ۾ هن جا ڪيترائي فقير شهيد ٿي ويا. ان جي دانهن شاهہ عنايت جي صلاح سان ان وقت جي هندستان جي حاڪم سان ڪئي، جنهن شرعي قاعدي مطابق قاتلن جون سموريون زمينون قصاص ۾ شهيد ٿيل فقيرن جي وارثن کي ڏنيون.“[29] ان واقعي کان پوءِ ڪيترائي تر جا زميندار شاهہ عنايت جا دشمن ٿي پيا. اڳتي هلي جڏهن نواب اعظم خان ناظمي جون واڳون سنڀاليون تہ تر جي وڏيرن، سيدن، شاهہ عنايت جي خلاف هن جا ڪن ڀرڻ شروع ڪيا . آخرڪار وقت جي ناظم شاهہ عنايت جي فقيرن کان ڍل وٺڻ جي گهر ڪئي تہ فقيرن ڍل ڏيڻ کان انڪار ڪندي چيو تہ ”سرڪار هي زمينون اسان جي حوالي ڪيون آهن.“ نواب صاحب کي هن انڪار تي ڪاوڙ آئي، ويتر وقت جي زميندار هن کي برغلائڻ شروع ڪيو تہ صوفي حڪومت جي پرواهہ نٽا ڪن پنهنجي حڪومت قائم ڪرڻ گهرن ٿا. اها ڳالهہ نواب اعظم، فرخ سير ڏي رواني ڪئي، جنهن هڪ حڪم جاري ڪيو تہ فقيرن جي هڪدم پاڙ پٽي وڃي. پوءِ نواب اعظم دين محمد ڪلهوڙي ۽ ٻين جاگيردارن جي مدد سان سڄا سارا چار مهينا سندس ڳوٺ کي گهيرو ڪري ويٺا رهيا. آخرڪار عاشقن جي امام کي دوکو ڏنو تہ اسان توسان ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ ٿا اچون. جڏهن شاهہ عنايت اجازت ڏني، تڏهن شاهہ عنايت جي بستيءَ ۾ داخل ٿي اوچتو ترار جو وار ڪيائونس پر ترار اثر نہ ڪيو تنهن تي شاهہ عنايت کين پنهنجي مرشد جي تلوار ڏني تہ هن سان کيس شهيد ڪيو وڃي، شهادت وقت سندس زبان حافظ جو هي شعر جهونگاريو.

رها نيدي مرا از قيد هستي
جزاک الله في الدارين خيرا.

يعني: ”مون کي هئڻ جي قيد مان آزاد ڪيئي، شل الله تعاليٰ ٻنهي جهانن ۾ تنهنجو ڀلو ڪري.“

هي دل ڏاريندڙ داستان ڀهرين صفر 1130 هجري ۾ ٿيو. شاهہ عبداللطيف

ان وقت 28 ورهين جو هو. (29A) ڊاڪٽر نواز علي شوق، شاھ عنايت شهيد سنڌ جو هڪ سوشلسٽ صوفي" ڪتاب جي صفحہ نمبر 151 ۾ پنهنجي هڪ مضمون "صوفي شاھ عنايت" ۾ هن سانحي بابت لکيو آهي تہ "ٻارهين صدي هجري وارو عرصو سنڌ لاءِ سورن ۽ مصيبتن وارو دور هو، نواب اعظم وارا چار سال سنڌ لاءِ نحوست وارا دور هئا. هڪ تہ ملڪ ۾ ڏڪار پيو ٻيو ان دور ۾ حق شناس حضرت شاھ عنايت جي شهادت واري واقعي جنم ورتو." مطلب تہ شاھ عنايت شهيد پنهنجي دور جو حق شناس پورهيت صوفي هو، جنهن مذهبي تبليغ کان سواءِ "جيڪو کيڙي سو کائي" وارو نعرو هنيو، هو روحاني بزرگ سان گڏوگڏ سياسي شعور رکندڙ غريب پورهيتن، هارين جو هڏ ڏوکي پڻ هو.

### شاھ عنايت رضوي رحمة الله عليه:

شاھ عنايت سنڌ جو مشهور شاعر ۽ صوفي بزرگ هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ سندن متعلق لکيو آهي تہ: "تحفت الڪرام کان سواءِ هڪ آڳاٽي شجره طيبہ سادات نصرپور ۾ سندس خاندان بابت ڪافي معلومات ملي ٿي. شجره مطابق امام موسيٰ رضا جي اولاد مان سيد ابوالمڪارم زيد بن جعفر بن حمزه بن هارون بن عقيل بن ابي عقيل بن اسماعيل بن ابي عبدالله جعفر ثاني بن علي نقي بن محمد تقي بن موسيٰ رضا جي خاندان مان ابوالمڪارم زيد جو فرزند سيد قاسم اول جا بہ فرزند سيد محمد ۽ سيد علي موسيٰ ڪاظم جي اولاد مان سيد چڱي (چنگہ) بن علي بن عباس سان گڏجي سنڌ ۾ آيا. شاھ عنايت رضوي انهيءَ خاندان جي مبارڪ پوٽا پاڙي مان جنم ورتو. سيد مبارڪ کي سيد عثمان، سيد ابابڪر ۽ سيد ابراهيم نالي ٽي فرزند ٿيا. اسان جو شاھ عنايت سيد عثمان جو پوٽو ۽ سيد نصرالدين جو فرزند هو." (31) سندس جنم جي تاريخ 1020_1035ھ جي وچ ڌاري آهي ۽ وفات 1120_1125ھ جي وچ ڌاري ٿي.

شاه عنايت شروعاتي تعليم پنهنجي گهر مان ئي حاصل ڪئي ۽ وقت جي دستور مطابق فارسي جي تعليم بہ حاصل ڪيائين.

شاھ عنايت رضوي سلوڪ ۽ طريقت ۾ سکر جي شاھ خيرالدين قادري رح جي سلسلي سان وابستہ هو. پنهنجي وقت جو وڏو شاعر هو. هي پهريون سنڌي شاعر آهي، جنهن جو مڪمل سنڌي رسالو ملي ٿو، جنهن ۾ داستانن هيٺ بيتن سان گڏ وايون بہ آهن. شاعريءَ ۾ پختگي، رنگيني ۽ شگفتگي بہ

آهي، هن جي ڪلام ۾ تصوف سان گڏ حسن و عشق، هجر وصال جو بيان دلگداز انداز ۾ ملي ٿو. ان ڪان سواءِ سندس شعر ۾ سنڌ جي معاشي ۽ معاشرتي حالتن جو عڪس بہ ملي ٿو. سنڌي ثقافت جي ترجماني بہ ملي ٿي، مثال طور سندس هڪ بيت هيٺ لکجي ٿو.

جھڙا ڪرڙ ڪڪورئا، تھڙيون لويون سر لڱن
هيڪانديون ٿي هليون، پُسيءَ ڪي پڪن
ميڙين ڏٿ مليز ۾ سدا ساٿيھ ڪن. (32)

سندس فقيري ڏانھن لاڙو جواني جي موٽ واري عمر ۾ ٿيو. اها عمر 40 ڪان 60 سالن جي وچ واري هيس، ان ڪان اڳ پاڻ دنياوي رنگ ۾ رنگيل هئا، فقيري واري دور ۾ سنڌ جي درگاهن جو عقيدت وچان زيارتون ڪيائون.

## شاهہ لطيف ۽ شاهہ عنايت رضوي جون ملاقاتون:

ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ لکيو آهي تہ "شاهہ لطيف جڏهن شاهہ حبيب جي حويلي مان قدم وڌائي ٻاهر ڪائنات ۾ رکيو تہ اول جنهن شاعر جو نالو يا جنهن بزرگ جو ذڪر سندس ڪنن تي پيو هوندو سو غالباً ميين شاهہ عنايت جو ئي هوندو. ميين شاهہ عنايت جي عمر ان وقت 80 ورهين ڪان مٿي هئي ۽ ڀٽائي جي عمر 18 ڪان 23 سال هئي. شاهہ لطيف ۽ شاهہ عنايت جون هڪ ٻئي سان ڪافي ملاقاتون ٿيون. ڀٽائي صاحب ميين شاهہ عنايت وٽ رس رهاڻ لاءِ ايندو هو. شاهہ عنايت کيس تمام گھڻو پائيندو هو. سندس ملاقاتن ۽ مجسلن بابت اڪثر روايتون سگھڙن طرفان ملن ٿيون. جن ۾ چيو ويو آهي تہ شاهہ ڀٽائي، شاهہ عنايت جي بيتن کي ردڪد ڏيندي سامهون بيت چيا، ليڪن انهن روايتن کي ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ رسالي جي صفحي 90 ۾ غير وزندار ۽ حقيقت جي خلاف لکيو آهي. پر ڪي وڏيڪ وزندار ۽ قابل اعتبار ڳالهيون ڊاڪٽر صاحب هن طرح لکيون آهن. "چون ٿا تہ هڪ ڀيري جڏهن شاهہ عبداللطيف، ميين شاهہ عنايت سان مليو تہ ميين شاهہ عنايت کيس شعر ۾ چوڻ جي ترغيب ڏني، جنهن تي نوجوان لطيف چيو تہ زمين سڄي کيڙي پئي آهي، پوءِ مون کي کھڙو ڏس ٿيو. ميين شاهہ عنايت چين تہ "ابا تون وڃي سمنڊ کيڙ." (33) اها روايت ڊاڪٽر صاحب، حاجي بخش علي شاهہ جي واتان ٻڌي، اهڙي طرح ٻي روايت حاجي عمر چانڊئي جي واتان ٻڌائين.

"هڪ دفعي شاهہ عبداللطيف سوز ۽ درد جي حالت ۾ اهڙي وقت اچي

پهتوجو شاهہ عنايت اندر حويلي ۾ هو. ٻاهر ڪا پهر ٿي ڪا نہ هئي. در تي ڪا ٻانهي هئي، جنهن کي لطيف چيو تہ اندر شاهہ کي وڃي ٻڌاءِ تہ ڪو ماڻهو آيو آهي ۽ چوي ٿو تہ وڃي اندر چئہ.

در تي ڪري دانهن، در تي ڪري دانهن

ميين شاهہ عنايت پيرسن ستو پيو هو. اهو نياپو ٻڌي اٿيو. ڏڳهو مڙس هو. عصا کڻي هلندو هو. در ڏانهن آيو تہ عبداللطيف تي نگاهہ پيس ۽ چيائين تہ:

"ڪلهي لائي ٻانهن، کڻي پرين ڪندس پانهنجو."

ايئن چئي عبداللطيف کي ڳڙهاتي پاتائين ۽ کيس هر طرح جي تسلي ڏئي پاڻ وٽ رهايائين.[34]

مٿين روايتن مان ڄاڻ پئي ٿي تہ شاهہ لطيف ۽ شاهہ عنايت جي پاڻ ۾ تمام گهڻي گهاٽائي هوندي هئي، ڏک سک، سور ۽ درد هڪ ٻئي سان ونڊيندا هئا. ان وقت شاهہ ڀٽائي تي مجاز جو غلبو هو. جيئن تہ ميون شاهہ عنايت جي مٿس والدانہ شفقت هئي ۽ وٽس تسلي واسطي هر وقت ٻاجهہ جي ٻڪي هوندي هئي. انهيءَ ڪري نوجوان لطيف اچي ساڻس حال احوال اوريندو هو. ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ پنهنجي مرتب ڪيل شاهہ جي رسالي ۾ لکي ٿو تہ: شاهہ پور جو ڳوٺ جتي ميون شاهہ عنايت رهندو هو توڙي نصرپور جتي هو ايندو ويندو هو ٻئي ماڳ ڪوٽڙي کان گهڻو پري ڪو نہ هئا. اندازاً سن 1120هجري کان وٺي 1133هجري ۾ شاهہ لطيف، شاهہ عنايت سان رهاڻيون ڪيون.[35]

شاهہ عبداللطيف واري زماني ۾ شاهہ عنايت رضوي ان دور جي سيني شاعرن کان اهم هو ان ڪري شاهہ لطيف پڻ ان جو اثر قبول ڪيو. ان جي سالڪانہ طريقت جو اثر پڻ شاهہ لطيف سائين قبول ڪيو ۽ هڪ ٻئي جي عارفانہ منزل توڙي شاعرانہ شعور کي پروڙيو.

چيو وڃي ٿو تہ شاعريءَ ۾ شاهہ عنايت مارئي جي قصي کي اهميت ڏئي مارئي ڳائيندو هو ۽ سسئي جي باري ۾ چوندو هو جيڪا ستر ڇڏي جهنگن ۾ ڪاهي پئي تنهن کي ڪهڙو سارا هبوا اها خبر جڏهن لطيف سائين کي پئي، تڏهن تمر فقير کي چيائين تہ شاهہ عنايت وٽ هلنداسين ۽ جڏهن اسان پاڻ ۾ گڏجون تڏهن اسان جو فلاڻو بيت، پنهنجا فلاڻا بيت پڙهجانءِ. چون ٿا تہ ملاقات جي وقت جيئن شاهہ عنايت ۽ شاهہ لطيف گڏيا تہ تمر فقير اول ڀٽائي صاحب جو بيت پڙهيو:

ڪڙهي ۽ ڪڙي، پر پٽ پير پنهونءَ جا

سڪ ٻڌائين سندرو، جانب ڪارڻ جڙي
لڪن منجھ لطيف چئي، جھيڙي ۾ جھڙي
پٽي تان پڙي، جي عمر سڀ ايئن ڪري

ان بعد تمر فقير پنھنجو بيت پڙھيو:

تي پيادي پٽ ۾، جتن ڪارڻ جوءِ،
ڪي هلي ڪي هٿ ڪٽي، ڪي رڙهي ڪي روءِ
طالب ڪي تمر چئي، ڏس ڏيرن جو پوءِ
ڪيچان اوري ڪوءِ، ڪجئن غور غريب جو.
ڪجئن غور غريب جو موتي مان ميان
سي ساھ ڏيان، پنھونءَ ڪارڻ پب ۾

انھن بيتن کي ٻڌندي شاھ عنايت ڏاڍو متاثر ٿيو اتي جو اتي شاھ عنايت چين تہ ادا سسئي تہ ڪا سورن سان ستيل هئي. مون کي معاف ڪجو. هاڻ مون کي بہ اجازت ڏيو تہ مان بہ سسئي ڳايان. ان کان پوءِ شاھ عنايت سر سسئي ۾ ڪيترائي انمول ۽ گهرا بيت چيا، جن مان ڪجھ مثال هيٺ ڏجن ٿا.

سره گڏيئي، سسئي ٻاروچا ٻئي،
طرح پيچندو تڪڙي، سوڙهي مجھ سهي،
پنھنجي پاڻ هٿن سان، واچيندينءَ وهي،

انهيءَ جواب ۾ ڀٽائي صاحب بہ بيت پڙھيا:

جبل ۾ جانار، سرھ گڏ ٻئي سسئي،
ڀني ڀي ڀورائي، ٻانيڻ جي ٻاڪار
هوتاٽي هيڪار، موليٰ مونکي ميڙئين،

سمر جنين ساڻ، آهي هوت حمايتي تن جو
ڪري ڇيچ ڇپر ۾، پنھون ايندو پاڻ
ٿيندي روح رهاڻ، لحظي ۾ لطيف چئي." (36)

مطلب تہ ٻنهي شاعرن ۽ صوفي بزرگن جي هڪ ٻئي سان روح رهاڻ ٿيندي رهندي هئي، هو ٻئي شاعر هجڻ سان گڏوگڏ هڪ ئي مسلڪ قادري طريقي جا پيروڪار هئا. اهي سڀ اهڃاڻ هنن ٻنهي بزرگن ۽ شاعرن جي

هڪ ٻئي سان ويجهائپ جو سبب بڻيا.

محترم حسام الدين راشدي پنهنجي ڪتاب A Brief History of Sindhi Literature ۾ لکي ٿو ته شاهه عنايت ۽ شاهه لطيف شعر ۾ هڪ ئي رستي تي هليا. اها ئي ٻولي ساڳين پابندين ۽ خيالن جي هڪ جهڙائي، توڙي دلڪشي، سنڌ جي ڪلاسيڪل داستانن کي شعر ۾ استعمال ڪيو. عام صوفيانه خيال مطابق شاهه عنايت به محبت کي ڏاهپ تي ترجيح ڏني، يعني جيڪڏهن من ۾ محبت آهي ۽ رهبري ڪرڻ لاءِ ڪو رهبر آهي، ته ڪيڏا به ڏکيا مرحلا ڇو نه هجن ماڻهو آساني سان طئه ڪري سگهي ٿو.[37]

**روحل فقير رحمة الله عليه:**

روحل فقير جو والد شاهو خان رنگيچو بلوچن جي جتوئي قبيلي جي شاخ ما ن هو. شاهو خان دين محمد ڪلهوڙي پاران عمر ڪوٽ جي علائقي ۾ هڪ وڏي منصب تي فائز هو. اهو علائقو هن کي ايترو ته پسند آيو جو هن عمر ڪوٽ ۾ ڪاردڙي جي وچ ۾ پدما جي پٽ ڳوٺ ۾ رهائش اختيار ڪئي.

”هن ڳوٺ ۾ 1132هه ۾ ڪيس پٽ ڄائو جنهن جو نالو روحل فقير رکيائين. روحل شاهه لطيف کان 30 سال ننڍو هو. سنڌس وفات 1194هجري ۾ ٿي.“[38] حضرت روحل هڪ خوشحال گهراڻي ۾ جنم ورتو ۽ اعليٰ تعليم حاصل ڪيائين. جواني ۾ ئي هن کي تصوف ۽ روحانيت سان پيار ٿي ويو ۽ شاهه عنايت شهيد جي فرزند عزت الله جي حلقه ارادات ۾ داخل ٿي ويو.

شاهو خان جي انتقال بعد ميان غلام شاهه ڪلهوڙي پنهنجي دور حڪومت ۾ روحل کي جيسلمير، جوڌپور ۽ بيڪانير جي حڪومتي دور ۾ سفير بنائي موڪليو. ان جو سبب اهو جو ان تر جا ماڻهو حضرت روحل جا ڏاڍو احترام ۽ عزت ڪندا هئا ۽ روحل فقير ان تر جون ٻوليون به ڄاڻندو هو. حضرت روحل اهو منصب قبول ڪري، تبليغ ۽ عوام جي ڀلائي لاءِ ڪم ڪرڻ لڳو. پري پري تائين روحانيت جا پيغام پهچائڻ لڳو ۽ هندي ۾ پڻ شاعري ڪرڻ لڳو جيڪا هتان جو عوام چڱي طرح سمجهي سگهندو هو. جوڌپور جو راجا سندس ڏاڍي عزت ڪندو هو. ڪيترن ئي پنڊتن سان سندس مذهبي مناظرا ٿيندا رهندا هئا. جن مناظرن کي روحل فقير آگم وارتا جي نالي سان منظوم ڪيو آهي. اهڙي طرح ڪيترائي غير مذهب وارا ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿيا. هن پنهنجي شاعري جي ذريعي اسلامي تصوف ۽ اسلام جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. ڪجهه عرصو وري پنهنجي مرشد حضرت عزت الله وٽ

ويا. جڏهن حضرت عزت الله وفات ڪئي تہ هن گوشہ نشيني اختيار ڪئي ۽ پنهنجي مرشد جي وفات بعد ستن سالن کان پوءِ سنہ ۾ وفات ٿي. روحل فقير جي مزار ڪنڊڙي ۾ آهي.

حضرت روحل جي مادري زبان سرائڪي هئي، پر هن سنڌي، هندي، سرائڪي، فارسي ۽ اردو زبانن ۾ شاعري ڪئي آهي. هن سفير جي حيثيت ۾ جيسلمير ۾ اسلام جي وڏي خدمت ڪئي. ڪيترائي مينگهواڙ راجپوت سندس تبليغ جي اثر هيٺ مسلمان ٿيا ۽ فقير صاحب جا مريد بنيا. اهڙي طرح پنهنجي معتقدن جي هدايت ۽ رهبري لاءِ هن ڪيترائي هندي دوها ۽ شعر چيا، جيڪي آگم وارتا من پربوڌ ۽ اڏيت گرنٿ نج مول گرنٿ وغيره جي نالي سان مشهور ٿيا. انهن شعرن ۾ فقير صاحب تصوف جي اهم مسئلن، توحيد، نفي اثبات، تزڪيہ نفس ۽ هم اوست جي وڏي دلڪش انداز ۾ وضاحت فرمائي آهي. ٻوليءَ جي حوالي سان هن جي شاعري ۾ هندي، اردو، سنڌي، سرائڪي سيني ٻولين جا لفظ مليل آهن. اهو فقط ان ڪري تہ جيئن هتان جا ماڻهو پنهنجي ئي ٻوليءَ ۾ صوفياڻي رهبري حاصل ڪن، ڇاڪاڻ جو صوفي جو ڪجهہ چون ٿا، اهو جو مقصد شاعري نہ بلڪ عوام جي رهبري آهي.

حضرت روحل فقير جا ڪجهہ شعر مثال طور هيٺ ڏجن ٿا.

باپ ميرا شاهو نهين، اس گهر ناهين مات،
جن ني هم جانا نهين، ڪال درن نهين جات،
ايڪ هي اکهرا رتهہ، نهين ڪوئي اکهرا نيڪ،
اي من ڀهولا مت ڀهرو هي، انت جگ گراويڪ.[39]

## مخدوم محمد هاشم ٺٽوي رحمة الله عليه:

مخدوم صاحب جا بزرگ، محمد بن قاسم سان سنڌ ۾ آيا هئا ۽ اچي سيوهڻ شريف ۾ سڪونت اختيار ڪيائون. سندن والد جو نالو عبدالغفور پنهور هو (پاڻ حضرت حارث جي اولاد مان آهن. بعد ۾ سيوهڻ مان لڏي لاڙ طرف ٻٺوري ۾ اچي رهيو.) "مخدوم محمد هاشم ٻٺوري ۾ خميس رات، ڏهين تاريخ ربيع الاول سن 1104هہ۔ 1692ع تي ڄائو."[40] "يعني شاهہ ڀٽائي کان ٻہ سال ننڍو هو."

مخدوم صاحب ابتدائي تعليم پنهنجي والد مخدوم عبدالغفور وٽ حاصل ڪئي. ڇهن مهينن ۾ قرآن پاڪ پورو ڪيو. فارسي صرف ونحو ۽ فقہ جا ڪتاب

۽ پنهنجي والد وٽ پڙهيو. عربي تعليم مخدوم محمد سعيد وٽ ۽ مخدوم ضياءالدين وٽ حديث جو علم پرايائين. اهڙي طرح نون سالن جي عمر ۾ عربي علوم جي تڪميل ڪري فارغ ٿيو. انهيءَ دور ۾ سندس والد 1113هجري ۾ وفات ڪري ويو انهيءَ صدمي کيس ڏاڍو منجهائي وڌو پر صبر ۽ شڪر اختيار ڪري، حديث ۽ تفسير جي ڪمال حاصل ڪرڻ لاءِ 1135هجري ۾ حرمين شريف روانو ٿيو. مخدوم صاحب اتي حج ڪرڻ سان گڏوگڏ علم حديث ۽ ٻين علمن ۾ ڪمال حاصل ڪيو. پاڻ رسول خدا ﷺ جو سچو عاشق هو سندس علمي عظمت ۽ رسول ﷺ جي عشق ڪري هڪ واقعو مشهور آهي.

"حرمين شريف ۾ سفر دوران مخدوم صاحب جڏهن مديني منوره ۾ حضور ﷺ جن جي روضي تي حاضري ڏني ۽ سلام پڙهيو ته حضور ﷺ جن طرفان کيس سلام جو جواب مليو ۽ خاص طرح سندس نالو ڪٺي ڪيڪاريو ويو ته ٻيلي آئين محمد هاشم ٺٽي وارا، ڇو ته محمد هاشم جي نالن وارا ٻيا به هئا." (41)

مخدوم صاحب طريقت جي سلسلي ۾ ٺٽي جي مشهور بزرگ مخدوم ابوالقاسم نقشبندي وٽ ويو. اتي طريقت جي تلقين لاءِ عرض ڪيو. پر ابوالقاسم فرمايو ته، "توکي طريقت جي تلقين سيد سعدالله قادري سورت بندر وارو ڏيندو. پاڻ اوڏانهن روانا ٿيا. "اتي هڪ سال عبادت ۽ رياضت ۾ مشغول رهيو اتان خلافت جو خرقو اوڙهي، 1137هه تي پنهنجي ماڳ ٺٽي موٽي آيو."

اتي اچي علم ۽ قلم سان ٺٽي جي عوام جي خدمت ڪندو رهيو. بدعتن کي روڪي ڇڏيائون. جهالت ۽ بي ديني جي پاڙ پٽي ڇڏيائون. اهو سمورو ڪم هو دين جي بلنديءَ لاءِ ڪندو رهيو. حق چوڻ لاءِ ڪنهن جي ملامت ۽ مخالفت جو خيال نه ڪندو هو.

مخدوم صاحب عربي، فارسي ۽ سنڌي ٻولين جو ماهر هو. سندس ڪيئي نثري ڪتاب عربي ۽ فارسي ۾ آهن. ڪيترائي سنڌي ڪتاب نظم ۾ لکيل اٿن. مخدوم صاحب جا سنڌي شعر ڏگها لکيل آهن، جن کي ڪبت واري شاعري چئبو آهي. سندن سنڌي ڪتابن جا نالا هي آهن.

تفسير هاشمي، بناء الاسلام، اصلاح مقدمه الصلوات، زادالفقير، راحت المومنين، قوت العاشقين، تحفته التائبين، رساله في موعظم القبرو ما بعد، "قصيده جيميه" ٻن دعائن اللهم اني ۽ الله ربي جو مختصر ترجمو آهن.

سندن سنڌي شاعري جا مختصر نمونا هيٺ ڏجن ٿا.

هئي هئي حياتي ڏينهڙا، توکي وسار ي ويا،
عمر گذاريئي عيش ۾، هاريئي هميشا.
**

مدد ڪري مصطفيٰ، مٿي مريضن،
جنين مهر نہ ساڻ ڪي، نہ ڪو سير سونهن.

مطلب تہ مخدوم صاحب دين جي خدمت سان گڏ سنڌي ادب جي وڌائڻ ۽ ويجهائڻ ۾ تمام اهم ڪردار ادا ڪيو.

”سنڌس وفات ستر سالن جي عمر ۾ 16 ربيع الاول 1174هجري ۾ ٿي.“[42]

## مخدوم اشرف نقشبندي رحمة الله عليه:

مخدوم محمد اشرف جو والد صاحب مخدوم آدم نقشبندي وڏي ڪمال جو مالڪ هو علي شير قانع تحفت الڪرام ۾ مخدوم اشرف لاءِ لکيو آهي: فرزندش محمد اشرف نام بود بعد واقع مخدوم قائم مقام شد و بزرگي اتم زيست نمود“[43]

هي بزرگ ڪجهہ وقت سرهند ۾ رهي، نقشبنديہ طريقت حاصل ڪري نٽي موٽي اچي خلق جي خدمت ڪرڻ لڳو. ”مخدوم محمد اشرف کي هڪ فرزند محمد نالي ٿيو ۽ هڪ نياڻي ٿي، جنهن جي شادي محمد صادق نقشبندي سان ٿي.“[44]

## حاجي ابوطالب آگهمي رحمة الله عليه:

”هي بزرگ خواجہ محمد زمان بزرگ لواري واري جي وفات 1188هجري وقت زنده هو.“[45] وڏو ڪامل درويش صاحب دل، متقي پرهيزگار هو. پاڻ عرب، عجم جو سير ڪري ڪيترن ئي درويشن جون زيارتون ڪيائين، تارڪ الدنيا درويش هو، زندگي ۾ ڪنهن کان بہ ڪو سوال نہ ڪيائين، مکڻ ڏڌ ۽ کير وڪٽي گذر سفر ڪندو هو. ٻڪريون چاري، ڏاس جا رسا وٽي پيٽ گذر ڪندو هو. پيري مريدي کان پري گذاريندو هو.

درويش محمد صالح کُهڙن وارو نقل ڪري ٿو تہ: هڪ دفعي سنڌس گهر ۾ ڪجهہ بہ نہ هو لاچار ٿي درياءَ تي مڇي مارڻ ويو. پر اتي بہ شڪار ڪو نہ لڳس ۽ نااميد موٽيو پئي تہ رستي ۾ دنيا سينگار جي سنڌس سامهون اچي بيٺي، پر هن درويش منهن ڦيرائي ڇڏيو. دنيا نااميد ٿي واپس هلي وئي.

بنده پير خرا باتم ڪ درويشان را
گنج را ازبي نيازي خاڪ برسر سڪيند

"شيخ ابوالطالب اگهمي آخري عمر حيدرآباد جي ڏکڻ ۾ سيد پور جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين."[46]

## مخدوم عبدالرحمان ڪهڙوي رحمة الله عليه:

مخدوم عبدالرحمان جي والد جو نالو مخدوم محمد عباسي هو. پاڻ طريقت ۽ شريعت تي پابند هئا. شرعي لحاظ سان پوري هوندي به ڪڏهن ڪڏهن جذبي جي حوالي سان نامناسب جملا نڪري ويندا هئن. جڏهن هوش ۾ ايندا هئا ته توبه تائب ٿيندا هئا. "مخدوم صاحب نورمحمد ڪلهوڙي جي زماني جو عالم دين ۽ صوفين منجهان هو."[47] شريعت جا تمام گهڻا پابند هئا. "پاڻ هڪ دفعي جامع مسجد جي پرسان آيل پاڻي مان وضو ڪري رهيا هئا، ڏنائين ته حضرت خضر عليه السلام انساني صورت ۾ ان پاڻيءَ مان ظاهر ٿيو ۽ اوگهڙ ظاهر ڪرڻ لڳو. تنهن تي مخدوم صاحب ڪيس منع ڪئي، مگر خضر عليه السلام انڪار ڪيو ۽ سندس سيئي عضوا سن ٿي ويا. تنهن هوندي به سيني جي روز سان ڏانهس متوجه ٿيو ۽ چيائونس شريعت جي بي ادبي ٿا ڪريو. مان توهان کي سڃاڻان ٿو مگر شرعي حڪم سڀ کان بالا آهن. ان کان پوءِ خضر عليه السلام مخدوم صاحب کي اچي پاڪر پاتو ۽ سندس عضوا صحيح سلامت ڪيائين. فرمايائين ته "مان حضور جن جي ارشاد سان توهان وٽ آيس. توهان امتحان ۾ ثابت قدم رهيا. الله توهان کي ۽ توهان جي پوين کي باشريعت رهائيندو."[48] پاڻ گهڻو استغراق ۾ هوندا هئا. سندس ننگر عام جام هلندو هو. ڪڏهن ڪڏهن جوش ۾ اچي (مالڪ الملڪ منم) چوندا هئا ۽ عوام کي ملڪ گيري جا پروانا لکي ڏيندا هئا. جڏهن صحت سلامت ٿيندي هئن، ته استغفار جو ورد ڪري ماڻهن کي پئسا ڏئي پروانا واپس وٺندا هئا."[49]

سندن شهادت جا ڪيترائي سبب بيان ڪيا ويا آهن. پر هڪ سبب نورمحمد ڪلهوڙي جي دشمني پڌائي وڃي ٿي. تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽيون ۽ تاريخ تذڪره بزرگان سنڌ ۾ هي واقعو هن طرح لکيل آهي.

هڪ دفعي جو واقعو آهي ته روهڙي جي رضوي ساداتن جي جاگيرن جا پروانه جيڪي سرڪار پاران جاري ڪيل هئا، سي ميان نورمحمد ڪن سببن جي ڪري روڪي ڇڏيا. ساداتن مخدوم صاحب کي اچي عرض ڪيو ته،

توهان سائين نورمحمد ڏي هلو. هيڪر پاڻ انڪار ڪيائون، مگر گهڻي زور منٿ ڪري هلڻ قبول ڪيائون ۽ هزارن ماڻهن سان ميان نور محمد جي دربار ڏي آيا. سندن آمد جا اطلاع ميان نورمحمد کي بہ مليا. ميان نورمحمد جو قاعدو هو تہ ڪنهن بہ ماڻهوءَ لاءِ ڪچهري ۾ نہ اٿندو هو. ويٺي ماڻهن جي مرحبا ڪندو هو. پر مخدوم صاحب جي جماعتي طاقت ۽ عباسي نسب هجڻ ڪري سندس خدمت ۾ نہ اٿڻ بہ ڏکيو هو. تنهن ڪري تدبير ڪئي وئي تہ ميان صاحب کي اڳ ۾ دربار ۾ آندو ويجي. جڏهن مخدوم صاحب دربار ۾ داخل ٿيو ۽ ميان صاحب کي نہ ڏٺائين تہ چادر وڇائي نفل پڙهڻ ۾ مشغول ٿي ويا. ميان صاحب جڏهن آيو تہ مخدوم صاحب ماڻهن ۾ مشغول ڏٺائين ۽ پاڻ مسند تي وڃي ويٺا. جڏهن سلام ورايائين تہ پنهي ڄڻن ويٺي ويٺي هڪ ٻئي جي مرحبا ڪئي.

ڪچهري ۾ مخدوم صاحب احوال ڏيندي چيو تہ ميان صاحب اوهان وٽ ڀانت ڀانت جا ڪتا بہ هوندا. ميان صاحب هائو ڪندي، هندستان ۽ خراسان، گجرات جا ڪتا مخدوم صاحب جي ڏيکارڻ لاءِ آڻايا. مخدوم صاحب چين تہ اسان کي ڪتن جي ضرورت ڪانهي، پر ڪتن کي ڏسي هڪ حديث ياد آئي تہ حضور جن فرمايو تہ صدقو يا خيرات ڏئي موٽائيندڙ ڪتي جهڙو آهي. جو ٿڪي ڪري وري پاڻ کائيندو آهي. جيئن تہ اڳين حاڪمن روهڙي جي سيدن کي زمينون ڏنيون سي وري واپس وٺو ٿا. اها عادت توهان شايد ڪتن کان سکي آهي. ايئن چئي دعاءِ خير گهري واپس پنهنجي رهڻ واري اوطاق تي آيا.

ميان نورمحمد هڪ داناءُ حاڪم هو هن اهي پروانا مخدوم صاحب جي چوڻ تي واپس ڪيا، مگر ڪتي سان مشابهت ڏيڻ وارو مثال سندس دل ۾ دشمني جي تير وانگر چيڀجي ويهي رهيو هو ۽ هن دل ۾ عهد ڪيو تہ اهو پلاند ضرور وٺندس. اهو پلاند وري ميان نورمحمد هن طرح ورتو جو مخدوم صاحب کي شهيد ڪرايائين. اهو واقعو هن طرح آهي. "هڪ لنگهياڻي عورت ڪنهن سيد جي سريت هئي، اها دانهن ان عورت جي مڙس مخدوم صاحب کي ڏني، مخدوم صاحب ان سيد ۽ ان جي عزيزن کي گذارش ڪئي، مگر سيد ڪنهن جي بہ چوڻ ۾ نہ آيو. تنهن تي مخدوم صاحب ان عورت ۽ ان جي مڙس کي پنهنجي ٻانهي زيرڪ ۽ ڪجهہ ماڻهن سان روهڙي جي ڪاردار ڏانهن خط لکي موڪليو تہ توهان فيصلو ڪيو. جڏهن اها خبر ان سيد کي پئي، سو رستي روڪ ڪري ڪجهہ ماڻهن سان ويهي رهيو. زيرڪ کان اها عورت ڦرڻ

جي ڪوشش ڪيائين، مگر زيرڪ عورت نہ ڏني. جهيڙو شروع ٿي ويو. اوچتو سيد کي ڏڪ لڳو، هو ڪري پيو. سيد جي همراهن هن کي کٽ تي کڻي روهڙي جي ڪاردار ڏي روانا ٿيا. اتي پهچندي سيد گذاري ويو. اهڙي طرح سيد وڃي روهڙي جي حاڪم وٽ فريادي ٿيا. ان حاڪم هڪ رپورٽ ناهي ميان نورمحمد کي موڪلي، ميان نورمحمد اڳيئي مخدوم صاحب تي ڪاوڙيو ويٺو هو، اهڙو توجهہ ڏسي، فوج موڪلي مخدوم عبدالرحمان کي شهيد ڪرايائين. ان جو سبب اهو ٻڌايائين تہ خون جو بدلو خون آهي.“ اهو واقعو 1145هہ جو آهي. اهو زمانو شاهہ ڀٽائي جو بہ آهي، ڀٽائي صاحب ان وقت ٻائيتاليهہ يا ٽيتاليهہ سالن جو هو.

## مخدوم ابوالحسن ٺٽوي ؒ:

”مخدوم صاحب محڪلي ڪان اتر طرف هڪ ڳوٺ ۾ جنم ورتو.“ [50]

مخدوم صاحب جي وفات تخميني طور 1165هہ ٻڌائي وڃي ٿي. سنڌي ادب جو ناميارو عالم، ڪامل، عارف ۽ شاعر هو. ٻارهين صديءَ جي دور جي اهم شخصيت هئي. ”چون ٿا تہ ابوالحسن ننڍي هوندي کان ئي سوچ ۽ فڪر ۾ گذاريندڙ هو. خاص ڪري رات جو پيءُ کان ڇپ ڇپان مڙئي سرس ڪندو هو. جنهن تي پڻس هڪ ڀيري خفا ٿي کين ڪجهہ چيو تہ پاڻ جواب ڏنائون: ”بابا! ڪڏهن آئون اهڙو ڪم ڪري ڏيکاريندس، جو اڄا تائين ڪنهن بہ ڪونہ ڪيو آهي.“ [51]

مخدوم صاحب فارسي ۽ عربي جو عالم هو ۽ اڳتي هلي پڙهڻ پڙهائڻ ۽ تصنيف ۽ تاليف جو ڪم ڪرڻ لڳو. ڪيترائي شاگرد علم سان مالامال ڪيائين، جن ۾ ٻين کان سواءِ ”علامہ محمد حيات سنڌي بن ابراهيم سنڌي چاچڙ وفات 1163هجري جهڙو عظيم عالم ۽ مدبر پڻ هو.“ مخدوم ابوالحسن حاڪم گورنر نواب حفظ الله جان (1103هہ کان 1114هہ) جي مخالفت هوندي بہ سنڌي جي صورتخطي جوڙي ورتي، گهري سوچ ويچار کان پوءِ اُها الف - ب عربي ۽ فارسي نموني جوڙيائين. هيٺ ڏنل نج سنڌي آوازن لاءِ ڪي بہ حرف موجود نہ هئا: پ، ڳ، ڏ، ڄ، ڃ، ڇ، ٺ، ڀ، ڙ ڊ، ڍ، ڻ، ڏ گهہ، ٽ، ٿ، ڦ، ابوالحسن انهيءَ ترتيب لاءِ هي صورتون قائم ڪيون. پ، گ، د، ج، نج، جهہ، تهہ، بهہ، ز ۽ ر، د، ر، ڊ، دهہ، نگ، تر، تهہ ۽ پهہ.“ [52]

ابوالحسن انهيءَ صورتخطي ۾ لکيل مذهبي ڪتاب مقدمتہ الصلوات 1700ع ڌاري لکيو جيڪو سنڌي ادب ۽ ٻوليءَ ۾ ان وقت جي لحاظ کان وڏو

انقلاب هو. هن هي سچو ڪتاب نظم ۾ لکيو جنهن ۾ هن شعر جو هندي وزن آندو. جنهن ۾ هن ڏگها ڪبت لکيا. جڏهن ته ان دور ۾ ٻين عالمن به سنڌي صورتخطيون ايجاد ڪيون هيون. پر سنڌي رسم الخط جو باني مخدوم ابوالحسن کي ٺئي چيو ويجي ٿو جو ڪلهوڙا دور جو وڏو عالم هو. جنهن ڪري هن رسم الخط, ابوالحسن جي سنڌي جي نالي سان مشهور آهي. هن ڪتاب مقدمته صلواته ۾ سادو اسلوب, لفظن جي سادگي, بي تڪلفي, تسلسل ۽ رواني ايتري آهي, ڄڻ ڪو آبشار پيو وهي. هن ڪتاب ۾ ڪافي اهڙا لفظ ڪتب آندل آهن, جن مان خاص لاڙ جي لهجي جي جهلڪ ۽ ميٺاج ماکي جيان ٽپڪندو محسوس ٿئي ٿو. هونئن ته ابوالحسن ٺٽوي ٻيا به ڪيترائي فقه, حديث ۽ شاعري وغيره جا ڪتاب لکيا, پر مقدمته الصلوات سيني کان وڌيڪ مشهور ٿيو. هي ڪتاب پاڻ 1715ع تائين ٺٽي ۾ پڙهائيندو هو.

## مخدوم ميڏنو نصرپوري رحمة الله عليه:

مخدوم صاحب, مخدوم محمد امين داسوڙي جو مخدوم ميڏو وڏو موحد ۽ وقت جو ڪامل بزرگ ٿي گذريو آهي. "يارهين صدي جي پڇاڙيءَ ۾ 1181هجري ۾ هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪري ويا."[53] سندن مزار نصرپور ۾ آهي. هن بزرگ جا بعض فقهي مسئلن تي رد ۽ ڪي مناظرا مشهور آهن. سندس همعصر عبد لواحد يوستاني, مخدوم محمد صادق گڇيرائي ۽ مخدوم عثمان متعلوي ۽ شاهه لطيف ڀٽائي آهي.

## مخدوم اسماعيل پريان لوءِ نقشبندي:

مخدوم محمد اسماعيل ذات جو جوڻيجو وڏو ولي, ڪامل, عالم, فاصل, سنڌ ۾ نقشبندي طريقي جو امام ٿي گذريو آهي. ظاهري علمن سان گڏوگڏ تصوف ۽ عرفان ۾ مٿانهون درجو رکندا هئا. "هو خوشخط به هڪ ٿئي هو معقول ۽ منقول جا سمورا درسي ڪتاب پنهنجي قلم سان لکي, پنهنجي ڪتب خاني ۾ جمع ڪيا هئائين."[54] روزانو ظاهري علم جي درس سان گڏ هڪ به قلمي جزء لکندو رهندو هو.

مخدوم صاحب جي طريقت جو سلسلو هن طرح آهي. "مخدوم صاحب مريد آهي, مخدوم جمال الله سنڌي پريان لوءِ جو حافظ ايوب سنڌي جو. اهو شيخ محمد سعد لاهوري (وفات 1152هه) جو اهو شيخ سيد آدم بنوري جو (وفات 1153هه) اهو شيخ احمد سرهندي, امام رباني مجدد الف ثاني رحمة الله عليه

(وفات 1034هه) جو."[55] مخدوم اسماعيل پنهنجي زماني جو صاحب معرفت ۽ صاحب طريقت صوفي بزرگ هو. وڏي ڪشف ۽ ڪرامت وارو هو. سندس هڪ ڪرامت ڏني وڃي ٿي.

"هڪ ماهيڙي عورت ڏڌ وڪڻڻ لاءِ پريان لوءِ ڏانهن آئي ٿي، ته جهنگ ۾ واٽ ڀلجي وئي. سامهون مخدوم صاحب اچي لنگهيو. مائي چيس ته "سائين پريان لوءِ جو ڏس ڏيو." مخدوم صاحب دل ۾ چيو ته مائي محبوب جي ڳوٺ جو ڏس پڇي رهي آهي. تنهن تي مائي کي سڏي فرمايائين ته "اکيون ٻوٽ"، مائي اکيون ٻوٽي کوليون ته مدينه منور سندس سامهون هو. مائي کي چيائين "اجهو هي پرين جو شهر آهي." ماهيڙي بيخبر هئي، ڏاڍي حيران ٿي چوڻ لڳي ته "مون کي جنهن ڳوٺ ۾ وڃڻو آهي سو ته هي ڪونهي." پوءِ مخدوم صاحب فرمايس ته "اکيون بند ڪري پوءِ کول!" مائي حڪم جي تعميل ڪئي ته پوءِ سچ پچ پاڻ کي پريان لوءِ جي ٻاهران ڏٺائين."[56]

مخدوم صاحب نقشبندي ۽ قادري طريقي جو وڏو بزرگ هو. پاڻ فرمائيندا هئا ته نقشبندي ۽ قادري طريقا ٻئي هڪ ٻئي جي ويجهو آهن. قادري طريقو نور ذاتي ۽ نقشبندي نور صفاتي آهي. قادري بادشاهه ۽ نقشبندي وزير آهي. مخدوم صاحب ٻيو فرمائيندو هو ته، "ذڪر اذڪار سڀ هڪ شور آهن. اصل مقصد توحيد آهي." هڪ ٻيري فرمايائون ته "گمنامي عظيم مقصد آهي. هميشه ويچارو ٿي رهجي، مسڪين ٿي رهجي، ان ۾ ئي اصل مقصد آهي." مخدوم صاحب جي آڏو ڪنهن ڏوهيڙو پڙهيو.

سڪڻ سڀ ڪرا، سڪ منهنجا سپرين،
آسائتيون، اين، پون پنا تارا،
جڏهن واءِ من رکيو مينهن کي

مخدوم صاحب وراڻيو:

سپونءَ مَر ساراهه، هيج جنين جو هڙو،
سڄڻ آئي ساڃاهه، اتي ويڙن وسري.

مٿئين شعر و شاعري مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته، مخدوم صاحب کي سنڌي شاعريءَ سان لڳاءُ هو. هونئن به اڪثر صوفي بزرگ تصوف جي چاڻ سان گڏوگڏ شاعري ۽ ادب سان به دلچسپي رکندا آهن.

مخدوم صاحب کي پٽ جو اولاد ڪو نه هو. هڪ نياڻي هئس جنهن جي

مخدوم احمد جي فرزند محمد عاقل سان شادي ٿي. سندن وفات "ربيع الاول جي مهيني ۾ چنڇر ڏينهن 1174هجري ۾ ٿي."[57]

**سيد شهمير متعلوي ؒ:**

سيد شهمير مٽيارين جي سيدن مان هو. ابتدائي تعليم پنهنجي شهر مٽيارين جي علمائن کان حاصل ڪيائين. ان کان پوءِ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي کان ظاهري علمن جي تعليم حاصل ڪري، انهن ۾ ڪمال حاصل ڪيائين. تصوف جي سلسلي نقشبندي ۾ خلافت جو خرقو ڊڪيائين. ان کان پوءِ پنهنجي شهر ۾ اچي درس و تدريس ۽ سنتن جي زنده ڪرڻ ۾ خدمتون انجام ڏيڻ لڳو.

"مير علي شير قانع مطابق سيد صاحب مٽيارين جي بزرگ زادن مان ٿي گذريو آهي."[58] مرحوم مشتاق متعلوي لکي ٿو ته: "هو صاحب جڏهن مدينه منوره پهتو تڏهن پنهنجي صحيح نسب سادات هجڻ جي تحقيق جو ارادو رکي حضور جن جي پيجري شريف جي اڳيان نياز جي انداز سان سلام عرض رکيائون. جنهن جي جواب ۾ ضريع پاڪ مان آواز ٻڌڻ ۾ آيو "وعليڪم السلام يا ولدي" يعني "توتي به سلام هجي منهنجا پٽ."[59]

هن بزرگ جو سلسلو هن طرح آهي. سيد شهمير بن سيد عبدالوهاب بن سيد محمد باقر بن سيد سومار بن سيد بهاءُالدين بن سيد محمد بن سيد ذڪريا بن شرف الدين بن سيد حيدر. سيد حيدر، شاهه لطيف سائين جي وڏن بزرگن مان هو. اهڙي طرح سيد شهمير به لطيف سائين جي عزيزن منجهان هو. "سيد صاحب 10 محرم الحرام سن 1177هجري ۾ مٽيارين ۾ وفات ڪئي."[60]

**خواجه محمد زمان ؒ لواري وارو:**

سلطان اولياء خواجه محمد زمان سنڌ ڌرتي جي اها هستي آهي، جنهن جو نالو تاريخ ۾ تاحيات روشن ستاري جيان رهندو. پاڻ تصوف، شاعري ۽ بزرگي جا اهي درياء هئا، جنهن علم و ادب ۽ تصوف جي ڪيترن ئي مسافرن جي اُڃ اجهائي. لواري شريف جي هن بزرگ جو عالي نسب ٽيهين پيڙهيءَ ۾ حضرت ابوبڪر صديق رضي الله عنهما جن سان ملي ٿو. پاڻ 21 رمضان المبارڪ 1125هجري مطابق 1713ع ۾ قدم لواري شريف ۾ تولد ٿيا. سندن وڏا اصل عربستان جا هئا، جيڪي عباسين جي دور حڪومت ۾ آيا. پرهيزگاري ۽ تقويٰ جي ڪري آس پاس جا ماڻهو سندن مريد ۽ معتقد ٿيا.

لواريءَ جي بزرگن مان شيخ مالڪ بن محمد حج جي زيارت ڪندي،

سهروردي سلسلي جي ناماياري شخص حضرت محمد يماني جو مڪ مڪرمه ۾ وڃي مريد ٿيو ۽ جلد ئي فيض ۾ رڱجي ويو. هن ئي خاندان جو بزرگ حضرت شيخ حاجي عبداللطيف حضرت مخدوم محمد زمان جو والد هو. جنهن نقشبندي طريقو اختيار ڪيو. خواجه محمد زمان ننڍپڻ ۾ قرآن پاڪ والد صاحب وٽان پڙهي پورو ڪيو. پاڻ وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ٺٽي نگر ڏانهن ويا. اتي مولوي محمد صديق جي مدرسي ۾ داخل ٿيا. جلد ئي عربي ٻوليءَ ۾ مهارت حاصل ڪيائون.

روزانو مدرسي ڏانهن ويندي هن کي خواجه ابوالمساڪين جي خانقاهه وٽان لنگهڻو پوندو هو. هڪ ڏينهن خواجه صاحب جي مٿن نظر پئجي وئي ۽ يڪدم سمجهي ويو ته هيءَ اها شخصيت آهي، جنهن جو اشارو سندس مرشد شيخ ابوالقاسم ڪيس ڪيو هو. پوءِ حضرت جن کي ڏاڍي عزت سان پنهنجي خانقاهه ۾ وٺي آيا ۽ ارشاد وٺڻ جي تلقين ڪندا هئا. جيئن ته مخدوم محمد زمان کي ظاهري علم جو نهايت وڏو شوق هو ان ڪري طريقت جي علم کان پاسو پيا ڪندا هئا. اها خبر حضرت ابوالمساڪين رحمة الله عليه کي به هئي، پر پوءِ به پاڻ ڪوشش ڪندا هئا. آخر اها ڪوشش ڪامياب وين. مخدوم صاحب جي قلب تي طريقت جي روشنيءَ اثر ڏيکاريو. هن جي دل ۾ علم جي ڳولا لاءِ تڙپ پيدا ٿي ۽ ظاهري علمن کان آهستي آهستي سندن دل ڪٽي ٿيندي وئي. اهڙي طرح مخدوم صاحب زمان حضرت ابوالمساڪين جي طريقي نقشبندي ۾ داخل ٿيو. انهيءَ ڳالهه جي نشاندهي پاڻ هن طرح ڪئي اٿن ته "جنهن ڏينهن منهنجي دل ۾ حق جي محبت جي چڻنگ دکي، تنهن ڏينهن کان وٺي مون کي درسي ڪتابن مان ڪو به حظ نه آيو. پر اوائل ۾ منهنجي مرضي نه هئي ته ڪنهن کي پنهنجو راز ڏسيان. سو ظاهري طور ڪتاب لوڏيندو مدرسي ڏي پيو ويندو هئس پر موٽي گهر ايندو هئس ته ڪتاب ڇڏي ڪري مراقبي ۾ مشغول ٿي ويندو هئس، ڏاڍي ڪوشش ڪندو هئس ته منهنجي هن حال جي شال ڪنهن کي خبر به نه پئي. جيستائين خواجه ابوالمساڪين رخصت نه ڏني، تيستائين ڪنهن کي به پنهنجو رزا نه ڏنم پوءِ ته کليو کلايو سمورو وقت خانقاهه ۾ گذارڻ لڳس، وري مدرسي ۾ پير نه پاتم. منهنجي استاد ۽ منهنجي سبقن کي ڏاڍو ڏک ٿيو هو. منهنجي حال تي غم کائي چوندا هئا ته خواجه ابوالمساڪين ڪيهڙي نه اميدن پرئي ڳڀرو کي ڏتاريو آهي. پر مون کي ڪتابن جي پڙهڻ کان اهڙي ته ڪراهت ايندي هئي جو پلجي به انهن جي شڪل نه ڏسندو هئس ۽ جيڪو علم انهن جي ذريعي پرايو هئم، سو ستت ئي دل جي

ڦرهي تان ميساري ڦٽو ڪيم." [61] ائين آهستي آهستي زهد و عبادت ۾ مخدوم محمد زمان لواري وارو تمام وڏي منزل تي وڃي پهتو. حضرت ابوالمساڪين هڪ ڏينهن ڪيس پنهنجي مسند جي سامهون ويهاري پنهنجي دستار سندن مٿي تي رکي ۽ سندن جتي ٿاهي پرسان رکي، پوءِ سڀني مريدن کي حڪم ڏنائين تہ مخدوم صاحب جي پيرن تي هٿ رکي سندن بيعت ڪريو. چو تہ اڄ کان پوءِ هيءُ ئي توهان جو مرشد آهي. مرشد جي حڪم تي سڀني مريدن سندن پيرن تي هٿ رکيا. اهڙي طرح سندن سجاده نشيني جي ڳالهہ هر هنڌ پکڙجي وئي، پر اها ڳالهہ ڪيترن عالمن سڳورن ۽ ظاهر پرستن کي نہ وڻي. مخدوم ابوالمساڪين، خواجہ محمد زمان رحمة الله عليه جي ايتري مخالفت ڏسي، مخدوم صاحب کي سڏي چيو تہ "هاڻ توهان جي مرضي آهي، جتي وڻيو اتي وڃي خانقاهہ کوليو." اهڙي طرح پاڻ لواري شريف اچي، درس و تدريس جو سلسلو شروع ڪيائون. "لواري شريف ۾ رهڻ ڪري سندن والد حاجي شيخ عبداللطيف پنهنجي مريدن کي پڻ خواجہ محمد زمان رحمة الله عليه جي حوالي ڪندو هو. ايستائين جو والد صاحب جن پڻ کانئن توجہ حاصل ڪيو." [62]
والد جي وفات بعد پاڻ لواري شريف جو نئون ڳوٺ ٻڌائي اچي اتي رهيا. اتي اڪثر عوام سان ملڻ ۾ گوشو ڪندا هئا. تهجد جي نماز سمهڻي جي وضو سان ڪندا هئا. شيخي کي قيد ڪري سمجهندا هئا، پر تنهن هوندي بہ ماڻهن سان ملندا هئا. حضرت جن جي فيض حاصل ڪرڻ لاءِ پوري هندستان جا ماڻهو، اهل علم، پير، فقير پيا واجهائيندا هئا. انهن مان هڪ اولياءُ ۽ شاعر شاهہ عبداللطيف ڀٽائي پڻ هو.

"شاهہ سائين سندن حجري جي دروازي وٽ اچي ملاقات لاءِ نياپو موڪلين. نياپي ڏيندڙ واپس اچي کين چيو تہ سائين جن فرمايو آهي تہ "توهان ڪجهہ انتظار ڪيو اسان پاڻ توهان جي آجيان لاءِ اچون ٿا." شاهہ ڀٽائي کانئس پڇيو تہ "پاڻ ڇا پيا ڪيائون؟" ورائيائون تہ مراقبي ۾ ويٺا هئا. سيد فرمايو تہ انهيءَ مشغولي مان ڪڏهن واندا ٿيندا جو اسان ڏي توجهہ ڪندا. ايئن چئي پاڻ اندر هلي ويا، وڃڻ شرط هي بيت چيائون:

سامي سفر هليا، ڪو پروڙي پنڌ،
جنين هيئائون ڪنڌ، آءُ نہ جيئندي ان ري.

مخدوم صاحب جلدي ئي پٺ ورائيو:

ڪين آهين، ڪين ٿئين، وڃي ڪين ڪماءِ،

لاڳاپا لوڪ جا "لا" سين سڀ لهراءِ،
سامي پوءِ سلنڌياءِ، ڳالھ پريان جي ڳجھ جي.

انهيءَ بيت جي جواب ۾ ڀٽائي فرمايو تہ:

قلم وهي ويو ڪانهن، سرتيون ڪنهن سياڳ لئي
انگ اڳي ئي لکيو، ات نہ ڦهچي ڦانهن،
ڪنهن کي ڏيان ڏانهن تہ پرين مون سي هئين ڪئو.

انهيءَ بيت بازي کان پوءِ حضرت سلطان الاولياء خواجہ محمد زمان کان شاھ سوال ڪيو. "فنا کان پوءِ ڇا آهي؟ ان جي ڪا، ڪل آهي؟" حضرت مخدوم وراڻيو: وري شاھ صاحب کان پڇيائون تہ: "فنا کان اڳ ڀلا ڇا آهي؟" هي حرف ٻڌي شاھ لطيف عرض ڪيو تہ "مان توهان جو مريد بنجڻ چاهيان ٿو." حضرت لواري واري فرمايو: "سماع ۽ ڳانو اسان جي طريقي ۾ منع ۽ حرام ٺهرايل آهي." سيد فرمايو تہ: "ساري زندگي سماع ۽ سرود ۾ گذاري اٿم، ان کي هينئر ترڪ ڪرڻ مون لئہ محال آهي." پوءِ ڳپل وقت ڪچهري ڪري سيد صاحب ڪانئن موڪلايو. موڪلائڻ وقت مخدوم محمد زمان کين خليفت جو اجرڪ پهرايو. سيد صاحب هميشہ سندن شان ۾ هيٺيون بيت پيو اچاريندو هو.

سي مون ڏٺا ماءِ! جنين ڏٺو پرين کي،
تنين سندي ڪاءِ، ڪري نہ سگهان ڳالھڙي

سيد صاحب جي موڪلائڻ کان پوءِ شاھ صاحب بابت فرمايائون تہ: "اسان جي صحبت اختيار ڪيائون، پر همت نہ ٿيس جو اسان جي طريقت ۾ داخل ٿئي، جي ٿين ها تہ اهڙي عميق ۾ غوطا کارايونس ها، جو وري پنهنجي نالي نشان جو بہ سماءُ ڪونہ پوين ها."(63)

حضرت جن جي شاعري واري درياھ مان تصوف جا واهڙ وهن ٿا، پاڻ دنيا جي ترڪ لاءِ هڪ هنڌ فرمايو اٿن.

"جڳ تنين جي جاءِ، جنين ڇڏيو جڳ کي،
سيني تو سهداءِ، جي تو سهڍِ نہ تن سين."(64)

مخدوم محمد زمان جي شاعريءَ جو "ڪتاب ابياب سنڌي"، سندن خليفي شهيد عبدالرحڪيم گرهوڙي مرتب ڪيو آهي. خواجہ صاحب وٽ

هندو مسلمان ۾ فرق نہ هوندو هو. پاڻ هڪ هندو فقير کي اسم ذاتي جي تلقين ڏئي کيس چيائون: "تہ تون ظاهر ۾ بيشڪ هندو ڌرم تي قائم رهہ، پر باطن الله سان ڳنڍيو اچ. ڏنل امانت کي حفاظت سان سانڍيندو اچ."[65]

## درويش صابر ولهاري رحمة الله عليه:

درويش صابر نهايت متقي، پرهيزگار هو. پاڻ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ شاهہ عنايت رضوي جا هم عصر هئا. ننڍي عمر کان مخدوم محمد امين ڏاسوڙي وٽ قرآن پاڪ پڙهندا هئا. مسڪين قسم جا انسان هئا، کين ڪپڙا لٽا سادا ۽ پراڻا پهريل هوندا هئا، ان ڪري کين ڪو بہ نہ سڃاڻي سگهندو هو. پاڻ نهايت صابرين انسان هئا. هڪ ڏينهن سندن والده صبح جو مدرسي ۾ سڏي کين چوڻ لڳي. "ابا صابر اڇي پٽ ڪاءِ"، "صابر ان وقت روئي چوڻ لڳو تہ، "امان صابر بہ سڏين تي وري ڪاڏي ڪاٺ لاءِ بہ ڪوٺين تي."

مخدوم امين ڏاسوڙي، درويش صابر جي استاد کي خواب ۾ حضور جن آيا ۽ کين صابر جي استاد جو لقب ڏنو. "صبح جو مخدوم صاحب پڇا ڪئي تہ منهنجي شاگردن ۾ صابر ڪهڙو آهي. سيني شاگردن صابر اشارو ڪري ٻڌايو تہ سائين هي آهي، مخدوم کيس آغوش ۾ آڻي سندس ٿورو مڃيو، ان کان پوءِ صابر جي وڏي تعظيم ڪندو هو."[66]

پاڻ هميشہ روزي ۾ رهندا هئا، رات جو عبادت ڪندا هئا. هميشہ قرآن پاڪ جو درس ڏيندا هئا. حد کان وڌيڪ بزرگي ۽ پرهيزگاري جا صاحب هئا. "مخدوم صاحب جي وفات 1135 هجري ۾ ٿي، سندن مزار ولهار ديهہ ۾ آهي. جيڪا ٽنڊي الهيار تعلقي ۾ آهي."[67] تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽيون صفحي 267 مطابق شاهہ عبداللطيف جي ملاقات سفر جي حالت ۾ صابر ولهاري سان ٿي هئي، ان وقت شاهہ لطيف جون اکيون اٿيل هيون. سندن اکين تي سائي اڳڙي لڙڪيل هئي. ملاقات وقت چيو هئائين، "اکيون اهي ساڳيون آهن نہ جيڪي منهنجي دل ۾ آهن."

## شيخ محمد حيات سنڌي رحمة الله عليه:

شيخ صاحب جو جنم گهوٽڪي ۾ ٿيو. سندن وفات جو سال تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽيون ۾ "26 صفر سن 1163هہ آهي، سندن وفات مدينہ منوره ۾ ٿي." سندن ولادت جو سال ڪنهن بہ هنڌ لکيل ڪونہ آهي. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ کان، پوءِ وڌيڪ تعليم مدينہ منوره ۾ وڃي حاصل ڪيائون. مشهور

عالم شيخ ابوالحسن محمد بن محمد صادق ٺٽوي معروف بہ ابوالحسن ڪبير جي خدمت ۾ حديث جي تعليم مڪمل ڪيائون. "هن صاحب پنهنجي توڀي لاهي سندس مٿي ۾ پاتي، جنهن ڪان پوءِ هن جي ذهانت جو حافظو ايڏو ڪليو جو جيڪو پڙهندو هو سو ياد ٿي ويندو هئس. ابوالحسن ڪبير جي وفات بعد پاڻ سندس درس ۽ وعظ جي مسند تي ويٺو. سندس درس ۾ هزارين ماڻهو شرڪت ڪندا هئا. سندن فيض يافتہ بزرگن ۽ محدثن جا نالا هن ريت آهن. "شيخ احمد بن عبدالرحمان شامي، شيخ محمد سعيد صغير، شيخ عبدالقادر خليل ڪدڪ مڪي، سيد عبدالقادر بن احمد، سيد غلام علي آزاد بلگرامي، شيخ محد فاخر محدث الهہ آبادي، شيخ غلام حسين معروف بہ ابوالحسن صغير ٺٽوي مدني، محدث خيرالدين سورتي." [68]

سنڌ جا وڏا عالم محمد معين ٺٽوي، مخدوم هاشم سندس همعصر آهن، پاڻ مخدوم هاشم سان ڪيترن ئي مسئلن تي بحث ڪندا رهندا هئا. ان دور جو وڏي ۾ وڏو شاعر ۽ بزرگ شاهہ عبداللطيف پڻ سندس همعصر هو.

پاڻ شخصي تقليد جو قائل نہ هو، هن جو حديث تي عمل ڪرڻ تي زور رهندو هو. سندس تصنيفات مان هيٺيان ڪتاب مشهور آهن.

1. شرح حليتہ الانوار، 2. تحفتہ الانام في العمل بحديث عليہ الصلاتہ والسلام، 3. الايقاف علي سبب الاختلاف، 4. شرح ترغيب و ترتيب المحدث المنزري، 5. ردبدعات تعزيہ (علامہ معين ٺٽوي کي جواب)، 6. شرح اربعين نووي، 7. تحريم الاجاتہ علي العبارت، 8. العفير عن عشق المردان والنسوان (عشق مجازي جي ترديد). [69]

## حاجي قائم رحمه الله شڪارپوري:

حاجي صاحب نقشبندي سلسلي جو بزرگ هو، حاجي فقيرالله علوي جو مريد هو ۽ هن جي مدرسي جو شاگرد بہ هو. فارسي جو چڱو شاعر هو. 1171هجري ۾ وفات ڪيائين، سندس شجرو تذڪره مشاهير سنڌ ڀاڱي پهرئين ۾ هن طرح لکيل آهي:

"مفتي اسلام فخرالدين عبدالواحد 1047ـ 1123هجري (هن کي ڏهہ هزار جريب زمين جاگير رسول آباد ۾ شيخ عبدالله پاٽائي صديقي جي ويجهو ملي.) بن مولانا محمود سهروردي(1019ـ 1085هہ) ابن شيخ عيسيٰ ثاني پاتري (1004ـ 1070هہ) ابن مخدوم حسن قادري (976ـ 1082هہ) سندس بٺايل مسجد ۽ ڪوهہ پاٽ وڏي ۾ موجود آهن. ابن شهرالله رمضان (926ـ 1012هہ) ابن شيخ حضرت عيسيٰ مسيح الاولياء (962ـ 1031هہ) ابن شيخ قاسم پاٽائي

برھانپوري (933ـ 981ھ) ابن شيخ الاسلام يوسف سنڌي پاٽائي تولد (910ھ) ابن شيخ رڪن الدين (875ـ 952ھ) سندن قبر پاٽ پراڻي ۾ آھي. ابن شيخ معروف پاٽائي (844ـ 907ھ) پاٽ وڏي ۾ ڊنڊ سندس نالي آھي. ابن شيخ شهاب الدين سنڌي پاٽائي المشتھر صديقي سھروردي حضرت مسيح الاوليا ڪلان، عين المعاني (وفات 989ھ) سندس قبر بکر ۾ چون ٿا. ابن نورالدين (786ـ 849ھ) ابن شيخ سراج الدين ابن شيخ وجيہ الدين (699ـ 780ھ) ابن شيخ مسعود (739ـ 848ھ) ابن شيخ رضي الدين (634ـ 695ھ) ابن شيخ قاسم (589ـ 652ھ) ابن شيخ محمد معروف بہ شيخ احمد عمادالدين (558ـ 629ھ) ابن شيخ ابوالحفص عمر شيخ شهاب الدين ڪبير (539ـ 632ھ)" (70)

## مخدوم ابراھيم نقشبندي رحمة الله عليه:

مخدوم آدم نقشبندي جي وڏن خليفن مان صاحب ڪرامت ۽ فضيلت وار بزرگ ٿي گذريو آھي. پاڻ مخدوم ابوالقاسم نقشبندي جو پيرڀائي ھو. مير علي شير قانع ٺٽوي ۾ لکي ٿو تہ "شيخ ابراھيم درقصبہ لاھري افاده ايشان اشتھار عام دارد." (71)

ترجمو: لاھري قصبہ جو رھندڙ ھو عوام کي فائدو پھچائيندڙ ھو.

تحفتہ الڪرام ۾ مير قانع لکي ٿو تہ: صاحب خوارق ڪليہ است محاسب خرد وضابط فھم از عھده شمہ آن برنيايد." (72)

يعني تہ: ايڏين ڪرامتن جو مالڪ آھي، عقل ۽ فھم جو حساب ڪندڙ يا انتظام رکندڙ انھن ڪرامتن جو ٿورو حصو بہ بيان نٿو ڪري سگھي.

ھن بزرگ جي وفات 12 صدي ھجري ۾ ٿي ۽ پوئتان بہ فرزند. ميان ابوبڪر ۽ مخدوم گل محمد ڇڏي ويو. (73) پاڻ نقشبندي طريقي جو بزرگ ھو ۽ شاھ لطيف جي زماني جو ھو.

## مخدوم محمد معين رحمة الله عليه ٺٽوي:

مخدوم محمد معين رح جن جي والد جو نالو محمد امين ھو. ذات جو دل ھو. وقت جي مشھور عالمن مان ھڪ اھم عالم ھو. ھو پنھنجي دور جو وڏو محقق، فلسفي، سالڪ ۽ صوفي وحدت الوجود جي نظريي جو زوردار حامي ھو. پاڻ مخدوم ٺاري جي نانءَ سان بہ سڃاتو ويندو ھو. ھو ٺٽي جي وڏي عالم مخدوم عنايت الله ۽ دھلي جي وڏي عالم شاھ ولي الله جو ذھين شاگرد ھو ۽

تصوف ۾ نقشبندي طريقي جي ميان ابوالقاسم نقشبندي کان بيعت حاصل ڪئي هئائين. پر ان بعد شاھ ولي الله سان گھاريل گھڙين ۾ درس و تدريس جي مختلف علمن جي بحث ۾ پاڻ شاھ ولي الله جي صحبت ۾ نئون رستو اختيار ڪيو هئائين ۽ هو پنهنجي دانائي واري راءِ ڏيندو هو. جنهن ڪري "شاھ ولي الله" کيس چوندو هو "فقد رکبت غضنفرا." بيشڪ تون (تحقيق ڪرڻ ۾) شينهن تي سوار ٿيو آهين.[74] هن نٽي ۾ ابن عربي جو مشهور رسالو "فصوص الحڪم" سبق ڪري پڙهيو.[75] ان رسالي جي پڙهڻ کان پوءِ پاڻ ابن عربي جي صوفيانہ مسلڪ جو حامي ٿيو. کين ابن عربي سان نهايت گھڻي عقيدت هوندي هئي. هن بزرگ جو نالو نهايت ادب سان لکندو هو صوفياڻي مسلڪ ۾ سخت غلو هوندي بہ درس و تدريس تصنيف جو ڪم نهايت محنت سان ڪندو هو. ڪيترائي ماڻهو هن وٽان علم پرائي فيض ۽ فتويٰ جا صاحب ٿيا.

مخدوم معين جي شاھ عبداللطيف سان محبت واري دوستي هئي اڪثر ٻئي هڪ ٻئي وٽ ڪچهرين ڪرڻ لاءِ ايندا ويندا هئا. پاڻ اڪثر تصوف تي بحث ڪندا رهندا هئا. ان وڏي شاعر ۽ بزرگ شاھ عبداللطيف کان سواءِ "مخدوم محمد هاشم ٺٽوي" جن وٽانئن حديث جي سند حاصل ڪئي. ان حوالي سان هو مخدوم معين رح جو شاگرد هو. مگر اڳتي هلي مخدوم محمد هاشم پنهنجي روايتي شرعي حوالي سان هن بزرگ سان اختلاف رکيو ۽ ٻنهي جا تحريري مناظرا رهيا. اصل ۾ مخدوم معين صاحب صوفياڻي مسلڪ ۾ ڪنهن سان بہ شدت وارو رويو نہ رکندا هئا. بلڪ پاڻ سيني صوفي سلسلن جي عزت ڪندا هئا. پر پاڻ بعض مسئلن ۾ وقت جي عالمن کان جدا مسلڪ رکندڙ هئا. مثلن تذڪره مشاهير جلد پهريون جي صفحي 115 ۾ لکيل آهي تہ: "پاڻ ٻين صحابين تي حضرت علي عليہ السلام جي فضيلت تي قائم هو. حضرت امام حسين عليہ السلام جي ماتم کي جائز سمجهندو هو. صوفين جي ڪشف کي شرعي حجت وانگر هڪ شرعي دليل سمجهندو هو. صحيح حديث جي مقابلي ۾ ڪنهن بہ امام جي تقليد يا پيروي کي ڪجھ بہ ڪري نہ ڄاڻيندو هو. ٻارنهن امامن ۽ اهلبيت جي عصمت جو قائل هو. وحدت الوجود جي مسئلي ۾ تشريح ڪرڻ وارن الفاظن سان ماڻهو هن کي دهريو سمجهندا هئا. ان وقت جي عام عالمن جي برخلاف هو ڏاڙهي کي ڪترائڻ ۽ ڪاري رنگ ڪرڻ جو قائل هو. هندن کان وياج وٺڻ جائز چوندو هو."

پاڻ شاھ عبداللطيف واري دور جو نهايت وڏو عالم، مفڪر، اديب، شاعر ۽ ولي الله ٿي گذريو آهي. شاھ لطيف ديني ۽ فقهي ڄاڻ ڪري سندس تمام گهڻو احترام ۽ عزت ڪندو هو. مخدوم معين پڻ شاھ سائين جو نهايت گهڻو احترام ڪندو هو. مخدوم معين سماع جو شوقين هوندو هو. شاھ سائين جي راڳ تي عاشق هو. ايتري قدر جو آخري زندگيءَ جا پل بہ شاھ سائين جو راڳ ٻڌندي دم ڏني جي حوالي ڪيائين. اهو ذڪر تحفتہ الڪرام ۽ معيار سالڪان طريقت ۾ پڻ مير علي شير قانع تحرير ڪيو آهي. "پٽ تي شاھ صاحب پنهنجي فقيرن کي چيو تہ: "اڇو تہ پنهنجي يار جو آخري ديدار ڪرڻ هلون." ايئن چئي ٺٽي ۾ (مخدوم معين وٽ آيو ۽ اتي) راڳ جي محفل ڪيائين، جنهن ۾ مخدوم (محمد معين) پڻ شامل ٿيو. محفل جي عين گرمي ۽ ذوق واري وقت هو اٿي اندر ويو ۽ ٿوري دير (مخدوم) معين دم ڏنو. سيد موصوف (شاھ لطيف) جنازي ۾ شموليت بعد پٽ ڏانهن موٽندي چيو تہ: "ٺٽي ۾ اچڻ سندس ڪري ٿي ٿيندو هو، هاڻي ڪانئس پوءِ ختم." شاھ سائين کي مخدوم معين جي وفات جو ڏاڍو ڏک ٿيو."

اها ساڳي ڳالھ معيار سالڪان طريقت ۾ هن طرح لکيل آهي. آخر عمر ۾ (مخدوم معين) بہ قدوت العارفين شاھ عبداللطيف جي خدمت ۾ وڏي ارادي ۽ اخلاص وارو ٿيو. شاھ موصوف کي بہ ٺٽي ۾ سندس صحبت نهايت وڻي وئي ۽ سندس ملڻ خاطر هو ٺٽي ۾ گهڻو اچڻ وڃڻ لڳو.

مخدوم صاحب آخري عمر ۾ مجذوبانہ رنگ ۾ پوري طرح رڱيل هو. انهيءَ حالت ۾ ئي سماع ٻڌندي سندس انتقال ٿيو.

"مخدوم معين رح جي وفات سن 1161هجري ۾ ٿي." [77] مخدوم معين شاھ سائين جي راڳ جو عاشق هو. شاھ سائين اويسي طريقي بابت مخدوم معين سان بحث ڪيا. باقاعدي ان طريقي بابت شاھ ڀٽائي جا ڏانهن لکيل خط ۽ ان جا جواب موجود آهن. شاھ صاحب ڪنهن مسئلي ۾ منجهندو هو تہ مخدوم صاحب سان صلاح مشورو ڪندو هو، انهن ڳالهين مان ثابت ٿئي ٿو تہ مخدوم معين ۽ شاھ ڀٽائي هڪ ٻئي جا گهاٽا دوست، عمعصر بزرگ ۽ هڪ ئي مسلڪ جا واٽهڙو هئا.

## مولانا پير محمد رحمة الله عليه هالائي:

مولانا صاحب وڏو درويش، عالم، درس و تدريس جو مالڪ، مهمان نواز، متقي پرهيزگار انسان هو. ايندڙ ويندڙ ڪي ماني کارائڻ بغير ڪو نہ ڇڏيندو هو. غريب هو پر سيڌو سامان اوڌر تي وٺي بہ مهمان نوازيءَ جو فرض ادا ڪندو هو.

"هڪ دفعي خواجہ محمد ذڪي ولد خواجہ محمد حنيف ولد خواجہ عبدالاحد ولد خواجہ امام محمد سعيد ولد خواجہ شيخ احمد رباني مجدد الف ثاني حج جي ارادي سان ملتان مان ٿيندو هالن ۾ اچي پهتو. هالن جي آبهوا سٺي هئڻ ڪري ڪجهہ وقت اتي رهي پيو. جتي مولانا پير محمد هالائي سندس خدمت ۾ اوڌر تي سيڌو سامان وٺي سندن کاڌي پيتي جو انتظام ڪندو هو. جڏهن خواجہ محمد ذڪي هالن کان نڪتي وڃڻ لڳا، تڏهن مولانا پير محمد عرض ڪين تہ رزق جي ڪشادگي جي دعا ڪيو جو سوا ڪنهن جي محتاجي جي سڀ ڪنهن مسافر کي ماني پوري کارائيندو رهان. خواجہ صاحب فرماين پيو ڪجهہ، مولانا وراڻين بس منهنجي اها آرزو آهي. خواجہ صاحب جي دعا سان رزق ۾ ايڏي تہ ڪشادگي آئي جنهن جي ڪا حد ناهي.[78] آخري ڄمار ۾ مولانا صاحب حج ادا ڪيو اتي ئي وفات ڪيائون. اهو واقعو 12 صدي هجري جي وچ ڌاري جو آهي.

## شيخ عبدالرحيم گرهوڙي رحمة الله عليه:

"مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي ذات جو مگريو هو. سندس ولادت 1153هجري ڌاري ديهہ ساعدي لڳ کهڙا، تعلقي گمبٽ ضلعي خيرپور ميرس ۾ ٿي. پهريان قرآن پاڪ جي تعليم محمد شريف فاروقي راڻيپور وٽ حاصل ڪيائين. ان بعد ڪوٽڙي ڪبير جي بزرگن وٽ سبق حاصل ڪيائين. سندس ڏاڏو سعد سعيد پور لڳ ڪنڊيارو جو ويٺل هو مگريا ذات سعد خاندان مان اچ تائين سعد پور ۾ رهائش پذير آهن.

سندس شهادت 1193هجري ۾ ٿي، مهاديو سان مهاڏو اٽڪائڻ کان اڳ شهادت جي شوق ۾ چيو هئائين تہ "جي مهاديو جي مڙهي ڀڳي تہ بہ فتح فقير جي، جي فقير جي مڙهي ڀڳي تہ بہ فتح فقير جي."[79]

چون ٿا تہ هڪ ڏينهن ڪنهن فقير کي لواري شريف ڏانهن ويندي ڏٺائين، چيائينس تہ: "پنهنجي مرشد کي منهنجي پاران چئج تہ جنهن واٽ تان اسان جو پيغمبر آسمان ڏانهن تشريف فرما ٿيو اهو اجا تائين کليل آهي يا فقط حضور جن لاءِ خاص واٽ هئي." درويش جڏهن لواري شريف پهتو.

تڏهن ڪانئس اهو نياپو ڏيڻ وسري ويو. موٽڻ وقت مخدوم لواري جن فرمايو ته، ”عبدالرحيم توکي ڇا ڇيو هو؟ فقير ياد ڪري نياپو ٻڌايس. مخدوم صاحب فرمايو ته، ”چئجانس ته بغداد جي خليفي درياءَ تي پل ٻڌرائي جا اڄ ڏينهن تائين قائم آهي سڀ ڪو ماڻهو ان تان لنگهي رهيو آهي.اڳي ريت معراج وقت جيڪا راهه حضور جن درست ڪري ويا آهن. سا ڪا بند تي ويندي. بادشاهه جي لنگهڻ کان پوءِ فوجين جو سندس پوئتان لنگهڻ به بادشاهه جو شان آهي. فقير عبدالرحيم اهو جواب ٻڌڻ سان خواجه صاحب جي خدمت ۾ پهچي، ياد خدا جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويو۽ ظاهري معنيٰ کان ڪنارا ڪش ٿي ويو ۽ فرمائيندو هو ته خواجه محمد زمان جي طريقت جي تعليم کان پوءِ مون تي هڪ ڏينهن ابوالبشر آدم عليه السلام جي پيدا ٿيڻ جي حقيقت کلي وئي.“[80]

گرهوڙي صاحب، مخدوم محمد زمان لواري شريف وارن جي وڏن منجهان هڪ هو. شروع شروع ۾ تمام گهڻو مذهبي ۽ شريعت تي پورو هو. ان ڪري تصوف جو قائل ڪو نه هو. تصوف ڏانهن توجهه مخدوم محمد زمان لواري واري ڪرايس. ان بعد پاڻ صوفي نقشبنديه سلسلي جو صوفي بزرگ بڻيو. حديث فقه جو عالم اڳ ئي هو.

سندس ڪتاب تفسير سنڌي منظوم پنهنجي اهميت ۽ حيثيت جو پاڻ مالڪ آهي. نموني طور ڪجهه شاعري ڏجي ٿي:

سنگ سرهو رب جو ٻيا سنگ سور ٿين،
سارو سنگ صاحب جو ٻئون هٿ ڌوئجن.

فقير صاحب پنهنجي ڪلام ۾ پاڻ کي ڪٿي عبد، عبدالرحيم مڱريو ۽ گرهوڙي پڻ سڏيو آهي.

چاڻ ويڃايو ٿاڻ، ڪيرت راهه گم ڪيو،
ان در مٿي منگريا، پاڻ م ڪٽج ساڻ،
روڄاٽي راجهاڻ، آهي راڄ جنهجو.

## مولانا عبدالسلام جوڻ ﷫ :

مولانا صاحب مخدوم محمد زمان لواري واري جو مريد هو. وڏو ڪامل، ابدال، هو. خواجه ابوالقاسم نقشبندي جي مريدن مان شيخ شريف محمد بن

محمد قديم کان نقل آهي تہ مولانا عبدالسلام صبح جي نماز پيچ ۾ ۽ مانجهاندو اچي لواري شريف ۾ ڪندو هو. ظهر جي نماز بدين ۾ عصر جي نماز جوڻ ۾ وچي پڙهندو هو. مغرب جي نماز لواري ۾ تہ عشا پيچ ۾ ادا ڪندو هو.

"مرغوب الاحباب" جي حوالي سان تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽئين ۾ لکيل آهي تہ شيخ علاؤالدين سمنائي فرمائي ٿو تہ: "شاهدنا منهم ڪرامات عيانيتہ من طي الارض والعبور علي الماء بلا جسر ولا سفينتہ باقل من ساعتہ زمانيتہ ومن الاختفا عن عين الناس وقال ڪذالک ڪثير من اولاءَ اوصاف البدلاءِ."(81)

يعني اسان انهن جون ڪيتريون ڪرامتون ڏٺيون آهن. جيئن زمين جي سفر ڪي ويڙهي ونڻ. پاڻي تان پل. ٻيڙي کان سواءِ هڪ لمحي ۾ لنگهي پار پوڻ ۽ ماڻهن جي اکين آڏو گم ٿي وڃڻ. ڪيترن ولين ابدالن جي وصفن ۾ ايئن ئي بيان ڪيو ويو آهي. مولانا عبدالسلام ٻارهين صدي جي آخري ۽ ٻارهين صديءَ هجري جي شروعاتي سنڌي اوليائن مان آهن.

## مخدوم ابوالحسن ڏاهري ﷫:

مخدوم صاحب ٻارهين صديءَ جو هڪ وڏو عالم ٿي گذريو آهي. پاڻ عارف، نقشبنديہ سلسلي جو صوفي بزرگ هو. شروع ۾ مخدوم ابوبڪر هالائي واري وٽ تعليم حاصل ڪيائين. پاڻ ننڍي هوندي کان ئي، متقي ۽ پرهيزگار هو. سندس طالب علمي جي دور جو هڪ واقعو آهي، جو هيٺ ڏجي ٿو. هڪ دفعي سندس هٿان قرآن پاڪ جو رحل ڀڄي پيو. جنهن تي سندس استاد تلاوت قرآن پاڪ فرمائيندا هو. ڊپ مان رحل جا ٽڪرا پاڻ ۾ ڳنڍي حجري ۾ وڃي رب پاڪ کان دعا گهريائين تہ پنهنجي رحمت ۽ سگهاري هٿڻ جي ڪري هن ڀڳل رحل کي درست ڪر. اهو شام جو وقت هو. صبح جو استاد رحل گهريو. دل ۾ ڊپ وٺي ويس تہ ڪهڙو بهانو جوڙي. دل ۾ آيس تہ استاد جي اڳيان رحل رکي چوندس تہ خبر ناهي تہ ڪنهن ڀڳو آهي. آخر حجري ۾ وڃي ڏٺائين تہ رحل صحيح سلامت هو. اهو راز ڪنهن کي بہ نہ ٻڌايائين. اهو واقعو هڪ قلمي نسخي ۾ لکيو اٿس. جنهن جي شرح ۾ لکي ٿو.

"معوفت برائي عام مومنان باشد. معونت و عون بمعني ياري دادن و مددگاري ڪردن. ياري مدد. و در مڪتوبات منيريہ گفتيہ عون خارقہ را گويند کہ بردست صبيان و مجانين و عامتہ المسلمين ظاهر شود."(82)

معنيٰ: معرفت (ڪرامت جو قسم) عام مومن لاءِ آهي. معنوت يا عون جي معنيٰ آهي مددگاري ۽ همراهي ڪرڻ. مڪتوبات منيري ۾ لکي ٿو تہ عون ڪرامت جو هڪ اهڙو قسم آهي، جو ٻارن، چرين ۽ عام مسلمانن جي هٿ تي بہ ظاهر ٿي سگهي ٿو جنهن جو پوءِ مٿيون واقعو بيان ڪيو اٿس.

پاڻ مختلف سفر بہ ڪندو رهيو سنڌ مان روانو ٿي احمد آباد ويو. احمد آباد جي هڪ وڏي عالم نورالدين محمد ۾ صوفي متوفي (1155هہ) وٽ تعليم حاصل ڪيائون. گجرات ۾ مرزا احمد خليل بدخشاني وٽ بہ علم حاصل ڪيائون. ظاهري علمن حاصل ڪرڻ کان پوءِ شيخ عبدالرسول صديقي نقشبندي وٽان بيعت حاصل ڪيائون. جتي نقشبندي طريقي جون خدمتون انجام ڏئي خلافت جو ذرقو ڏِيڪيائون ۽ سنڌ ۾ اچي ماڻهن جي عقيدن کي درست ڪرڻ لڳا ۽ بدعتن جي خاتمي جي خدمت سر انجام ڏيڻ لڳا. عوام کي ظاهري ۽ باطني نموني جو فيض ڏيڻ لاءِ ڪم ڪندا رهيا.

پاڻ ڪيترائي مذهبي ڪتاب لکيائون. فارسي نظم ۾ نماز جي مسئلن تي هڪ وڏو ڪتاب ”مفتاح المصلي“ لکيائون. علم عقائد ۽ ڪلام ۾ ڪچڪول نامو فارسي نظم ۾ تيار ڪيائون. هن ڪتاب ۾ تصوف، فلسفو علم عقائد ۽ علم ڪلام جي مسئلن تي نظم لکيا اٿن. اهڙي طرح ”ينابيع الحيات البديتہ في طريقہ الطلاب النقشبنديہ“ ڪتاب انسان جي جدا جدا علمن تي لکيل آهي. حديث، تصوف، فقہ ۽ علم اخلاق جو وڏو حصو ان ۾ موجود آهي. هن ڪتاب ۾ مخدوم ابوالحسن جي علمي جلالت ۽ بزرگيءَ جو تمام گهڻو احوال موجود آهي.[83]

## مخدوم حاجي محمد قائم ٺٽوي رحمة الله عليه:

مخدوم قائم ٺٽوي رحمة الله عليه وقت جي وڏن عالمن بزرگن ۽ شاعرن جو همعصر هو. جهڙوڪ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، مخدوم محمد معين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي هن جا همعصر هئا. پاڻ تمام ذهين هوندا هئا، حافظو تيز هوندو هئس، هڪ دفعو ڪتاب پڙهڻ کان پوءِ ورقن جا ورق ياد هوندا هئس.

”مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سان بحث مباحثا ۽ مناظرا ٿيندا رهندا هئس، ان کان سواءِ ٺٽي جي قاضي غلام علي سان بہ مخدوم صاحب جا مناظرا ٿيندا رهيا. قرآن پاڪ جي تلاوت ڏاڍي دردناڪ آواز سان ڪندو هو. آواز جو تاثير ٻڌندڙ کي جلدي اثر ڪندو هو. حج دوران شيخ عبدالقادر مڪي مالڪي کان حديث جي سند حاصل ڪري ٺٽي ۾ واپس آيو ۽ حديث جو درس عام ڏيندو هو. جنهن ڪري ڪيترن ئي ماڻهن کي فائدو پهچندو هو.“[84]

پاڻ حج جي سفر تان جڏهن پهريون دفعو واپس آيو هو تہ عام سندس وڏي شان ۽ مان سان استقبال ڪيو هو ان وقت سندن عمر فقط ٽيهہ سال هئي. ٻئي مهيني 1150هہ ۾ ٺٽي مان هجرت ڪري مديني شريف روانا ٿي ويا. اتي حرم شريف ۾ درس حديث جي خدمت تي مقرر ٿيا. سنڌ ۾ دندن تمام وڏا شاگرد ٿي گذري آهن. مولوي محمد باقر واعظ ۽ مخدوم نورمحمد نصرپوري خاص شاگردن منجهان هئن، جي وڏا عالم ٿي گذريا آهن.

سندن وفات 1157هہ ۾ ٿي. "مير قانع ٺٽوي سندن تاريخ وفات في جنات تجري(1157هہ) مان ڪڍي آهي. (85)

**سيد عبدالقدوس ٺٽوي رحمة الله عليه:**

سيد صاحب وقت جو وڏو عالم هو. علمي لياقت موجب ڪيس ٺٽي ۾ شرعي فتوي ڏيڻ جا اختيارات مليل هئا. پاڻ سيد حامد بن سيد محمد حسين شاهہ مراد جي اولاد مان هو. هن صاحب جي ٺٽي جي وڏي عالم مخدوم محمد معين ٺٽوي سان خط و ڪتابت هلندڙ هئي. هڪ دفعي علامہ محمد معين، امام حسين عليہ السلام جي شهادت کي ياد ڪندي کيس تمام بلند درجي جي عربي ۾ خط لکيو ۽ ڪجهہ ماتمي رباعيون بہ لکيون، جن جو جواب سيد عبدالقدوس عربي ۽ فارسي نظم ۾ ڏنو. فارسي نظم جا ڪجهہ نمونا هيٺ ڏجن ٿا:

**مخدوم محمد معين رحمة الله عليه:**

در تعزيت حسين رد جامہ بہ نيل،
درسد ره منتهي بشيون جبرئيل،
تاکرد رسول شيشہ پر خون پرکف،
خون است دل عيسي و موسي خليل.

**ايضاً**

در ياد حسين خاکراهش دوجهان،
از عشق سپند مجمرش عالم جان،
امروز بما تمش سيہ روز شدم،
باد زن الي يا نجات الا کوان.
جواب از مير عبدالقدوس
اي نور نبي رتبہ تو نہ شنيده اند،

ان بدبختان نہ از غضب ترسيد ند،
خاک قدمت مرهم دوش جدت،
هيهات سرت بخاک غلطانيد ند.

ايضاً

پيش قدمت سيد شهداءِ جهان،
عالم هم سر قدم نموده از جان،
ماتم زدگان گوئي سعادت براند،
فاسعوا بعزائد باخيار الاخوان.[86]

سيد عبدالقدوس تمام سٺي شاعر ۽ اديب هئڻ سان گڏ ٺٽي جو شرعي محتسب بہ هو، تہ وڏي علمي حيثيت جو مالڪ بہ هو. سندن وفات 1147هہ تي شعبان جي مهيني ۾ ٿي.[87]

## مخدوم عبدالله رحمة الله عليه نرئي وارو:

مخدوم صاحب بدين تعلقي جي ذڪڻ واري حصي جو رهاڪو هو، جنهن کي مانڊر جو علائقو چيو ويندو آهي. پر انگريز محقق برٽن لکيو آهي تہ "هو ڪڇ جي ڳوٺ نرئي ۾ ڄائو." [88] اهڙي طرح شاهہ سائين جي بيتن جي هڪ مشهور اسڪالر سرائي اميد علي لکيو آهي تہ: "مخدوم عبدالله منڊرو (ڪڇ جي روايتن موجب) ڪڇ جي علائقي نرئي جي هڪ ڳوٺ جو رهاڪو هو ۽ تعليم پرائڻ لاءِ سنڌ ۾ آيو. هو مخدوم هاشم ٺٽوي جو نهايت لائق شاگرد هو. تعليم، تدريس ۽ تبليغ جو سلسلو جاري رکيائين. سندس ڳوٺ جو نالو سٽريون آهي، جيڪو نرئي تعلقي ۾ آهي. انهيءَ ڪري نرئي وارو مشهور ٿيو سندس مزار ڳوٺ سٽريو ۾ آهي."[89]

مخدوم صاحب ڪيترائي منظوم ديني ڪتاب لکيا، جن مان هيٺين جا نالا معلوم ٿيا آهن.

1. ڪنزالعبرت، 2. قصص الانبياءِ، 3. خزانت الابرار، 4. خزانہ اعظم، 5. خزانتہ الادويات، 6. تنبيہ الغافلين، 7. قمرالمنير، 8. هفت بهشت، 9. بدر المنير، 10. تفسير يوسف، 11. غزوات، 12. خلفاءِ الراشدين ۽ 13. نورالابصار.

مخدوم صاحب جي ڪتابن مان هيٺيان ڪتاب ڇپيا آهن، جيڪي ڏاڍا مشهور آهن. "ڪنزالعبرت، قمر المنير، هفت بهشت، بدرالمنير، تفسير يوسف، غزوات ۽ نورالبصار.

غزوات ۾ آخري نبي جي سيرت پاڪ جا ڪجهہ پهلو نروار ڪيا اٿس. هن جي ٻولي ۾ سادگي ۽ رواني آهي. اڻ ڇپيل ڪتابن ۾ خزانہ اعظم ۾ اخلاقيات ۽ تمام گهڻو اسلامي تعليمات تي بحث ٿيل آهي. هي ڪتاب اٺن جلدن تي مشتمل آهي.(90)

مخدوم صاحب جي لاڙي ٻولي آهي، نظم جي سٽا پختي اٿس، گهڻو ڪري الف اشباع جو قافيو استعمال ڪيو اٿس. صحيح قافئي سان ڏگها بيت آندا اٿس. سندس ڪتابن مان ڪجهہ بيت نموني طور هيٺ ڏجن ٿا:

**ڪنزالعبرت مان:**

اهو منهنجي اکين جو تار، منجهہ دنيا،
۽ پڻ ميوو هوم دل جو وندر وجودا،
هيجان سانديون مون هنج ۾، صد پيارو پاٽا،
ڪوڏان نپايم جنهن کي، جهجهي سڪ منجها،
هوم آڳانڊو اکين سين، دلبر منجهہ دنيا.

**قمرالمنير مان:**

مون کي جيئڻ مشڪل ٿيو ڏاران دوستن،
نفسانيت نابود ڪي، منائي مڙن،
عادت ويئي احسان جي، منجهائي ماڙهن،
وڏا شڪ سڀ ڪي، سرهي شيطانن،
مهر محبت لڏيو هيج نہ مجهہ هنين.

**غزوات مان:**

تيلاه آهيون، اهڪ سهڪ ۾ سيئي هيڪاندا،
آخر ٿيندي تيهين، جيڪا رب رضا،
پسو پر اوچتي، ڄاري ٿي قضا،
دوس کهائي دشمنن هٿا، ڪرن ڪير پياءِ،
ڏئي بادشاهيون بيڪارن کي، اشراف ڪري اُيرا،
ڪونہ پروڙي ڪريم ڇوي، علم حڪمتا.

**خلفاءِ راشدين مان:**

هاڻ ڪريهون امام حسين جو ڪي مذڪور هن مٿان،
جو عابد زاهد متقي، اڪمل اطهرا،
سنهه سونهارو چار سو پنجين تاريخا،
مهيني شعبان جي، سکي ياد ڪجا،
تن ورهه چوٿون سو هئو ڪنان هجر تا.
انهن ڪتابن کان سواءِ پيا به ڪيترائي ڪتاب لکيائون.

**مخدوم آدم ﷫ نقشبندي:**

مخدوم آدم نقشبندي ڪلهوڙا زماني جو باڪمال نقشبندي بزرگ هو. پاڻ حضرت ايشان سرهندي جو مريد هو. سندس نسب سيدنا صديق اڪبر سان ملي ٿو. سندس وڏا يمن جا رهاڪو هئا. جتان ڪاٺياواڙ پهتا. اتان سندس خاندان مان ڪي بزرگ ٺٽي پهتا. جن مان يارهين صدي جي آخر ۾ ٻارهين صدي جي شروع جو هي بزرگ مخدوم آدم هڪ وڏو عالم ٿي اڀريو. "هن بزرگ جي بعيت جناب خواجه عروت الوثقيٰ محمد معصوم ولد نصرت امام ربانيٰ مجدد الف ثاني سان ٿيل آهي. خواجه محمد معصوم، مخدوم آدم جي اندروني ڪيفيتن کي سمجهي ارشاد فرمايو ته: اوهان اسان جي نينگرن کي تعليم ڏيندا رهو ته اسان اوهان جي اهل و عيال جو خود گذران جو بندوبست ڪندا رهنداسين." [91] ظاهري طرح خواجه صاحب ان مقصد لاءِ روڪيو پر اصل ۾ حضرت آدم کي نقشبنديه تعليم ڏيڻي هئي.

مخدوم آدم ظاهري تعليم جو وڏو عالم هو. پر ڪجهه وقت هتي ترسڻ ڪان پوءِ هن جي ارادت جو معاملو نيڪ ٿيندو ويو ۽ سلوڪ جو سبق وٺي ذڪر و فڪر ۾ لڳي ويا. اهڙي طرح پورا ست سال هت رهي سلوڪ جون منزلون طئي ڪيائين. جڏهن ڪماليت جي درجي تي قائم ٿيو. تڏهن خواجه صاحب مخدوم آدم کي خلافت جي خلعت ڍڪائي ٺٽي واپس روانو ڪيو ۽ چيو ته اتي خانقاهه قائم ڪري وچي نقشبندي طريقي جي تعليم ڏئي. مخدوم صاحب جڏهن واپس وطن پهتا ته چئني طرف ماڻهن جا هجوم ڪنا ٿي ويا. بلڪ ٺٽي شهر ۽ پسگردائي جا وڏا وڏا عالم به وٽن اچڻ لڳا ۽ فيض حاصل ڪرڻ لڳا. پاڻ پهريان بزرگ هئا، جنهن سنڌ ۾ امام رباني جي طريقي نقشبندي کي رواج ڏياريو. ان وقت مخدوم آدم نالي هڪ ٻيو وڏو بزرگ به هو. جنهن ڪري ان جي احترام ۾ مير علي شير قانع لکي ٿو ته: "هو پاڻ کي ادو سڏائڻ لڳو."

ان وقت جن جن بزرگن وٽانئن فيض حاصل ڪيو، تن مان شيخ ابراهيم لوهرائي، سيد فتح محمد، شيخ انيس مخدوم صابر ولهاري ۽ ٻين وڏن اوليائن پڻ ڪانئن فيض حاصل ڪيو. مخدوم صاحب جي وفات جو سال معلوم ٿي نہ سگهيو آهي. پر اهو معلوم ٿيو آهي تہ سندن وفات ٻارهين صدي جي اوائل ۾ ٿي، سندن مقبرو مڪلي ۾ عيدگاهہ جي اتر ڪان آهي.

## مخدوم ابوبڪر لاهري رحمة الله عليه:

ميان ابوبڪر ولد مخدوم ابراهيم نقشبندي عرف نالي چڱو. ٻارهين صديءَ هجري جي وچ وارو بزرگ ٿي گذريو آهي. پاڻ ڪرامتن جو مرڪز رهيو آهي.

"چون ٿا هڪ ڏينهن سندن مسجد ۾ هڪ مست اچي گهڙيو. جماعت کيس روڪڻ لڳي، مگر ميان ابوبڪر چيو تہ ڇڏي ڏيوس، جيڪو بہ مسجد ۾ لنگهي اچي تنهن کي روڪڻ نہ گهرجي، ان ڪلام ڪري فقير تي اهڙو توجهہ ٿيو جو مست فقير داناءُ بڻجي اتي ئي هميشہ مسجد ۾ ويهي رهيو."(92)

جڏهن ميان ابوبڪر وفات فرمائي تہ سندس جنازي مٿان عجيب شڪل ۽ عجيب نموني جي آوازن وارن پکين جو ايڏو ميڙ هلندو رهيو جو جيترا بہ ڪانڌي هئا، تن کي پکين جي ڇانو هئي. مڪلي جي قبرستان تائين اها ڇانو هلندي رهي، ايستائين جو جنازي دفن ڪرڻ تائين پکين جي ڇانو قائم هئي.

## محمد شريف راڻيپوري رحمة الله عليه:

پاڻ وقت جو وڏو عالم، محدث، صوفي ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. سندس هڪ نظم "ملن جي سنڌي" نالي مشهور آهي. سندس اهو نظم مخدوم عبدالرحيم مگرئي جي رسالن جي مجموعن ۾ گڏيل آهي. جنهن ڪري عام ماڻهن هن نظم کي محمد شريف بدران گروهڙي جي سنڌي ڪري سمجهندا آهن. انهن نظمن کي مولوي فقير محمد متعلوي جدا ڪتابي صورت ڏياري آهي. مولانا دين محمد ان کي ماهوار رسالي "توحيد" ۾ شايع ڪرايو. هن رسالي ۾ محمد شريف ڄاڻايو آهي تہ ملن قرآن ۽ حديث کي ڇڏي فقہ تي زور ڏنو آهي. هن بزرگ جو زمانو مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۽ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي جو هو. نموني طور ڪجهہ ڪلام جو حصو هيٺ ڏجي ٿو.

1. گهڻي خلق خدا جي، ملن منجهائي
2. ملو ڇئجي تن کي، جي وات پڙهن وائي

3. اندر نہ آهن اکيون، سمجھ نہ سيائي
4. سوريا وجن ورسيا، چڙيو سٽائي
5. مذهب محمد تاديو، ونن ٻي وائي
6. پرچاءِ آهن پاڻ، هڏ نہ هيڪڙائي
7. هڪڙا چون هڪڙي، ٻين ٻيائي
8. سچي ڪن نہ سيڪا، دکن ديائي
9. پڙهي چون نہ پڌري معنيٰ مڙائي
10. جيڪا پوين دل ۾ سٽائن ساوائي
11. چي مصلحت آهي، ان ۾ اڳيان ئي آهي.

## شيخ محمد ابوالمساڪين نتوي رحمة الله عليه:

مخدوم محمد جي ولادت کان اڳ ۾ سندس ڏاڏي بزرگ محمد آدم نقشبندي رح پنهنجي خليفي مخدوم ابوالقاسم نقشبندي کي فرمايو هو تہ: "منهنجي اولاد مان هڪ مرد پيدا ٿيندو، جنهن جو نالو آخري نبي جهڙو هوندو. پيغمبر خدا وانگر يتيم بہ هوندو ۽ اهو پنهنجي زمان جو قطب هوندو."

مخدوم صاحب جي اها ڳالهہ پوري ٿي، شيخ محمد ولد مخدوم اشرف ولد مخدوم آدم نقشبندي رح جي ولادت کانپوءِ سندس والد بزرگوار ستت ئي وفات فرمائي ويو. شيخ ابوالقاسم پنهنجي مرشد جي وصيت مطابق صاحبزادي کي پنهنجي تربيت ۽ پرورش ۾ ورتو ۽ وفات وقت پنهنجي امانت سندس حوالي ڪيائين ۽ پنهنجي نياڻي سان بہ شادي ڪرايائين.

ان کان پوءِ سندس ملاقات خواجہ محمد ذڪي مجددي (متوي 1143هہ) سان ٿي، جنهن جي پاڻ بعيت ڪيائون. خواجہ صاحب حج تان جڏهن سنڌ ۾ ٺٽي آيو تہ ابوالمساڪين کي پنهنجي پرسان ويهاري دلداري ڏيندي چيو تہ: "ويندي آءٌ توکي پاڻ سان ونئي ويندس." مگر واپس خواجہ محمد ذڪي سورت بندر کان اچي لٿا. اتان شيخ صاحب کي خط لکيائون تہ:

"الخير فيما صنع الله ما از پنجامي رويم تو بايد کہ خود را آنجا رساني."

يعني تہ جو ڪجھ الله تعاليٰ ڪيو تنهن ۾ خير آهي، اسان هُت وڃون ٿا، توکي گهرجي تہ اتي پاڻ کي پهچاءِ!

خواجہ صاحب خط پڙهندي سرهند شريف ڏانهن روانو ٿيو. خواجہ محمد ذڪي سرهند ۾ مٿانس تمام گهڻو توجھ ڪيو. نوازشون ڪيون ۽ سلسلي جي اجازت عطا ڪيائون. ان کان پوءِ ڪيس ارشاد ٿيو تہ دهلي ۾ وڃي خواجہ

محمد زبير ولد خواجه ابوالعلي مجددي بن خواجه حجت الله سان ملاقات ڪريو. خواجه محمد زبير ان وقت شاهجهان آباد ۾ نقشبندي طريقي جو رشد ارشاد جاري ڪندڙ هو. شهر جا امير و ڪبير ۽ شاهزادا به سندس خدمت ۾ ايندا رهندا هئا.

هڪ ڏينهن خواجه ابوالمساڪين،خواجه محمد زبير جي خدمت ۾ ويٺو هو ته ان وقت بادشاهه وقت جي سواري اچي ناقاهه وٽان لنگهي، ماڻهو سڀ سواري جي ڏسڻ لاءِ وڌيا، ڪي ڀتين ڪان بيهي ڏسڻ لڳا. خود خواجه صاحب به فرمايو جن دوستن کي ڏسڻ جو شوق هجي ڀلي وڃي ڏسن، پر خواجه ابوالمساڪين اتي جو اتي ويٺو هو. خواجه صاحب فرماين ته سنڌ وارن، بادشاهن جون سواريون ڪو نه ڏٺون آهن، جيڪڏهن توکي خواهش هجي ته ڀلي وڃي ڏس.

ابوالمساڪين جواب ڏنو ته آءُ جنهن بادشاهه وٽ آيو آهيان، ان جي خدمت ۾ ويٺو آهيان. ٻئي ڪنهن بادشاهه جي ڏسڻ جي آرزوئي ڪو نه رکان ٿو. شيخ ابوالمساڪين جو چوڻ آهي ته فقط ان جملي چوڻ تي مون تي ايتري ته رحمت وسي جو هوند ٻارنهن سال بندگي ڪريان ها ته به ايتري باطني ڪم جي ڪشادگي حاصل نه ٿئي ها. ان ڪان پوءِ خواجه محمد زبير مجددي وٽان خلافت جي خدمت ڊڪي ٺٽي ۾ آيا.

ٺٽي ۾ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سان سندس هميشه اٿٻٽ رهندي هئي. امام رباني جي مڪتوبات جو هڪ نسخو مخدوم صاحب پڙهڻ لاءِ گهريو هئن، جيڪو پاڻ هميشه لاءِ ڏئي ڇڏيائين. پاڻ نهايت گهڻا مهمان نواز هئا. شيخ صاحب جي مسڪينن سان گهڻي شفقت سبب عرب مسافر کيس ابوالمساڪين سڏيندا هئا. "آخري وقت ۾ پاڻ هميشه لاءِ مڪي شريف ۾ وڃي رهيا. جتي 1149هه ۾ پنهنجي مالڪ حقيقي سان وڃي مليا."[94]

**مير محمد عطا رحمة الله عليه ٺٽوي:**

پاڻ وڏي مان مرتبي جو مالڪ هو خوش اخلاق ۽ بامروت بزرگ هو. ان سان گڏوگڏ هڪ بهترين شاعر به هو. ٺٽي جي امير خاني ساداتن ۾ هڪ وڏي ممتاز مرتبي جو مالڪ هو. سيد محمد عطا پنهنجي والد ماجد کان ادب ۽ فضيلتون تمام گهڻي انداز ۾ سکيو. ڪيترن اميرن، بزرگن ۽ عالمن جي صحبت ۾ اٿيو ويٺو هو. ان ڪري هن تي انهن بزرگن جون ڪوڙ ساريون

عنايتون ٿيل هيون. هو خانداني طور شاعري ۾ بہ مهارت رکندو هو. نظم تمام سٺا لکندو هو.

چون ٿا تہ نوجواني ۾ عشق ڪيو هئائين، حياتان نالي هڪ عورت کي پنهنجي ساهہ جيان سمجهند هو. حياتان جي زندگي جڏهن ختم ٿي تہ پاڻ بہ زندگي کان بيزار ٿي پيو. سندس موت جي واقعي تي چيائين تہ: "هائي حياتم رفت" [95] هن جو حساب لڳايائون تہ حياتان جي وفات جو سال نڪري آيو. (1155هہ)

مير صاحب جي ڪلام جو نمونو هي آهي:

محو گشتم درخيال يار خوشي،
خود شده، آخر عطا غمخوار خوشي،

سندس مقبري جي پٿر تي وفات جي تاريخ هيٺين ريت آهي. نهم شهر رجب 1178هہ پاڻ شاهہ سائين جي وفات کان اٽڪل 13 سال پوءِ وفات ڪيائين.

## حوالا/ حاشيا


1. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو پهريون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 86، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
2. ڪتاب ساڳيو، صفحہ 87.
3. تذڪره مشاهير سنڌ ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 332، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
4. تاريخ و تذڪره بزرگان سنڌ، شفيع محمد عرف عبدالخالق هاشمي، صفحہ 123، اڪيڊمي المخاديم کهڙا سال 1997ع.
5. تذڪره مشاهير سنڌ ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 102، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
6. سنڌي ادب جي تاريخ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 73، ڪاٺياواڙ بڪ اسٽور لاڙڪاڻو سال 1993ع.
7. مقالات الشعراء، مير علي شير قانع، صفحہ 40، سنڌي ادبي بورڊ سال 1970ع.
8. تذڪره مشاهير سنڌ ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 263، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
9. تذڪره مشاهير سنڌ ڀاڱو ٻيو سال 1985ع.
10. شاهہ جو رسالو جلد پهريون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 9، شاهہ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي ڀٽ شاهہ، سال 1989ع.
11. ڪتاب ساڳيو صفحہ 9

12. تذڪره مشاهير سنڌ جلد ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحه 25، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
13. شاھ جو رسالو جلد ٽيون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحه 9، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي ڀٽ شاھ، ساال 1989ع.
14. نينهن جا نعرا، مرتب ڊاڪٽر نواز علي شوق، صفحه 2، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1992ع.
15. نينهن جانعرا، مرتب ڊاڪٽر نواز علي شوق، صفحه 21، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1992ع.
16. ڪتاب ساڳيو صفحه 20.
17. تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحه 289، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
18. ساڳيو صفحه 86.
19. ساڳيو جلد ٻيو صفحه 86.
20. تحفته الڪرام، مير علي شير قانع، صفحه 340، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1976ع.
21. تاريخ تذڪره بزرگان سنڌ، مخدوم الحاج شفيع محمد، صفحه 132، مڪتبه عزيز کهڙا، سال 1997ع.
22. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحه 172، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
23. سامي سفر هلڻا، مخدوم غوث محمد گوهر، صفحه 154، الڪبير اڪيڊمي ڪوٽڙي ڪبير، سال 1997ع.
24. تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحه 172، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1958ع.
25. ڪلهوڙا دور جلد ٻيو غلام رسول مهر، صفحه 85، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سال 1964ع.
26. ڪتاب ساڳيو صفحه 885
27. ڪتاب ساڳيو صفحه 886.
28. ڪتاب ساڳيو صفحه 886.
29. ڪتاب ساڳيو صفحه 887.
30. ميين شاھ عنايت جو ڪلام، تحقيق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحه 22، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال.....
31. سنڌي ادب جي تاريخ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحه 90، ڪائياواڙ بڪ اسٽور ڪراچي، سال 1993ع.
32. ڪتاب ساڳيو صفحه 92.
33. مين شاھ عنايت جو ڪلام، تحقيق ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحه 92، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال......

34. شاھ جو رسالو مرتب ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 54، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪزيت شاھ، سال 1985ع
35. لطيف ڊائجسٽ، ماهوار (مضمون)، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، شاھ عنايت رضوي ۽ شاھ لطيف، صفحہ 13، سال 1989ع
36. سنڌي ادب جو مختصر جائزو اڪبر لغاري، صفحہ 38، نيوفيلڊس حيدرآباد، سال 1999ع
37. ڪتاب ساڳيو صفحہ 38.
38. صوفياءِ سنڌ، پروفيسر معين، صفحہ 131، اڪيڊمي آف ايجوڪيشن نارٿ ناظم آباد ڪراچي، سال 1973ع
39. ڪتاب ساڳيو صفحہ 132.
40. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، قادري عبدالرسول، صفحہ 17، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1988ع
41. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 254، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
42. روزانہ اخبار مهراڻ، 7 جون 1968ع، مضمون نگار عبدالله
43. تحفتہ الڪرام، مير علي شير قانع، صفحہ 578، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1976ع
44. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٽيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 97، سنڌي ادبي بورڊ حيدرآباد، سال 1986ع
45. ڪتاب ساڳيو صفحہ 132.
46. ڪتاب ساڳيو صفحہ 132.
47. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 155، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
48. تاريخ و تذڪره بزرگان سنڌ، مخدوم الحاج شفيع محمد، صفحہ 85، درگاھ کهڙا، ضلعو خيرپور ميرس، سال 1997ع
49. سامي سفر هلندا، مخدوم غوث محمد گوهر، صفحہ 60، الڪبير اڪيڊمي، سال 1970ع
50. سنڌي ادب جي تاريخ، عبدالمجيد ميمڻ، صفحہ 72، ڪانياواڙ بڪ اسٽور، سال 1993ع
51. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو پهريون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 124، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
52. سنڌي ادب جي تاريخ، عبدالمجيد ميمڻ، صفحہ 103، ڪانياواڙ بڪ اسٽور ڪراچي
53. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 178، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1986ع
54. ڪتاب ساڳيو صفحہ 1.
55. تاريخ و تذڪره بزرگان سنڌ، مخدوم شفيع محمد، صفحہ 155، درگاھ المناديم کهڙا، سال 1947ع

56. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٽيون، صفحہ 2، مولانا دين محمد وفائي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1976ع.
57. تاريخ و تذڪره بزرگان سنڌ، مخدوم الحاج شفيع محمد، صفحہ 150، مخدوم عبدالرحمان شهيد اڪيڊمي درگاھ المخاديم کهڙا ضلع خيرپور ميرس، سال 1947ع.
58. تحفتہ الڪرام، مير علي شير قانع، صفحہ 471، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1976ع.
59. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1986ع.
60. قديم سنڌ، مرزا قليچ بيگ، صفحہ 400، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1966ع.
61. لواريءَ جا لال، ڊاڪٽر گربخشاڻي، صفحہ 43، ناشر انتظاميہ جماعت درگاھ لواري شريف، سال 1975ع.
62. ڪتاب ساڳيو صفحہ 50.
63. ڪتاب ساڳيو صفحہ 56.
64. ابيات سنڌي، خواجہ محمد زمان: مترجم ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو شاھ عبداللطيف ڀٽ شاھ ثقافتي مرڪز سال 1994ع.
65. تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 115، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
66. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 266، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
67. تحفتہ الڪرام، مير علي شير قانع، صفحہ 501، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1976ع.
68. ڪتاب ساڳيو صفحہ 418.
69. لطف اللطيف، مولانا دين محمد وفائي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1976ع.
70. تذڪره مشاهير سنڌ، ڀاڱو پهريون مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 175، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
71. تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 157، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1986ع.
72. ڪتاب ساڳيو صفحہ 156.
73. تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 157، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1986ع.
74. ساڳيو جلد پهريون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 114، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 2005ع.
75. ڪتاب ساڳيو صفحو ب.
76. رسالہ اويسيہ، مخدوم محمد معين ٺٽوي، ترجمو محمد عبدالمقيت شاڪر علي، صفحہ 13 زيب ادبي مرڪز حيدرآباد، سال 2002ع.

77. شاھ جو رسالو جلد پھريون، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 63، شاھ عبداللطيف ثقافتي مرڪز ڪاميٽي ڀٽ شاھ، سال 1989ع
78. تذڪرہ مشاھير سنڌ، ڀاڱو ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 155، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
79. سامي سفر ھلئا، غوث محمد گوھر، صفحہ 127، الڪبير اڪيڊمي ڪونڙي ڪبير، سال 1997ع
80. تذڪرہ مشاھير سنڌ، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 140، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
81. تذڪرہ مشاھير سنڌ، ڀاڱو ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 155، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
82. ڪتاب ساڳيو جلد پھريون، صفحہ 123.
83. ڪتاب ساڳيو ڀاڱو پھريون، صفحہ 88، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 2005ع
84. تذڪرہ مشاھير سنڌ، ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 267 سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
85. تحفتہ الڪرام، مير علي شير قانع، صفحہ 201، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
86. تذڪرہ مشاھير سنڌ، ڀاڱو ٻيو مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 271، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
87. ڪتاب ساڳيو صفحہ 272.
88. سنڌو ماٿري ۾ وسندڙ قومون، صفحہ 8، برٽن، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1993ع
89. قدم ڪاپڙين جا، امداد علي سرائي، صفحہ 130، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1987ع
90. سنڌي ادب جي تاريخ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 86، ڪانيا واڙ بڪ اسٽور ڪراچي، سال 1993ع
91. تذڪرہ مشاھير سنڌ، جلد ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 99 سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
92. ڪتاب ساڳيو صفحہ 157.
93. سنڌي ادب جي تاريخ، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 85، ڪانيا واڙ بڪ اسٽور ڪراچي، سال 1993ع
94. تذڪرہ مشاھير سنڌ، ڀاڱو ٽيون، مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 107، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
95. تذڪرہ مشاھير سنڌ، ڀاڱو ٻيو صفحہ 230، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1957ع

باب ٽيون

# تصوف جي تشريح

## (الف) تصوف جي معنيٰ ۽ ان متعلق مختلف عالمن جا رايا

تصوف بابت مختلف عالمن جا ڪيترائي رايا آهن. لفظ صوفي جي مادي يا اشتقاق تي اهل دانش جو وڏو اختلاف رهيو آهي، تصوف جي تحقيق بابت مطالعو ڪندي ڪوڙ سارا نقطا آڏو اچن ٿا. جن بابت ڪيترائي ڪتاب لکيا ويا آهن. تصوف ڪهڙي لفظ مان نڪتو آهي؟ ان بابت عالمن جا ڪي رايا هيٺ ڏجن ٿا:

صفا: دل جي صفائي ۽ پاڪيزگي.

اهل صُفہ: حضور ﷺ جن جي زماني ۾ ڪجهه بزرگ مسجد نبوي ۾ هر وقت عبادت ڪندا رهندا هئا.

صَف: اهي ماڻهو جي نماز ۾ پهرين صف ۾ ويهڻ جي ڪوشش ڪندا هئا.

صفوت الصفا: (گدي جي وارن کي چوندا هئا.)

صوفہ: هڪ قديم قبيلي جو نالو جي ڪعبي جي خدمت ڪندا هئا.

ٿيوسوفيا: يوناني لفظ، جنهن جي معنيٰ حڪمت عملي آهي.

صوفانہ: هڪ قسم جو ٻوٽو آهي.

صوف: پشم يا اُنَ.

اهڙي طرح هر هڪ عالم، محقق ۽ بزرگ جون لفظ تصوف ۽ صوفي بابت مختلف وضاحتون آهن. گهري مطالعي مان ڄاڻ پئي ٿي تہ لفظ ”صفا“ غور ڪرڻ جي لائق آهي. ”صفا“ جي معنيٰ صفائي آهي ۽ صفائي جو ضد ڪدورت آهي. حضور ﷺ جن فرمايو آهي تہ ”ذهب صفوالدينا ويقي ڪدرها“ (دنيا مان صفائي هلي وئي ۽ ڪدور ت وڃي باقي بچي آهي.) شين جي سٺي حصي کي صفا ۽ خراب حصي کي ڪدورت سڏيندا آهن. صفا، ڪدر جو ضد آهي، ڪدر (ميراڻ) انساني صفتن ۾ شامل آهي. صحيح معنيٰ ۾ سچو صوفي اهو آهي، جو ڪدر کي ڇڏي ڏئي. ڪامل ولي تحقيق ڪندڙ عارف صوفي جي نالي سڏبا آهن.[1] مسلمانن جي ٻن اهم فرقن اهل سنت ۽ اهل تشيع ۾ ٿورو فرق آهي.

اهل سنت صوفي ۽ شيعہ انهيءَ ٽولي کي عارف سڏيندا آهن. مطلب تہ صفا ولادت جي منزل آهي. تصوف صفا جي اهڙي ڳالهہ آهي، جنهن ۾ ڪا شڪايت ناهي، صفا جي معنيٰ روشن ۽ ظاهر آهي.

صفا وارا صوفي ٽن ٽولن ۾ ورهائي سگهجن ٿا. هڪڙا صوفي، ٻيا متصوف ۽ ٽيان مستصوف. حضرت علي هجويريءَ رحمة الله عليه جي مشهور ڪتاب ”ڪشف المحجوب“ جي حوالي سان پنهنجي ڪتاب ”تصوف هماري نظر مين“ محمد حسن صفدر مٿئين ٽن ٽولن جي حوالي سان لکيو آهي تہ:

صوفي اهو آهي، جيڪو پاڻ کي فنا ڪري حق سان ملي وڃي ۽ نفس جون خواهشون ماري حقيقت سان گڏجي مڪمل سلوڪ جي درجي تائين پهچي وڃي، يعني هن کي خدا جو عرفان حاصل ٿي وڃي.

متصوف اهو آهي، جنهن مڪمل سلوڪ جو ماڳ حاصل نہ ڪيو هجي، بلڪ محنت ۽ مجاهدي سان انهيءَ منزل حاصل ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ تصوف بابت وڏا وڏا ڪتاب پڙهي، تصوف جي منزلن ۽ مقامي ماڻهن جي ڄاڻ ٿي وڃيس، فقط ڪتاب جو علم رکندو هجي، پر صوفين جي زندگي کي سامهون رکي پاڻ کي نيڪ بڻائڻ ۾ مشغول رهي.

مستصوف: اهو آهي جنهن عملي طور سلوڪ طئہ نہ ڪيو هجي نہ ئي وري ڪو تصوف تي عملي ڪتاب پڙهيو هجيس، فقط فقيرن وانگر شڪل ٺاهي دنيا جي شان شوڪت ۽ دولت هٿ ڪرڻ لاءِ پاڻ کي صوفين وانگر بنائي، مگر ڪيس صوفين جي ڪنهن منزل جي ڄاڻ نہ هجي. اهڙن هٿرادو صوفين لاءِ عارفن جو قول آهي. ”المستصوف عندالصوفيہ ڪالذباب وعند غيرهم ڪالذباب“ (هٿرادو صوفي مک وانگر آهي، جيڪا منهن مٿو پٽيندي رهي ٿي ۽ نفساني خواهشن لاءِ ذليل و خوار ٿئي ٿي.)

اصل ۾ صوفي وصل (ميلاپ) جو صاحب، متصوف احوال جو صاحب ۽ مستصوف فضول جو صاحب آهي. جنهن ماڻهو جي حصي ۾ خدا جو وصل اچي ٿو اهو مراد حاصل ٿيڻ تي ٻئي ڪنهن ڏانهن بہ ڌيان نٿو ڏئي، جنهن ماڻهو جي قسمت ۾ اصول نظر اچي ٿو اهو طريقت جي راهہ تي قائم رهي ٿو ۽ پاڻ کي طريقت جي ڳالهين تي قائم رکي ٿو جيڪو ماڻهو فضول جو صاحب بڻجي ٿو اهو سيني ڳالهين کان محروم رهي ٿو. پاڻ کي ريتن ۽ رسمن جي منزل تي رکي ٿو ان ڪري سيني اڳيان شرمسار رهي ٿو ۽ سندس اڳين پردو اچي وڃي ٿو.[2]

اهڙي طرح تصوف جي وسيع مطلب تي جڏهن ڌيان ڏيندا سين تہ فڪري طرح جدا جدا وقت مطابق صوفي بزرگن، عالمن تصوف بابت الڳ

الڳ رايا ڏنا آهن. هر مڪ بزرگ پنهنجي پنهنجي مشاهدي جي تصوير پيش ڪئي آهي. ڪن بزرگن جي خيال موجب تصوف نہ عام آهي، نہ وڏن جي رسم جو نالو بلڪ اولياءَ الله جي برگزيده اخلاقن ۾ سندن زندگيءَ جي طريقي جو نالو آهي. ڪن جو خيال آهي تہ تصوف جا مالڪ اهي آهن، جيڪي نفس جي چنبي مان آزادي ماڻين ٿا ۽ هو خلق جي نظرن ۾ فاني ٿي خالق وٽ وڃي بقا حاصل ڪن ٿا. ڪي وري شريعت ۡجي روح کي تصوف ڪوٺين ٿا ۽ ڪي نفس کي مارڻ ۽ اندر اجارڻ جي معنيٰ کي صوفي سڏين ٿا. مطلب تہ علم ۽ مستي جي فرق ڪري تصوف جا مختلف تعبير ٿيندا رهيا آهن، پر جيڪڏهن انهن تاويلن کي پاسي ڪري حقيقت تي غور ڪبو تہ تصوف جو ماحصل ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور سمجهہ ۾ اچي ويندو. انسان پنهنجي خداداد قوتن کان ڪم وٺي پنهنجي دل کي حقيقت جو آئينو بڻائي ۽ ظاهر کان اڳيرو هلي باطن جو راز بنجي سگهي ٿو. اهو تڏهن ٿي سگهي ٿو جڏهن ڪيس نفس کي سمجهڻ جو موقعو ملندو. انهيءَ نفس تي ضابطي ڪانپوءِ جمال ذات ۽ ڪمال صفات جو مشاهدو ماڻيندو. هن پار جو پانڌيڙو تصوف جو ڏٽي تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن مقصد جي تلاش ۾ فڪر جي اٿاهہ سمنڊ جي غواصي شروع ڪندو. سندس پهرين تن جي تُسي ۽ زهد جي منزل آهي. الله پاڪ جو فرمان آهي تہ "اَلَذِيْن جَاهَدَوْ فعنا لنهدينهم سُبلنا" يعني جي اسان لاءِ تڪليفون سهن ٿا ۽ مجاهدا ڪن ٿا، اسان انهن کي نين نين راهن تي وٺي وڃون ٿا." [3]

تصوف بابت جڏهن مهد بن علي القصاب کان سوال ڪيو ويو تہ تصوف ڇا آهي؟ تہ وراڻيائين تہ: "تصوف ان ڪريمانہ اخلاق جو نالو آهي، جو ڪنهن ڪريم زماني ۾ ڪنهن ڪريم شخص کان شريف ماڻهن جي آڏو ٿيو هجي. (پاڻ حضرت جنيد جو استاد هو.)

حضرت جنيد کان تصوف بابت پڇيو ويو تہ وراڻيائين تہ: "تصوف اهو آهي، جو الله پاڪ وٽ ڪنهن بغير تعلق جي رهي." حضرت سمنون رحمة الله عليه تصوف بابت فرمايو تہ: "نہ ڪو ڪنهن چيز جو مالڪ هجين نہ ڪا چيز تنهنجي مالڪ هجي." ابو محمد جريري رحمة الله عليه کان تصوف بابت سوال ڪيو ويو تہ پاڻ فرمايائين تہ: "تصوف نالو آهي هر قسم جي بلند اخلاق جي اندر داخل ٿيڻ جو ۽ هر قسم جي بداخلاقي جي ٻاهر ڪيڻ جو." عمر بن عثمان مڪيءَ فرمايو تہ: بندو هر گهڙي اهڙي عمل ۾ مصروف رهي ٿو جو ان لمحي لاءِ زياده مناسب هجي." [4] حضرت ابوالحسن نوري تصوف بابت فرمائي ٿو: "التصوف ترک کل حظ النفس" تصوف نفس جي هر مزي کان هٽ ڪٽڻ جو

نالو آهي. تصوف لاءِ وڏيڪ فرمائي ٿو تہ ”لَيس التصوف رسُوما ولا علوماً ولاکنه اخلاق“ يعني تصوف رسمن ۽ علمن جو نالو نہ آهي، پر اخلاق آهي.“ تصوف جيڪڏهن رسمن ۾ داخل هجي ها تہ محنت سان ملي وڃي ها. جيڪڏهن علمن جو حصو هجي ها تہ تعليم سان گڏ حاصل ٿي سگهي ها. حقيقت ۾ تصوف اخلاقي رويو آهي، جو هڪ سٺي انسان جو انسان سان هئڻ گهرجي. تصوف بابت ڪنهن بزرگ کان ڪنهن سوال ڪيو تہ ”تون گوڏڙي ڇو نہ ٿو پائين؟“ هن وراڻيو تہ ”اهو فريب آهي، جو صوفين جي پوشاڪ پائجي ۽ تصوف جو بار کڻڻ جي همٿ نہ هجي. وري سوال ڪيائين تہ ”تون ڀلا نيرو لباس ڇو ٿو پائين؟“ وراڻيائينس، ”اسان جو آخري پيغمبر ٽي شيون ڇڏي ويو آهي. هڪ درويشي، ٻيو علم ۽ ٽيون تلوار. تلوار طاقت وارن کي هٿ آئي، هنن ان جو غلط استعمال ڪيو. علم عالمن کي مليو. هنن ان کي پڙهڻ ۽ پڙهائڻ تائين محدود رکيو. درويشي کي درويشن سنڀاليو ۽ ان کي دولت ميڙڻ جو وسيلو بڻايو. مون انهن ٽنهي قسمن جي ماڻهن جي ڏک ۾ نيرو لباس پاتو آهي.“ (6)

اصل ۾ تصوف خالص اسلامي فڪر مان ڦٽي نڪتل هڪ بي مثال خوبصورت ڦل ڏيندڙ وڻ آهي. جنهن بابت ڪيترن ئي مشرق ۽ مغرب جي عالمن لکيو آهي، ڪيترن جو خيال آهي تہ تصوف يوناني فلسفي جي زير اثر پيدا ٿيو آهي. مغربي مفڪر تصوف کي ويدانت سان ملائيندا آهن. ڪجهہ پڌمت جي ويجهو تصوف کي سمجهندا آهن. لڳندو ايئن آهي تہ ڪجهہ مفڪر انهيءَ ڳالهہ تي اصرار ڪندا آهن تہ تصوف جو ڏاتو غيراسلامي قرار ڏنو وڃي. ايئن برابر آهي تہ ٻن تحريڪن جا ڪجهہ اصول هڪجهڙا هجن، مگر هڪجهڙائي جي ڪري هڪ تحريڪ کي ٻي تحريڪ مان نڪتل نہ سمجهيو وڃي. اهو بہ ٿي سگهي ٿو تہ انهن تحريڪن جي شروعات هڪ جهڙين ئي حالتن ۽ سببن جي ڪري هجي.

اهوئي سبب آهي تہ تصوف جي خيالن جهڙا اظهار هر ملڪ، هر زبان ۽ هر مذهب ۾ ٿيا هجن. شايد ان جو سبب اهو بہ هجي تہ انسان جو ظاهر کان هٽي باطن جي طرف ڌيان ڏيڻ هجي، مگر جهڙي طرح اسلام سان تصوف جو تعلق آهي ۽ صوفي پنهنجي عقيدي جو بنياد فقط قرآن پاڪ کي بڻائيندا آهن. قرآن پاڪ جي تشريح جيڪا تصوف پيش ڪئي آهي، اها عقليت جي نشاندهي ڪري ٿي. تصوف ۾ وسعت آهي، هن جو رخ ڪائنات ڏانهن آهي، هن جو لهجو آفاقي آهي. صوفي خدمت خلق کي بہ اخلاقي معيار

ٻڌائيندا آهن. بني نوع انسان جي خدمت جي بغير صوفي جو ايمان نامڪمل آهي ۽ اخلاقي زندگي انقلابي جذبن کان بغير بلڪل بي معنيٰ آهي. بقول شيخ حميدالدين صوفي جي تہ "طلب اها نہ هئڻ گهرجي تہ حق سبحان کي ڳوليو بلڪ طلب اها هئڻ گهرجي تہ پنهنجي ذات مان انا ختم ڪريو."[7]

حضرت نظام الدين اولياءَ جا هي لفظ تصوف جي تعريف لاءِ مڪمل نہ آهن تہ: "ڪرامتون تصوف جي سلسلي ۾ ڪا بہ اهميت نٿيون رکن." حقيقت ۾ تصوف اخلاقي زندگي جو هڪ نظام ۽ نظام ڪائنات جي هڪ مڪمل توجيهہ پيش ڪري ٿو. تصوف جو ڪشف و ڪرامتن سان ڪو واسطو ناهي.[8] حقيقي تصوف مذهب جو روح، اخلاق جي جان ۽ ايمان جو ڪمال آهي، هن جو بنياد شريعت آهي. شيخ حميدالدين هڪ هنڌ فرمايو آهي تہ: "جو شخص آئيني ۾ پنهنجي تصوير ڏسڻ چاهيندو آهي، اهو پهريون آئيني کي صاف ڪندو آهي، اگر ان کي صاف نہ ڪندو تہ تصوير ڏنڌلي نظر ايندس، اهڙي طرح طالب حق جي سلسلي ۾ جو شخص پنهنجي قلب ۽ چهري کي بشري اوصاف کان صاف نٿو ڪري اهو ڇڻ مشڪلاتن کي ڳولهي لهي ٿو." روحاني ترقي لاءِ شريعت جي وات تي هلڻ لازمي آهي، حقيقي تصوف جو بنياد شريعت آهي ۽ ان جو سرچشمو قرآن و حديث آهي. بقول حضرت خواجہ جنيد بغداديؒ "هي صوفياڻو رستو تہ اهو حاصل ڪري سگهندو، جنهن جي ساڄي هٿ تي قرآن شريف ۽ کاٻي هٿ تي سنت نبوي هوندي، جيڪو ٻنهي ڏيئن جي روشني ۾ رستو ڳوليندو، اهو نہ ڪڏ ۾ ڪرندو نہ ئي بدعتن جي اونداهي ۾ ڦاسندو." مگر صوفين تي سڀ کان وڏو اهو الزام آهي تہ هو الله جي ڪتاب ۽ سنت کان بي پرواهہ هوندا آهن. جنهن شخص جي زندگي شريعت ۽ سنت جي برخلاف هجي، ان کي صوفين جي طبقي ۾ شمار ئي نہ ڪرڻ گهرجي. ڪجهہ ماڻهن کي وري بہ بي علمي جي ڪري اها غلط فهمي آهي تہ تصوف جهل جو مسلڪ آهي ۽ صوفي علم و دين کان ناواقف هئا. جڏهن تہ صوفين سڄو زور علم تي ئي ڏنو آهي. حضرت بابا فريد شڪر گنجؒ فرمايو آهي تہ "جاهل پير شيطان جهڙو هوندو آهي." ان ڪري تصوف شريعت و طريقت ٻنهي تي زور ڏئي ٿو تہ جيئن دنيا پرستي کي سڃاڻي سگهجي. تصوف بابت شيخ الاسلام ابو يحيٰ زڪريا انصاري شافعي رسالہ قشيريہ ۾ لکيو آهي تہ: "تصوف اهو علم آهي، جنهن جي سعادت ابدي جي حصول خاطر تزڪيہ نفس، تصفيہ اخلاق ۽ تعمير ظاهر و باطن جي حالتن جو علم حاصل ٿئي."[9] اهو سڀ ڪجهہ تڏهن حاصل ٿيندو جڏهن انسان

پنهنجي نفس تي ضابطو رکي شريعت جي حڪمن جي پيروي ڪندو. حضرت مجدد الف ثاني جو "تصوف" بابت قول آهي ته: "نفس اماره کان نجات ئي صوفي جو مقصد هئڻ گهرجي." [10] صوفياءِ ڪرام ڪنهن به شخص کي پلي هو ڪيترو به وڏو ماڻهو هجي، شريعت جي پابندي کان آجو نه ڪيو آهي. اهو ئي اسلام آهي، تصوف اسلام جو روح ۽ صحابه ڪرام جو معمول رهيو آهي، انهن تمام ڳالهين مان ڄاڻ پئي ٿي ته تصوف ۾ شريعت کان انڪار جي ڪا به گنجائش ڪونهي.

## (ب) تصوف جي ابتدا ۽ قسم

اسلام کان اڳ تصوف بابت چيو وڃي ٿو ته پهرين هي فارس ۾ پيدا ٿيو. زرتشتي عقيدا سڄي دنيا ۾ ڦهلجي ويا. هڪ طرف مصر ۽ شام کان يونان ۽ ٻئي طرف چين ۽ هندستان ۾ داخل ٿيا. پر يقين سان ٿو چئي سگهجي ته تصوف جو بنيادي ماخذ ڪٿان آيو. يعني تصوف بابت واضح ڪا راءِ نٿي ڏئي سگهجي. هتي مختصر طور يوناني، چيني، عيسائي ۽ يهودي پوءِ اسلامي تصوف جي تفصيلي وضاحت ڪئي وڃي ٿي.

"يهودين ۽ عيسائين ۾ ختم نبوت جو عقيدو ڪو نه هو. هُو هڪ اچڻ واري جي انتظار ۾ رهندا هئا. اهي اچڻ وارا سنئون سڌو خدا وٽان علم حاصل ڪندا هئا. "بائبل جي عهدنامن عتيق ۾ ڪجهه انهن هستين جا نالا ملن ٿا، جن کي قرآن پاڪ تحريري طور انبياءِ چئي پڪاري ٿو مثلن حضرت نوح ع، حضرت موسيٰ ع ۽ حضرت دائود ع وغيره انهن کان سواءِ ٻيون به ڪيتريون ئي هستيون هيون، جن کي يهودي نبي ڪري سڏيندا هئا. مثلن نحمياهه، يرمياهه، حرقيل ۽ يوناه وغيره. اصل ۾ اهي يهودين جون مجيل هستيون هيون، جيڪي پيشنگوئيون ڪندا هئا ۽ عورتن کي انهن جي قسمت جو حال ٻڌائيندا هئا. هنن جو عقيدو هو ته هنن کي خدا جي طرفان سنئون سڌو علم حاصل ٿيندو آهي. اڳتي هلي هن علم هڪ خاص اصطلاح حاصل ڪيو جنهن کي باطني علم يا تصوف سڏيو ويو." [11]

### يوناني تصوف:

"يونان ۾ صوفياڻي تصور جو آغاز هڪ شخص آرميئس کان شروع ٿئي ٿو ان وقت مغربي آيشيا ۾ سامي فڪر ۽ زرتشتي عقيدا جام هئا. جن آهستي آهستي عمومي رسمن جي شروعات ڪئي. فلسفي جي فڪر رکندڙ عقليت

پسندن کي انهن رسمن بيزار ڪري ڇڏيو انهن هڪ طرف خير ۽ شر جي پائدار اقدار جي تلاش شروع ڪئي، ٻئي طرف شر کان محفوظ رهڻ جي طريقن کي تلاش ڪرڻ شروع ڪيو انهيءَ ماحول ۾ آرميئس جي باطني رسمن جنم ورتو. انهيءَ زهد کي بنياد قرار ڏئي ذاتي تجربي ۽ ان جي فڪري توجيهن جي شروعات ڪئي. هن تاريخ ۾ پهريون دفعو خانقاهه جو بنياد رکيو يوناني دور جي تصوف ۾ هي عقيدو پيدا ٿيو ته: "روح جسم جي بندشن ۽ مادي حدن کان آزاد ٿي وڃي ته هن جي طاقت ۾ تمام گهڻو واڌارو ٿيندو." انهيءَ فڪر تصوف رهبانيت جي شروعات ڪئي. آرميئس کان پوءِ يوناني شاعر پنڊورا اسان جي سامهون اچي ٿو ان جنت جو تصور پيش ڪيو جنهن کان فيثاغورث، سقراط، افلاطون بيحد متاثر ٿيا. فيثا غورث صوفيانه رسمن ۽ روح کي بيحد اهميت ڏني. آرميئس جي نزديڪ نجات لاءِ مجاهدو ۽ رياضت ڪافي هئي، جنهن ۾ فنا يا قرب الاهي جو مقام ويجهو اچي ٿو. فيثا غورث وري انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ جذبات کي ختم ڪرڻ لاءِ چيو ۽ اسان کي پلاٽي، عروج ۽ ارتقا جو هڪ ذريعو سمجهي. هن جي فلسفي مطابق خدا، روح ۽ جسم ٽي مختلف چيزون آهن، خدا روح کي جو خبر مطلق هو جسم ۾ داخل ڪري ڇڏيو. روح کي شر، جسماني جذباتي ۽ خواهشن تي قبضو ڪرڻ ئي روح جو معراج آهي، انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ زهد عبادتون ۽ صوفياٽين رسمن کي رواج ڏنو ويو.

فيثا غورث کان پوءِ يونان جو وڏو فلاسفر فلاطينوس هو هن جي آڏو خدا هر شيءِ کان ماورا آهي، هن جي ويجهو ٻه جهان آهن، هڪ محسوسات جو ٻيو معقولات جو. روح محسوسات جي دنيا سان واسطو رکي ٿو ۽ انسان جي بلندي فقط روح سان ئي واسطو رکي ٿي، هن فلسفي جو اثر عيسائي، يهودي ۽ اسلامي تصوف ۾ گهڻو ملي ٿو.

## يهودي تصوف:

يهوديدين وٽ ظاهري رسم جي پابندي تي زور ڏنل آهي، يوناني اثرن جي ڪري يهودين وٽ به تصوف جنم ورتو جنهن جو بهترين نمائندو حڪيم فيلو هو. هن مذهب ۽ فلسفي ٻنهي جو مطالعو ڪيو انهيءَ ۾ مطابقت پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. عام طور تي يهودي تصوف ۾ خدا خالق ۽ خدا مطلق جا جدا جدا وجود ملن ٿا. خداءِ خالق انهن وٽ رات جو ضد آهي، پر حقيقي خدا ان کان هڪ الڳ هستي آهي، جو انسانن جي عقل کان ماورا

آهي. انهن خداءِ خالق کي حقيقي خدا جو مشاهدو قرار ڏنو. اهڙي طرح هنن جو تصوف جو مشاهدو عرش تائين محدود رهيو.

## عيسائي تصوف:

هن تصوف جو بنياد بابلي ۽ مصري باطنيت ۾ محفوظ آهي. بابلي صوفين وٽ ڪائنيات جا سڀ واقعا نہ فطرت جا قانون آهن ۽ نہ وري انساني ارادن مان ظاهر ٿين ٿا. پر اهي ديوتائن جي فيصلن جو نتيجو آهن. هي ديومالائي فيصلا باطني اسرار آهن. جيڪي انسان هڪ خاص عمل سان حاصل ڪندا آهن. انهيءَ حوالي سان بابل ۾ صوفيانہ حلقا قائم ٿيا. اهي ئي چيزون يونان ۾ ديومالائي صورتون اختيار ڪري ويون. بابل ۽ مصر ۾ اهڙيون ڳالهيون نجوم ۽ ٻين خرافات جي صورت اختيار ڪري ويون. ايران، جواهران ۽ يزدان جي ڪشمڪش وارو فلسفو بابل ۾ اچي پهتو. هت حرمين جون لکتون پراڻين صوفي تحريڪن ۾ اهم مقام رکن ٿيون. "هرميس" ۽ "فيلو" جو همعصر هو. هن جي نظر ۾ انسان فطري طور تي لافاني ۽ ابدي وجود آهي، جڏهن تہ انسان مادي دنيا جي چڪر ۾ ڦاسي پيو آهي، ان ڪري هن جي ابديت ختم ٿي وئي آهي ۽ موت جو شڪار ٿي ويو آهي. جنسي عمل ۾ توالد ۽ تناسل ئي هوط آدم جو باعث آهي، هن کان بچڻ جو فقط هڪ ئي رستو آهي تہ انساني مادو ۽ جسماني تقاضا پوري طرح ختم ڪري ڇڏي ۽ انهن تي ڪنٽرول ڪري. "هرميس" جي نزديڪ اهو انسان جو عمل خدا کي پسند آهي، موت هن کي ڪڏهن بہ نہ ايندو، هي عمل علم آهي، جو پنهنجي نفس جو عرفان آهي. هي عرفان تقويٰ مان حاصل ٿي سگهي ٿو. هن جي حوالي سان ڪائنات خدا ۽ انسان جي وچ ۾ هڪ واسطي جي حيثيت آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪائنات خدا جي تشبيهہ جو عڪس آهي ۽ انسان هن ڪائنات جي پيدائش آهي، انسان هن وسيلي کان سواءِ خدا کي سڃاڻي نہ سگهندو. هي تصور بعد ۾ عيسائين پنهنجو ڪيو ۽ انهن ڪائنات کي مسيح جي وسيلي نجات قرا رڏنو. اهڙي طرح عيسائي حضرت عيسيٰ ع جي مسيح جي لقب سان ڪيترائي صوفي سندس چوڌاري گڏ ٿي ويا. حضرت عيسيٰ ع جي انهيءَ جملي تہ "آسماني بادشاهت توهان جي اندر ۾ آهي، جو پنهنجي پاڻ کي سڃاڻندو اهو بادشاهت حاصل ڪري وٺندو." انهيءَ جملي کان پوءِ عيسائين جي تصوف جي شروعات ٿئي ٿي. هن جي تصوف جو بنيادي شرط اهو آهي تہ

بغير ڪنهن واسطي جي خدا سان تعلق ڪو به نٿو رکي سگهي، اهو واسطو صرف مسيح آهي.

عيسائي تصوف جو باني پولوس هو. هن پنهنجي مشاهدن ڪان پوءِ پنهنجي تعليم جي تبليغ ڪرڻ شروع ڪئي. حضرت عيسىٰ بابت هن جو تصور يوناني فڪر ۽ يهودي مشرڪانه مذهبن جي تصور جو ميلاپ هو. هن جي نزديڪ حضرت عيسىٰ ع هڪ روحاني وجود هو جو دلين جي رازن ڪان واقف هوندو هو. هو انسانن لاءِ پوڄا جي لائق هو. هو انهيءَ لائق هو جو ماڻهن جي مٿان فضل جي بارش ڪري. پولوس ڪان پوءِ ٻي اهم شخصيت ڪليمنٽ هو. هي يوناني فلسفي ۽ تمام قديم ۽ جديد مذهبن ڪان پوري طرح آشنا هو. هن جي آڏو خدا جو تصور بلڪل سلبي هو. جنهن ۾ فلاطينوس جو اثر گهڻو هو خدا تائين پهچڻ لاءِ هو ٽي منزلون ٻڌائي ٿو. پهرين منزل طهارت، جنهن ۾ انسان پاڻ کي نفساني خواهشن ڪان آزاد ڪري ڇڏي ٿو. ٻي منزل منطقي آهي جو عقلي علم آهي، جنهن ۾ انسان مادي شين کي هن جي صفتن ڪان الڳ ڪري ٿو. ٽي منزل ۾ مسيح جي وسيع ذات ۾ داخل ٿيڻ آهي، جنهن مان اها ڄاڻ نٿي پئي ته خدا ڇا آهي، اسان فقط ايترو سمجهي سگهنداسين ته هو ڇا نه آهي؟ هي علم سلبي آهي، اثباتي نه آهي.

"عيسائي تصوف جي ٻي اهم شخصيت آگسٽائن آهي. هن عيسائيت، مانويت، فلسفه، سائنس ۽ ٻين علمن جو گهرو مطالعو ڪيو. هن اعلان ڪيو ته انسان فطري طور تي گنهگار آهي ۽ نيڪي بدي اختيار ڪرڻ جي قوت رکي ٿو نفساني خواهشون شرانگيز آهن، ڪير به اهي پوريون ڪري ٿو ته گنهگار ٿئي ٿو. اهڙي طرح عيسائيت ۾ قنوطيت ۽ رهبانيت جنم ورتو. آگسٽائن جي نزديڪ جذب ۽ مشاهدي جو رستو انساني زندگي جو بهترين ۽ بلند ترين مقصد آهي."[12]

## اسلامي تصوف:

اسلام جي ابتدائي دؤر ۾ لفظ تصوف جو ڪٿي به نالو نشان ڪو نه ٿو ملي، عام مسلمان حضور ﷺ جن ۽ سندن يارن سڳورن جي زندگيءَ ۾ انهيءَ نالي يعني تصوف ڪان اڻڄاڻ هئا. جڏهن ته تصوف ۾ "ٻڌمت، ويدانت، عيسائيت ۽ نوافلاطونيت جا تصورات به انهيءَ ۾ گڏجي ويا. ان هوندي به هن چوڻ ڪان نٿو رهي سگهجي ته تصوف قرآن ۽ سنت جي روحاني ۽ مخف

معنائن جي قدرتي ارتقا آهي. اها تصوف جي خوشبوءِ حضور ﷺ جن جي اسلامي تبليغ ۾ موجود هئي.

پيغمبر اسلام دنيا کي اخوت، مساوات ۽ عدل جي تعليم ڏيڻ لاءِ هن دنيا لاءِ سياسي ۽ مذهبي نظام پيش ڪيو اهو انسانيت جو مڪمل قانون هو. عربستان جا ماڻهو ۽ سڄي دنيا جا مظلوم انسان اسلام جي جهنڊي هيٺ متحد ٿي ويا. حجته الوداع جي وقت سرڪار دوعالم جيڪو خطبو ڏنو هو ان ۾ سياست ۽ مذهب جا بنيادي اصول فرمايا هئا:

"اي انسانو! توجهه سان ٻڌو ۽ ياد رکو. شايد اڳتي مون کي توهان سان ملڻ جو موقعو نه ملي سگهي، جاهليت جا سڀ دستور منهنجي پيرن هيٺان آهن، جهڙي طرح توهان هن مهيني هن ڏينهن جي عزت ڪيو ٿا، تهڙي طرح هڪ مسلمان جو خون ٻئي مسلمان تي حرام آهي. رب پاڪ توهان کان هر ڪم جو حساب وٺندو. ڏسو مون کان پوءِ گمراهه نه ٿجو. جهڙي طرح توهان جا حق عورتن تي آهن، اهڙي طرح عورتن جا حق توهان تي آهن، انهن سان نرمي سان پيش اچجو. الله کان ڊڄي انهن جي حقن جو خيال رکجو. غلامن سان نيڪ سلوڪ رکجو جو خود کائو ۽ پهريون، اهو انهن کان کارائجو ۽ پهرائجو. انهن کان جا خطا ٿئي اها درگذر ڪجو يا انهن کي جدا ڪري ڇڏجو، اهي به الله جا بندا آهن، انهن تي سختي نه ڪجو."

"نه عربي کي عجمي تي ۽ نه عجمي کي عربي تي اهميت حاصل آهي. توهان سڀ آدم جو اولاد آهيو ۽ آدم مٽيءَ مان پيدا ٿيو آهي، توهان جي ڪنهن به ڀاءُ جي چيز توهان تي ان وقت تائين حلال ناهي، جيستائين هو توهان کي رضامندي سان نه بخشي، ڏسو ناانصافي نه ڪجو.

مون توهان لاءِ به شيون ڇڏيون آهن، اگر انهن کي مضبوطي سان پڪڙيندؤ ته مون کان پوءِ ڪڏهن به گمراهه نه ٿيندا، اهي آهن قرآن پاڪ ۽ اهلبيت."

"اي انسانو! عمل ۾ خلوص، مسلمانن لاءِ خيرخواهي ۽ جماعت ۾ اتحاد اهي ٽئي ڳالهيون اهڙيون آهن، جيڪي سينن کي پاڪ رکنديون آهن. جاهليت جا سڀ مطالبا يعني (انتقامِ خون) باطل ڪيا ويا آهن. سڀ کان پهرين مان پنهنجي خاندان جون خون (ربيعه بن الحرث جي پٽ جو) باطل ڪري ٿو ڇڏيان. جاهليت جو سمورو وياج سڀ کان پهرين مان پنهنجي خاندان جو وياج (عباس بن عبدالمطلب جو) باطل ٿو ڪريان."[13]

حضور ﷺ جن جو مٿيون خطبو نہ فقط حج جو آخري خطبو هو پر فڪري طرح مسلمانن لاءِ هڪ وڏي نصيحت هو. جنهن تي اگر سڀ مسلمان متفق ٿين ها تہ دنيا ۾ سڀ کان وڏي اهم طاقت مسلمان هجن ها ۽ اهي مسلمان جن حضور جن جي هن خطبي کي ٻڌي لبيڪ چيو هو اهي صوفين جو پهريون طبقو هئا. انهن مان حضرت علي ع تصوف جا سرچشما هئا. تصوف جا ٽي سلسلا چشتيہ، قادريہ ۽ سهرورديہ حضرت علي ع وٽان ظهور پذير ٿيا. باقي هڪ سلسلو نقشبندي حضرت ابوبڪر رضہ وٽان تخليق ٿيو. هن ٻنهي هستين کي تصوف جا سرچشما چيو ويندو آهي.

اصل ۾ اسلام ۾ روحاني زندگي جو آغاز حضور ﷺ جن ۽ اصحابن سڳورن جي دور ۾ ٿيو. نبي ۽ ان جا اصحابي سڳورا دنيا کان نفرت ڪندا هئا. دنيا جي رنگينين کان بي نياز هئا. دنيا جو ڪو بہ چاهہ يا سڪ ڪو نہ هين. هو فقط خدا جي طرف توجهہ ڏيندا هئا ۽ زندگي جي هر مسئلي جو حل خدا تي يقين هوندو هئن. هنن جو زندگي ۽ موت دنيا لاءِ نہ هو. اهي فقط رب پاڪ لاءِ زندهہ هئا. الله جي لاءِ جهاد ڪندا هئا ۽ خدا جي لاءِ شهادت جي مرتبي کي پسند ڪندا هئا. حضور ﷺ جن جي سموري زندگي تي نظر وجهبي تہ سندن رات ڏينهن جي عبادت غار حرا ۾ ٿيندي هئي. حضور جن جي روحاني زندگي مان سندن سڀ اصحاب، حضرت علي ع کان وٺي جيڪو (سندن سوٽ ۽ نائي هو)، حضرت عثمان رضي الله عنه تائين حضرت علي جا ساٿي حضرت بلال حبشي رضہ، حضرت سلمان فارسي ۽ صحيب رومي رضہ جي زندگي جو جيڪڏهن تجزيو ڪيو وڃي تہ اها بہ روحاني زندگي جي جلوي سان موجزن نظر ايندي. ابي بن ڪعب رضہ ۽ مصعب بن عمير رضہ جي زندگي بہ روحاني رنگ ۾ رڱيل هئي.[14] انهن اصحابن کان سواءِ ٻين جي زندگي پڻ خشوع ۽ خضوع، عاجزي ۽ انڪساري سان ڀرپور عبادت وارو دور هو. هو نفس سان جهاد ڪندا هئا. دنيا جي ڏيکاءُ کان پري رهندا هئا. شيطان جا دشمن هئا. اهڙي خوبصورت زندگي حضور جن جي عملي زندگيءَ مان اصحابن، تابعين ۽ تبع تابعين کي ملي هئي، پوءِ اهڙو ڪو بہ دور اسلام ۾ نہ گذريو آهي، جو روحانيت کان خالي هجي.

حقيقت ۾ اصلي تصوف رسول الله ﷺ جن جي زندگي جو نمونو آهي. انهيءَ جو جيڪڏهن بعد جي عابدن ۽ زاهدن جي زندگي سان، جي صوفين جي نالي سان مشهور ٿيا، موازنو ڪيو وڃي تہ معلوم ٿيندو تہ نبي اڪرم ﷺ ۽ صوفين جي زندگي ۾ هڪ قسم جي يڪسانيت آهي. انهيءَ ذريعي

توهان بہ آساني سان صوفين جي رياضتن ۽ مجاهدن ڪي روحاني زندگي سان پيوند لڳائي سگهو ٿا جا لڪل ۽ خالص هئي، جنهن جو بهترين مثال حضور اڪرم ﷺ جن جي حيات طيبہ هئي، اها زندگي ڪهڙي هئي؟ هي تہ خدا هڪ آهي. وحدانيت نبي جي زندگي جو سرچشمو هو. هي ئي هو سندن سچي حيات مبارڪ جو اصل الاصول. هي ئي اها شيءِ هئي جي اسلام جي نبي ﷺ اسان جي آڏو پيش ڪئي، پوءِ جيڪو تصوف هن روح ڪان پري رهيو تہ اهو اسلام ڪان بہ پري رهيو. بعد ۾ تصوف مختلف رنگ اختيار ڪندو ويو. اسلام ڪان سواءِ ٻيا عنصر پڻ هن ۾ اثرانداز ٿيندا رهيا. "هي وحدانيت آهي"، "هي هندي تصوف آهي"، "هي يوناني ۽ مسيحي تصوف آهي." انهن اجنبي عناصرن جي اڪثريت، تصوف ڪي اسلام جي بلڪل مخالف بڻائي ڇڏيو ورنہ درحقيقت اصل تصوف اهو آهي، جو حيات نبوي جو پرتوءِ قرآن و سنت جي تابع هجي، دراصل حضور جن جي غار حرا ۾ ايڪانت واري زندگي تصوف جو پهريون ٻج هئي. جنهن مان زاهدن جي زهد ۽ عابدن جي عبادت ۽ صوفين جي تصوف ميوو ڏنو.

تصوف هڪ نهايت جامع نالو آهي، جو صرف مختلف، عبادتگذار ۽ دنيا بيزار گروهہ تي رکي سگهجي ٿو. هن جي تعليم، هن جو مقصد، هن جي رياضت ۽ مجاهدي جو محور صرف تزڪيہ نفس ۽ تصفيہ قلب آهي.

تهذيب نفس، محاسبي ۽ مراقبي مان هي صوفي الهام جي دولت سان سرفراز ٿيا. ان ۾ ڪو بہ شڪ نہ آهي تہ هي دولت هن رستي تي، هلي حاصل ٿئي ٿي. جيڪو نبي اڪرم ﷺ جن اختيار فرمايو هو.

اصحابن سڳورن جي پوري زندگي حضور اڪرم ﷺ جن جي فيض صحبت ڪان پوري طرح متاثر آهي. انهن ۾ زهد ورع ۽ ڪشف جو مادو بدرجہ اتم موجود هو ۽ هي پوري طرح الله جي طرف متوجهہ هئا. حضرت ابوبڪر صديق رضہ جو قول آهي تہ: "جنهن معرفت الاهي جو ذائقو چکيو ماسوا الله جي بيپرواهہ ٿي وڃي ٿو ۽ ماڻهن کي هن کي وحشت اچڻ لڳي ٿي." ڇا حضرت عمر رضہ جي دنيا بيزاري جو ٻيو ڪو ثبوت ٿي سگهي ٿو تہ خلافت جي منصب تي قائم ٿيڻ ڪان پوءِ خطبو ڏئي رهيا آهن ۽ حالت هي آهي، جو سندن لباس ۾ سورنهن چتيون لڳل آهن. ڇا هي سچ نہ آهي تہ اڪثر حضرت عمر رضہ پنهنجو لباس خود پنهنجن هٿن سان ڌوئيندا هئا؟ ڇا هي قول سندن نہ آهن تہ "زندگي جي بهترين شيءِ صبر آهي."

حضرت عثمان غني رضہ جو گهڻو وقت عبادت ۽ رياضت ۾ بسر ٿيندو هو. سندس زندگي سراپا زهد ۽ رياضت ۾ بسر ٿيندي هئي. پاڻ هميشہ ياد الاهي ۾ مستغرق رهندا هئا. قرآن شريف جي ذوق ۽ شوق سان تلاوت ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ: "قرآن منهنجي رب جو ڪتاب آهي، غلام لاءِ ضروري آهي تہ جڏهن بہ هن وٽ آقا جو ڪتاب اچي تہ هر روزان کي ڏسي تہ جيئن هن، جي حڪمن جي صحيح پيروي ڪري سگهي." حضرت عثمان جو قرآن شريف سان شغف جو اندازو هن مان لڳائي سگهجي ٿو تہ عين وقت شهادت وٽس قرآن موجود هو ۽ پاڻ ان جي تلاوت ڪري رهيا هئا.

حضرت علي عہ جي زندگي سواءِ تقويٰ ۽ عبادت جي ڪجهہ بہ نہ هئي. هڪ دفعي سندس پيوند لڳل قيمص ڏسي ڪنهن پڇيو تہ يا اميرالمومنين! ايئن ڇو؟ پاڻ فرمايائون تہ جيئن دل خدا کان ڊڄندي رهي، پاڻ هميشہ جوَن جي ماني کائيندا هئا.

اصحاب صفہ جي منزلت ۽ مرتبي کان ڪير بہ انڪار ڪري نٿو سگهي. هنن اسلام جي روحاني تاريخ تي زبردست اثر وڌو آهي، جنهن کي تاريخ ڪڏهن بہ فراموش نٿي ڪري سگهي ۽ خاص ڪري تصوف جي تاريخ تہ هتان ئي شروع ٿئي ٿي، ايتري قدر جو بعض ماڻهن جو خيال آهي تہ "صوفي" جو لفظ اصحاب صفہ مان ئي ورتو ويو آهي. اهل صفہ جو مقدس گروهہ انهن انصارن ۽ مهاجرن تي مشتمل هو جي بلڪل بي نوا هئا. هي جڻ رسول الله ﷺ جا مهمان هئا. انهن وٽ نہ اهل وعيال هو نہ مال وزر. انهن جي ماڻهن کان بيزاري ۽ اهل دنيا کان بي تعلقي تہ ڏسو جو مسجد نبوي جي پر ۾ هڪ حجرو ٺاهيو ويو هو هي سڄي دنيا ۽ وما فيها کان بي پرواهہ ٿي اتي ئي رهڻ لڳا. هنن صرف روح جي طرف توجهہ ڪيو. حضرت ابو نعيم اصحابي رضہ جي هڪ قول مطابق اصحابہ صفہ اهي انسان هئا، جن کي ڪنهن بہ قسم جو ڪاروبار خدا جي ذڪر کان سواءِ غافل نہ ڪري سگهيو. دنيا جي نفع ۽ نقصان جو هنن جي دلين تي ڪو بہ اثر نہ ٿيندو هو. انهن سان خود نبيءَ ﷺ جن محبت ڪندا هئا.

مطلب تہ حضور ﷺ جن جيڪو تصوف سيکاريو ۽ جنهن تصوف جي تعليم ڏني، اها خالص هئي. پاڻ تزڪيہ نفس تي زور ڏنائون. رياضت جا اصول ۽ آئين مقرر ڪيائون. پاڻ سڳورن ﷺ ۽ عبادت جا سڀ آداب سيکاريا ۽ انهن جي هڪ خاص ترتيب وضع قائم ڪئي، انهن اصولن تي اسلام ۾ روحاني زندگي جو آغاز ٿيو. اسلام هڪ خدا جي طرف دلين کي

متوجهہ ڪيو هن جنت جي دعوت پڻ ڏني ۽ جهنم کان بہ ڊيڄاريو. پر خدا جي محبت کي سڀ کان بالاتر رکي، هن عمل کي اصل قرار ڏنو. هن دنيا ۾ رهي، هن سان تعلق قائم رکندي بہ هن جي دلڪشي کي بي نيازي سان ٺڪرائڻ جو گُر سيکاريو.

آنحضرت ﷺ ۽ اصحابن سڳورن کان پوءِ تابعين ڪرام آهن، جي دنيا جي ڪنهن بہ شيءِ کان مغلوب نہ ٿيا. يعني دين جي معاملي ۾ زياده کان زياده توجهہ ۽ دنيا جي معاملي ۾ زياده کان زياده استغنا. هنن جي اصول حيات جو جيڪڏهن خلاصو ڪيو وڃي تہ اهو هي ٿيندو. 1. ذڪر الاهي جي ڪثرت، 2. حب دنيا کان بيزاري، 3. ڪائنات جي مسئلن تي غور و فڪر، 4. اهل دنيا کان بي نيازي، 5. الله تي ڪامل توڪل. هي هئا اهي بنيادي عقيدا، جن تي ڪردار ۽ عمل جو سڄو دارومدار هو. هن روشني ۾ زهد ۽ تصوف جو قافلو اڳتي وڌندو رهيو. پر پوءِ جڏهن اسلامي فتوحات جو دور شروع ٿيو ۽ اسلام جي جهنڊي هيٺ دنيا جو هڪ وڏو حصو اچي ويو. تڏهن عرب فاتحن جي سامهون هڪ نئين تهذيب ۽ رنگا رنگ ثقافت آئي، جنهن ۾ خوشحالي، فارغ البالي ۽ خوشي موجود هئي. هي تهذيب آخرت جي فڪر کان بلڪل خالي هئي. هن ۾ جيڪي نعمتون هيون، سي صرف وقتي هيون. نتيجو اهو نڪتو جو عرب فاتحن جو هڪ وڏو حصو هن تهذيب کان متاثر ٿي هن کي قبولڻ لڳو. هي ماڻهو دنيا ۾ مصروف ٿي ويا، نفس کي پوڄڻ لڳا ۽ خواهشن جي غلامي جي ڦاهي پنهنجي گلي ۾ وجهي ڇڏي. نتيجي ۾ هڪ فساد وارو دور شروع ٿي ويو. جنهن جي مقابلي لاءِ هڪ جماعت پيدا ٿي، جنهن غنا تي فقر کي ترجيح ڏني ۽ هڪ نئون معيار زندگي پيش ڪيو. هي اهي انسان هئا، جيڪي بلڪل گهٽ کائيندا هئا. بلڪل سادو لباس پائيندا هئا. پنهنجو گهڻو وقت ”دنيا کي پيدا ڪرڻ واري“ جي ياد ۾ مستغرق ۽ متحد رهي گذارڻ لڳا. هنن دين کي هر شيءِ تي اوليت ڏني. هنن جي سامهون صرف روح جي بلندي ۽ پاڪيزگي هئي، چنانچہ هن ٽولي جو مستقل نالو زاهد ۽ عابد پيو. ”فقير“ جو مستقل اصلاح بہ هتان شروع ٿيو. ڪجهہ وقت کان پوءِ هي سڀ نالا جهڪا ٿي ويا ۽ صرف هڪ جامع نالو صوفي وڃي باقي رهيو. ”ابو هاشم ڪوفي (وفات 766ع) پهريون شخص هو جنهن کي صوفي جي نالي سان ڏيو ويو. ان کان پوءِ ٽي صدي جي اوائل ۾ ذوالنون، مصري، بايزيد بسطاماني ۽ جنيد بغدادي جو زمانو شروع ٿئي ٿو. حضرت جنيد بغدادي کي موجوده علم تصوف جو هڪ لحاظ کان باني سمجهڻ گهرجي. هن بزرگ جو رجحان شرعي

پابندين جي طرف هو. چنانچہ حضرت جنيد جو هي قول مشهور آهي تہ: "اسان جو علم تصوف، ڪتاب و سنت وٽ قيد آهي، سندس وفات 297هہ ۾ ٿي ۽ کين "سيد الطائفہ" جو نالو ڏنو ويو. حضرت شاھ ولي الله جي خيال ۾ حضرت جنيد کان تصوف جو ٻيو دور شروع ٿئي ٿو. جنيد بغدادي منصور حلاج جو مرشد چيو وڃي ٿو. منصور جو نعره "اناالحق" اڳتي هلي ڪاروان تصوف جي لاءِ بانگ دار بڻجي ويو. منصور کي لڳ ڀڳ 309هہ ۾ ڦاسي ڏني وئي." [15] هن تاريخي واقعي کان پوءِ هڪ سالن جي اندر تصوف تي ڪجھہ ڪتاب لکيا ويا، جن ۾ ابونصر سراج جي تصنيف "ڪتاب اللمع" ابوطالب مڪي جو "قوت القلوب"، امام قشيري جو "الرسالہ" ۽ داتا گنج بخش جو 'ڪشف المحجوب" خاص طور تي قابل ذڪر آهن.

انهيءَ زماني ۾ شيخ ابو سعيد ۽ ابوالحسن ذرقاني بہ ٿي گذريا آهن. هي سڀ صاحب تصوف جي ٽئين دؤر جي ابتدا ڪن ٿا. شيخ ابو سعيد 257هہ ۾ پيدا ٿيا ۽ 440 هہ ۾ وفات ڪيائون. حضرت شاھ ولي الله هن دؤر باب فرمائن ٿا.

"هن دؤر ۾ تصوف جي طريقي ۾ هڪ ٻي تبديلي ظاهر ٿي، اهلِ ڪمال تہ اڳي وانگر شرعي حڪمن تائين محدود رهيا ۽ خاص باطني احوال ۽ ڪيفيتن کي پنهنجو نصب العين بڻايو ۽ جيڪي خواص الخاص هئا، تن اعمال ۽ احوال کان اڳتي لنگهي "جذب" تائين رسائي حاصل ڪئي. هن "جذب" جي سبب هنن جي سامهون "توجهہ" جي نسبت جو دروازو کلي ويو ۽ انهيءَ ڪري وجود تي تعينيات جا سڀ پردا انهن لاءِ کلي ويا ۽ پنهنجي اکين سان ڏٺائون تہ اها ئي هڪ ذات آهي، جنهن تي سڀني شين جي وجود جو انحصار آهي. جنهن تاريخ ۾ امام غزالي جو شمار صوفين جي جماعت ۾ ٿئي ٿو. بيشڪ هو عالم دين پهرين هو ۽ صوفي بعد ۾. پر تصوف جي سلسلي ۾ سندن خدمتون لائق تحسين آهن. اهل دين جيڪي تصوف جي آزاد خيالي ۽ آزاد مشربي کان بيزار ٿي رهيا هئا ۽ تصوف، جو شرعي پابندين کان آزاد ٿي رهيو هو. امام صاحب انهن ٻنهي کي هڪ ٻئي جي ويجهو ڪيو. عقل جو اسلام جي "تحريڪ معتزلہ" جي نالي سان مذهبي حقيقتن جو شارح بڻجي نڪتو هو سو هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪي آخرڪار امام غزالي جي شخصيت ۾ تصوف جي اڳيان پنهنجي شڪست تسليم ڪري ٿو ۽ اهڙي طرح امام غزالي جي ڪوشش سان اسان جو تصوف مذهب جي مسلم روايتن سان هم آواز ٿئي ٿو. امام غزالي جو 505هہ ۾ انتقال ٿيو. ان کانپوءِ تقريبن پنجاھہ سال

پوءِ علم تصوف جو سڀ کان وڏو مصنف شيخ اڪبر ابن عربي پيدا ٿيو هي زمانو تصوف جي چوٿين دؤر ۾ شمار ٿئي ٿو چنانچہ انهيءَ متعلق شاهہ ولي الله جو ارشاد آهي:

”هن عهد ۾ اهل ڪمال بزرگن جي ذهنن ۾ مزيد وسعت پيدا ٿئي ٿي ۽ هي بزرگ ڪيفيت ۽ احوال جي منزل کان اڳي وڌي تصوف جي حقيقت تي بحث ڪرڻ لڳا تہ ذات واجب الوجود کان هي ڪائنات ڪيئن صادر ٿي؟ انهن بزرگن ڪائنات جي ظهور جي درجن جي تحقيقات ڪئي ۽ ٻڌايو تہ واجب الوجود مان سڀ کان اول ڪهڙي شيءِ جو وجود ٿيو ۽ اهو وجود ڪهڙي طرح عمل ۾ آيو. الغرض تہ هي ۽ ٻيا اهڙا مسئلا انهن بزرگن جا موضوع بڻجي ويا.“(16) پوءِ تصوف جي جن حقيقتن کي ابن عربي، علم ۽ حڪمت جي زبان ۾ پيش ڪيو هو تنهن کي عطار، رومي ۽ جامي بعد ۾ شعر جي دلڪش، وجد آور ۽ زود اثر پيرائي ۾ ادا ڪيو ۽ اهڙي طرح تصوف خاص کان عام تائين پهتو ۽ هر شخص تصوف جو ڪلمو پڙهڻ لڳو ۽ هن جا باقاعده اصول ۽ قانون تيار ٿيڻ لڳا ۽ ڪيترائي مختلف صوفي سلسلا بہ شروع ٿيا. هر سلسلو پنهنجي باني جي نالي پويان سڏجڻ لڳو. جيڪي بہ تصوف ۾ سلسلا شروع ٿيا، انهن ۾ هي چار سلسلا وڌيڪ مشهور ٿيا ۽ اڃا تائين موجود آهن.

انهن جا نالا آهن: چشتيہ، قادريہ، سهرورديہ ۽ نقشبنديہ. جن جو ٻين بابن ۾ تفصيلي ذڪر ڪيو ويو آهي.

هاڻ تصوف ۽ صوفي سڳورن جو مختصر تجزيو ڪجي ٿو. تصوف ڪنهن هڪ شيءِ جو نالو نہ آهي، پر گهڻيون ئي مختلف شيون ان نالي سان سڏيون وڃن ٿيون. جنهن تصوف جي اسان ترديد ٿا ڪيون. اها ٻي شيءِ آهي ۽ جنهن شيءِ جي اسان اصلاح چاهيون ٿا، اها بلڪل ٻي شيءِ آهي. هڪڙو تصوف اهو آهي جيڪو اسلام جي شروعاتي دور جي صوفين ۾ هو ان جو ڪو الڳ فلسفو نہ هو. نہ ئي ڪو جدا طريقو هو. اهي ساڳيا ئي عمل هئا، جيڪي قرآن و سنت مان ورتل هئا. انهن سيني جو اهو ئي مقصد هو جيڪو اسلام جو مقصد آهي، يعني الله ڪارڻ اخلاق ۽ الله ڏي توجهہ.

ٻيو تصوف اهو آهي، جنهن ۾ ويدانيتي، زرتشتي، يوناني ۽ يهودي فلسفن جي ملاوٽ ٿي وئي آهي، جنهن ۾ عيسائي راهبن ۽ هندو جوڳين جا طريقا شامل ٿي ويا آهن. جنهن ۾ مشرڪانہ خيالن ۽ عملن جي ملاوٽ آهي. هن ۾ شريعت، طريقت ۽ معفرت بلڪل جدا شيون آهن. هڪ ٻئي کان صفا بي تعلق ڪرڻ تہ متضاد بڻجي ويون آهن. جنهن ۾ انسان کي ڏرتيءَ تي

خلافت الاهي جي فرض جي سرانجامي لاءِ تيار ڪرڻ بدران ڪيس مختلف ڪمن لاءِ تيار ڪيو پيو وڃي. اسان وٽ ان جو خاتمو ڪرڻ خدا جي دين جي قيام لاءِ ايترو ضروري آهي، جيترو جديد جهالت جو خاتمو. انهن ۾ ڪان سواءِ هڪ تصوف پيو پڻ آهي، جنهن ۾ پهرئين ۽ ٻئي قسم جون خاصيتون ملن ٿيون. هن تصوف جي طريقن ڪي ڪيترن ئي اهڙن بزرگن ترتيب ڏنو آهي، جيڪي علم جا صاحب هئا، نيڪ نيت هئا. علم جا صاحب تہ هئا، پر پنهنجي زماني جي خاصيتن ۽ پراڻي وقت جي اثرن ڪان بلڪل محفوظ بہ نہ هئا. انهن اسلام جي اصلي تصوف کي سمجهڻ ۽ ان کي جاهلي تصوف جي آلودگين ڪان پاڪ ڪرڻ جي ڀرپور ڪوشش ڪئي، پر تنهن هوندي بہ نظرين ۽ عملن جا جاهلي تصوف ۽ ڏارين طريقن جا ڪجھ اثر رهجي ويا. هن نئين قسم جي تصوف واري طريقي جي نہ مڪمل تصديق ڪجي ٿي نہ مڪمل ترديد. ان تصوف تي هڪ تنقيدي نظر وجهي، ان کي قرآن سنت جي روشني ۾ هن زماني ۾ سڌارڻ جي ڪوشش ڪئي وڃي. مولانا عبيدالله سنڌي تصوف کي اسلام جو هڪ حصو تسليم ڪري ٿو ۽ لکي ٿو: "ايراني مسلمانن جو پراڻو فلسفو جڏهن عباسين جي دؤر ۾ آيو تہ چڻ ان پيهر جنم ورتو ۽ ان اسلامي تصوف جو نالو اختيار ڪيو."[17]

## (ج) وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود

تصوف جي پيروڪارن ۾ ٻن نظرين جا تذڪرا ٿيندا رهندا آهن. پهريون وحدت الوجود ٻيو وحدت الشهود.

وحدة الوجود: حضرت محي الدين ابن عربي عليہ رحمت جڏهن عرفاني نظام جو بنياد وڌو شيخ اڪبر محي الدين ابن عربي پنهنجي ڪشف ۽ شهود جي دعوي تي ۽ ڪن آيات ڪريم جي سندن تي وڏي حجت ۽ اصرار سان چوي ٿو تہ: "هي ڪائنات پنهنجن سمورين رنگينين ۽ انهن جي ارتقائي هيرڦير سان خالق اعظم ڪان ڪو الڳ وجود نٿي رکي."[18] وحدة الوجود يا هم اوست (سڀ ڪجھ اهو ئي آهي) تصوف جو روح روان آهي، اڪثر صوفي عارف انهيءَ وحدت الوجودي واٽ تي هليا آهن، پر ان جو تعبير ڪرڻ اهڙو تہ نازڪ آهي، جو هڪ قدم هيڏانهن يا هوڏانهن الحاد ۽ اشراڪ جي اوڙاھ ۾ اڇلايو ڇڏي.

هن نظريي جو باني محي الدين ابن عربي ڇهين صدي هجري (560_628) جو نهايت هڪ مشهور مفڪر هو جنهن کي سندس صوفيانہ فڪر جي ڪري

شيخ اڪبر سڏيندا هئا. پاڻ سترهين رمضان المبارڪ اندلس جي شهر مرسيہ ۾ جاهہ وجلال ۽ زهد وتقويٰ واري معزز گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. [19]

هي پهريون بزرگ هو جنهن تصوف جي هن خاص مڪتبہ فڪر کي پنهنجو عملي موضوع بڻائي، ڪيئي ڪتاب لکيا ۽ ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ "ڪائنات ۽ ڪائنات جي خالق جو وجود هڪ آهي، هن کان اڳ بايزيد بسطامي، "سبحاني مااعظم شاني" يا منصور حلاج جي دعويٰ "انالحق" جهڙا نعرا مشهور هئا.

شيخ اڪبر پنهنجي وحدت الوجود جي خيال تي ايڏو تہ مضبوطي سان قائم رهيو، جو دنيا جو ڪو بيو نظريو وٽس انهيءَ لائق بہ نہ هو، جو ان تي غور ڪيو وڃي. شيخ اڪبر هن نظريي جي تائيد ۾ ڪيترائي ڪتاب لکيا ۽ باقاعدي وحدة الوجود جي تبليغ ڪئي. سندس چوڻ هو تہ رب پاڪ جي وجود جا الڳ الڳ پرتوا آهن. اصل وجود هن جي ذات آهي، بيا سڀ هن جا مختلف عڪس آهن. سندس چوڻ هو تہ اسلامي عقيدن جو اولين بنياد توحيد آهي، پر جيڪڏهن وجود جي مرتبي ۾ دوئي کي داخل ڪيو ويو يعني بہ وجود قبول ڪيا ويا تہ توحيد جون پاڙون ڪچجي وينديون. ساري ڪائنات وجود واحد مان پيدا ٿي آهي ۽ وجود واحد پيدا ڪئي آهي ڇو تہ هڪ مخفي خزاني کي عالم آشڪار ڪرڻو هو. تنهن ڪري ذات پاڻ کي صفات ۾ ظاهر ڪرڻ قبول فرمايو ۽ هي ساري ڪائنات نهي. تيئن هي تمام مخلوق انهيءَ "وجود واحد" جي مختلف صفات جا مختلف روپ آهن. مخلوق جو اصل اها ئي هڪ ذات آهي، جنهن مان سڀ نڪتا آهن ۽ واپسي بہ اوڏاهن ويندا. انسان ۽ خدا جي وچ ۾ جا نسبت آهي، تنهن کي شيخ اڪبر "عينيت" يا "قرب ٿو قبولي" [20]

ابن العربي جي قولن جو هن نظريي بابت ترجمو ڏجي ٿو.

1. ڪنهن وقت ٻانهو بلاشڪ رب هوندو آهي، ڪنهن وقت ٻانهو ري بهتان ٻانهو هوندو آهي.
2. پوءِ تون ئي ٻانهو آهين، تون ئي رب آهين جنهن جو خطاب الست ۾ عهد ۽ اقرار آهي.
3. ٻانهون ٻانهو آهي، ڪيڏي بہ ترقي ڪري ۽ رب رب آهي، اگر هو ڪيترو ئي نزول ڇو نہ ڪري [21]

پر وحدة الوجود جي لحاظ کان سڀ ڪجهہ خدا آهي ۽ خدا سڀ ڪجهہ جيئن جر ڦوٽي ۽ پاڻي کي پاڻي بہ چئي سگهجي ٿو:

مثال طور جيئن چنڊ هڪ آهي، پر پاڻي جي مختلف ٿانون ۾ هن جا پاڇا نظر ايندا آهن. پر اصل ۾ وجود مٿئين چنڊ جو آهي يا هڪ احمد نالي شخص آهي، جنهن کي ٻہ ڪن، ٻہ اکيون، ٻہ پير، جگر، دل ۽ دماغ وغيره آهن. احمد جا اهي سڀ عضوا الڳ موجود ٿي رهي نٿا سگهن، جي ٿيا تہ فنا ٿي ويندا، انهن جي وجود جو دارومدار احمد جي وجود تي آهي، تنهن ڪري اهو چوڻ درست ٿيندو تہ اهو سڀ احمد پاڻ آهي. اهڙي طرح ٻيو مثال. هڪ وڻ آهي، جنهن کي ٽڙ، ٽاريون، گل ۽ ميوو وغيره سڀ آهن، انهن سڀني شين جي هئڻ جو مدار وڻ جي موجودگي تي آهي ۽ آگر سان اشارو ڪري چئي سگهجي ٿو تہ هي ٽڙ آهي، هي ڇوڏو آهي، هي گل آهي وغيره. مگر اسان هيئن بہ چئي سگهون ٿا تہ هي سڀ وڻ آهي، "همہ اوست" وارن صوفيائي ڪرام جو عقيدو انهيءَ منطق تي مبني آهي.[22] انهيءَ عقيدي جا سنڌ ۾ بزرگ ڪيترائي آهن، جهڙوڪ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي، سچل سرمست ۽ قادر بخش بيدل وغيره.

اهڙي طرح وحدت الوجود فڪر رکندڙن جو مجموعي نظريو هي آهي تہ ڪل خدا آهي، اسان سڀ ان واحد جا جز آهيون، جڏهن سڀ جز هڪ ٿين ٿا تہ ڪل بڻجي وڃي ٿو.

وحدت الوجود وارن جو چوڻ آهي تہ "ڪائنات جي مخلوق عين صفات باري آهي ۽ صفات نالو آهي ذات باري جي تجليات جو. تنهن ڪري خالق ۽ مخلوق بنيادي اعتبار سان هڪ شيءِ آهن ۽ اول آخر هڪ ٿي وينديون.

عدم کي وجود جو لباس پهرائي نٿو سگهجي، جا شيءِ وجود وٺيو بيٺي آهي. انهيءَ جو "معدوم" ٿيڻ حقيقت جو بدلجي وڃڻ ٿيندو. تنهن ڪري غير ممڪن آهي، ڇو تہ حقيقت بدلجي نٿي سگهي، الله جل و شانہ کان سواءِ سموري مخلوق کي "ممڪن" جو نالو ڏنو ويو آهي. "ممڪن" ڪڏهن بہ "عدم" مان وجود ۾ نٿو اچي. ڇو تہ عدم جو ضد آهي "وجود"، تنهن ڪري ممڪن جيڪڏهن وجود ۾ آيو تہ ضرور "ذات" مان وجود ورتو هوندائين، تنهن ڪري ڪڏهن بہ معدوم نٿو ٿي سگهي.

انسان جو وجود ڇاڪاڻ تہ اعتباري وجود آهي، تنهن ڪري انسان کان جا بہ عمل جي گهر ڪئي وئي آهي، سان بہ اعتباري هئڻ گهرجي ۽ نہ حقيقي.

الله جل و شانہ هڪ مخفي خزانو هو جنهن پاڻ کي ظاهر ڪرڻ لاءِ اهي سمورا روپ حدون ۽ حالات قبول ڪيا، جن سان پوري ڪائنات پريل آهي.

حقيقي توحيد تہ فقط اها آهي، جو وجود اڪبر کان سواءِ ٻيو ڪو بہ وجود قبول نہ ڪيو وڃي، ڇا عرش تي ڇا فرش تي.

اهو وحدت الوجود جو ئي اثر هو جو ممڪن (بندو) "امڪان" جون حدون لتاڙي قاب قوسين تائين "واجب" جي ويجهو وڃي پهتو جي نہ تہ جيئن "عدم" وجود جي نور کان محروم آهي، تيئن "ممڪن" بہ قاب قوسين تائين ڪين پهچي سگهي ها. پر اها حقيقت آهي تہ ايئن ٿيو ۽ پستي کان بلندي تائين چڙهائي، جنهن کي معراج ٿو چيو وڃي. آئيندي بہ ممڪن کي ميسر ٿي سگهي ٿي. "وجود" ۽ "ممڪن" جي وچ ۾ جي حجابات آهن، سي پري ٿي سگهن ٿا. دوئي متجي سگهي ٿي ۽ حقيقت جو نور انسان جي اندر پيدا ٿي سگهي ٿو. ايتري قدر جو انسان "اني اناالله" جي دعويٰ ڪري ٿو.

الله تعاليٰ آسمان ۽ زمين جو نور آهي، انهيءَ آفتاب وجود جي نور پنهنجي شعاع سان ڪائنات کي وجود جو هڪ رنگين گلدستو بڻايو جيڪو سندس ضياءَ يعني مرڪز ڏي موٽ ڪائي، تہ هن رنگ برنگي دنيا جو ڪو نشان بہ نہ رهي، جنهن ڪري جن هستين جون نگاهون ظاهر ۽ باطن کي ڏسي ٿيون سگهن ۽ جي وجود جي رازن کان واقف آهن، تن کي تصوير جي ٻنهي طرفن جي ڄاڻ آهي، اهي آئينو بہ ڏسن ٿا ۽ جنهن جو پرتو آئيني ۾ آهي، تنهن کي بہ ڏسن ٿا ۽ سمجهن ٿا تہ حقيقت هڪ ئي آهي. حضرت علي عہ جو فرمودو آهي تہ "لوڪشف الغطاءَ ما ازددت يقيناً" يعني جيڪڏهن ڪائنات جي ظاهري نيرنگين جا حجابات پري ٿي وڃن تہ بہ اسرار جي رازدارن جي يقين ۽ عرفان ۾ ڪوئي فرق نظر نہ ايندو. معرفت ڪڏهن بہ خارجي وسيلن جي مدد سان هٿ نہ ايندي آهي، بلڪ "صفات" هميشہ "ذات" تائين پهچڻ ۾ رهبري ڪندي ٿي رهي. "ظاهر" ئي "باطن" جو ڏس ڏئي سگهي ٿو. جيئن چيو ويو تہ "عرفت رُبي بُربي" رب کي رب جي وسيلي سان ڄاتم. هڪ وڻ جو پيدا ٿو ٿئي ۽ وڌي ٿو جنهن مان ٽاريون ٿيون نڪرن، گل ٽا پيدا ٿين. اهو درخت "هوعينها" وانگر پنهنجي ٻج کان جدا وجود رکي ٿو ڇا؟ ۽ جيئن اهو وڻ آخر سميٽجي پنهنجي اصل ٻج جي صورت اختيار ڪري ٿو تيئن انسان بہ آخر ذات واحد ۾ گم ٿي ٿو وڃي. "واليہ ترجع الامور" جو اهو ئي مطلب آهي.

"نحن اقرب اليہ من حب اللوريد" جا هستي شهہ رڳ جي ويجهو آهي، سا ئي انسان جي هستي جو مرڪز بہ آهي. اها ئي قوت انسان جي رڳ ۾ سمايل آهي، تنهن ڪري جيئن جيئن انسان جو روح عارضي ڪثافت کان پاڪ ٿيندو ٿو وڃي، تيئن تيئن ظاهري حجابات بہ هٽندا ٿا وڃن. تجليات چئوطرف ٿيون نظر اچن، هي هو جو فرق نٿو رهي، دوئي ختم ٿي وڃي ٿي، انهيءَ منزل تي عارف دعويٰ ٿو ڪري تہ "سبحاني مان اعظم شاني."[23]

بهرحال وحدت الوجود جي فلسفي وارن جو چوڻ آهي تہ الله تعاليٰ هر ڪنهن ڪک، پن، ساهہ واري ۾ موجود آهي، هي دنيا رب جي ذات جو پرتوو آهي، رب پاڪ انسان جي اندر ۾ موجود آهي ۽ الله تعاليٰ جون صفتون بہ هر ڪنهن انسان ۾ آهن، فرق صرف اهو آهي تہ انسان رب پاڪ جو تخليق ڪيل آهي، ان ڪري اندر جي آئيني کي دنياوي خواهشن کان پاڪ صاف رکي، ايئن ڪرڻ سان هو پنهنجي جيئن جو تيئن تصوير ڏسي سگهندو ۽ کري کوٽي جي تميز بہ ڪري سگهندو.

وحدت الوجود بابت ڪجهہ قرآني آيتون، حديثون ۽ مقولا هيٺ ڏجن ٿا:

"وَهُوَ مَعَكُمْ اَيْنَ مَا كُنْتُمْ وَفِيْ اَنْفُسِكُمْ اَفَلاَ تُبْصِرُوْنَ" (قرآني آيت)

ترجمو: ۽ اهو توهان سان آهي، جتي بہ توهين هوندا، اوهان جي جانين ۾ آهي پوءِ ڇو نٿا ڏسو.

"وَنَحْنُ اَقْرَبُ اِلَيْهِ مِنْ حَبْلِ الْوَرِيْد" (قرآني آيت)

ترجمو: ۽ انسان ويجها آهيو ساهہ جي رڳن کان.

## حديثون ۽ مقولا

"رَاَيْتَ رَبِّيْ بعين رَبِّيْ" (حديث)

ترجمو: مون پنهنجي رب کي رب جي اکين سان ڏٺو.

"الانسان سِرِّيْ وَانا سِرُّه" (صوفياڻو مقولو)

ترجمو: انسان منهنجو راز ۽ مان انسان جو راز آهيان.

"خلق الادم علىٰ صورته" (صوفياڻو مقولو)

ترجمو: آدم کي پنهنجي صورت تي پيدا ڪيائين.

"من خدا يم" (صوفياڻو مقولو)

ترجمو: مان خدا آهيان.[24]

ان کان سواءِ وحدت الوجود جي فلسفي بابت شاهہ عبداللطيف جا ڪيترائي بيت موجود آهن، جن مان هڪ مثال طور ڏجي ٿو:

جو ٿر تک تنوار، وڻ ٽڻ وائي هيڪڙي،
سيئي شيءِ ٿيا، سوري سزاوار،
هہ منصور هزار، ڪهڙا چاڙهيو چاڙهيئن.[25]

## وحدت الشهود

"هن نظرئي جو اڳواڻ حضرت "مجدد الف ثاني شيخ احمد سرهندي، 14 شوال 971هه مطابق 26 جون 1564ع ۾ سرهند ۾ پيدا ٿيو. سندس اصل نالو احمد هو لقب بدرالدين ۽ ڪنيت ابوالبرڪات، پاڻ خليفي ٻئي حضرت عمر فاروق رضه جي اولاد مان هئا."[26]

مرشد خواجه باقي بالله نقشبندي هئس، هن وصال 1034هجري ۾ ڪيو. هن "همه ازاوست" يعني سڀ ڪجهه ان کان آهي، جو نعرو بلند ڪيو. اگرچه جملي هستي جو بنياد وجود ڪل خدا آهي، پر پيدا ٿيڻ بعد عالم ناسوت (مادي دنيا) پنهنجي جدا هستي رکي ٿي. خدا پاڪ اعليٰ ذات آهي، ان لاءِ روح سان هلڻو پوندو. ان جي مقابلي ۾ صفائي (مادو) سچ، ڪوڙ ثواب، گناهه سزا ۽ جزا آهي. انسان کي گناهه ۽ گمراهي مان ڪڍي راهه ثواب جي حق ۽ طرف هلائڻ لاءِ، مذهب ۽ شريعت جي قاعدن ۽ قانونن جي ضرورت آهي. وحدت الوجود جي نظريي ۾ عقيدو رکندڙن جو خيال آهي ته "همه اوست" صحيح آهي. هنن جي خيال مطابق خدا تعاليٰ کان سواءِ ٻين جو وجود اگرچه حقيقي نه آهي ۽ اعتباري آهي ته به الڳ آهي، ڇو ته هنن جو وجود الڳ محسوس ٿئي ٿو. خدا تعاليٰ ڪائنات جي سلسلي کان الڳ ۽ هڪ بلڪل نياري طاقتور ۽ ذات آهي، ڪنهن به پرتوي، پاڇولي جي ڪا حيثيت نه آهي.

وحدت الشهود وارا خدا کي ئي سڀ ڪجهه سمجهن ٿا ۽ شريعت کي اهم سمجهن ٿا. هنن جو چوڻ آهي: "خالق ۽ مخلوق به جدا حقيقتون آهن، جي نه اڳ ڪڏهن هڪ هئا ۽ نه آئيندي ڪڏهن هنن جي هڪ ٿيڻ جو امڪان آهي.

ممڪنات کي الله تعاليٰ "عدم" مان پنهنجي قدرت جي زور تي وجود ۾ آندو ۽ وري جڏهن به مرضي پويس ته هو "ممڪن" کي "عدم" جي اونداهي ۾ فنا ڪري سگهي ٿو. ذات "باري" ممڪن کي "پاڻ" مان وجود ۾ ڪين آندو. بلڪ سندس صفات جڏهن "عدم" تي پنهنجون تجليون وڌيون ته صفات جي تجلين ۽ جي گڏجڻ مان ممڪن وجود ۾ آيو.

انساني وجود خالق اڪبر جي وجود کان هڪ جدا شيءِ آهي ۽ الله جي قدرت جو مظهر آهي، تنهن ڪري شرعي احڪامن جي عملي تقاضا حقيقي بنيادن تي هوندي ۽ نه اعتباري.

الله غني عن العالمين يعني الله جل وشانه ڪنهن به لحاظ سان مخلوق جو محتاج ناهي، بلڪ مخلوق هنن جي محتاج آهي، ڇو ته صمديت حقيقي فقط ڪيس حاصل آهي.

حقيقي توحيد ھيءَ آھي تہ ذات ۽ صفات باري کي ڪنھن بہ شريڪ کان پاڪ سمجھيو وڃي ۽ ان کي مخلوق کي قطعاً ھڪ عليحده وجود قبول ڪيو وڃي.

اھو غلط آھي تہ "ممڪن"، "امڪان" جون حدون لتاڙي "وجود" تائين وڃي پھتو جنھن کي معراج ٿو چئجي. "ممڪن"، "امڪان" جي حدن اندر ئي رھيو، اھو جيڪي ڪجھ ٿيو سو "امڪان" جو معراج نہ ھو بلڪ "عبديت" جو ڪمال ھو. معراج تي وڃڻ وارو "عينيت" جي حجت جي آسري تي نہ بلڪ "عبديت" جي وسيلي اوج تي پھتو ۽ معراج تي پھچائڻ واري بہ ڪنھن رشتي يا ناتي جي اثرن کان پاڪ رھي پنھنجي ڪامل عبد کي "ھي ۽ ھو" جو سير ڪرايو ۽ اتي بہ عبد ۽ معبود جو امتياز قائم رھيو. سبحان الذي اسري بعبده ليلا من المسجد الحرام الي المسجد الاقصيٰ (پاڪ آھي اھا ذات. جا پانھنجي بندي کي راتون رات مسجدالحرام کان مسجدالاقصيٰ تائين وٺي وئي.)

ذات واجب يقيناً آسمان ۽ زمين جو نور آھي، پر آسمان ۽ زمين تي نور نہ آھي. اھي گھٽي ۾ گھٽو ظلمت آھن، ڇو تہ جي نور ھجن ھا تہ "نور" جو عڪس نور تي نہ پوندو آھي، روشني روشني کي قبول نہ ڪندي آھي، ڏينھن جو ڪو بہ ڏيئو ڪين ٻاريندو. تنھن ڪري نور جي لطافت کي قبول ڪرڻ لاءِ ظلمت جي ڪثافت گھرجي. جيڪڏھن "ذات" پنھنجو "نور" واپس وٺي تہ گھٽي ۾ گھٽو تمام ممڪنات "ظلمت" ۾ وري گم ٿي ويندا. پر اھي حقيقت واحد ۾ ڇو وڃي ملن؟

"ممڪن" ڪڏھن بہ پنھنجي امڪان جي حدن کان ٻاھر نٿو نڪري سگھي. "عرفانِ ربي" ڪو بہ ممڪن پنھنجي ڪوشش سان حاصل نٿو ڪري سگھي. سواءِ انھيءَ حالت جي خداوند ڪريم خود ان کي پنھنجي معرفت عطا فرمائي ۽ اھو ئي صحيح مطلب آھي. "عَرفت ربي بربي" جو.

"قرب" جو مفھوم "ممڪن" ۽ ممڪن جي وچ ۾ قبول ڪري ٿو سگھجي، پر "واجب" ۽ ممڪن جي وچ ۾ "قرب" جو صحيح اندازو مشڪل آھي.[27] بھرحال شيخ مجدد الف ثاني رب پاڪ کي اصل طاقت قرار ڏيندي باقي ٻين دنيا جي چيزن کي ان جي تخليق قرار ڏنو آھي. تنھن ھوندي بہ قبول "خواجہ ھاشم ڪشمي شيخ محي الدين ابن العربي قدس سره" توحيد وجود جي پوري نفي ناھي ڪئي، بلڪ ھن کي توحيد شھودي کان گھٽ ھڪ مقام قرار ڏنو آھي ۽ توحيد وغيره امور خلافيہ بابت چيو آھي تہ قطب، ابدال ۽ اوتار

جي جنهن باطني نظام کي شيخ ابن العربي تصوف ۾ داخل ڪيو آهي، ان کي ترقي ڏئي طريقه مجدديه يعني وحدت الشهود کي وحدت الوجود کان اڳ واري منزل قرار ڏيڻ جي سمجهاڻي ڏني آهي.[28]

## (د) ننڍي کنڊ ۾ تصوف جي شروعات

ڇهين صدي هجري ۽ ٻارهين صدي عيسوي اسلامي تاريخ ۾ خاص اهميت رکن ٿيون. هنن صدين ۾ وسيع اسلامي دنيا ۾ وسيع ملڪ جو واڌارو ٿي رهيو هو جو قدرتي خزانن ۽ انساني صلاحيتن جي ڪري شاهوڪار دور هو ان ڪري ئي ننڍو کنڊ هندستان، اسلامي دعوت جو عالمگير مرڪز ۽ اسلامي علم جو محافظ بنجڻ هن علائقي جو مقدر بنجي چڪو هو.

هن صدي جي شروعات ۾ ظالم تاتارين پنهنجي بربريت ۽ وحشيانه ظلمن سان وڏن وڏن نامي گرامي ملڪن جي شهرن، جيڪي علم و تهذيب جا علمبردار هئا، اهي هنن جي حملن جي ڪري تباهه ۽ برباد ٿي ويا. شريفن جي عزت و ناموس مٽيءَ ۾ ملي وئي. بخارا، سمرقند، همدان، زنجان، قزوين، نيشاپور، خوارزم ۽ مرڪز خلافت بغداد ۾ به هن فتني ڪُرَ ڪڍي قديم تهذيب کي تباهه ڪرڻ شروع ڪيو. اهڙي طرح تاتارين جي حملن عالم اسلام جي قديم اسلامي دنيا ۾ سياسي زوال سان گڏوگڏ فڪري ۽ علمي ترقين جي مٿان ڪارا تباهه ڪندڙ ڪکر اُپاري ڇڏيا.

ان وقت سموري عالم اسلام ۾ هندستان ئي هڪ اهڙو ملڪ هو جو هن وڏي ۾ وڏي فتني کان محفوظ هو. هن ملڪ تي پرجوش ترڪي نسل جي خاندانن جي حڪومت هئي، جيڪا تاتارين ۽ مغلن سان ويڙهاند ڪري پئي سگهي. اهي پنهنجي ايماني طاقت ۽ اسلامي جوش ۾ جنگي قوت رکندڙ ۽ شجاعت وارا هئا. تاتاري ۽ مغل هر هر هندستان تي حملا ڪندا رهيا ۽ هارائيندا رهيا. فقط علاءُالدين خلجي جي زماني ۾ چنگيزي مغلن پنج دفعا هندستان تي حملو ڪيو. پهريون حملو 696هه ۾ ڪيو. چوٿين ۽ پنجين حملن ۾ سلطان جي طرفان ملڪ تغلق (ملڪ غازي) مردانگي ڏيکاري مغلن کي شڪست فاش ڏني.

”دران روزبار مغول راهوس هندوستان، بردل سردشدو دندان طمع کند گشت.“[29]

ترجمو: انهن ڏينهن ۾ مغلن جي هندستان فتح ڪرڻ جي هوس ٿڌي ٿي وئي. انهن جا ڏند هميشه لاءِ کٽا ٿي ويا.

اهڙي طرح عالم اسلام جي بهترين خاندان جن کي پنهنجي ناموس ۽ ايمان عزيز هو جي بهترين دل و دماغ وارا هئا. سي پنهنجي وطن ۾ سڪون ۽ اطمينان کان محروم ٿي ويا هئا. اهي هندستان جي جديد دارالامن ۽ دارالسلام جي طرف هجرت ڪري آيا. لائق ترين انسان ۽ شريف ترين خاندان جو هي سيلاب ايران، ترڪستان ۽ عراق جي طرف بار بار ايندو رهيو. هنن جي ڪري دهلي هڪ بين الاقوامي شهر ۽ رشڪ بغداد بڻجي ويو. نه فقط دهلي بلڪ هندستان جا ٻيا شهر به شيراز ۽ يمن سان همسري ڪرڻ لڳا. مؤرخين ضياءُالدين برني ۽ ٻين هن شريف خاندان ۽ استاد وقت، علماءِ نامدار مشائخ جي فهرست ڏني آهي، جيڪي تاتارين جي شر ڪري لڏي هندستان آيا هئا ۽ درس و تدريس جي اهم ڪم ۾ مصروف ٿي ويا هئا ۽ عالم اسلام جا اهم حصا بڻجي ويا هئا. اهي اسلام جي فڪري ۽ روحاني قوت بنجي ويا هئا.

اسلامي هند جا معمار: "اسلامي دنيا جي لاءِ هندستان جي دريافت وڏو اهم انقلاب هو هت پهرين صدي هجري کان ئي اسلام جا حوصلي مند دستا اچڻ شروع ٿي ويا هئا. ان کان سواءِ برصغير هند ۾ اسلامي مرڪز خانقاهون، ننڍن ننڍن ٻيٽن وانگر قائم ٿيندڻيون رهيون. پر حقيقت ۾ هندستان جي فتح جو سهرو سلطان محمود غزنوي (241هه) ۽ سلطان شهاب الدين غوري (602هه) هٿان ٿيو. اهڙي طرح روحاني تسخير ۽ اخلاقي، ايماني فتح خواجه بزرگ شيخ الاسلام معين الدين چشتي جي اڳواڻي ۾ ٿي."[30]

تصوف جي تمام گهڻي ترقي مغليه دور ۾ ٿي. "مغليه خاندان جو سلطان ظهيرالدين بابر تيمور نسل جو هو جيڪو يارهن سالن جي عمر ۾ ترڪستان جي شهر فرغانه ۾ تخت نشين ٿيو هو. پر مخالفن سان ڏکهي ويڙهه کان پوءِ هن ڪابل ۾ پنهنجي حڪومت قائم ڪئي ۽ پوءِ هندستان جي اميرن جي دعوت تي، جيڪي ابراهيم لوڌي جي رويي کان تنگ هئا. انهن جي چوڻ تي هند ۾ آيو. هن 1526ع ۾ پاڻي پت جي ميدان ۾ ابراهيم لوڌي کي شڪست ڏئي دهلي تي قبضو ڪيو."[31] بهرحال هندستان ۾ مختلف دور حڪومت ۾ صوفياء ڪرام جو اسلام جي واڌاري ۾ صوفياڻي مزاج کي عام ڪرڻ ۾ وڏو حصو هو. هن دور جو شيخ ابن عربي وڏو عالم ۽ مفڪر هو جنهن صوفياڻي نظام جو پهريون نظريو وحدت الوجود ڏنو. ابن العربي پنهنجي تصنيفن ۾ آيات قرآني ۽ نبي ڪريم جي حديثن جي تمام گهڻي ترجماني ڪئي. اڪبر بادشاهه جي زماني ۾ سڀ کان وڏو اثر رسوخ رکندڙ بااثر شيخ الاسلام مخدوم الملڪ سلطان پور (نواح جالندر) مولانا عبدالقادر سرهندي، جنهن کي علم ڪيميا،

فقہ ۽ ٻين اسلامي علمن ۾ ڪمال حاصل هو. مغليہ دور ۾ سڀ کان وڏي ۽ اهم شخصيت حضرت مجدد الف ثاني هو جنهن وحدت الشهود جو نظريو ڏنو، جيڪو وحدت الوجود جي نظريي جو مخالف هو. هن شيخ اڪبر محي الدين ابن العربي ۽ شيخ شهاب الدين سهروردي جي ڪتابن جو نهايت غور سان مطالعو ڪيو هو. حضرت جن سڄي عمر ٽن شخصيتن کان متاثر رهيا. پهريون هن جو والد بزرگوار مخدوم عبدالواحد ﷺ هو جو سندس استاد ۽ پير و مرشد بہ هو. ٻيو خواجہ باقي بالله قدس سره. ٽيون شيخ يعقوب صوفي ڪشميري[32] انهن عالمن، مفڪرن ۽ صوفين کان سواءِ ٻين اهل الله ۽ بزرگن بہ جيڪي تصوف جي مختلف مڪتبہ فڪر سان رابطو رکندا هئا. انهن بہ اسلام جي ترقي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو ۽ هتان جي عوام کي اسلامي تعليم کان واقف ڪرايو. هندستان جي مختلف دور حڪومت ۾ ڪيترن صوفين انفرادي طور تبليغ ۽ اشاعت جو ڪم ڪيو ۽ ڪيترين ئي ڪاميابيون حاصل ڪيون، پر اصل ۾ تصوف جو بنيادي ڪم نفس جي تهذيب ۽ تزڪيو هو. صوفي مفڪرن ۽ دانشورن بنيادي بحث ۽ بنيادي فڪر ۽ هنن جي تعليم جي طريقي بابت مختلف مستقل ڪتاب لکيا ۽ وڏي علمي انداز ۾ روشني وڌي. اها ڪوشش فقط تاريخ هند تائين محدود ڪو نہ هئي، بلڪ اها هم گير ڪوشش هئي، انهيءَ منظم ڪوشش جو اصل حدف خود اسلام ۽ پيغمبر اسلام رسول اڪرم ﷺ جي حيات طيبہ.

برصغير ۾ اسلام جي اشاعت صوفين جي سرگرمي جو اثر آهي، ان وقت صوفين جون خانقاهون، ظلم، ستم ۽ جبر سان ڀريل دنيا ۾ پناهگاهون هونديون هيون، جتي ڏکايل انسانن جي زخمن تي شفقت ۽ محبت جو پيار ڀريو هٿ رکيو ويندو هو. هنن خانقاهن جا دروازا سڀن لاءِ کليل هوندا هئا. هن قسم جون جڳهون ئي هونديون هيون، جتي هندو مسلمان، جوڳي، قلندر، جوان ۽ ٻڍا شهري، ڳوٺاڻا، عورتون ۽ مرد سڀ ڪٺا ٿيندا هئا. انهيءَ سلسلي ۾ خاص طرح "چشتيہ سلسلي جو اصول هو تہ هندو ۽ غير مذهب سان سٺا تعلقات رکيا وڃن."[33]

اهو سڀ ڪجهہ هندستان ۾ تصوف جي مختلف سلسلن جي حوالي سان ٿيو. انهيءَ ۾ ڪو شڪ ناهي تہ هند ۾ غير مذهب رکندڙن، صوفين جي هٿان اسلام قبول ڪيو. "اها هڪ الڳ شيءِ آهي تہ اسلام جي ترقي لاءِ تصوف سان تعلق رکندڙ الله وارن جو اصلاح تربيت جو مخصوص طريقو هو. هند جي عوام جو مسلمان ٿيڻ اهڙن ڪيترن ئي صوفياءِ ڪرام جو مخلص ۽ بي لوث فڪر،

خيالن، رسمن ۽ رجحانن جي ذريعي ٿيو."[34] اهي رسمون اسلامي تهذيب جون حصو بڻجي ويون. شيخ محمد اڪرام جو چوڻ آهي ته خواجه باقي بالله جي اچڻ کان اڳ هندستان ۾ ايران ۽ عراق جي صوفياڻي فڪر جو اثر هو. مثلاً قادريه سلسلي جو باني شيخ عبدالقادر جيلاني بغداد جو رهڻ وارو هو. سهروردي سلسلو به بغداد جي پرسان سهرورد ڳوٺ مان شروع ٿيو. چشتيه سلسلو به خراسان جي هڪ بستيءَ مان چشت کان منسوب ٿيو انهن ٽنهي سلسلن ۾ ٿورا ٿورا اختلاف هئا. پر انهن جو روحاني پس منظر هڪ هو. ٽنهي سلسلن ۾ صلح ڪل جو طريقو مقبول هو جنهن تحت غير مروج طريقن مان به ڪجهه نه ڪجهه حاصل ڪيو ويندو هو. ٽنهي سلسلن ۾ شرعي آزادي ٿوري گهڻي هئي، ان ڪري ٽئي سلسلا وحدت الوجود سلسلي سان گهڻو سلهاڙيل هئا. انهن ٽنهي سلسلن کي مقبوليت حاصل هئي. هند ۽ سنڌ ۾ سهروردي سلسلي جو باني شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني فڪر و عمل جي اعتبار کان اسلام جي اڳواٽي ۾ شريڪ هو. هندستان ۾ مسلمانن جي تعداد ۾ واڌاري سان گڏوگڏ صوفين جو وقار به وڌندو رهيو عظيم صوفين جون درگاهون زيارت گاهن ۾ تبديل ٿي ويون.

جهانگير جي زماني جي شروعات ۾ برصغير ۾ تصوف جي نقشبندي سلسلي کي فروغ حاصل ٿي رهيو هو. ان زماني ۾ قادري سلسلو به فڪري طور تي پاڻ کي مڃائي چڪو هو. هن سلسلي جي بزرگن نعمت الله ۽ مخدوم جيلاني قادري سلسلي کي تمام گهڻو وڌايو هو. اهڙي طرح آزاد خيال صوفين جي دوستي ۾ دارا شڪوه جي ذهني ارتقا ۽ عقيدو وحدت اديان جي طرف هو. سندس پهرين ڪاوش سفينته الاولياءَ آهي، جنهن ۾ هن پاڻ کي تصوف جي قادري سلسلي سان پنهنجي وابستگي ڏيکاري آهي. هن جو ٻيو ڪتاب سڪينته الاولياءَ آهي. هو وحدت الوجودي فلسفي سان واسطو رکندڙ هو. هو اڪثر هڪ هندو عالم بابا لال داس سان الاهيات جي مسئلي تي بحث ڪندو هو. انهن بحثن جي روئيداد چندر ڀان مڪالمن جي صورت ۾ مرتب ڪئي آهي. انهن مڪالمن ۾ داراشڪوه جي مذهبي خيالات کي سمجهڻ ۾ مدد ملي ٿي. داراشڪوه جي فلسفي سان ٽڪراءُ ۾ اورنگزيب هو. جيڪو وحدت الشهود جو قائل هو.

بهرحال تصوف جي هن ٻنهي نظرين جي دؤر ۾ ٿلهي ليکي مذهب اسلام جي تمام گهڻي ترقي ٿي، تصوف جا سيئي سلسلا رب پاڪ ڏي ويڃڻ واري شاهي رستي جا پنڌ ۽ پيچرا هئا، جيڪي مختلف سلسلن جي نمائندگي ڪندي پنهنجي رب جي وحدانيت جي شاهدي ڏين ٿا.

قاضي جاويد پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ: "ڪيترن ئي سببن جي حوالي سان برصغير ۾ مقامي ۽ اسلامي ثقافتي گروهن جي درميان تهذيبي سطح سيءَ کان وڏو وسيلو تصوف هو جنهن مختلف گروهن کي بنا ڪنهن متڀيد جي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جو ڪم ڪيو ۽ يقين سان چئي سگهجي ٿو تہ برصغير ۾ اسلام جي اشاعت زياده تر صوفياءِ ڪرام ڪئي. [35]

## (هہ) سنڌ ۾ تصوف جي شروعات

سنڌ جي سرزمين روحانيت سان پريل، رچيل ۽ خدا جي ٻانهن سان پيار ڪرڻ وارن جي ڌرتي آهي، اهوئي سبب آهي، جو محبوب خدا حضرت محمد مصطفيٰ ﷺ جن فرمايو هو تہ: "مون کي سنڌ ملڪ مان ٿڌي هير ٿي لڳي." چاڪاڻ تہ سنڌ جي سونهارن بزرگن ۽ عظيم المرتب انسانن جو درس ۽ تدريس سڄي دنيا جي انسانن لاءِ امن آشتي خير و برڪت جو پيغام رهيو آهي.

سنڌ ۾ روحانيت بابت مغربي مفڪرن جو اشارو مشرق جي حوالي سان ٿيل آهي. چاڪاڻ تہ سنڌ جون حدون ازل کان وسيع رهيون آهن، تنهن ڪري برصغير ۾ روحانيت جو مرڪز سنڌ کي چوڻ ۾ ڪو وڌاءُ نہ ٿيندو. "ڪيمبرج جي نامياري پروفيسر ۽ تاريخ ادب عربي جي ليکڪ ڊاڪٽر آرنڪلسن پنهنجي هڪ ڪتاب رومي (لنڊن 1950ع) منجهہ گذريل ٻن عالمي جنگين جي خون خرابي تي بحث ڪندي يورپ کي مشورو ڏنو تہ اُهي "مشرق" (سنڌ) جي صوفين، مفڪرن ۽ اوليائن جي تحريرن جو مطالعو ڪن، چاڪاڻ تہ:

"This will open their eyes, and will see that the universe is spiritual.

ترجمو: انهيءَ سان انهن جون اکيون کلي وينديون ۽ اهي هن حقيقت کي سمجهي سگهندا تہ هيءَ ڪائنات هڪ روحاني حقيقت آهي.

سنڌ جي سرزمين علم ۽ دانش جو مرڪز رهي آهي. ويدانيت، الاهيات، فلسفي، حساب، طب، نجوم، ادب ۽ اخلاق تي هزارين ڪتاب تاليف ڪيا ويا. جي ايامن کان وٺي سنڌ ۾ پڙهيا ويندا آهن. سنڌ بابت "ابن خردازبہ (250هہ) سنڌ اندر جن شهرن جو بيان ڪيو آهي. ان مان پتو پئي ٿو تہ: "عرب بلوچستان کان وٺي گجرات تائين سڀ کي سنڌ سمجهندا هئا." [36] علامہ سمعاني شروعاتي دور جي سنڌي محدثن ۽ محققن جو ڪافي ذڪر ڪيو آهي. امام اوزاعي حديث جي وڏن امان ۾ شمار ٿئي ٿو سوبہ السندي، ڪري ليکيو ويندو آهي، ابو معشر بن عبدالرحمان جو حديث، رجال، فقہ ۽ مغازي جو

امام آهي، سو بہ سنڌي هو. حافظ ابو محمد خلف بن سالم کي ابن حجر السندي البغدادي والحافظ ڪري بيان ڪيو ويو آهي. ابو نصرت فتح السندي کي فقيہ ۽ امام ڪري پيش ڪيو ويو آهي. ابو عطا سنڌي کي عرب شاعرن استاد شاعر ۽ قادرالڪلام ڪري مڃيو آهي، اهڙي طرح ڪيترن ئي سنڌي ڪتابن کي عربي زبان ۾ ترجمو ڪيو ويو.

"سنڌ کي اهو بہ فخر آهي امام زين العابدين جو اهلبيت عظام جو سرچشمو آهي، سندس والده جو تعلق سنڌ سان آهي، ان طرح امام ابوحنيفہ امام اعظم ۽ امام اوزاعي بہ سنڌي نسل جا آهن. شيخ صدرالدين بکري جنهن سان مشهور سياح ابن بطوطہ 734هہ ۾ مليو. مولانا ظهيرالدين بکري فقهہ ۽ اصول فقہ جو امام هو، سندس بہ ڪتاب العلم ۽ طبقات حنفيہ مشهور آهن. ڏهين صدي هجري ۾ مير محمود ميرڪ ۽ شيخ عبدالوهاب پوراني مشهور آهن، مخدوم محمد فخر پوٽہ ۽ ان جو خاندان بہ فقهہ ۾ مشهور آهن، مخدوم بلاول رحمة الله عليه صاحب طريقت عالم ۽ محدث هو. قاضي ڏتو سيوهاڻي، مير معصوم بکري جو استاد هو. ڪيس مرزا شاهہ حسن امام جارالله زمخشري ثاني سڏيو ويندو هو. اهو مخدوم بلاول جو شاگرد هو. مخدوم رڪن الدين "شرح اربعين" جو مصنف بہ مخدوم بلاول جو شاگرد هو. يارهين ۽ ٻارهين صدي هجري ۾ ٺٽو نصرپور، بکر، کهڙا، سيوهڻ، بوبڪ ۽ هالا علم ۽ تصوف جا مرڪز رهيا. مخدوم ضياءالدين ٺٽوي، شيخ ابوالحسن ٺٽوي، مخدوم معين الدين ٺٽوي، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، محمد ابوالحسن ڪبير، مخدوم عبداللطيف ٺٽوي، مخدوم حامد اگهمي، فقيرالله شڪارپوري، مخدوم عارف سيوهاڻي، مخدوم حيات سنڌي، مخدوم عابد سنڌي ۽ مخدوم محمد زمان لواري شريف. تيرهين صدي هجري ۾ فض الله پاٽائي، مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي، محمد ابراهيم ۽ مخدوم عبدالڪريم جن سنڌ ۾ علم و دانش ۽ تصوف جا واهڙ وهائي ڇڏيا. هنن مختلف علمن، حديث، تفسير، نحو ادب، فقهہ ۽ شعر و شاعريءَ ۾ وڏو درجو حاصل ڪيو هو. بشاري مقدسي سنڌ جي ماڻهن لاءِ لکيو آهي تہ "هتي جا رهاڪو لائق ۽ بامروت آهن، ڪين اسلام جي تازگي حاصل آهي، هتي عالم تمام گهڻا آهن، نيڪي ۽ خيرات ڪندا آهن." (37)

سنڌ ۾ تصوف جي ابتدا بابت ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي لکي ٿو تہ "اسلام جي اچڻ کان پوءِ سنڌي واپارين اسلام قبول ڪيو ۽ سلون ۽ انڊونيشيا جي ٻيٽن ۾ وڃي اسلام جي تبليغ ڪئي. اها هڪ تاريخي حقيقت

آهي تہ سنڌ جا سوداگر واپار سانگي ڏورانهان ڏيهہ ڏوريندا هئا ۽ پري پري ويندا هئا. شاهہ لطيف جي رسالي جا بہ سر سر سريراڳ ۽ سر سامونڊي پڻ ان پس منظر ۾ آهن. علامہ نور احمد قادري جي تحقيقاتي رپورٽ، جيڪا روزنامہ جنگ جي 5 مارچ 1965ع جي پرچي ۾ شايع ٿي، جنهن ۾ هن لکيو آهي تہ "انڊونيشيا ۾ اسلام سنڌي سوداگرن پکيڙيو." اڳتي هلي ڄاڻايو اٿس تہ اهي سنڌي مبلغ حضرت خواجہ حسن بصري جا معتقد هئا. ان مان ڄاڻ ملي ٿي تہ 2 صدي هجري ۾ سنڌ ۾ حضرت خواجہ حسن بصري جي تعليم جو اثر پهچي چڪو هو. هو لکي ٿو تہ "ان زماني ۾ جيتوڻيڪ صوفي ۽ تصوف لفظ مروج نہ ٿيا هئا، پر صوفيانہ تعليم جي شروعات حضرت خواجہ حسن بصري ﷫ جي ذريعي شروع ٿي چڪي هئي. ڇاڪاڻ جو تصوف جا سڀ سلسلا هن بزرگ جي ذريعي حضرت علي ڪرم الله وجهہ تائين پهچن ٿا. حضرت خواجہ حسن بصري ﷫ پهرين رجب 110هہ مطابق، آڪٽوبر 728ع تي وفات ڪئي. خواجہ صاحب کان جن علمي ۽ روحاني فيض حاصل ڪيو، انهيءَ تبليغ ڪري سنڌ ۾ اسلام سڀ کان پهرين ڦهلايو. اصل ۾ اهي سنڌي واپاري هئا، جيڪي ڏيهہ کان سواءِ پرڏيهہ واپار جي سلسلي ۾ وڃي اسلام ڦهلائڻ جو ڪم ڪندا هئا. تاريخ جي ڪتابن ۽ تذڪرن ۾ اهڙن سنڌي سوداگردن، عالمن ۽ بزرگن جا نالا محفوظ ڪونهن، ڇاڪاڻ جو ان دور ۾ سنڌي ۾ لکيل ڪو بہ ڪتاب موجود ڪونهي، پر عربي ڪتابن ۾ انهن عالمن، فاضلن جا ڪجهہ نالا ملن ٿا، انهن مان ڪجهہ نالا هيٺ ڏجن ٿا. هڪ عالم ۽ فاضل ربيع بن صبيح السعدي هو جيڪو بصرا کان سنڌ ۾ آيو هو. ڪيس بصرا ۾ اسلام جو پهريون مصنف تسليم ڪيو ويو آهي. اهو بہ معلوم ٿئي ٿو تہ هن حضرت خواجہ حسن بصري کان حديثون روايت ڪيون آهن. هن کان جن ٻين عالمن حديثون روايت ڪيون، انهن مان صوفيانہ سلسلي جي بزرگ سفيان ثوري جو نالو بہ ملي ٿو. جنهن سنڌ ۾ اچي ان فيض جي ونڊ ورڇ ڪئي. هن بہ حضرت حسن بصري کان روحاني علم حاصل ڪيو هو. عربي ڪتابن ۾ سنڌ جي ڪيترن عالمن، فاضلن ۽ محدثن جا نالا ملن ٿا، جي سنڌ مان عربستان ويا، اتي پنهنجي علمي فضيلت جي ڪري مشهور ٿيا.[38]

صوفيانہ مسلڪ لاڳاپيل ٻي ۽ ٽي صدي هجري ۾ جن بزرگن جا نالا ملن ٿا، انهن مان حضرت بايزيد بسطامي ﷫ جو نالو قابل ذڪر آهي. هن بزرگ (261هہ مطابق 875ع) ۾ وفات ڪئي. "تذڪرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هن جي ملاقات سنڌي بزرگ ابو علي سنڌي سان ٿي هئي. ابو علي سنڌي صوفيانہ

تعليم کان واقف هو. حضرت بايزيد فرمائي ٿو تہ: "مون کانئس فنا ۽ توحيد يعني تصوف جو علم سکيو ۽ ابو علي مون کان الحمد ۽ قل هوالله جو تفصير معلوم ڪيو." ان مان ظاهر ٿئي ٿو تہ ٻي صدي هجري کان ٽي صدي هجري تائين سنڌ ۾ تصوف جي تعليم رائج ٿي، بلڪ ان کان پوءِ اچا تائين بہ سنڌ جي عالمن ۾ تصوف جي اصولن جو اثر نظر اچي ٿو. ابوالعباس محمد بن محمد وراق ديبلي اصل ۾ ديبل جو رهاڪو هو. هو عربستان وڃي علم حديث حاصل ڪري وڏو عالم فاضل محدث ٿيو. ان کان پوءِ اسلامي ملڪن جو بہ سير سفر ڪيائين ۽ (345هہ مطابق 956ع) ۾ وفات ڪيائين. هو وڏو محدث، عابد ۽ زاهد هو. ان دؤر جو هڪ ٻيو سنڌي عالم ملي ٿو، جنهن جو نالو احمد سنڌي آهي، مطلب تہ ٽين ۽ چوٿين صدي عيسوي ۾ اهڙن ڪيترن سنڌي عالمن جا نالا ملن ٿا، جيڪي سنڌ مان بغداد وڃي بصري ۽ ٻين شهرن ۾ رهيا، اتي علمي دنيا ۾ پنهنجو نالو ڪڍيائون. هنن جي جيڪا رهڻي ڪهڻي بيان ٿيل آهي. انهن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو صوفيانہ تعليم جو عملي نمونو هئا ۽ سنڌ ۾ صوفيانہ تعليم موجود هئي.(39)

ڪلهوڙن جي دور ۾ تہ سنڌي عالمن سنڌ ۾ تصوف جو تمام گهڻو پرچار ڪيو، جن ۾ مخدوم ابوالحسن، مخدوم ضياءُالدين، مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، مولوي عبدالخالق، مخدوم غلام محمد بگائي، قاضي عبدالڪريم، ميون عيسيٰ، مولوي محمد حسين، محمد شريف راٽيپوري، پير محمد راشد روضي ڌڻي ۽ مخدوم عبدالرئوف ڀٽي هئا. سنڌ ۾ ڪلهوڙن حاڪمن جو وڏو ڏاڏو ميان آدم شاھہ بہ نقشبندي سلسلي سان سلهاڙيل هو. پيري مريدي جو سلسلو سنڌ جي عوام آدم شاھہ سان رکيو. سو ميان عبدالنبي تائين پهچندي پهچندي خودبخود ختم ٿي ويو. ڪلهوڙن جي دور ۾ سڀ کان وڏو تصوف جو مالڪ شاھہ عبداللطيف ڀٽائي هو. جيڪو روايتن مطابق قادري سلسلي سان واسطو رکندڙ بزرگ ۽ شاعر هو. مگر شاھہ سائين وٽ اسلام ۽ تصوف بابت پنهنجا ويچار هئا. شاھہ لطيف پنهنجي دور ۾ صوفيانہ اختلافات رکندڙ نہ هو. پر هڪ سچو مسلمان ۽ صحيح صوفي شاعر هو ان ڪري پاڻ اويسي سلسلي سان لاڳاپيل گهڻو لڳندو هو. هن سلسلي بابت مخدوم مصن سان خط و ڪتابت بہ ٿيل اٿس.

## (و) سنڌ جي سماج تي تصوف جو اثر

سنڌ ڌرتي شروع کان ئي رواداري ۽ هڪجهڙائي جو پيغام ڏيندڙ عوام جي سرزمين رهي آهي. هتان جا ماڻهو انسان دوست، سخي، بهادر، عالم، فاضل، شاعر، مصنف، درويش ۽ اولياءَ الله رهيا آهن. سنڌ جي سرزمين جا قديم زماني کان عرب دنيا سان تعلقات رهيا آهن. لکين سال پراڻي هيءَ ڌرتي پنهنجي دامن ۾ هزارين تهذيبن کي سموهيو اٿل بيٺي آهي. انسان لکن سالن کان هن ڌرتي کي رونق بخشي آهي ۽ مٽس پنهنجي خوشبوءِ جا چٽ چٽيا آهن.

سنڌ جو عوام هونئن ئي نياز نوڙت ۽ يڪدم پنهنجو ڪرڻ واري عمل ۾ اڳڀرو رهيو آهي. بنيادي طور پنهنجو پاڻ سان سچو ٿيڻ، سماج ۾ سچائي جو نظام قائم ڪرڻ ۾ سنڌي عوام جو وڏو حصو آهي. شاھ لطيف جي زماني ۾ ٻارهين صدي هجري ۾ ڪجھ انتها پسندن پوري معاشري کي لوڏي ڇڏيو. متان وري ان وقت جا ديني عالم زبردستي اسلام قبول ڪرائي فخر ڪندا هئا، ان ڪري سنڌ جي عوام ۾ خوف، مايوسي، عدم تحفظ ۽ بي يقيني پکڙجي وئي. انهيءَ دور ۾ ڪجھ صوفين گڏجي همه گير تحريڪ هلائي، جنهن جي نتيجي ۾ هڪ طرف سنڌ جي عوام سک جو ساھ کنيو، مذهبي اختلاف ختم ڪرڻ ۾ اهي صوفي ڪامياب ويا. خاص طرح شاھ عبداللطيف ڀٽائي ۽ مخدوم معين الدين ٺٽوي جهڙا اهم عالمن اهو ڪم سرانجام ڏنو. ان کان سواءِ لطيف جي هڪ وڏي معاصر بزرگ شاھ عنايت شهيد جيڪو هڪ وڏي عالم سان گڏوگڏ هڪ سياسي ۽ سماجي شعور رکندڙ مفڪر به هو. ته هڪ قادري مسلڪ جو بيباڪ ڪامل صوفي درويش به هو. جڏهن ايران ۽ عراق جو سير سفر ڪري حيدرآباد دکن ۾ برهانپور مان ٿيندو تصوف جون سيئي منزلون طئي ڪندو پنهنجي مرشد عبدالمالڪ بن شاھ عبدالله شاھ کان اجازت وٺي سنڌ آيو ته سندس مرشد تحفي ۾ ڪيس تلوار ڏني هئي، سنڌ ۾ اچي پهرين ٺٽي ۾ رهيو هو جتي هن تصوف جي تعليم ڏيڻ سان گڏوگڏ هڪ نظرياتي تعليم به ڏني ته هي سڀ زمينون رب پاڪ جون آهن، هن زمين تي جيڪو به محنت ڪندو اها هن جي آهي، يعني جيڪو "ڪيڙيندو سو کائيندو" هن نعري ڪري، هو سنڌ جي هارين، نارين، پورهيتن ۾ مقبول ٿي ويو. "شاھ عنايت ڪجھ وقت بعد ميرانپور جهوڪ ۾ اچي رهيو هو. هن جي نوراني نور ورحاني رنگ "جيڪو ڪيڙي سو کائي" جي نعري کان متاثر ٿي هزارين ماڻهو سندس مريد بڻيا. شاھ عنايت حق جو قائل درويش هو هن جي شهرت حاسدن کان

سَنئي نہ وئي. جن وڃي دهلي جي حڪامن جا ڪن ڀريا، سرڪاري سطح تي اهڙي رحمدل انسان ۽ ڪمال درويش تي ڪوڙا الزام لڳايا ويا تہ هو مغلن جي خلاف عوام کي ڀڙڪائي رهيو آهي. مغلن جي لشڪر ميران پور جي ڳوٺ جو گهيراءُ ڪيو. شاهہ عنايت جي مريدن انهن سان مقابلو ڪيو جنهن بعد گورنر اعظم خان جي فرمان تي مير شهدادخان ۽ ميان محمد خان ڪلهوڙي شاهہ عنايت کي دوکي سان دعوت ڏئي شهيد ڪيو. اهو المناڪ واقعو 1718ع جو آهي. (40)

مٿين احوال مان اها ڄاڻ پئي ٿي تہ سنڌ جا صوفي نظرياتي طور عوام جا نہ فقط اڳواڻ هئا، پر خادم بہ هئا. اهڙن عارفن ۽ شاعرن ۾ بہ وري هڪڙا همہ اوست جا پوئلڳ شاعر آهن، جي سمجهن ٿا تہ سڀ ڪجهہ حق منجهان آهي، پر "همہ اوست" جي مهراڻ ۾ موجون ماٽيندڙ عاشق ڄاڻن ٿا تہ سڀ ڪجهہ هو يعني "حق" يا "برهم" پاڻ آهي. وجود حقيقي هڪ آهي، فقط خدا موجود آهي، ٻيو ڪجهہ بہ نہ آهي، هر شيءِ انهيءَ مان آهي ۽ انهيءَ ۾ آهي. جيئن سمنڊ ۾ لهرون، موجون، جن جو وجود حقيقي ناهي، پر اضافي آهي پر اصل ۾ سمنڊ آهي، تيئن خدا تعاليٰ بہ واحد آهي، خدا جي وحدانيت جو اهو تصور محض تجريدي نہ آهي، پر هي هڪ اهڙو مرڪزي نقطو آهي، جنهن مان ڪيترائي ڪرڻا ڦٽي نڪتا آهن. حضرت علي ع کان حضرت امام حسين ع محي الدين ابن العربي، منصور حلاج، بايزيد بسطاماني ۽ جنيد بغداد کان ٿيندو برصغير ڏکڻ ايشيا ۾ حضرت داتا گنج بخش، بابا فريد گنج شڪر، سنڌ ۾ قلندر لعل شهباز، شاهہ عنايت شهيد، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ۽ بيدل بيڪس سڀ تصوف جو درس ڏيندا رهيا آهن. تصوف جو ڪم ئي آهي، انسان کي انسان بنجڻ جي ترغيب ڏيڻ، ان فڪر جي ذريعي انسان پنهنجي خالق جي حوالي سان پنهنجي سڃاڻپ ڪائنات سان ڪندو آهي. وچ ۾ آيل فاصلا گهٽبا رهندا آهن، اهڙي طرح دنيا جي مڙني مذهبن ۽ ڌرمن جا اصول ڪنهن نہ ڪنهن صورت ۾ انساني وحدت جو تصور ڏين ٿا. اصل ۾ نائين صدي عيسوي ڌاري جڏهن بايزيد بسطامي وادي سنڌ ۾ آيو تہ اتي هڪ سنڌي ڪيس اپنشد جي واٽي پڙهائي:

| | |
|---|---|
| تد توم اسي | (تون هو آهين) |
| سہ اهم | (هو مان آهيان) |
| اهم برهم اسمي | (مان برهم آهيان) |

ان سنڌي بايزيد کي سمجھايو تہ منجھس ٿي الله جو نور آهي ۽ هو خود الله آهي، تنهن تي بايزيد کي ان مضمون سان واسطيدار قرآن شريف جي هڪ آيت ياد آئي: "ونحن اقرب اليہ من حبل الوريد" (الله اسان کي ساهہ جي رڳن کان بہ ويجھو آهي.) بايزيد ان سنڌي کي قرآن پاڪ جي علم کان واقف ڪيو اهو سنڌي وري بايزيد کي ويداني سمجھائيندو رهيو. ايستائين جو ٻئي هڪ ٻئي کان متاثر ٿيا، جو بايزيد ويدانت جي اثر هيٺ مڪمل صوفي ٿيو ۽ اهو سنڌي قرآن پاڪ پڙهي مسلمان ٿيو جو ابو علي السنڌي جي نالي سان سڃاتو وڃي ٿو.(42)

مٿئين حوالي مان ظاهر ٿئي ٿو تہ سنڌ جي ماڻهن ۾ شروع کان ئي روحانيت هئي، ويدانت ۾ تصوف هڪ محبت سان پيش اچڻ وارا آهن. مهمان نوازي، سخاوت، صاف دل، نرم دل ۽ ٻيون انيڪ خوبيون سنڌ جي ماڻهن ۾ موجود هيون، پر تصوف وري هنن کي وڌيڪ نياز نوڙت، پيار ۽ پريم جو سرچشمو بڻائي ڇڏيو. ان کان سواءِ سنڌ جا ماڻهو سماع جا شوقين هئا ۽ آهن، جيڪي اڄ ڏينهن تائين پنهنجي سماع جي حوالي سان ميلاد، مجلسن ۽ صوفي بزرگن جي ميلن ۾ راڳ رنگ ٻڌندا رهندا آهن. مثلن شاهہ لطيف ڀٽائي، سچل، بيدل بيڪس ۽ ٻيا وحدت الوجودي صوفي سماع جا شوقين هئا، ان جو سبب اهو آهي جو خاص طرح سنڌ جو عوام اهل طريقت جي تشريح ۾ عقيدو رکي ٿو، هو صوفين جي شريعت، طريقت، حقيقت ۽ معرفت جي منزلن جا قائل آهن.

## حوالا/ حاشيا ۽ مددي ڪتاب


1. ڪشف المحجوب، ابوالحسن، سيد علي بن عثمان هجويري، مترجم عطا محمد حامي، صفحہ 27، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشور/ حيدرآباد، سال 1988ع
2. تصوف هماري نظر مين، محمد حسن صفدر، صفحہ 93، النور پبلشر ڪراچي، سال 1985ع
3. رسالو سچل سرمست، مرتب عثمان علي انصاري، صفحہ 27، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو سال 1997ع
4. اللمع، ابونصر سراج طوسي، صفحہ 59، اداره تحقيقات اسلامي اسلام آباد، سال 1986ع
5. ڪتاب ساڳيو، حوالو صفحہ 50.
6. سير و سلوڪ، آيت الله العظميٰ امام خميني، صفحہ 169، جامع تعليمات اسلامي پاڪستان، سال 1990ع

7. انور هادي، رضي احمد صديقي، صفحه 139، جمن ثقافت هادويه ڪراچي، سال 1988ع.
8. ساڳيو حوالو صفحه 39.
9. هزيان تنوير مرشد، صفحه 88، پوليمير پبليڪشنز اردو بازار لاهور، سال 1989ع.
10. تصوف ڪي حقيقت، پروين، صفحه 23، اسلام ٽرسٽ 25_13 گلبرگ لاهور، سال 1992ع.
11. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا سيد قاسم محمود صفحه 1101 شاهڪار بڪ فائونڊيشن ڪراچي 1984ع.
12. تاريخ تصوف، پروفيسر سليم چشتي، صفحه 96، دارالڪتاب اردو بازار لاهور، سال 2007ع.
13. مجلس صوفيه، پروفيسر محمد معين الدين دردائي، صفحه 32، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، سال 1988ع.
14. مقولات تصوف، خواجه محمد زمان، صفحه 39، جماعت لواري شريف، سال 1972ع.
15. فڪر فريد سليم يزداني، صفحه 53، ايجوڪيشنل پريس ڪراچي، سال 1985ع
16. حديقته الاولياء، مفتي غلام سرور، صفحه 85، اسلامڪ بڪ فائونڊيشن ڪراچي، سال 1890عيد
17. مضامين تصوف، محمد ادرس صفحه 88، دوست ايسوسيئيشن اردو بازار لاهور، سال 1998ع.
18. سچل سرمست جو سنڌي ڪلام، مرتب عثمان علي انصاري، صفحه 14، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1982ع.
19. محي الدين ابن عربي، تاليف ڊاڪٽر محسن جهانگيري، صفحه 243، اداره ثقافت اسلاميه ڪلب روڊ لاهور، سال 1989ع.
20. سچل سرمست جو سنڌي ڪلام، مرتب عثمان انصاري، صفحه 18، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1982ع.
21. صوفي ساڃاهه، صوفي قربان علي قربان، صفحه 61، مومن پبليڪيشن جتوئي نوان، سال 1993ع.
22. ويرون ۾ وهڪرا، پروفيسر علي نواز جتوئي، صفحه 54، سنڌي سڌارا اڪيڊمي حيدرآباد، سال 1993ع.
23. سچل سرمست جو سنڌي ڪلام، مرتب عثمان علي انصاري، صفحه 40_41، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو سال 1992ع.
24. صوفي ساڃاه، صوفي قربان علي، صفحه 32، مومن پبليڪيشن جتوئي نوان، سال 1993ع.
25. شاهه جو رسالو ڊاڪٽر گربخشاڻي، صفحه 277، ڀٽ شاهه ثقافتي مرڪز، سال 1985ع.
26. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحه 236، اداره ثقافت اسلاميه ڪلب روڊ لاهور، سال 1987ع.
27. سچل سرمست جو سنڌي ڪلام مرتب عثمان علي انصاري، صفحه 25_24، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1992ع.

28. ارمغان شاهه ولي الله، پروفيسر محمد سرور، صفحه 200، اداره ثقافت اسلاميه لاهور، سال 1988ع.
29. تاريخ فيروز شاهي، ضيابرني، صفحه 251، 302، 323 اردو سائنس بورڊ لاهور، سال 1983ع.
30. تاريخ دعوت و عزيمت صحه سوم، مولانا سيد ابوالحسن ندوي، صفحه 36 مجلس نشريات اسلام ناظم آباد، ڪراچي، سال 1976ع.
31. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحه 338، اداره ثقافت اسلاميه ڪلب روڊ لاهور، سال 1987ع.
32. مضامين تصوف، محمد ادريس، صفحه 48، دوست ايسوسيئيشن اردو بازار لاهور، سال 1998ع.
33. ڪتاب ساڳيو حوالو صفحه 65، دوست ايسوسيئيشن اردو بازار، سال 1998ع.
34. مسلم فڪر ڪي ارتقا، قاضي جاويد، صفحه 4، نگارشات لاهور، سال 1986ع.
35. هندي مسلم ڪي تهذيب، قاضي جاويد صفحه 16، وين گارڊ بڪس لميٽيڊ لاهور، 1903ع.
36. ڪينجهر مرتب ناز سنائي (1) ڊاڪٽر مضمون "سنڌ" غلام جيلاني برق، صفحه 72، سنڌي ساهت گهر حيدرآباد، سال 1994ع.
37. عرب و هند ڪي تعلقات، علامه سيد سلمان ندوي، صفحه 46، اردو اڪيڊمي ڪراچي سنڌ، سال 1994ع.
38. پيغام ماهوار، مولانا غلام محمد گرامي (مضمون) سنڌ علم و دانش جو مرڪز صفحه 29، شعبه مطبوعات، سنڌ اطلاعات کاتو ڪراچي، سال 1980ع.
39. سنڌي ادبي ۽ ثقافت تي اسلامي اثرات، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحه 172، شعبيه مطبوعات، سنڌ اطلاعات کاتو ڪراچي، سال 1980ع.
40. شاهه ۽ سچل تقابلي اڀياس، جلد ٻيو، بخت راءِ متلاڻي، صفحه 119، ڊپارٽمنٽ آف سنڌي يونيورسٽي آف ممبئي، سال 2003ع.
41. ڪتاب ساڳيو حوالو صفحه 88.
42. ڪتاب ساڳيو حوالو صفحه 88.

باب چوٿون

# چشتي سلسلي جي ابتدا

هي سلسلو خراسان جي هڪ شهر چشت جي نالي سان منسوب آهي، جتي بزرگان دين روحاني اصلاح جي تربيت جون خدمتون ڪندا رهندا هئا. هي سلسلو حضرت ابو اسحاق چشتي رحمة الله عليه سان منسوب آهي، جو حضرت خواجہ ممشاد دينوري جو مريد ۽ خليفو هو سندس وفات 392هہ مطابق 940ع ۾ ٿي.

برصغير پاڪ ۽ هند ۾ چشتيہ سلسلي جو اڳواڻ خواجہ معين الدين چشتي هو. جيئن تہ خواجہ صاحب چشت جو رهڻ وارو هو. ان ڪري پاڻ چشتي سڏائڻ لڳو. سندس صوفي سلسلو بہ چشتيہ يا چشتي جي نالي سان مشهور ٿيو.[1]

"اولياءِ بهاولپور" جي مصنف مسعود حسن شهاب لکيو آهي تہ " هن سلسلي جي اڳواڻ خواجہ معين الدين چشتي اجميري، جن جو طريقت جو سلسلو ڇهن واسطن سان حضرت خواجہ ابواسحاق چشتي سان وڃي ملي ٿو."
ٻين سلسلن وانگر هي طريقو بہ حضرت علي عہ سان وڃي ملي ٿو.

حضرت علي عليه السلام، جيڪو سڀني سلسلن جو سرواڻ آهي. (2) خواجہ حسن بصري (3) حضرت خواجہ ابي الفضل عبدالواحد ابن زيد (وفات صفر 177هہ مطابق 793ع) بصره جو رهڻ وارو هو. (4) حضرت خواجہ ابو علي ابوالفيض الفضيل بن عياض (وفات 3 ربيع الاول 187جج مطابق 803ع) مدفن مڪ مڪرمہ. (5) حضرت خواجہ ابراهيم ادهم سندس شجرو حضرت اميرالمومنين حضرت عمر فاروق رضہ سان ملي وڃي ٿو. (وفات 26 جمادي الاول 280هہ مطابق 893ع) (6) حضرت خواجہ سيد بدرالدين حذيفہ المرعشي (وفات 24 شوال 252هہ مطابق 866ع) (7) حضرت خواجہ امين الدين ابوهيرة البصري 120 سالن جي عمر ۾ 7 شوال (287هہ مطابق 900ع) ۾ وفات ڪئي. (8) حضرت خواجہ ممشاد علي دينوري وفات (1 محرم 299هہ مطابق 911ع) (9) حضرت خواجہ ابواسحاق شامي چشتي: پاڻ ڀهريون بزرگ آهي، جنهن ڪان

چشتي سلسلو جاري ٿيو الهديہ ابن شيخ عبدالرحيم جي تذڪري "سيرالاقطاب" ۾ آيو آهي تہ: "هن جي وجہ تسميہ (سلسلہ چشتيہ) اها ٻڌائي وڃي ٿي تہ حضرت ابو اسحاق شامي بغداد ۾ پنهنجي پير جي خدمت ۾ حاضر ٿيو. پير حضرت ممشاد علي دينوري ڪانئن پڇيو تہ تنهنجو نالو ڇا آهي؟ پاڻ وراڻيائون تہ غلام ڪي "ابو اسحاق چشتي" چوندا آهن. "پاڻ نهايت محبت ۽ شفقت سان فرمايائون تہ "تون خواجہ چشت آهين ۽ چشت ۾ اسلام تنهنجي برڪت سان ايندو." پير ڪان خلافت حاصل ڪري اجازت وٺي چشت آيو ۽ اتي خواجہ چشت جي نالي سان مشهور ٿيو. حضرت ابواسحاق سماع جو شوقين هو. (10) حضرت خواجہ احمد چشتي: سندس شجرو نسب سيد حسن مثنيٰ بن اميرالمومنين حضرت حسن بن اميرالمومنين حضرت علي ع سان وڃي ملي ٿو. جمادي الثاني 355هہ (967ع) ۾ وفات ڪيائون.

(11) حضرت خواجہ ابو محمد بن احمد چشتي، حضرت خواجہ ابو احمد چشتي جو فرزند هو. 4 ربيع الثاني 411هہ (1021ع) ۾ انتقال ڪيائين. سندس ٽي مقرب خليفا هئا. حضرت ناصرالدي خواجہ ابو يوسف چشتي، حضرت محمد ڪاڪو ۽ استاد مروان. (12) حضرت خواجہ ابو يوسف چشتي بن محمد سمعان: سندس شجرو نسب حضرت امام موسيٰ ڪاظم ع جي ذريعي حضرت امام جعفر صادق ع سان ملي ٿو. سندس وفات 3 رجب المرجب 459هہ (1067ع) ۾ ٿي. سماع سان تمام گهڻي دلچسپي هئين، پر عام ماڻهن کي سماع ۾ اچڻ جي اجازت نہ ڏيندا هئا.

(13)حضرت خواجہ مودود چشتي: حضرت خواجہ قطب الدين مودود چشتي حضرت خواجہ ناصرالدين ابو يوسف جا فرزند هئا. سندن ولادت 430هہ 31_1030ع ۾ ٿي. ڪين خرقہ خلافت پنهنجي والد بزرگوار ڪان حاصل ٿيو. شاهہ سبحان، جنهن جو لقب ۽ نالو رڪن الدين محمود هو. سندس صحبت ۾ ڪجهہ عرصو رهيو ۽ فيضياب ٿيو سندس وفات رجب 527هہ (1133ع) ۾ ٿي ۽ چشت ۾ دفن ٿيو سندس وفات بعد فرزند حضرت شيخ احمد سجاده نشين ٿيو ڪيس سماع جو گهڻو شوق هو.

(14) حضرت خواجہ شريف زندني: زندنہ ۾ جنم ورتو. ظاهري تعليم مڪمل ڪري خرقہ خلافت خواجہ مودود چشتي ڪان حاصل ڪيو. توحيد جي مسئلي تي وڏي عالمانہ دسترس حاصل هيس. 6 رجب 412هہ (1215ع) تي وفات ڪيائين. سماع جو نهايت شوقين هو سماع جي محفلن ۾ علماءِ ۽

مشائخ به شريڪ ٿيندا هئا. سخاوت جا علمبردار هئا. جو ڪجهه به هوندو هئن، حاجتمدن ۾ ورهائي ڇڏيندا هئا. پاڻ مال ۽ دولت کان بي نياز هئا.

(15) حضرت خواجه عثمان هاروني: سندن ولادت نيشاپور جي ڳوٺ هارون ۾ ٿي، سندس ڪنيت ابي النور هئي، خرقه خلافت حضرت شيخ شريف زندني کان حاصل ڪيائون. سياحت ڪندي آتش پرستن جي علائقي ۾ پهتو اتان جي ماڻهن کانئس متاثر اسلام قبول ڪيو. اهڙي طرح ٻين ملڪن ۾ به ڪيترائي آتش پرست سندس هٿان مسلمان ٿيا. حضرت خواجه عثمان هاروني جي سماع سان تمام گهڻي دلچسپي هئي، پاڻ 5 شوال 617هه (1220ع) ۾ 91 سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون. سندس ملفوظات حضرت خواجه معين الدين چشتي "انيس الارواح" جي نالي سان سن 582هه (1186ع) ۾ مرتب ڪئي. پاڻ شريعت جي پابندي، ياد الاهي، حسن اخلاق ۽ خدمت خلق جي تعليم ڏني اٿن. سڻين شين کي اختيار ڪرڻ ۽ خراب ڳالهين کان روڪڻ بابت فرمايو اٿن "جو شخص مومن کي گاريون ٿو ڏئي، ان جي دعا چند ڏينهن تائين قبول نٿي ٿئي. "رسول پاڪ ﷺ پنجن قسمن جي ماڻهن تي راضي ناهي. پهريون جيڪو جمع جي نماز قضا ٿو ڪري، ٻيو جو آزاد غلامن کي وڪڻي ٿو ٽيون جو پاڙيسرين کي ستائي ٿو چوٿون جو ڪنهن کان ناحق ڇيز کسي ٿو پنجون جو پنهنجي عيال تي ظلم ڪري ٿو." هڪ هنڌ سندس ملفوظات ۾ لکيل آهي ته ٽن قسمن جا ماڻهو بهشت جي طرف ڪو نه ايندا: پهريون ڪوڙ ڳالهائڻ وارو ٻيو بخيل ۽ دولتمند، ٽيون خيانت ڪرڻ وارو واپاري.

خدمت خلق جي سلسلي ۾ پاڻ فرمايو اٿن ته "مشائخ ۽ اوليائن فرمايو آهي ته جيڪڏهن ڪو به شخص عبادتن ۾ مشغول هجي ته ان دوران ڪوئي حاجتمند اچي وڃيس ته ان تي لازم آهي ته سڀ ڪم ڇڏي ان بندي جي ڪم ۾ مشغول ٿي وڃي. رسول پاڪ ﷺ جي حديث آهي ته "جو شخص پنهنجي مومن ڀاءُ جي حاجت پوري ڪري ٿو ته خدا تعاليٰ هن جي دنيا ۽ آخرت جي حاجتن کي پورو ڪري ٿو." [2] اهڙي طرح "حضرت خواجه معين الدين چشتي، خواجه اجميري، حضرت شيخ عثمان هاروني جو خليفو هو پاڪ و هند ۾ هن سلسلي جا ٻيا جليل القدر مشائخ حضرت خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي، حضرت شيخ حميد الدين ناگوري، حضرت بابا فريدالدين مسعود گنج شڪر، حضرت نظام الدين اولياء ، حضرت خواجه نصير الدين چراغ دهلوي، حضرت خواجه علاؤالدين احمد صابر ڪليري، حضرت خواجه

بنده نواز گيسو دراز، حضرت سيد اشرف جهانگير سمنائي، حضرت شيخ ڪليم الله جهان آبادي ۽ حضرت خواجه قمرالدين فخر جهان خاص طور قابل ذڪر آهن."[3]

انهيءَ ڳالهه ۾ ڪو شڪ ناهي ته هن سلسلي جو بنياد شيخ ابو اسحاق شامي چشتي وڌو جنهن 940ع ۾ وفات ڪئي، پر ان کي مشهور ڪرڻ ۾ حضرت معين الدين چشتي جو وڏو هٿ هو جنهن هن سلسلي کي مشهو رڪيو.

"حضرت خواجه ابو اسحاق المتوفي (392هه مطابق 940ع) پهريون بزرگ هو جنهن جي اسم گرامي سان گڏ تذڪرن ۾ چشتي لڪيل ملي ٿو. حضرت ابو اسحاق جا ڪتاب، جيڪي سماع ۽ ڪرامتن جي باري ۾ آهن، انهن جا نالا آهن: "مراة الاسرار"، "شجرة الانوار"، "خزينته الصفياء". پاڻ خواجه ممشاد علي دينوري کان سواءِ هڪ وڏي اهم بزرگ خواجه عطار رحمة الله عليه سان پڻ ملڻ ويو هو. خواجه عطار اڪثر پنهنجو در بند رکندو هو جڏهن ڪو ئي ايندو هو ته پڇندو هئن: "مسافر آهين يا مقيم" وري فرمائيندو هو اگر مقيم آهي ته هن خانقه ۾ اچ، اگر مسافر آهين ته هن خانقاهه ۾ تنهنجي جڳهه ناهي. چاڪاڻ جو تون هتي رهندين ته منهنجو توسان قرب ٿي ويندو ۽ جڏهن وڃڻ لڳيندين ته مون کي تڪليف محسوس ٿيندي ۽ مون ۾ جدائي سهڻ جي طاقت ناهي. جڏهن خواجه ابو اسحاق خواجه عطار جي خانقاهه ۾ حاضر ٿيو ته خواجه عطار پڇيس: "تنهنجو نالو ڇا آهي؟ عرض ڪيائين، "ابو اسحاق شامي" فرمايائين: "اڄ کان ماڻهو توکي ابو اسحاق چشتي چئي پڪاريندا. چشت ۽ ان جي پاڙي وارا علائقا ۽ اهو شخص، جيڪو تنهنجي سلسلي ارادت ۾ داخل ٿيندو، ان کي به قيامت تائين چشتي چئي مخاطب ٿيندا." (4) ان کان پوءِ پاڻ چشت هليا ويا، اتي خواجه ابو اسحاق چشتي جي پرخلوص جدوجهد جي ڪري روحاني مرڪز چمڪي پيو.

خواجه ابو اسحاق فقر و فاقه جي زندگي بسر ڪندو هو اهڙي زندگي گذارڻ تي فخر محسوس ڪندو هو هڪ ڏينهن پنهنجي مريد خواجه ابو محمد چشتي سان مخاطب ٿيندي فرمايو: "اي ابو احمد! درويشي عرب ۽ عجم جي بادشاهي کان به وڌيڪ آهي، جيڪڏهن ابو اسحاق کي ملڪ سليمان به ڏيو ته به اهو قبول نه ڪندو."[5]

## ننڍي کنڊ ۾ چشتيه سلسلي جي اوسر:

خواجه معين الدين چشتي کان پهرين به ڪجهه چشتي بزرگ خاص طرح هندستان ۾ آيا هئا. مثلن خواجه ابو محمد بن ابي احمد چشتي، جيڪو سلطان محمود غزنوي سان گڏ هندستان آيو هو پر اها حقيقت آهي ته برصغير ۾ چشتيه سلسلي کي جاري ڪرڻ جو شرف خواجه معين الدين رحمة الله عليه کي ئي حاصل آهي. پاڻ پرٿوي حڪومت ۾ هندستان ۾ آيو اجمير کي پنهنجو مسڪن بڻائي، اتان تبليغ اشاعت جو ڪم شروع ڪيائين. انهن ڏينهن ۾ اجمير راجپوتن جو مضبوط مرڪز ۽ هندن جو مذهبي گڙهه هوندو هو پري پري کان هندو پنهنجون رسمون پوريون ڪرڻ لاءِ اتي ايندا هئا. شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه اخبارالاخيار ۾ اجمير جي مذهبي اهميت تي روشني وڌي آهي ته: "هن هڪ اهڙي زبردست سياسي مذهبي مرڪز ۾ رهڻ جو فيصلو نه فقط خواجه صاحب جي عزم جي ترجماني ڪري ٿو پر ان جي غيرمعمولي خوداعتمادي جو آئينه دار پڻ آهي."[6]

حضرت خواجه معين الدين چشتي رحمة الله عليه هندستان ۾ هڪ زبردست قسم جو روحاني ۽ سماجي انقلاب آندو. انهيءَ دؤر ۾ هر هڪ شخص پنهنجو پاڻ کي وڏي اهميت ڏيندو هو. اتي ننڍ وڏائي جون سڀ خرابيون موجود هيون. زندگي جا سڀ مزا وڏي ذات وارن ماڻهن لاءِ مخصوص هئا. غريب عوام تمام گهڻن مسئلن جو شڪار هو. البيروني پنهنجي ڪتاب "الهند" ۾ لکي ٿو ته: "انهن ڏينهن ۾ غريب ماڻهن جي زندگي هڪ بار هئي، رب پاڪ انهن کي انسان ته بڻايو هو پر امير ماڻهن کين جانورن کان به بدتر زندگي بسر ڪرڻ تي مجبور ڪيو هو."[7]

ان کان سواءِ ملڪ خلجي دور حڪومت ۾ خاص طرح چشتيه سلسلي وارن سياسي ۽ سماجي اهميت حاصل ڪري ورتي هئي. سلطان محمد تغلق پنهنجي دور حڪومت ۾ "چشتيه سلسلي جي بزرگن کي قتل به ڪرايو هو. شيخ نظام الدين اولياءُ جي جانشين ۽ چشتيه سلسلي جي سربراهه خواجه نصيرالدين، محمود چراغ دهلوي به هن بادشاهه جي عتاب هيٺ هئا. سلطان الهند جي جانشين کي سلطان محمد تغلق ذاتي خدمتن جي نوڪري ڏني هئي. پر فرشته جي روايت مطابق شروع ۾ خواجه چراغ دهلوي هن خدمت کان انڪار ڪيو. ان تي ظالم محمد تغلق سخت ناراض ٿيو ۽ کيس ٺونشو هنيو ۽ کيس قيد ڪري ڇڏيو.[8] جڏهن ته اهڙن صوفي بزرگن سان ڦٽائڻ ڪري هن خاندان جو زوال شروع ٿيو. ان کان پوءِ لوڌي خاندان جي حڪومت آئي، هن

خاندان مان سڪندر لوڌي ڀڳتي تحريڪ وارن تي تمام گهڻو ظلم ڪيو. چشتيہ سلسلي وارا ڀڳتي تحريڪ وارن کان گهڻو متاثر هئا, اهو ئي سبب آهي جو چشتي سلسلي وارا سماع ۽ موسيقي جا چاهيندڙ آهن. لوڌي خاندان جي دور حڪومت ۾ "رام ۽ رحيم" جي ايڪتا بابت گيت ڳايا ويندا هئا. علماءِ دين اسلام وارن وٽ اها ڳالهہ نهايت ڀڳري ليکي وئي ۽ اسلام لاءِ خطرو سمجهيو ويو. سڪندر لوڌي اهڙن علمائن جي اثر هيٺ هو ان ڀڳتي تحريڪ کي ختم ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. "وڏي عمر واري عظيم الشان ڀڳت ڪبير کي شاهي دربار ۾ گهرائي سختي ڪئي ۽ هڪ ٻئي ڀڳت ٻڌن کي ڀڳتي تحريڪ جي خيالن ڪري موت جي سزا ڏني, پر انهن سختين جي باوجود بہ هن تحريڪ گهڻي ترقي حاصل ڪئي." [9] چشتي سلسلي وارن بہ هن تحريڪ جيان اسلام جي ترقي لاءِ موسيقي ۽ سماع کي خدا سان ميلاپ جو وسيلو بڻايو. ان کان سواءِ عملي طور اسلام جي ترقيءَ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. ان دؤر ۾ تصوف هن وقت جي حالتن جيان زندگي کان فرار جو نالو نہ هو, پر هڪ اعليٰ تر اخلاقي, تهذيبي ۽ روحاني زندگي جو سرچشمو هو. خاص طور چشتيہ سلسلي وارن اسلام جي ذهين ترين فردن کي بنيادي دور ۾ متاثر ڪيو. هندستان جي خانقاهن ۾ روحاني, اخلاقي ۽ تهذيبي اج اجهائڻ لاءِ صوفي دانشور گڏ ٿيندا هئا, جيڪي باطني علم کان سواءِ خارجي ۽ ظاهري علمن جي اهميت کي تسليم ڪندا هئا ۽ روحاني ارتقا جي لاءِ فڪر ۽ دانش جي اهميت تي زور ڏيندا هئا. چشتي خانقاهن ۾ عقلي ۽ فڪري موضوعن تي بحث ٿيندا هئا, هندستان ۾ هن قسم جون خانقاهون هڪ وسيع تناظر ۾ موجود هيون ۽ تصوف جا سيئي معروف سلسلا علم و دانش جي هنن سلسلن جي حوصلي افزائي ڪندا هئا. پر چشتيہ سلسلي وارا مڪتبہ فڪر رکندڙ اڪابر هن معاملي ۾ سڀ کان اڳيان اڳيان هئا. روحاني ۽ اخلاقي علمن جي ظاهري ترقي جي لاءِ هن مڪتبہ فڪر جي هڪ سربراهہ شيخ نظام الدين اوليا جي خانقاهہ خصوصي طور قابل ذڪر آهي. هي صوفي علم و حڪمت جو پوڄاري هو. هن جي خيال مطابق انسان خارجي علمن ۾ مهارت حاصل ڪرڻ بغير روحاني ارتقا جون ڪٺيون منزلون طئي نٿو ڪري سگهي. امير حسن سنجري ۽ امير خسرو جهڙا ڪيئي وڏا عالم هن کان فيض حاصل ڪندا هئا. چشتيہ سلسلي جي ڪيترن ئي ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ خواجہ نظام الدين اوستائين ڪنهن کي بہ پنهنجو مريد نہ ڪندو هو جيستائين هو ظاهري علم حاصل نہ ڪندو هو. اهو ئي سبب آهي جو چشتيہ خانقاهہ جي

پرسان هڪ عاليشان مدرسو قائم ڪيو، جتي خانقاهه جا درويش عقلي ۽ ذهني علم حاصل ڪندا هئا. ”چشتيه سلسلي جو هڪ اهم بزرگ بختيار ڪاڪي بہ ظاهري علمن تي گهڻو زور ڏيندو هو. هو ظاهري علم کان بغير معرفت جي درياءَ ۾ غوط زني کان منع ڪندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ: ”بي علم زاهد مسخرو ۽ شيطان آهي، ان ڪري واجب آهي تہ پهرين چشتيه سلسلي وارا تخليقي عهد ۾ فڪر و تهذيب جا سرچشما بڻجي ويا هئا.

مغليه دؤر ۾ شهزادي جهان آرا بيگم جيڪا شاهجهان بادشاهه جي ڌيءَ هئي، وڏي عالم هئي، ڪيس مطالعي ۽ علمي بحث جو وڏو شوق هو. هوءَ ميان مير جي مريدن جي سلسلي سان لاڳاپيل هئي. هن شهزادي هندستان ۾ چشتيه سلسلي جي بزرگ خواجه معين الدين چشتي ۽ ان جي ڪيترن ئي خليفن جي حالتن تي فارسي زبان ۾ ”مونس الارواح“ جي عنوان سان هڪ ڪتاب لکيو.

چشتيه سلسلي وارا علم و ادب سان گڏوگڏ عوام جي خدمت کي اهم سمجهندا هئا. مظلومن جي مدد ۽ حاجتمندن کي ڪم اچڻ وارن کي رب پاڪ جو دوست سمجهندا هئا. شيخ معين الدين چشتي جو قول آهي تہ: ”اگر ڪو عبادت ۽ وظيفن ۾ مشغول هجي ۽ اوچتو ڪو حاجتمند اچي وڃي تہ درويش کي عبادت ڇڏي هن جي طرف توجهه ڏيڻ گهرجي ۽ وس آهر هن جي مدد ڪرڻ ۾ ڀرپور ڪردار ادا ڪري“ [10] اهڙي طرح پوري هندستان ۾ هن سلسلي وارن دين اسلام جي ترقي لاءِ روحاني ۽ عملي طرح تمام وڏيون خدمتون سرانجام ڏنيون، هنن مسلڪ وارن جا دروازا هندو توڙي مسلمان، امير توڙي غريب، سڀن لاءِ هميشہ کليل رهندا هئا ۽ سڀ کان وڌيڪ عوام جي اصلاح ۽ تربيت ڏانهن گهڻو توجهه ڏيندا هئا.

هندستان ۾ هن سلسلي جي ڪجهه اهم بزرگن جو ذڪر هن طرح آهي تہ: ”هي سلسلو باقاعده حضرت خواجه معين الدين چشتي کان شروع ٿيو. هن سلسلي سان لاڳاپيل بزرگ فريدالدين گنج شڪر، خواجه نظام الدين، خواجه سراج الدين، جنهن بنگال ۾ چشتيه سلسلو جاري ڪيو. شيخ علاؤالحق، حضرت نورقطب عالم، مولانا حسام الدين، جنهن ملفوظات، ”رفيق العارفين“ جي نالي سان جمع ڪئي ۽ 120 خليفا تيار ڪيا، جن بنگال، بهار، جونپور ۽ پوري هندستان ۾ چشتيه خانقاهون قائم ڪيون. حيدرآباد دکن ۾ حضرت خواجه نظام الدين اولياء جي خليفي شيخ بهاءُ الدين غريب ”ديوگير“ ۾ رهي انهيءَ سلسلي لاءِ ڪم ڪيو. سندس خانقاهه عام و خاص سڀني لاءِ هئي ۽ پاڻ سڀني مريدن جي اصلاح ۽ تربيت تي خاص توجهه فرمائيندا هئا. شيخ برهان

الدين جي خليفي زين الدين جي ذريعي هندستان ۾ چشتيہ سلسلي جي وڏي ترقي ٿي. هن زماني ۾ چشتيہ سلسلي جي هڪ بزرگ حضرت سيد گيسو دراز دکن ويو ۽ اتان جي حاڪم سلطان فيروز شاهہ سندس آجيان ڪئي ۽ اتان جي علمائن بہ سندس آجيان ڪئي. پاڻ گلبرگ ۾ چشتيہ سلسلي جي هڪ عظيم الشان خانقاهہ قائم ڪئي. جنهن ذريعي روحاني ۽ اخلاقي تعليم خاص و عام تائين پهتي. گجرات ۾ چشتيہ سلسلي جو مرڪز خواجہ بختيار ڪاڪي جي زماني ۾ قائم ڪيائون. ان جي ٻن مريدن شيخ محمود ۽ شيخ حامدالدين هن سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. بعد ۾ حضرت خواجہ نظام الدين اولياءَ جي خليفن شيخ سيد حسين، شيخ حسام الدين ملتاني ۽ شيخ بارڪ الله چشتيہ سلسلي جو فيض اتي عام ڪيو. اهڙي طرح ان علائقي ۾ علامہ ڪمال الدين شيخ، يعقوب، شيخ ڪبيرالدين ناگوري هن سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. حضرت ڪمال الدين، حضرت چراغ دهلوي جو ڀاڻيجو هو. هن جي اولاد بہ چشتيہ سلسلي جي ترقي لاءِ تمام گهڻي خدمت ڪئي. شيخ يعقوب شيخ زين الدين دولت آبادي جو خليفو هو. ان نهروال ۾ رشد و هدايت جو سلسلو جاري ڪيو. ان کي حضرت شيخ محي الدين ابن عربي جي تصنيف "فصوص الحڪم" تي وڏو عبور حاصل هو. وڏي شوق سان ان جو درس ڏيندو هو سيد ڪبيرالدين ناگوري (وفات 855هہ مطابق 1454ع) شيخ حميدالدين سوالي جو پوٽو هو. ان ناگور مان لڏي احمد آباد ۾ خانقاهہ قائم ڪئي ۽ هن سلسلي جي تعليم کي عام و خاص تائين پهچايائين. سيد ڪمال الدين قزويني حضرت گيسو دراز سان واسطو رکندو هو. ان وچ ۾ خانقاهہ قائم ڪئي ۽ بيشمار ماڻهن کي فيض پهچايو. گجرات ۾ هن بزرگ کان سواءِ چشتيہ سلسلي جي هڪ شاخ اهڙي بہ هئي، جنهن سنئون سڌو مشائخ چشت کان روحاني فيض حاصل ڪيو. هي بزرگ شيخ محمد زاهد هو. جنهن جو نسب حضرت خواجہ مودود چشتي سان هن طرح ملي ٿو.

"شيخ محمد زاهد بن يوسف بن احمد بن محمد بن خواجہ علي بن ابي احمد بن قطب عالم حضرت خواجہ مودود چشتي."[11]

حضرت خواجہ محمد زاهد وڏو عابد ۽ زاهد هو. سندس خليفا شيخ رڪن الدين ۽ عزيزالله متوڪل مشهور آهن. جن هي علائقي ۾ چشتيہ سلسلي جو روحاني فيض پهچايو. اهڙي طرح چشتيہ سلسلي جي سيني بزرگن مذهب اسلام جي ترقي ۽ انساني ڀائيچاري لاءِ تمام گهڻي ڪوشش ڪئي.

## سنڌ ۾ چشتي سلسلو

چشتي سلسلي جي مطالعي مان اها ڄاڻ ملي ٿي تہ سنڌ ۾ قادري، سهروردي ۽ نقشبندي سلسلي جا بزرگ تمام گھڻا رهندا هئا، پر انهن جي ڀيٽ ۾ چشتي سلسلي جا بزرگ تمام گهٽ ملن ٿا. البت سنڌ ۾ ٻاهران سير و سفر ڪندڙ چشتي بزرگ ملن ٿا. ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي پنهنجي هڪ مقالي ۾ انهيءَ ڳالهہ جي تصديق ڪندي لکي ٿو تہ: "چشتي طريقي جي بزرگن سنڌ ۾ پنهنجا پير گهمايا، پر سنڌ ۾ چشتي سلسلو رائج ٿي نہ سگهيو." [12] ڊاڪٽر صاحب جي اها ڳالهہ پنهنجي جاءِ تي ڪي قدر درست آهي، پر هيءَ بہ هڪ حقيقت آهي تہ ان سلسلي جو سنڌ ۾ چڱو اثر هو. خاص طور هن سلسلي جو سماع وارو رواج سنڌ ۾ ڪافي پکڙيل هو.

حضرت خواجہ سيف الدين چشتي اجميري جي ملفوظات "دليل العارفين" ۾ لکيل آهي تہ: "حضرت خواجہ عثمان هاروني، خواجہ معين الدين چشتي رحمة الله عليه سان گڏ سيوهڻ شريف جو سير و سفر ڪيو هو ۽ سيد صدرالدين سان ملاقات ڪئي هئي." اها ڳالهہ ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي هيئن لکي آهي تہ: "چشتي سلسلي جي سربراهہ معين الدين چشتي اجميري جي زباني ڄاڻايل آهي تہ هڪ ڀيري سيوستان ۾ خواجہ عثمان هاروني سان گڏ سفر ڪري رهيو هئس تہ هڪ جهوپڙي ۾ هڪ درويش شيخ صدرالدين ڪي ڏٺم، جيڪو رب پاڪ جي ياد ۾ ڏاڍو مشغول هو. مان ڪجهہ ڏينهن ان جي صحبت ۾ رهيس، جيڪو سندس جهوپڙي ۾ ايندو هو. سو محروم موٽي نہ ويندو هو. عالم غيب مان ڪجهہ نہ ڪجهہ هن کي ڏيندو هو ۽ کيس چوندو هو "هن فقير کي ايمان جي سلامتي جي دعا ڪجو." جيڪڏهن قبر ۾ ايمان جي سلامتي سان ويس تہ مون ڇڻ وڏو ڪم ڪيو. مطلب تہ شاهہ صدرالدين جڏهن قبر جي هيبت جو احوال ٻڌندو هو تہ بيد وانگر ڏڪي ويندو هو. سندس اکين مان خون جو چشمو جاري ٿي ويندو هو ان کان پوءِ ست ڏينهن اهڙي نموني رئندو هو جو اُڀي پير بيٺو هوندو هو ۽ نظر آسمان ڏي هوندي هئس، ان کي روئندي ڏسي اسان بہ روئندا هئاسين. جڏهن روئڻ بند ڪندو هو تہ اسان ڏي مخاطب ٿي چوندو هو تہ: "اي عزيزو! جنهن ڏي موت اچڻو آهي، ملڪ الموت انهن جي ڪڍ هوندو آهي، پوءِ اهو ڪيئن خوش رهندو جنهن جي پٺيان تيز رفتار قيامت جو ڏينهن آهي."

ڇهين صدي جي آخر ۾ سيوستان پرڳڻي جي ڳوٺ لڪيءَ ۾ حضرت صدرالدين رهندو هو، جنهن جي مزار اڄ بہ لڪي شاهہ صدر ۾ موجود آهي. [13]

مخدوم معين پنهنجي مريد بختيار ڪاڪي سان گڏ سيوهڻ (سيوستان جي علائقي) ۾ آيو هو ۽ صدرالدين سان ملاقات ڪئي هئي.

چشتي سلسلي جي هڪ بزرگ حضرت فريدالدين شڪر گنج (وفات 664هہ مطابق 1265ع) حضرت قلندر لعل شهباز جو همعصر هو. چاريار مشهور ها. حضرت سيد عثمان قلندر لعل شهباز، غوث بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني، سيد جلال سرخ بابا ۽ سيد فريدالدين شڪر گنج. انهن چئني دوستن سان گڏجي سنڌ ۽ ملتان جو سير و سفر ڪيو ۽ الڳ الڳ بہ ڪيو. حضرت سيد فريدالدين جي ملفوظات "راحت القلوب" جي نالي سان سندس مريد ۽ خليفي حضرت خواجہ نظام الدين اولياءَ دهلوي سن 655هہ مطابق 1752ع ۾ مرتب ڪئي. ان ۾ حضرت خواجہ فريد جي زباني آيل آهي تہ: "هڪ ڀيري سيوستان طرف سفر ڪري رهيو هئس ۽ اتي جي بزرگن ولين سان ملاقات ڪيم. هڪ ڏينهن شيخ محمد سيوستاني جي خدمت ۾ حاضر ٿيس، جيڪو صاحب ولايت بزرگ هو سلوڪ جي باري ۾ ان سان گفتگو ٿي. شيخ محمد مان مراد بہ ساڳيو شاهہ صدرالدين لڪياري آهي. جنهن وڏي عمر ۾ وفات ڪئي. ان مان ظاهر آهي تہ شاهہ صدرالدين ۽ ٻيا بزرگ سيوستان جي علائقي ۾ حضرت سيد عثمان مروندي آمد کان اڳ اتي موجود هئا." [14] حضرت عثمان مروندي جي سفر ڪندي سنڌ ۾ سيوهڻ کان گذريا تہ سندن ملاقات شاهہ صدر لڪياري سان ٿي. موڪلائڻ وقت حضرت سيد عثمان مروندي کيس چيو تہ: "مون سان گڏ پنهنجو اولاد ڏيو تہ هميشہ سان گڏ رهي. شاهہ صدر پنهنجو پوٽو شاهہ صلاح الدين سندس خدمت ۾ ساڻس گڏ روانو ڪيو. تصوف جي ڪتابن جو مطالعو ڪندي اهو معلوم ٿئي ٿو تہ قلندر سائين، غوث بهاءُالدين ذڪريا ملتاني، حضرت سيد جلال سرخ بخاري، حضرت بابا فريد شڪر گنج سان گڏ شاهہ صدر سان ملاقات ڪئي. هيءَ حقيقت آهي تہ قلندر لعل شهباز سهروردي بزرگ هو پر هُو چشتيہ سلسلي کي بہ پسند ڪندو هو. چاڪاڻ جو راڳ رنگ ۽ رقص چشتيہ سلسلي ۾ مروج آهي. سهروردي سلسلي ۾ تمام گهٽ استعمال ۾ آهي. مثلن "ملتان جو شيخ بهاءُالدين زڪريا ملتاني جو التمش جي عهد حڪومت ۾ بخارا، مڪہ معظم، مدينہ منور، بيت المقدس ۽ بغداد جي سياحت ڪندي ملتان واپس آيو هو تہ ان وقت سهرورديہ مڪتب فڪر تي راسخ الاعتقادي اثر وڏيڪ هئا. موسيقي جي باري ۾ انهن جو رويو محتاط هو ۽ ان کان پري رهڻ کي ترجيح ڏيندا هئا. شيخ بهاءُالدين ذڪريا جي زندگيءَ جو هڪ واقعو آهي تہ شيخ جي مرشد شهاب الدين

سهروردي جو ياٽيجو ۽ ممتاز شاعر ۽ جليل القدر عالم شيخ فخرالدين عراقي عشق مجاز ۾ گرفتاري ٿي، جڏهن جهنگلن جو رخ ڪيو ته ايئن رڻ پٽن جا سفر ڪندي ملتان وڃي نڪتو. هن کي اهڙي حالت ۾ ڏسي شيخ ذڪريا پنهنجي خانقاھ ۾ وٺي آيو. عراقي فراق جي درد کان بيتاب ٿي حجري ۾ شعر ڳائڻ شروع ڪيا. ان تي شيخ ذڪريا جي مريدن احتجاج ڪيو ته اها ڳالھ سهرورديہ مسلڪ جي خلاف آهي، ان تي شيخ ذڪريا وراڻيو ته توهان لاءِ اها شيءِ ممنوع آهي، هن لاءِ ناهي. انهيءَ ڳالھ مان اها پڪ ٿئي ٿي ته سهرورديہ سلسلي وارا چشتيہ سلسلي وارن کان متاثر نَظر اچن ٿا. ڇاڪاڻ جو شيخ ذڪريا سهروردي موسيقي ۾ مهارت رکندو هو."[15]

اهڙي طرح اهو بہ محسوس ٿيو تہ شاھ صدرالدين لڪياري چشتيہ سلسلي سان واسطو رکي ٿو ڇاڪاڻ تہ هر مهيني جي پهرئين جمعي تي سماع جون محفلون سندس درگاھ تي منعقد ٿين ٿيون.

ان بزرگ کان سواءِ مولانا ظهيرالدين بکري، نحو فقہ ۽ لغت جا عالم هئا. اصل ۾ بکر جا رهواسي هئا، بي شمار ماڻهن کانئن تعليم حاصل ڪئي. سلطان غياث الدين بلبن جي دربار سان لاڳاپيل هو. سلطان جو مٿس وڏو اعتماد هو. طريقت ۾ پهرين حضرت رڪن الدين ملتان جو پوءِ حضرت خواجہ نظام الدين اولياءَ جو مريد ٿيو. ان کان سواءِ سنڌ ۾ حضرت بابا فريد شڪر گنج پنهنجي هڪ شيخ عارف کي سيوستان (سيوهڻ شريف) خليفو ڪري موڪليو پر ڪجھ عرصي بعد سيد فريدالدين واپس اچي پنهنجي خلافت واپس ڪري عرض ڪيو تہ: "هي نازڪ ڪم آهي، مون غريب جي طاقت کان ٻاهر آهي، مان هن شغل سان نياٽي نہ سگهندس." اهڙي طرح خلافت نامو واپس ڪري سندس اجازت سان حرمين شريف هليو ويو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين. سيوهڻ شريف جي هڪ بزرگ خواجہ احمد جو نالو بہ ملي ٿو جيڪو پاڪ پٽڻ وڃي شيخ فريد جو مريد ٿيو ۽ اتي ئي رهي پيو. خواجہ نظام الدين ﷫ جي خليفن ۽ مريدن ۾ بہ اهم سنڌ جا چشتي بزرگ ملن ٿا. مولانا ظهيرالدين بکري پيو احمد بکري، جيڪي دهلي ۾ ٿي رهيا اتي ئي درس و تدريس جو سلسلو شروع ڪيائين. محمد تغلق جي ٺٽي تي حملي وقت شيخ نصير الدين محمد چراغ بہ هٽ آيو هو. جنهن جو شيخ عيسيٰ بن يوسف ڪوريجو مريد ٿيو ۽ چشتي لقب اختيار ڪيو.[15] تصوف بابت لکندي اها ڳالھ ذهن ۾ اچي ٿي تہ سنڌ ۾ يلي چشتيہ سلسلو ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌ چواڻي مشهور نہ ٿيو هجي، پر سندس جي قادري، سهرورديہ ۽ نقشبنديہ سلسلن ۾ سماع پنهنجا پير ضرور ڄمايا آهن، جنهن مان اها ڄاڻ پئي

ٿي تہ ھت چشتيہ سلسلي جا ڪيترائي بزرگ پير گھمائي چڪا آھن. شيخ فريد شڪر گنج تہ سنڌي ۾ شاعري بہ ڪئي آھي، جنھن مان ڪجھ ھيٺ لکجن ٿا.

"فريدا"، جي تو عقل لطيف، تہ خالي لک نہ ليک،
اپڻڙي گريبان ۾، سر نواءِ ڪر ڏيک.
"فريدا" خالي ميڏي ڪپڙي، خالي ميڏي ويس،
گناھين ڀريا مئن ڦران، لوڪ آکي درويش.
اُٺ "فريدا" وضو ساج، صبح نماز گذار،
جو سر سائين نانوي، سو سرڪٽ اتار.(16)

## شاھ لطيف ۽ سماع

شاھ عبداللطيف ڀٽائي ڪلھوڙن جي دور جو مشھور شاعر ھو ۽ سماع سان نھايت گھڻو شغل رکندو ھو. مخدوم محمد زمان لواري واري ان ڪري ڪيس مريد نہ بڻايو جو ڪيس سماع ۽ راڳ رنگ سان دلچسپي ھئي.

شاھ سائين ساڳئي وقت شاعر بہ ھو تہ موسيقار بہ ھو. سندن شاعري جي سرن جي مطالعي مان جاڻ پئي ٿي تہ شاھ صاحب نہ رڳو موسيقي جو ڄاڻو ھو، پر راڳ ۾ ھڪ نئين تحريڪ جو باني پڻ ھو.

موسيقي ۾ امير خسرو جنھن ھندستان ۾ نظري ۽ عملي انقلاب آندو، ان کان پوءِ شاھ عبداللطيف ڀٽائي سنڌ ۾ موسيقي جي دنيا ۽ سماع ۾ ھڪ ڪارنامو ڪيو. "امير خسرو ٻن ڪلاسيڪي موسيقي جي بنيادي شڪلين ۽ اصولن کي نئين سري سموھي کين ھندستاني موسيقي جي نئين شڪل جو ھمنوا بنايو. ڪلاسيڪي موسيقي جي اعليٰ فن جي دائري کان ٻاھر اميرو خسرو قوالي جي ايجاد ڪئي، جنھن کي منقبتن ۽ مداحن ڳائڻ جو ذريعو بڻايو ويو.(22)

شاھ لطيف ڀٽائي وري ان سلسلي ۾ ھڪ نئون ساز ايجاد ڪيو جنھن کي طنبوري جو نالو ڏنائين. جنھن کي ڊاڪٽر بلوچ "دنبورو" لکي ٿو. "اھو دنبورو آڳاٽو روايتي طنبورو ڪو نہ ھو پر ھڪ نئين قسم جو طنبورو ھو. دنبورو، طنبورو يا طنبوري جو سنڌي نالو طنبور آڳاٽي وقت کان وٺي چوتار ھو يعني منجھس چار تارون ھيون.(23) پر شاھ پنجين تار ڳنڍي طنبوري ۾ تارن جو واڌارو ڪيو. جنھن وسيلي سنڌ جي عوام کي تصوف جا نڪتا سُر سان سمجھائڻ لڳو ۽ انھيءَ طنبوري مان شاھ سائين جي خاص وڏايل تار مان "تون، تون" جو مخصوص آواز اچڻ لڳو." جنھن سان ڳائيندڙ جو آواز ملي ھڪ ٿي

ويندو آهي. هند سنڌ جي مشهور ليکڪ رام پنجواڻي پنهنجي هڪ مضمون ۾ لکيو آهي تہ: "اهڙي آوازمان لڳندو آهي تہ ڄڻ هڪ عابد الله جي لنوَ ۾ لڳي سان وڻنو غيب جا ڀيد ٻڌائي." [24] بلڪل اهڙي طرح شاهہ ڀٽائي بہ قدرت جا راز ڄڻ بيتن جي وسيلي پيو ٻڌائيندو هو. شاهہ سائين يمن ڪلياڻ جي هن بيت ۾ ڄڻ انهيءَ خيال جي هن طرح سان نمائندگي ڪئي آهي.

ڪيو مُطالع مون، هو جو ورق وصال جو
تنهن ۾ تون هين تون، ٻي لات نہ لحظي جيتري. [25]

شاهہ لطيف ڀٽائي پنهنجي سماع جو وقت شام جو رکيو آهي ۽ اها ابتدا سُر ڪلياڻ سان ڪئي آهي. ڪلياڻ جي معنيٰ آهي "اطمينان" ۽ "سڪون". ان ڪري رياضت اهڙي سر سان ڪئي، جنهن سان دل کي سڪون اچي ۽ رب پاڪ جي عبادت ۾ قلب کي راحت ۽ آرام ملي. اهو ئي سبب آهي جو شاهہ لطيف پنهنجي محفل سماع سر ڪلياڻ سان شروع ڪئي. اها روايت اڄ بہ قائم آهي. حضرت شاهہ صاحب جي ڏينهن ۾ فقير طنبور کڻي شام جو حلقو ٻڌي ويهندا هئا. راڳ جو اڳواڻ جيڪو تمر فقير هو. پهرين طنبور جي "گهوواري تار" ۽ پوءِ زبان واري تار ڇيڙي "الله هو" چوندو هو ۽ پوءِ ڪلياڻ جو سڏ وجهندو هو. سڏ مٿئين سرن ۾ راڳ جي ٿوري آلاپ کي چوندا آهن. ان ڪان پوءِ فقير هونڪار ڏيندا آهن. پوءِ اڳواڻ سر ڪلياڻ جي پهرئين بيت سان سٽ سٽ تحت اللفظ چوندو يعني "ڏس" ڏيندو ۽ ٻيو فقير انهيءَ بيت جي سٽ سٽ کي سر ۾ چوندو ويندو. ايئن هڪ بيت ختم ٿيندو تہ ٻيو بيت فقير ڏيندو ۽ ٻيو فقير انهيءَ بيت جي سٽ سٽ کي سر ۾ چوندو ويندو. ايئن هڪ بيت ختم ٿيندو تہ ٻيو بيت فقير ڏيندو. ايئن واري واري سان بيت ڏيندا ويندا. بيتن ۾ طنبور بہ گڏجي بنا لئي جي وڄائيندا ايندا. جتي بيت جي سٽ الا سان ختم ٿيندي، اتي حلقي وارا سڀ فقير گڏجي طنبور تي زوران مضراب هڻندا. وائي شروع ٿيندي اڳواڻ وائي جون مصراعون سر ۾ چوندو ويندو ۽ حلقي جا ٻيا فقير وراڻي يا وائي جو ٿلهہ چوندا ايندا. تان جو وچي سر ختم ٿيندو. اهو سر ختم ٿيو تہ فقير وري سر کڻندا. تان جو اها محفل سڄي رات هلندي رهندي ۽ وڃي صبح ٿيندو آهي. [26]

مطلب تہ شاهہ عبداللطيف ڀٽائي راڳ رنگ ۽ موسيقي جو ڏو ڄاڻو هو ۽ پاڻ سماع کي عبادت ڪري سمجهندو هو. ڇاڪاڻ جو سماع جو اثر صوفين، اوليائن ۽ خدا جي عاشقن تي اهڙو ٿو ٿئي، جو هو بيخوديءَ ۾ مست ٿيو راءِ ڏياچ وانگر سر بہ وڍايو ڇڏين. شاهہ سائين تصوف جي سلسلي قادريہ سان واسطو رکندڙ هو پر سماع سان دلچسپي سبب چشتيہ سلسلي جو لڳندو هو.

# ننڍي کنڊ جا مشهور چشتي بزرگ

## خواجه معين الدين چشتي رحمة الله عليه اجميري

خواجه معين الدين چشتي جو شجره نسب هن طرح آهي. خواجه معين الدين چشتي بن سيد غياث الدين بن ڪمال الدين بن سيد احمد حسين بن سيد طاهر بن سيد عبدالعزيز بن سيد ابزاهيم بن امام علي رضا عليه السلام بن امام موسيٰ ڪاظم عليه السلام بن امام جعفر صادق عليه السلام بن امام محمد باقر عليه السلام بن امام علي زين العابدين عليه السلام بن امام حسين عليه السلام بن امام علي عليه السلام.[27]

سندن حسب نسب امام حسين عليه السلام سان ملي ٿو. خواجه صاحب جي ولادت 537هه ۾ ۽ 633هه ۾ وصال ڪيائون. پاڻ هند و پاڪ ۾ چشتي سلسلي جا باني آهن. ويهن سالن تائين خواجه عثمان هاروني جي خدمت ۾ رهيا. خواجه عثمان کيس خلافت جي مرتبي سان نوازيو. پاڻ پٿوراءِ جي حڪومت ۾ هندستان جي شهر اجمير اچي رهيا ۽ رب پاڪ جي عبادت ۾ مصروف ٿي ويا. خواجه صاحب جي والد صاحب جو نالو مبارڪ غياث الدين سنجري هو. پاڻ ايران جي علائقي سيستان ڳوٺ ۾ پيدا ٿيا. هندستان جا امام الطريق هئا. هندستان ۾ علم و معرفت جي شروعات خواجه صاحب ڪئي. نو لک ماڻهن سندن هٿ تي اسلام قبول ڪيو. پاڻ رب پاڪ جي تمام ويجهو هئا. جنهن تي نظر شفقت ڪندا هئا. اهو صاحب معرفت بڻجي ويندو هو. علم ظاهر و باطن ٻنهي ۾ ڪمال حاصل هئين. پندرهن سالن جي عمر ۾ سندس والد وفات ڪئي. "سندن وفات شمس الدين التمش جي دور ۾ ڇهين رجب آچر ڏينهن ٿي. ڪن ڪتابن ۾ ڇهين ذوالحج لکيل آهي. اهڙي طرح وفات جي سال ۾ پڻ اختلاف آهن. ڪي 632هه، 633هه، ۽ 637هه لکن ٿا. ڪن ڪتابن ۾ سندن عمر 96 سال ۽ ڪن ۾ 104 ورهيه ته ڪن ۾ وري هڪ سو ست سال لکي وئي آهي.[28] "مشهور آهي ته خواجه صاحب جي وفات تي سندس پيشاني ۾ هي نقش ظاهر ٿيو. "حبيب الله مات في حب الله" يعني الله جو حبيب رب پاڪ جي محبت ۾ هن دنيا مان رحلت ڪري ويو."[29] اجمير شريف ۾ جتي سندس رهائش هئي، اتي ئي سندن مزار آهي سندن مزار خواجه حسين ناگوري ٺهرائي.[30]

پاڻ دنيا جي وهنوار کان گهڻو پري رهندا هئا. پر پوءِ به پنهنجي عقيدت مندن جا مسئلا حل ڪندا هئا.

خواجه صاحب جن وڏا سخي مرد هئا. حضرت خواجه قطب الدين کان روايت آهي ته: "هو ويهه سال حضرت جن جي خدمت ۾ رهيو. جڏهن به ڪو شخص ڪجهه گهرندو هئن ته مصلي جي هيٺان هٿ وجهي کيس اهو ڪجهه ڏيندا هئا. جيڪو هن جي قسمت ۾ هوندو هو. مون کي ويهه ورهيه ماڻهن جي خدمت ڪندي ڏٺو پر کين ڪڏهن به ڪاوڙ نه آئي."(31)

## خواجه صاحب جا ارشادات

پاڻ فرمائيندو هو ته: معرفت حق جي علامت آهي. معرفت خداوندي جي علامت آهي. ان ڪري اڪثر خاموش رهي غيرالله کي دل مان ڪڍي ڇڏي صبر زندگيءَ جي اهم ضرورت آهي. مخلوق جي تڪليف تي صبر ڪريو. ڪنهن سان شڪايت نه ڪريو. عاشق جي دل محبت جي باهه ۾ جلندي رهي ٿي. ان ڪري هن جي دل ۾ جيڪو ڪجهه اچي ٿو سو سڙي خاڪ ٿي وڃي ٿو. ڇاڪاڻ ته محبت جي باهه کان وڌيڪ ٻي ڪا باهه ڪونهي. جنهن شخص ۾ هي ٽي خوبيون هونديون، اهو رب پاڪ جو پڪ سان دوست هوندو. پهريون سمنڊ جيڏي سخاوت، ٻيو سج جيڏي شفقت، ٽيون زمين جيڏي نوڙت ۽ نيڪ ماڻهن جي صحبت. نيڪي ڪرڻ کان افضل ۽ برن ماڻهن جي صحبت بي ڪرڻ کان بدتر آهي. محبت ڪرڻ جي علامت آهي ته توهان ان ڳالهه کان ڊڄو ته محبوب توهان کي دوست کان جدا نه ڪري ڇڏي. اصل ۾ متوڪل اهو آهي، جنهن کي مخلوق کان تڪليف ملي ته هو ڪنهن سان به شڪايت نه ڪري. ماڻهو منزل تي تڏهن پهچي سگهندا، جڏهن نماز مڪمل فرمانبرداري سان ادا ڪندا، ڇاڪاڻ ته نماز مومن جي معراج آهي.(32)

## سلطان المشائخ خواجه نظام الدين اولياءُ رحمة الله عليه.

اصل نالو محمد بن احمد بن علي بخاري هئس. سندن لقب سلطان المشائخ نظام الدين اولياء هو. شيخ فريدالدين شڪر گنج جا خليفا ۽ خدا پاڪ جا نهايت پيارا ٻانها هئا. سندن ڏاڏو علي بخاري ۽ نانو خواجه عرب ٻئي گڏجي بخارا کان لاهور هجرت ڪري آيا. ڳپل عرصو هتان وري بدايون هليا ويا ۽ اتي ئي مستقل سڪونت اختيار ڪيائون. خواجه نظام الدين اوليا اجا ننڍي عمر جا هئا، ته سندن والد رب پاڪ کي پيارو ٿي ويو. سندن والد صاحب

بدايون ۾ دفن ٿيل آهي. شيخ صاحب کي ابتدائي تعليم پنهنجي والده هڪ مدرسي مان ڏياري، جتي پاڻ قرآن پاڪ سان گڏوگڏ ٻيا ڪتاب به پڙهڻ شروع ڪيائون. ٻارنهن سالن جي عمر ۾ لغت ۽ علم و ادب پڙهندا هئا. هڪ دفعي ملتان مان هڪ غزل خوان سندن استاد وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو ته مون شيخ بهاءُالدين ذڪريا جي سامهون مجلس سماع ۾ هي شعر پڙهيو هو. "لقد لسعت حيته الهودي ڪبذي" (محبت جي نانگ منهنجي دل کي ڏنگي وڌو آهي.) چوڻ لڳو ته هن شعر جي ٻي سٽ مون کي ياد ناهي. شيخ صاحب جلدي ٻي سٽ ٻڌاين. "لاطبيب لها ولا راقي." (هن جي لاءِ نه طبيب آهي، جو هن مرض جو علاج ڪري نه منتر آهي جو جهاڙ وجهي هن اثر کي ختم ڪري) ان بعد هن غزل خوان بهاءُالدين ذڪريا جي تمام گهڻي تعريف ڪئي. هن جي سامهون ڪيترائي مرد عورتون ذڪر ۾ مشغول هوندا هئا، ايستائين جو جنڊ پيهڻ وارا مرد عورتون به ذڪر ڪندا هئا. مگر انهن ڳالهين تي نظام الدين اولياء ڌيان ئي ڪو نه ٿي ڏنو. پوءِ وري غزل خوان چوڻ لڳو ته: "مان پاڪ پتڻ پهتس ته اتي طريقت جو هڪ بادشاهه بابا شڪر گنج ڏٺم. جنهن جا ڪيترائي قصا ۽ فضيلتون بيان ڪيو" اها ڳالهه ٻڌندي ئي شاهه شڪر گنج جي محبت شيخ صاحب جي دل ۾ چوليون هڻڻ لڳي ۽ هن جي ديدار لاءِ واجهه وجهڻ لڳو. تيستائين پاڻ بدايون کان تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ دهلي آيا. صدر ولايت شمس الملڪ جي شاگردي ۾ اچي "مقامات حريري" پڙهڻ لڳا، اهڙي طرح علم حديث جي سند حاصل ڪيائون. شيخ نظام الدين اولياءِ جيئن ته منطق جا ماهر هئا، ان ڪري ٻيا شاگرد کيس نظام الدين منطقي ڪري سڏيندا هئا. تعليم مڪمل ڪرڻ کان پوءِ شاهه شڪر گنج جي سڪ ۾ اُڪير ۾ پاڪ پتڻ ويا. ان وقت پاڻ ويهن سالن جي عمر جا هئا. پاڪ پتڻ پهچي پاڻ شيخ فريد کان قرآن پاڪ جا ڇهه پارا تجديد سان گڏ پڙهيائون. عوارف جي ڇهن بابن جو درس حاصل ڪيائون "تمهيد ابو شڪر سلمي" ۽ ٻيا ڪيترائي ڪتاب پڻ پڙهڻ جو شرف شيخ فريد کان حاصل ڪيائون.

شيخ نظام الدين اولياء ٻڌايو ته جڏهن مان شيخ فريد جي قدم بوسي حاصل ڪئي ته شيخ فريد هي شعر پڙهيو.

اي آتس فراقت دلها ڪباب ڪرده،
سيلاب اشتياقت جانها خراب ڪرده.

ترجمو: ”تنهنجي فرقت ۽ جدائي جي باهه ڪيترين ئي دلين کي ڪباب ڪري ڇڏيو آهي، تنهنجي شوق جي باهه ڪيترين ئي جانين کي خراب ڪري ڇڏيو آهي.“

ان کان پوءِ خواجه نظام الدين چاهيو ته سندس خدمت ۾ حاضري جي شوق کي ظاهر ڪريان، پر مون تي سندن شخصيت جو ايڏو ته رعب هو جو فقط ايترو عرض ڪيم ته توهان سان ملاقات جو بي انتها شوق هو. مون تي خوف جا آثار ڏسي فرمايائين هر نئين اچڻ واري کي خوف هوندو آهي. انهيءَ ڏينهن مون سندس بعيت ڪري شيخ صاحب کان پڇيو ته: ”هاڻ منهنجي لاءِ حڪم آهي؟ هاڻ پڙهڻ پڙهائڻ جو سلسلو ختم ڪري ورد وظائف ۾ مشغول ٿي وڃان؟“ ارشاد ٿيو ته: ”اسان تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ڪنهن کي به منع نٿا ڪري سگهون.“ هي به ڪريو ۽ هو به ڪريو پوءِ ڏسو ته غالب ڪير ٿو اچي. فقير ۽ درويش لاءِ علم ضروري آهي. ان بعد شيخ نظام الدين اولياء خلافت جي نعمت حاصل ڪري دهلي واپس آيو. پاڻ پنهنجي مرشد شيخ فريد وٽ سڄي عمر ۾ ٽي دفعا ويا. شيخ فريد جي انتقال وقت خواجه نظام الدين اتفاق سان اهڙي طرح موجود ڪو نه هئا، جهڙي طرح شيخ فريد پنهنجي مرشد خواجه قطب الدين جي وصال وقت موجود ڪو نه هئا. هن واقعي کان پوءِ نظام اولياء دهلي ڇڏي ان جي پرسان غياث ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي. جتي سندس خانقاهه به موجود آهي، پر اتي به وڌن ڪيترائي ماڻهو اچڻ لڳا. ان ڪري هتان به وڃڻ جو خيال ڪيائون. انهيءَ خيال ۾ هئا ته ظهر جي نماز پڙهڻ بعد هڪ نازڪ انداز وارو خوبصورت ماڻهو خواجه صاحب وٽ آيو ۽ اچي چيائونس ته: ”جڏهن توهان چنڊ بڻيا هئا، ان وقت توهان اهو ڇو نه ٿي سوچيو ته دنيا جا توهان انگشت نما به بڻجندؤ.“ پوءِ هن نوجوان چيو ته ”پهرين توهان کي مشهور بڻجڻ ئي نه گهربو هو، اگر توهان مشهور ٿي ويو ٿا ته پوءِ اهڙي طرح رهڻ کپي، ته سڀاڻي محشر جي ميدان ۾ نبي ڪريم ﷺ جي سامهون شرمندگي جو باعث نه بنجو. پوءِ فرمايائون ته: ”اها ڪا چڱي ڳالهه ته نه آهي ته خدا جي مخلوق کان لڪي عبادت ڪجي، پر صحيح قوت ۽ حوصلو تڏهن ٿيبو جڏهن خدا جي مخلوق ۾ رهي خدا کي ياد ڪجي.“ جڏهن ان خوبصورت نوجوان سڀ ڳالهيون چئي ختم ڪيون، ته ان وقت خواجه نظام الدين هن کي لاءِ ڪجهه کاڌنو آندو. پر پاڻ ڪجهه نه کاڌائون. ان وقت خواجه نظام الدين اهو پڪو پهه ڪيو ته هاڻ هن جڳهه کان ٻئي هنڌ نه ويجبو. آخر هن نوجوان ٿورو پاڻي پيتو ۽ هليو ويو. ان ڏينهن کان پوءِ خواجه نظام الدين هن شخص کي وري

نہ ڏنو. پوءِ خواجہ صاحب دنيا جي نظر ۾ اچا بہ وڌيڪ مشهور ٿيا. دنيا جا ماڻهو هر وقت وٽن موجود هوندا هئا ۽ ڪجهہ گهرندا رهندا هئا. جواب ۾ رب پاڪ جي طرفان کين اچا بہ سگهاري روحاني طاقت بخشيو ويو ۽ ڪيترائي سوالي سندن در تان گهڻو ڪجهہ حاصل ڪرڻ لڳا. پاڻ هميشہ مجاهده ۽ رياضت ۾ هوندا هئا. روزانو روزي ۾ هوندا هئا. افطار وقت ٿورو پاڻي پيئندا هئا. سحري وقت ڪجهہ بہ نہ کائيندا هئا. معتقد ۽ مريد اهو ڏسي کين چوندا هئا تہ: "توهان سحري جي وقت بہ ڪجهہ ڪونہ ٿا کائو افطار جي وقت بہ ڪجهہ تہ کائو؟" پاڻ روئي چوندا هئا. "ڪيترائي مسڪين ماڻهو بازارن ۽ مسجدن ۾ بکايل آهن. هاڻ ٻڌايو تہ هنن جي حالات تي سوچي مان ڪيئن ٿو کاڌو کائي سگهان! تڏهن خادم چپ ٿي ويندا هئا." شيخ نظام الدين اوليا ٻڌايو تہ مان هڪ دفعي پنهنجي مرشد سان پيڙي ۾ وينو هئس تہ فرمايائون: جڏهن دهلي وڃين تہ مجاهدو ضرور ڪجانءِ. بيڪار رهڻ مان ڪو فائدو ڪونهي. روزو رکڻ اڌ منزل آهي. باقي ڳالهيون نماز حج ۾ اڌ منزل آهي. پوءِ هڪ دفعو ٻيهر مرشد فريد کي ٻڌايو تہ مون رب پاڪ کان تنهنجي لاءِ دعا گهري آهي، تہ تون جيڪو ڪجهہ گهرندين اهو توکي ملي ويندو ۽ تنهنجي لاءِ رب پاڪ کان دنيا جي سگهہ بہ گهري آهي. خليفو بڻائڻ وقت شيخ فريد فرمايو تہ "سلوڪ جي راهہ تي هلجانءِ" انهيءَ راهہ تي هلندي هلندي خواجہ نظام الدين اوليا سڄي دنيا لاءِ راهہ طريقت ٻڌجي ويو. امير خسرو دهلوي پنهنجي مرشد خواجہ نظام الدين لاءِ تعريف ۾ هيٺيون شعر چيو:

تو شبانہ مي نمائي کو بودي امشب،
کو هنوز چشم مستت اثري خمار دارد.

(پاڻ هميشہ رات جو ديدار ڪندا آهن. مگر اڄ رات ڪا خاص ڳالهہ ٿي آهي، جنهن ڪري سندن اکين ۾ خمار جا اثر موجود آهن.)

خواجہ نظام الدين اولياءَ سڄي رات عبادت ڪندا هئا. سندن اکيون رات جي جاڳڻ ڪري ڳاڙهيون هونديون هيون. بهرحال چشتيہ سلسلي کي جن ترقي وٺرائي، انهن ۾ سندن نالو اهم آهي. سندن وفات سلطان غياث الدين تغلق جي زماني ۾ 1325ع ڌاري اپريل جي مهيني ۾ ٿي.[33] هندستان جي مشائخن ۾ حضرت نظام الدين جو هڪ خاص مرتبو هو. سندن وقت ۾ تصوف جو ابتدائي دور ختم ٿي چڪو هو. پاڻ شيخ محي الدين عربي جا هم خيال هئا."[34] سندن دسترخوان هميشہ جاري ساري رهندو هو. "هر جمع جي

ڏينهن خانقاهه جي سيني حُجرن ۾ توشه خانن ۾ هڪ چيز به رهڻ نه ڏيندا هئا. اگر خانقاهه ۾ ڪو غريب مسافر حاجتمند ايندو هو ته محروم واپس نه ويندو هو. نقد يا جنس، جو ڪجهه پاڻ وٽ هوندو هئن. ڪين ڏيندا هئا." [35] مطلب ته پاڻ سلسله چشتيه جا سچا پيروڪار هئا. سماع جون محفلن جا اڪثر بندوبست ڪندا رهندا هئا. سندن وصال 18 ربيع الاول 725هه ۾ ٿيو. [36]

## خواجه شيخ حميدالدين صوفي رحمة الله عليه

شيخ حميدالدين صوفي کي سعيد ناگوري سوالي به چوندا آهن. سلطان التارڪين سندن لقب هو. پاڻ 570هه ۾ تولد ٿيا ۽ 637هه ۾ وفات ڪيائون. هي خواجه معين الدين جو سڀ کان پيارو خليفو هو. ترڪ دنيا ۽ تنها پسندن ۾ سندن وڏو اهم نالو هو. تصوف ۽ طريقت ۾ مٿانهون شان رکندڙ بزرگ هئا. پاڻ سعيد بن زيد رضي الله عنه جي اولاد مان هئا. جيڪي عشره مبشره ۾ شمار ٿيندا هئا. پاڻ تمام ڏکهي حياتي ماڻيائون. فرمائيندا هئا ته دهلي جي فتح بعد مسلمان گهراڻن ۾ سڀ کان پهرين منهنجي ولادت ٿي. پاڻ حضرت خواجه معين الدين چشتي جي زماني کان شيخ نظام الدين اولياء جي ابتدائي زماني تائين حيات رهيا. حضرت نظام الدين اولياء پنهنجا ملفوظات، شيخ صاحب جي تصنيفات مان منتخب ڪري، پنهنجي دست مبارڪ سان رکيا ۽ سيرالاولياء جي مصنف انهن کي سلطان المشائخ تان نقل ڪيو. روايت آهي ته: "هڪ ڏينهن خواجه معين الدين چشتي رح ڏاڍا خوش هئا. فرمائڻ لڳا، جنهن کي جيترو گهرڻو هجي، سو اڄ گهري ڇاڪاڻ جو اڄ قبوليت جو در کليل آهي. ڪنهن دنيا طلب ڪئي، ڪنهن آخرت، حضرت خواجه ان وقت خواجه قطب الدين جي طرف نهاري ساڳي ڳالهه ڪئي. قطب الدين رحمة الله عليه فرمايو: بندي جو ڪو اختيار ڪونهي، سڀ ڪجهه توهان جي اختيار آهي. حضرت خواجه بعد فرمايو: حضرت حميدالدين صوفي جو سلطان التارڪين آهي. ان وقت کان سندن لقب سلطان التارڪين پئجي ويو." [37]

هي ساڳي روايت هن طرح به آهي ته: "حضرت خواجه معين الدين چشتي، حضرت حميدالدين صوفي کي چيو ته، "گهر جيڪو گهرڻو هجيئي سو گهر. پاڻ فرمايائين ته مان ڇا گهران، مون کي گهرندي شرم ٿو اچي، خدا پهريائين پنهنجي بندي کي ايترو ڪجهه ڏنو آهي، جو ٻيو ڪجهه گهرندي شرم ٿو اچي." خواجه معين الدين چشتي رحمة الله عليه فرمايو، "توهان ٻڌو ته

حميدالدين جا چيو: حميدالدين اڄ ڪان صوفي تارڪ الدنيا، مستغني آخرت ۽ سلطان العارفين آهي.“[38]

حضرت حميدالدين صوفي جي علميت ۽ فقر جا چرچا سڄي برصغير ۾ عام ٿي ويا. پاڻ وجدان ۽ ڪشف و ڪرامات ۾ مشهور هئا. هر وقت ماڻهن جي وچ ۾ رهندا هئا. هڪ ڏينهن ڪنهن ڪانئن سوال ڪيو ته: ”الله جي مدد ڪڏهن ۽ ڪهڙي طرح ملي سگهندي؟“ پاڻ فرمايائون ته ”هيءَ مدد جنهن لاءِ مقرر آهي، ان کي پوري مقرر وقت ۽ غير متوقع انداز ۾ حاصل ٿيندي آهي.“ ان کان سواءِ ڪيترائي سوالن جا جواب هر روز ماڻهن کي ڏيندو هو. ان ڪري کين حميدالدين سوالي به چيو ويندو هو. ناگور شهر ۾ سوال نامي هڪ جڳهه آهي، اتي شيخ حميدالدين وٽ زمين هئي، جيڪا پاڻ هارپو ڪري آباد ڪندا هئا، اهل عيال جي روزي حاصل ڪندا هئا. سندن وفات 29 ربيع الاول 637ع ۾ ٿي، سندن مزار ناگور شهر ۾ آهي.[39]

## حضرت خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي رحمة الله عليه

حضرت خواجه قطب الدين جو نسب حضرت امام جعفر صادق عليه السلام سان ملي ٿو. ”سندس ولادت 582هه ”اوش“ ۾ ٿي. چون ٿا ته اڌ رات جو جائو، پر سندن ڪرامت جي ڪري اها رات روشن ڏينهن وانگر نظر اچڻ لڳي.“[40] اخبار الاخيار ۾ سندن ولادت ”505هه لکيل آهي.“[41] پاڻ ڏيڍ سال جا هئا ته سندن والد وفات ڪري ويو. سندن والد جو نالو سيد ڪمال الدين احمد بن سيد موسيٰ هو. پاڻ پنجن سالن جو هو ته سندن والده کيس استاد جي حوالي ڪرڻ لاءِ هڪ پاڙيسري سان گڏ موڪليو. رستي ۾ کين هڪ بزرگ مليو. هن انهيءَ پاڙيسري کان پڇيو ته هن ڇوڪري کي ڪيڏانهن وٺي وڃي رهيو آهين؟“ جواب ملين ته ”هن کي مڪتب ۾ ڪنهن چڱي استاد جي حوالي ڪرڻ ٿو وڃان.“ ان بزرگ فرماين ته ”منهنجي حوالي ڪر، مان هن کي استاد وٽ ويهاري ڇڏيندس.“ پاڙيسري ان ڇوڪري کي ان بزرگ جي حوالي ڪري ڇڏيو. انهيءَ بزرگ، انهيءَ ڇوڪري کي خواجه ابو حفص اوشي قدس سره جي حوالي ڪري چيو ته: ”اهو احڪم الحاڪمين جو حڪم آهي ته هن ڇوڪري کي توجهه سان پڙهايو. اهو چئي اهو بزرگ هليو ويو. استاد محترم شاگرد جي مٿي تي شفقت جو هٿ ڦيرائي، هن کي چيو ته ”خضر عليه السلام توکي منهنجي حوالي ڪري ويو آهي.“[42] پاڻ حضرت شيخ جي خدمت ۾ جڏهن تحصيل جي لاءِ حاضر ٿيو ته حضرت تختي وٺي ڪجهه تحرير ڪرڻ

لڳا تہ نداءِ غيب مان معلوم ٿين تہ خواجہ صاحب جي ظاهري تعليم قاضي حميدالدين ناگوري جي حوالي آهي. کين ناگوري صحب جي حوالي ڪيو ويو. چون ٿا تہ غيب جي آواز تي قاضي صاحب اکين جي سور هوندي بہ اتي پهتا. ڦرهي وٺي قطب الدين کان پڇيو: "پڙهايو تہ آءَ ڇا لکان؟" فرمايائون تہ لکو. "سبحان الذي اسري بعبده الا" قاضي صاحب عجب مان نهارين تہ پاڻ فرمايائون پندرهن پاره مان والده وٽان ياد ڪري آيو آهيان. قاضي صاحب وٽان چئن ڏينهن ۾ باقي رهيل قرآن پاڪ پورو ياد ڪيائين."[43]

ايئن خواجہ صاحب ظاهري علم تمام جلد پورو ڪيو. پاڻ سترهن سالن جي عمر ۾ حضرت خواجہ معين الدين چشتي کان خلافت جو خرقو حاصل ڪري سندن حڪم تي دهلي روانا ٿيا. خواجہ معين الدين رح ان حڪم لکڻ لاءِ شيخ علي سنجري کي فرمايو تہ: "تحرير لکو تہ قطب الدين دهلي روانو ٿئي. اسان پنهنجي خلافت سندن سر مبارڪ تي رکيائين. ان کان پوءِ خرقو پارائي قرآن پاڪ ۽ جاءِ نماز ڏيندي فرمايائون تہ: "مون کي هيءَ امانت مشائخ چشت ذريعي حضور آخرالزمان ﷺ موڪلي آهي. توهان بہ ايئن ان کي مون وانگر جاري رکجو. جيئن توهان کي قيامت ڏينهن شرمندگي نہ ٿئي. ان کان سواءِ سندن هٿ پڪڙي آسمان جي طرف منهن ڪري چيائون: "توکي رب جي حوالي ڪريان ٿو. جيڪو توکي منزل تي پهچائيندو."[33] ان بعد پاڻ دهلي هليا آيا. ترڪ دنيا ۽ فقرفاقہ ۾ ممتاز ۽ ياد الاهي ۾ مستغرق رهندا هئا. ڪو ساٿن ملڻ ايندو هو تہ ٿوري دير بعد ان سان ملڻ ايندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ "ڪنهن جي ملڻ جي نياپي وقت مان پاڻ ۾ موجود ناهيان هوندو. ٿوري دير پاڻ کي هن دنيا جهڙو سمجهي، پوءِ ڪنهن سان ملڻ ايندو آهيان. ملڻ وقت مڪمل ڳالهہ ٻولهہ ڪري کانئن اجازت وٺي وري ياد الاهي ۾ مصروف ٿي ويندو هئا."[44] سندن پاڙي ۾ هڪ اناج جو واپاري رهندو هو. شروع ۾ پاڻ ان کان قرض تي ان کڻندا هئا ۽ کين فرمائيندا هئا تہ: "جڏهن توهان جو قرض ٽيهہ درهم تي وڃي تہ وڌيڪ نہ ڏجو." جڏهن وٽن قرض واپس ڪرڻ جي طاقت ٿيندي هئي تہ ورتل قرض واپس ڪري ڇڏيندا هئا. اخبار الاخيار ۾ لکيل آهي تہ اهو قرض ڏيندڙ هندو هو. جڏهن تہ تاريخ مشائخ چشت ۾ شرف الدين نالي هڪ مسلمان لکيل آهي. خير، هڪ ڏينهن پاڻ پڪو عهد ڪيائون تہ هاڻ کڏهن : قرض نہ کڻندا. ان عهد کان پوءِ سندن مصلي جي هينيان هر روز کين هڪ ماني ملندي هئي. جنهن مان سڀ گهر جا ياتي گذر سفر ڪندا هئا.

هڪ دفعي ان اناج ڏيندڙ سوچيو تہ شايد خواجہ صاحب ناراض ٿي پيو آهي، جو هاڻ قرض نٿا ڪٽن. اهو سبب معلوم ڪرڻ لاءِ هن پنهنجي زال خواجہ صاحب جي گهر موڪلي، حضرت جن جي گهرواريءَ ان واپاريءَ جي زال کي سربستي ڳالهہ ٻڌائي، چون ٿا تہ ڪين رب پاڪ جي طرفان هر روز مانيون ملڻ ڪري ڪاڪي چيو ويندو هو. "ڪاڪي افغاني زبان ۾ مانيءَ کي چيو ويندو آهي. جيئن تہ پاڻ الهند جي هڪ ڳوٺ "ازوش" جا رهڻ وارا هئا. ان ڪري ڪين اوشي بہ چيو ويندو هو."[45] شيخ نظام الدين اولياءِ فرمائيندو هو تہ "شيخ معين الدين اجميري شيخ قطب الدين کي پنج سو درهم قرض وٺڻ جي اجازت ڏني هئي، پر پاڻ جڏهن معرفت ۾ ڪمال جي درجي تي پهتا تہ قرض وٺڻ بلڪل ڇڏي ڏنائون. پاڻ دهلي مان اڪثر خواجہ معين الدين چشتي جي اجمير ۾ زيارت ڪرڻ ايندا هئا. هڪ دفعي ڪين وسوسو ٿيو تہ الائي خواجہ صاحب کي منهنجي اچڻ جي خبر پئي ٿي الائي نہ. جڏهن ايئن سوچيائين پئي تہ مزار مان زيارت نصيب ٿين، معين الدين چشتي اجميري رحمة الله عليه جن فرمائي رهيا هئا.

مرا زنده پندارا، چون خويشتن،
من آيم بجان، گر تو آئي بہ تن.

"پاڻ هر رات جو ٽي هزار دفعو درود شريف پڙهندا هئا ۽ سئو رڪعتون نماز پڙهندا هئا. سندن انيس احمد نالي هڪ خادم هو ان خواب ڏٺو تہ هڪ وڏو عاليشان محل آهي، جنهن جي ٻاهران تمام گهڻي رش آهي. جنهن ۾ اندر ڪير بہ وڃي نٿو سگهي. پر هڪ بزرگ آهي، جو اندر ٻاهر اچي ۽ وڃي پيو. چاڻ پين تہ حضور جن هن گهر ۾ تشريف ڪٺي آيا آهن ۽ هيءُ بزرگ عبدالله بن مسعود آهي. انيس احمد زيارت جي درخواست ڪئي تہ اندران حڪم ٿين تہ اڃا زيارت جي قابل نہ ٿيا آهيو. البتہ قطب الدين کي سلام ڏجو ۽ چئجون تہ تن ڏينهن کان تنهنجو تحفو نہ مليو آهي. چون ٿا ان وقت پاڻ نئين نئين شادي ڪئي هئائون."[46]

سندن وفات بابت هڪ روايت آهي تہ شيخ علي جي گهر ۾ سماع جي محفل جاري هئي. خواجہ بختيار بہ اتي موجود هو. شيخ علي رح حضرت خواجہ معين الدين حسن رح جو عزيز هو ۽ خواجہ قطب الدين جو پاڙيسري هو. ان جي مزار خواجہ قطب الدين جي مزار پرسان آهي، ان محفل ۾ شيخ احمد جام هي شعر پڙهيو.

کشتگان خنجر، تسليم را،
هر زمان ازغيب، جان ديگر است.

(خنجر تسليم رضا جي شهيدن کي هر گهڙي غيب مان هڪ نئين زندگي عطا ٿئي ٿي.) اهو ٻڌي خواجه قطب الدين چار ڏينهن سڪرات جي حالت ۾ رهيو ۽ پنجين ڏينهن انتقال ڪري ويو. خواجه شمس الدين التمش سلطان دهلي کيس غسل ڏنو. ان بعد خليفي خواجه ابو سعيد تبريزي، قطب الدين خواجه جي وصيت ٻڌائي ته: "منهنجي جنازي نماز اهو پڙهائي، جنهن ڪڏهن به حرام نه کاڌو هجي، سنت عصر ۽ تڪبير اوليٰ وقت نماز پڙهڻ ضرور پهتو هجي." وصيت ٻڌڻ بعد خاموشي ڇانئجي وئي. ڪجهه دير جي سانت کان پوءِ خواجه شمس رحمة الله عليه چيو ته: "مون چاهيو ٿي ته منهنجي باري ۾ ڪنهن کي خبر نه هجي، ان کان پوءِ پاڻ خواجه قطب الدين ڪاڪي جي جنازي نماز پڙهائي، سندن وفات 633هه ۾ ٿي."[47]

بختيار ڪاڪي وڏو ولي، سالڪ، مجاهده ۽ رياضت ۾ ممتاز ۽ خلوت و عزلت کي پسند ڪرڻ وارو، گهٽ سمهندڙ گهٽ ڳالهائيندڙ هميشه ياد الاهي ۾ رهڻ وارو باطني حالتن ۽ مڪاشفات ۾ وڏو بلند پايو رکندڙ انسان هو.

## حضرت خواجه فريد الدين شڪر گنج رحمة الله عليه

"خواجه فريد شڪر گنج جي ولادت 609هه ۽ وفات 668هه ۾ ٿي."[48]

سندن ولادت خدارسيده نيڪ ۽ پارسا گهر ۾ ٿي. خواجه صاحب جي ولادت تي صاحب عرفان وارن فريد صاحب جي والده کي اها خوشخبري ٻڌائي ته هن جو نالو دنيا جي ڪنڊڪڙڇ ۾ علم و عرفان ۽ نيڪي جي علامت تي اُڀرندو. هن جو شجرو نسب حضرت عمر فاروق رضه سان 33 واسطن سان وڃي ملي ٿو. هن جا والدين ملتان جي ويجهو ڪوتوال ۾ رهندا هئا. اتي ئي سندن جنم ٿيو. پاڻ حضرت قطب الدين بختيار ڪاڪي جا خليفا هئا. خواجه اجميري کان فيضياب ٿيا. رياضت، مجاهدو، فقر ۽ ترڪ دنيا سندن وٽندڙ مشغلو هو. ڪشف و ڪرامات جي علامت هئا. پاڻ کي ماڻهن جي نظر کان بچائيندا. هڪ شهر کان ٻئي شهر مسافري ڪندا رهندا هئا. آخرڪار پاڪ پٽڻ شريف ۾ آيا. اتان جا ماڻهو درويشن ۽ فقيرن جا دشمن ۽ ڇيڙاڪ هوندا هئا. پاڻ اتي اچي پڪو پهه ڪيائون ته هتي رهڻ منهنجي لاءِ مناسب آهي. اتي سندن کو به واقفڪار ڪو نه هو. هڪ وڻ هيٺ ياد الاهي ۾ مشغول رهندا هئا. اتي ئي فاقا، رياضت ۽ مجاهد ڪيائون. پاڻ سگهاري روحانيت جا مالڪ هئا. ان

ڪري جلدي ماڻهن جي نظر ۾ بہ ڪرامات جا صاحب بڻجي پيا. سندن لقب شڪر گنج بابت مشهور آهي تہ: "پاڻ پنهنجي مرشد خواجہ قطب الدين رحمة الله عليه جي حڪم تي "طئي" جو زورو رکيائون. هي اهو روزو هوندو آهي، جنهن ۾ افطار پاڻي سان ڪبو آهي. هي روزو لڳاتار گهٽ ۾ گهٽ ٽي ڏينهن لڳاتار رکبو آهي، وڌيڪ هل سال تائين رکي سگهبو آهي. هن قسم جا روزا صوفيا ڪرام رکندا آهن. جن وٽ هڪ رسم آهي. اهڙي طرح شيخ فريد روزا رکيا. ٽي ڏينهن مسلسل ڪجهہ ڪو نہ کاڌائون. ٽئي ڏينهن افطار جي وقت هڪ ماڻهو وٽن ڪجهہ مانيون کڻي آيو. پاڻ سمجهيائين تہ غيب مان آيون آهن. پيٽ ڀري کاڌائون. پر پيٽ انهن کي قبول نہ ڪيو ۽ الٽيون ڪري ڇڏيائون. هن اها ڳالهہ پنهنجي مرشد کان پڇي. جنهن ٻڌاين تہ اهو ماڻهو شرابي هو. ان ڪري هن جو کاڌو توهان کي پاڻ ۽ نہ پيو هاڻ وڃو وري روزا رکو جيڪو غيب مان ملي ان تي گذران ڪريو. اهڙي طرح شيخ صاحب ٽي ڏينهن روزا رکيا. شام جو کين ڪجهہ بہ کائڻ لاءِ نہ مليو رات پئجي وين، بک کان کين ڪمزوري اچي ورايو. بک وگهي ڪجهہ پٿر کڻي وات ۾ واڌئون تہ اهي مصري ٿي پيا. پاڻ سوچيائون تہ شايد هيءَ شيطاني حرڪت آهي. پاڻ اهي ٿوڪاري وري رب پاڪ جي عبادت ۾ مشغول ٿي ويا. اهڙي طرح اڌ رات مهل سندن جسم جي ڪمزوري وڌي وئي. پاڻ وري زمين تان پٿر کڻي وات ۾ وڌائون تہ اڳي طرح اهي وري مصري ٿي پيا. پاڻ ٽي ڀيرا ايئن ڪيائون تہ اهي ساڳي طرح مصري ٿي پيا. تڏهن سمجهيائون تہ اها نعمت خداوندي آهي. ٻئي ڏينهن حضرت بختيار ڪاڪي رحمة الله عليه سان سندن ملاقات ٿي. پاڻ فرمايائون: "اوهان سدائين مصري جيان مٺا رهندؤ." [49] ان ڏينهن کان کيس شڪر گنج جو لقب مليو. "ڪيترن وري ايئن لکيو آهي تہ هڪ سوداگر کان کنڊ گهريائون، سوداگر چين مون وٽ لوڻ آهي، پاڻ فرمايائون تہ: "پوءِ لوڻ ئي هوندو سوداگر ڏٺو تہ اها کنڊ لوڻ ۾ تبديل ٿي چڪي هئي. ان حرڪت تي سوداگر معافي گهرين تہ اهو لوڻ وري شڪر ۾ تبديل ٿي ويو." [50]

عبادت ڪندي جڏهن بہ ڪو پکي پکڻ سندن پيرن تي ٺونگو هڻندو هو تہ پاڻ هي شعر پڙهندا هئا.

ڪاگا سب تن کائيو اور چن چن کهائيو ماس،
دونينان مت کائيو انهي پيا ملن کي آس. [4]

سندن روضو منور پاڪ پٽڻ ۾ آهي.

حضرت شيخ گنج شڪر جا ڪجهه ملفوظات خواجه نظام الدين اولياءُ لکيا آهن، هن سدائين لکيو آهي ته "چار چيزن جي باري ۾ ست سئو مشائخن کان سوال ڪيو ويو، سڀني هڪ ئي جواب ڏنو.

1. گناهن کي ڇڏي ڏيڻ وارو سڀني کان وڌيڪ عقلمند آهي.
2. دانا ۽ حڪيم انسان اهو آهي، جو ڪنهن به شيءِ تي غرور نه ڪري.
3. قناعت ڪرڻ وارو سڀ کان وڏو مالدار آهي.
4. جو قناعت نٿو ڪري، سو سڀ کان وڌيڪ محتاج آهي."[51]

حضرت فريد شڪر گنج ادب جي دنيا ۾ پڻ هڪ اهم نالو آهي، پاڻ سنڌي، سرائڪي ۽ پنجابي زبانن ۾ شاعري ڪيائون. بابا فريد، دين اسلام جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. پاڻ جت به ويا، اتان جي عوامي ٻولي استعمال ڪيائون ۽ انهي ٻوليءَ ۾ ئي هدايت جو سبق ڏيندا رهيا. پاڻ شريعت جا پابند هئا، برائين کان روڪڻ ۽ نيڪ ڪمن جون نصيحتون ڪندا رهندا هئا. سندن تعليم ۽ فڪر ۾ ايثار، قرباني، سچ چوڻ، ڪوڙ کان نفرت، عفو در گذر، انڪسار، تواضع، سخاوت، بخل کان پرهيز، امانتداري، حلم ۽ بردباري، عدل و انصاف، صبر و همت خوداعتمادي، بي غرضي، خلوص، همدردي، حسن سلو، مروت، وفا، پارسائي، دنيا کان بي رغبتي ۽ وسعت قلبي جي فڪري تعليم هوندي هئي. سندن ڪلام مان ڪجهه شعر پيش ڪجن ٿا.

فريدا شڪر کنڊ، نوات گڙ، ماکون ماجهاد دهه،
بسي دستو منهيان، رب نه ٻجن تدهه

ترجمو: اي فريدا! ڪو به مناڻ، کنڊ هجي يا مصري، نبات هجي يا ڳڙ ماکي هجي يا خالص کير هجي، پر منهنجي رب کان وڌيڪ مٺو ڪنهن جو به نالو نه آهي.

ڪوڪ فريدا ڪوڪ تون، جيون رکهيا جوار،
جب لگ ٽانڊا نه گري تب لگ ڪوڪ پڪار.

ترجمو: فريد تون ايئن رڙيون ڪر جيئن جوئر جي فصل جو هاري پکين کي تڙڻ لاءِ جهار هڪليندو آهي. تون ايستائين اهي رڙيون ڪر جيستائين جوئر ۾ لابارو نه پئي.

يعني غير شرعي حرڪتن ۽ دنياوي خواهشن جي بچائڻ لاءِ هر وقت ذڪر فڪر ۾ رهه.

اهڙي طرح فنا جو تصور شاعريءَ ۾ هن طرح پيش ڪيو اٿس.

بدها هو يا شيخ فريد، ڪنبن لگي ديهہ،
جي سو ورهيان جيون تان پي، تن هو سي کيهہ

ترجمو: فريد ٻڍو ٿي ويو آهي. هن جو بدن ڏڪڻ لڳو آهي. اگر سئو ورهيہ زندگي هجي تہ بہ ڇاهي آخر هن مٽيءَ ۾ ٿي هن بدن کي وڃي ملڻو آهي.“

مطلب تہ بابا فريد جي شاعريءَ ۾ نرم لهجو، بلند فڪر ۽ گهرو پيغام آهي، جيڪو هڪ وڏي شاعر جي شاعري ۾ هوندو آهي.

بابا فريد جي شاعري ۾ اسلامي تصوف جي فڪر جي اپٽار آهي، هن جي شاعريءَ ۾ فڪر جي گهرائي سان گڏوگڏ شعري حسن بہ موجود آهي.

## حضرت سيد محمد گيسو دراز رحمة الله عليه

حضرت خواجہ سيد محمد گيسو دراز جو نالو سيد محمد هو. ڪنيت ابوالفتح ۽ قلب صدرالدين ولي الاڪبر الصادق هو. سيد صاحب جا وڏا هرات کان آيا. سندن ولادت دهليءَ ۾ 721هہ ۾ ٿي، سندن والد ماجد سيد يوسف حسيني عرف سيد راجا ۽ سندن نانو پڻ حضرت نظام الدين اولياءُ جا مريد هئا.

تذڪره سير محمدي جي حوالي سان بزم صوفيہ جي مصنف حضرت گيسو دراز جو نسب هن طرح لکيو آهي.

سيد محمد گيسو دراز ابن سيد يوسف حسيني المشهور سيد راجا ابن سيد علي، ابن سيد محمد، ابن سيد يوسف، ابن سيد حسن، ابن محمد، ابن علي، ابن حمزه، ابن دائود، ابن زيد ابوالحسن الجنيدي، ابن حسين، ابن ابي عبدالله، ابن محمد، ابن عمر، ابن يحيٰ، ابن حسين، ابن زيد شهيد، ابن علي اصغر زين العابدين، ابن امام حسين عليہ السلام ابن امام علي عليہ السلام ابن ابو طالب عليہ السلام.(53)

ننڍي هوندي کان ٻارن سان صوفين جي راند ڪندو هو. ٻارن کي چوڌاري ويهاري پاڻ مشائخ وانگر هنن ۾ تبرڪ ورهائيندو هو. سندن والد ڏهن سالن جي عمر ۾ گذاري ويو. ابتدائي تعليم پنهنجي والد، والده ۽ ناني کان حاصل ڪيائون، پنجن سالن جي عمر ۾ والد صاحب بسم الله پڙهاين، ٻارنهن سالن جي عمر ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيائين. سندس تعليم لاءِ ڪيترائي استاد مقرر هئا. پاڻ مروجہ علم فقہ، منطق، نحو ۽ ادب ۾ دسترس حاصل ڪيائون.

بعد ۾ اعليٰ تعليم مولانا سيد شرف الدين ڪيٿلي، مولانا تاج الدين ۽ مولانا قاضي المتقدر کان حاصل ڪيائون. ننڍي هوندي کان ئي پنهنجي والد ۽ ناني کان حضرت خواجه نظام الدين اولياءَ ۽ حضرت خواجه نصيرالدين چراغ دهلويءَ جو ذڪر ٻڌندو هو. ان وقت کان ئي خواجگان چشت سان غير معمولي عقيدت پيدا ٿي وئي هئن. "هُو پنهنجي والد سان گڏ سن 736هه ۾ دهلي آيو ته ان وقت اييڪ جي جامع مسجد ۾ حضرت نصيرالدين چراغ دهلي کي ڏسي سندن عجيب ڪيفيت ٿي وئي. ٻئي ڏينهن پندرنهن سالن جي عمر ۾ وچي پنهنجي ڀاءُ سيد چنڊان سان سندن دست مبارڪ تي بعيت ڪئي." (54) ان کان پوءِ سيد محمد پنهنجي مرشد سيد حضرت خواجه نصيرالدين چراغ دهلوي پنهنجي مريد جي جوهر کان واقف هو. ان ڪري تمام گهڻو توجهه ڏيڻ لڳن. روحاني تربيت سان گڏوگڏ ظاهري علم ۾ به صلاحيت وڌائڻ جو تاڪيد ڪيائين. مجلس صوفيه ۾ لکيل آهي ته: "جڏهن سندن ظاهري علم کان دل ڀرجي وئي ته پاڻ پنهنجي مرشد کي عرض ڪيائون ته هاڻ علم ظاهري کان دل ڀرجي وئي آهي، اگر اجازت هجي ته هن کي ترڪ ڪري علم باطن جي طرف وڃا. پر مرشد فرمائين: هدايه، قدوري، رساله شمسيه، ڪشاف ۽ مصباح غور سان پڙهو. توکان هڪ ڪم ونڻو آهي، اهڙي طرح اوڻيهن سالن جي عمر ۾ سمورن علمن جي تحصيل ۽ تڪميل ڪيائون. ان بعد حضرت چراغ دهلوي، خواجه گيسو دراز کي پنهنجي جاءِ نشين مقرر ڪيو. پنهنجي پير جي وصال وقت حضرت گيسو دراز پنهنجي پير صاحب جي غسل واري پلنگ جون روايت مطابق ڏوريون پنهنجي گردن ۾ وجهي فرمايو ته: "هيءُ منهنجو خرقو آهي." (55) سيد محمد کي گيسو دراز جو لقب هن طرح مليو: جڏهن ٻيا مريد چراغ دهلوي جي ڏولي کڻندا هئا ته سيد محمد به انهن سان گڏ کڻندو هو. هڪ ڏينهن ڏولي کڻندي هن جي هڪ حصي ۾ سندن وار مبارڪ ڦاسي پيا. جيڪڏهن اهي ڇڏائي ها ته ڏولي کڻڻ ۾ دير لڳين ها. پر پاڻ اها سور جي تڪليف برداشت ڪري پنهنجي مرشد جي عشق و محبت ۾ هلندو رهيو. اها خبر جڏهن سندن مرشد کي گهڻي دير کان پوءِ پئي ته پاڻ ڏاڍا خوش ٿيا ۽ سندن سچي عقيدت تي هي شعر پڙهيائون:

هر که مريد سيد گيسو دراز شد،
والله خلاف نيست که او عشق بازشد. (56)

ترجمو: جيڪو به گيسو دراز جو مريد بڻبو، اهو بخدا عشقباز بڻجي ويندو.

گيسو دراز جي لقب جي لاءِ "مجلس صوفيہ" ۾ لکيل آهي تہ "سيد محمد پهرين محمود چراغ دهلوي جي خدمت ۾ حاضري ڏني. ان وقت شيخ صاحب پنهنجي گهر جي مٿئين ماڙ تي رونق افروز هئا. سندس ملڻ لاءِ ڪيترائي عقيدتمند اچي چڪا هئا. حضرت سيد محمد جيئن ئي ملڻ لاءِ پهتا تہ خادم آيو ۽ اچي چيائين تہ توهان سان سيد محمد ملڻ اچي. جڏهن تہ سيد محمد نالي ڪيترائي هئا. سيد محمد نالي وارن پڇيو تہ اسان سيني جا نالا سيد محمد آهن. تڏهن خادم واپس ويو. خواجہ چراغ دهلوي کان پڇي اچي چيائين: "سيد محمد گيسو دراز" تڏهن کان سيد محمد تي اهو نالو پئجي ويو." (56)

پاڻ وقت جا وڏا درويش ۽ عالم هئا. سندن ڪجهہ تصنيفن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا. جيڪي سلوڪ ۽ تصوف تي لکيل آهن.

1. معدن المعاني (2 شرح سوانح امام احمد غزالي.

## حضرت خواجہ نور محمد مهاروي رحمة الله عليه:

حضرت خواجہ نور محمد مهاروي چوڏهين رمضان المبارڪ 1142هجري ۾ کرل ذات جي هڪ غريب گهراڻي ۾ پيدا ٿيو. هن جي والد جو نالو هنوال هو جيڪو چوٽال جو رهاڪو هو. خواجہ نور محمد جو خانداني نالو ڀهبل هو ان نالي کي بدلائي حضرت شاهہ فخر صاحب رح، نور محمد رکيو. خواجہ صاحب جا وڏا هاريو ڪندا هئا ۽ مال چاريندا هئا. هڪ دفعي فخر صاحب هن جي وڏن بابت کانئن پڇيو تہ پاڻ وراڻيائون.

"زراعت مي کرند مواشي مي چرانيد، و مي دوشيدند وبرمال مرد ماد مي دود بند!" (57)

خواجہ صاحب جي والده بيبي ڪمال نالي هڪ زميندار جي ڌيءَ هئي، جيڪا ڳوٺ ڦولڙا ۾ رهندي هئي. جيڪو مهار کان ڏکڻ طرف آهي، سندن والده چٽا ذات سان تعلق رکندي هئي. حضرت خواجہ نور محمد مهاروي مادر زاد ولي الله هو. سندس ولادت کان اڳ هڪ مشهور بزرگ خواجہ فتح دريا حضرت جي والده کي ڏسي پيشنگوئي ڪئي هئي تہ هن نياڻي منجهان هڪ اهڙو لعل پيدا ٿيندو جو پنهنجي زماني جو قطب هوندو. اهڙي طرح هن جي ولي الله جي باري ۾ هڪ بزرگ شيخ احمد بہ پيشنگوئي ڪئي هئي. هيءُ بزرگ "ساوي چيري والي" يعني "سائي پڳڙي" جي نالي سان مشهور هو. هڪ دفعي جڏهن هيءُ بزرگ چوٽال ڳوٺ ۾ آيو تہ هن جي ڪمالات ۽ بزرگي مان سڄي ڳوٺ جي ماڻهن فيض حاصل ڪيو. هن وٽان فيض حاصل ڪرڻ وارن

مان خواجه نور محمد جي والده به هئي. پاڻ جڏهن تشريف کڻي آئي ته هي بزرگ اٿي بيهي رهيو. ماڻهن جڏهن پڇيو ته توهان ايئن ڇو ڪيو؟ ته فرمايائون: ”هن جي بطن ۾ پوشيده هڪ اهڙي هستيءَ جو احترام ٿو ڪريان. جنهن جي ظهور سان سڄي دنيا منور ٿي ويندي. اهڙي طرح هيءَ ڳالهه سچي ثابت ٿي. بيبي جي بطن مان هڪ اهڙو گوهر پيدا ٿيو جو ولايت ۽ طريقت ۾ خواجه نور محمد مهاروي جي نالي سان مشهور ٿيو.“[58]

خواجه صاحب جڏهن ڇهن سالن جو ٿيو ته دستور مطابق ڳوٺ جي استاد مولوي ميان مسعود وٽ قرآن پاڪ پڙهڻ ويو. خواجه صاهب چند هفتن ۾ قرآن پاڪ جو علم حاصل ڪيو ۽ ڏهن سالن جي عمر ۾ قرآن پاڪ جو حافظ ٿيو. وڌيڪ تعليم لاءِ چوٽالا کان مهار اچي رهيو. جتي پاڻ ڪجهه عرصو رهي، هتان وري علم جي شوق ۽ تجسس جي جنون کيس ديري غازي خان آندو مگر سندس اُڃ اتي به نه لٿي، اتان وري لاهو آيو جو هميشه علم و حڪمت جو مرڪز رهيو آهي. اتي پنهنجي هڪ دوست محڪم الدين سيلاني سان گڏ آيو جيڪو سندس هم سبق هو ان سان گڏجي هڪ مشهور مدرسي جي عالم کان فيض حاصل ڪيائين. پاڻ جڏهن علم حاصل ڪرڻ لاءِ گهران نڪتو هو ته ان وقت سندس مالي حالت درست ڪو نه هئي. اهڙي حالت ۾ علم جي طلب ۽ معرفت جي تلاش جاري رکڻ ڪنهن مرد مجاهد ۽ مرد حق جوئي ڪم آهي. مگر پاڻ اهڙي حالت ۾ به علم حاصل ڪيائون. چون ٿا ته تنگ دستي جي ڪري گداگري به ڪيائين، جڏهن ته اهل الله وٽ گداگري سخت ناپسند عمل آهي. مگر اها آزمائش ان ذات جي سمجهي، ان تي پورو لٿو. هڪ دفعي گداگري ڪندي گهٽيءَ مان گذري رهيو هو ته اوچتو برسات وسي پئي. رات جو وڳڙو هو. گهٽيءَ ۾ سخت گپ جي ڪري خواجه صاحب هلي نه پئي سگهيو. ان دوران رب پاڪ کان دعا گهريائين ته: ”ياخدا مون کي علم و معرفت جي ڪامل منزل تائين پهچاءِ، جنهن جي ڪري مان گداگري جهڙي لعنت ۾ مبتلا آهيان. ان کان مون کي نجات ڏيار.“ رب پاڪ سندس دعا اگهائي ۽ پاڻ ٿوري عرصي اندر لاهور کان دهلي آيو.“[59]

هت علم جي حاصل ڪرڻ لاءِ کوڙ سارا درسگاهه هئا. جيڪي اڃايلن جي اُڃ اجهائڻ لاءِ هئا. انهن درسگاهن مان نواب غازي خان جي مدرسي جي وڏي شهرت هئي. پاڻ اُتي داخلا ورتائين، ”حافظ برخوردار وٽ ’ڪافيه‘ پڙهڻ شروع ڪيائين. خواجه صاحب جو هي استاد چشتيه سلسلي سان تعلق رکندو هو.“[60] هن مدرسي ۾ شاگردن کي تعليم ۽ رهائش مفت ملندي هئي. خواجه

نور محمد جون سڀ ضرورتون پوريون ٿيون. اوچتو ڪنهن ڪم سبب خواجہ نور محمد جي استاد کي گهر وڃڻو پيو. اتان واپس ٿي نہ سگهيا، اهڙي طرح سندس تعليم جو سلسلو وري بند ٿي ويو. هڪ ڏينهن دهلي ۾ حوض جي ڪناري تي اداس ويٺا هئا تہ ڪانئن حافظ محمد صالح ساڪن پيره جن اداسي جو سبب پڇيو تہ پاڻ فرمايائين:

"استادان مشفق و رفيق وطن رفتند تسکين خواندن نمي شود." [61] حافظ صاحب چين تہ جلدي هڪ وڏو عالم دکن مان ايندو، جيڪو ماڻهن کي علم سيکاريندو، توهان بہ ان وٽان علم حاصل ڪجو. اهڙي طرح خواجہ نورمحمد جي هڪ دوست قلندر بخش ٻڌايس تہ هاڻي پريشان نہ رهہ، هت هڪ اهڙو بزرگ آيو آهي، جيڪو علم سيکارڻ سان گڏوگڏ رهائش ۽ کاڌو پيتو بہ ڏئي ٿو. اهو ٻڌي نهايت خوش ٿيا ۽ اچي ان بزرگ سان مليا. اصل ۾ اهو عالم حقيقت ۾ محب نبي مولانا فخر جهان هو جو فقر ۽ درويشي ۾ بيشمل هو. دهلي جا بادشاهہ اڪبر شاهہ ثاني ۽ ابو ظفر بهادر شاهہ سندن مريدن ۾ شامل هئا. هن بزرگ فخر جهان مان ئي چشتيہ سلسلي مان نظاميہ سلسلي جي هڪ شاخ ڦٽي نڪتي. خواجہ نور محمد جڏهن ملاقات لاءِ مولانا فخر جهان وٽ ويا تہ پهريان بہ ڏينهن نہ ملي سگهيس. ٽئي ڏينهن ظهر جي وقت حويلي جي دروازي تي دربان ويٺو هو ان کي ڏسندي نور محمد مهارويؒ جن ڊڄي ويا ۽ ڪجھ دير اتي ئي ويهي رهيا. محسوس ڪيائون تہ ڪيترائي ماڻهو بنا اجازت جي اندر ٻاهر اچن وڃن پيا. ان ڪري پاڻ بہ حوصلو پيدا ڪري اندر هليا ويا. ايتري ۾ خيال آين تہ مسافريءَ جي حالت ۾ نہ لباس ڪو ڍنگ جو پاتل آهي ۽ نہ وري حليو ئي درست آهي. شايد حضرت انهيءَ حالت ۾ مون ڏانهن خيال ئي نہ ڪري. مگر جيئن سوچيندو اندر پهتو تہ حضرت فخرالدين موجود هئا. جيئن ئي خواجہ نور محمد تي نظر پين، تہ تخت تان لهي خواجہ نور محمد جي آجيان ڪرڻ آيا. نهايت محبت سان ڪيس ڀاڪر پاتائون. جيئن بہ وڇڙيل دوست هڪ ٻئي سان ملندا آهن. ان بعد پڇيائينس: توهان ڪٿان جا رهاڪو آهيو؟ پاڻ فرمايائون تہ پاڪ پتڻ جي پرسان جو رهاڪو آهيان. پاڪ پتڻ جو نالو ٻڌي حضرت فخرالدين خوش ٿيا. فرمايائون توهان نهايت اعليٰ ننگري جا پاڙيسري آهيو. منهنجي لائق ڪا خدمت هجي تہ حڪم ڪيو. حضرت نور محمد فرمايو تہ حضرت مون کي علم و عرفان حاصل ڪرڻ جو تمام گهڻو شوق آهي. مون ٻڌو آهي تہ توهان صاحب عالم آهيو. ماڻهن کي درس و تدريس سان نوازيو ٿا. منهنجي تمنا آهي تہ علم حاصل ڪريان. اميد آهي تہ

توهان علم جي اُڃ اجهائڻ ۾ منهنجي مدد ڪندا. پاڻ فرمايائون ته توهان اڳ ڪنهن وٽ علم حاصل ڪندا هئا؟ خواجه نور محمد ڪين قصو ٻڌايو پوءِ مرڪي، هيءُ شعر پڙهيو:

ما براي وصل، كردن آ مديم،
تو براي، فصل كردن آمديم.

اهڙي طرح خواجه نور محمد علم حاصل ڪندو رهيو. حضرت مولانا خواجه نور محمد کي ديني ۽ دنياوي علم کان سرفراز ڪيو ۽ پوءِ اچانڪ فرمايو ته: "نور محمد! تون پنهنجو وقت ظاهري علم ۾ گهڻو برباد نه ڪر، جيترو علم تو سکيو آهي، اوترو ڪافي آهي، هاڻ جنهن علم جا لائق آهيو اهو حاصل ڪرڻ ۾ مشغول ٿي وڃو."(63) اها ڳالهه ٻڌي خواجه نور محمد عرض ڪيو ته: "جيڪڏهن پنهنجي مقدر ۾ بلندي لکيل آهي ته پوءِ دير ڇاجي آهي! مون کي پنهنجو مريد بڻايو." حضرت فخرالدين فرماين: "اسان جو قاعدو آهي ته بعيت جي لاءِ پهرين خدا کان اجازت وٺي پوندي آهي. ان ڪري پهرين استخاره ڪري خدا کان اجازت وٺ. جيڪڏهن اجازت مليئي ته پوءِ مان توکي پنهنجي بعيت ۾ وٺندس." خواجه نورمحمد استخارو ڪيو. خدا پاڪ اجازت ڏنس ته پَل حضرت مولانا کان بعيت حاصل ڪريو. پوءِ خواجه نور محمد کي حضرت خواجه قطب الدين بختيار ڪاڪي جي مزار تي وٺي آيا. اتي بعيت به ڪرايائونس ۽ خلافت کان سرفراز به ڪيائونس. ايئن خواجه نور محمد، حضرت مولانا فخرالدين کان دهلي ۾ بعيت حاصل ڪرڻ وارو پهريون مريد هو. بعيت کان پوءِ مرشد فخرالدين مٿس خاص عنايت رکي، کيس پنهنجو همراز، همدم ۽ انيس سڏيندا هئا. هڪ ڏينهن مولانا فخرالدين، خواجه نور محمد کي پاڪ پٽڻ وٺي آيو. جتي بابا فريد شڪر گنج جي زيارت ڪري کيس نصيحت ڪيائين ته: "هاڻ تون پنهنجي وطن وڃ، جتي وڃي پنهنجي والده جي خدمت ڪر." پاڻ مرشد جو حڪم مڃي والده جي خدمت ڪرڻ لڳو پر مرشد ڏانهن به ايندو ويندو رهندو هو. هڪ ڏينهن مرشد فرمائين ته توهان کي خدا جي مخلوق لاءِ هاڻ گهڻو ڪم ڪرڻو آهي. اهو ٻڌي پاڻ سوچيائين مان ڪنهن جي ڇا ڪم ايندس، ايتري ۾ مرشد سڳوري کيس خرقو خلافت جو عطا فرمايو ۽ حڪم ڏنو ته مهار شريف وڃو ۽ اتي وڃي رشد هدايت جو چراغ روشن ڪيو.(63) اهڙي طرح پاڻ مهار شريف پهتا ۽ اتي رشد وهدايت جو جهنڊو بلند ڪيائون.

پنجاب ۾ چشتيہ سلسلي جي لاءِ هن بزرگ جي پرخلوص ڪوشش جي نتيجي ۾ اتي هي سلسلو تمام گهڻو وڌيو ويجهيو. حضرت بابا فريد شڪر گنج کان پوءِ پاڻ ئي هن سلسلي جي وڌ ۾ وڌ خدمت ڪيائون. ان کان اڳ هت سهروردي ۽ قادريہ سلسلي جون خانقاهون هيون. پاڻ اتي چشتيہ سلسلي جي خانقاهہ جو بنياد وڌائون. خواجہ صاحب جي خلوص ۽ حقانيت جي اثر ڪري ڪيترائي ماڻهو هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ ايندا هئا. سندس مجلس هر وقت ماڻهن سان ڀريل هوندي هئي. هر ملڻ واري کي سندن طبيعت جي موافق نصيحت ڪندا هئا. پاڻ شريعت جو خاص خيال رکندا هئا. زندگي جا 63 سال شريعت ۽ طريقت جي خدمت ۾ گذاريائون. پنهنجي مرشد جي وفات جو دل تي تمام گهڻو اثر ورتائون ۽ ان اثر موجب صحت ۾ ڪمزور ٿيندا ويا. سندن وفات 3 ذوالحج 1205هجري ۾ ٿي.(64)

## حضرت خواجہ محمد عاقل رحمة الله عليه

خواجہ محمد عاقل رح، خواجہ نور محمد مهاروي جا خاص خليفا هئا. پنجاب ۾ چشتيہ نظاميہ سلسلي جي ترقي ۾ پاڻ نهايت گهڻو ڪم ڪيائون. چاچڙان، ڪوٽ مٺڻ ۽ احمدپور وغيره ۾ چشتيہ سلسلي جون خانقاهون، خواجہ محمد عاقل جي تبليغ دين جو نتيجو آهن. ڀري ڀري تائين غيرمعروف علائقن ۾ پڻ روحانيت جي حوالي سان سندس ذڪر هلندڙ هو.

"خواجہ محمد عاقل هڪ معزز فاروقي خاندان جو فرد هو سندن عزيز و اقارب مغل حڪمرانن ۽ وزيرن وٽ خاص عزت رکندا هئا. سندن لقب ڪوريجو هو اهو قصو هن ريت آهي مغل دور جي سيني شاهي فرمانن ۾ هنن بزرگن لاءِ ڪوريجو لقب ملي ٿو. ان لقب ابت چيو وڃي ٿو تہ هن خاندان جو ڪو بزرگ مسجد ۾ نماز پڙهڻ ويو اتي پڇيائون تہ ڪنهن بانگ ڏني آهي؟ ماڻهن انڪار ۾ جواب ڏنو پاڻ مٽيءَ جو هڪ برتن جو ويجهو رکيو هئس، سو کنيائون ۽ چيائون تہ: "اي ڪرا تون اذان ڏي"(65) چون ٿا تہ اوچتو خوبصورت مڌر آواز ۾ بانگ اچڻ لڳي، سيئي سبحان الله، سبحان الله چوڻ لڳا. هن ڪوري جو مالڪ هي آهي، اهڙي طرح سندس لقب ڪوريجو پئجي ويو. خواجہ محمد عاقل بہ هن ئي بزرگ جي خاندان جو هڪ اهل الله فرد آهي. خواجہ محمد عاقل ننڍي عمر ۾ ئي ڪلام پاڪ جو حفظ ڪيو. سندن والد جو پاڻ بہ زماني جو يڪتا محدث هو. ان خود پنهنجي فرزند کي تعليم ڏني ۽ علم و ادب جو شوق پيدا ڪيو. "حضرت محمد عاقل رحمة الله عليه پنهنجي والد کان سواءِ

حضرت شاهہ فخر ۽ خواجہ مهاروي کان بہ علم حاصل ڪيو. حضرت شاهہ فخر هن کي شرح عبدالحق ۽ سوا السبيل جو درس ڏنو ۽ خواجہ مهاروي کيس حديث جي سند بہ ڏني.“[66] علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ خواجہ محمد عاقل ۽ سندن وڏي ڀاءُ ميان نور محمد کي اصلاح باطن ۽ تزڪيہ نفس جي لاءِ ڪامل مرشد جي ضرورت پئي. ان وقت حضرت خواجہ نور محمد مهاروي جي وڏي مشهوري هئي. ٻئي ڀائر حضرت مهاروي جا مريد ٿيا. حضرت محمد عاقل هميشہ مرشد سان ملڻ پيادو ويندو هو. پاڻ شريعت ۽ طريقت جي راهہ ۾ ڏاڍا مجاهدا ڪيائون. اهڙا مشڪل معاهدا ٻيو ڪو بہ شخص ڪو نہ ڪري سگهندو هو. پاڻ رب پاڪ جو نهايت گهڻو ذڪر ڪندا هئا. آخري عمر ۾ جڏهن پاڻ ضعيف هئا، تڏهن بہ نهايت پابندي سان ذڪر ڪندا هئا. سندن ذڪر جو آواز پري پري تائين ٻڌڻ ۾ ايندو هو. عبادت جو اهو عالم هوندو هئن جو ڪيترائي ڏينهن عبادت جي مصروفيت ۾ ڪنهن سان ملندا ئي ڪين هئا. خلافت ملڻ جي عرصي کانپوءِ چشتيہ سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيائون. هن سلسلي ۾ شيخ مهاروي ڪين سختي سان خط لکيو تہ: ”چشتيہ سلسلي جي ترقي لاءِ خدمتون ڪندا رهو ۽ عام ماڻهن کي فيض ڏيندا رهو. هن سلسلي ۾ ماڻهن کي اچڻ جو درس ڏيو“ حضرت محمد عاقل مرشد جي ڳالهہ دل سان هنڊائي ۽ چشتيہ سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيائون. پاڻ حضور جن جي سنت تي تمام گهڻو هلندا هئا. وصال جي ڏينهن کان ڪجهہ اڳ حضور صلعم، جن کي خواب ۾ ڏٺو هئائون ۽ فرمايو هئائون: ”تو مارا بسيار خوش ڪردي کہ همگير سنت هاي مارا زنده ڪردي.“[67]

نماز جا تمام گهڻا پابند هئا. مغرب جي نماز باجماعت پڙهي ذڪر ۾ مشغول ٿي ويندا هئا. ڪاڏو ڪائي سومهاڻي جي نماز پڙهي مريدن کي تعليم و تربيت ڏيندا هئا. سندن وصال 8 رجب 1229هہ ۾ ٿيو. مغل بادشاهہ سندن تمام گهڻي عزت ڪندا هئا. بهادر شاهہ ظفر سندن تعريف ڪندي هڪ شعر ۾ فرمايو آهي:

دل فدا ڪرتي هين، نام فخر دين پر اي ظفر،
هم يي عاقل ربط، عاقل سي دل رکهتي هين.

سندن مزار ڪوٽ مٺڻ ۾ آهي.

## حضرت شيخ عبدالقدوس گنگوهي:

شيخ صاحب جو مرشد شيخ محمد بن عارف بن شيخ احمد عبدالحق جن هئا. پاڻ علم ظاهر و باطن جا عالم هئا. وجد و سماع جا شيدائي هئا. سندن اولاد مبارڪ ججهو هو. سيئي باعمل فرد هئا. پر خاص طرح شيخ رڪن الدين، جنهن جو هر قدم والد بزرگوار جي طريقي تي هو. سو تمام گهڻو مشهور هو.[57] نثر ۾ ڪجهه ڪتاب لکيائين. مثال طور سندس ٻه ڪتاب گهڻو مشهور آهن. پهريون انوار العيون، ٻيو رسالہ قدوسيہ. ان ڪان سواءِ پاڻ وقت جو وڏو عبادتگذار هو. پاڻ قرآن شريف جي تلاوت ۽ ذڪر الاهي ۾ هر وقت مصروف رهندو هو. سردي ۽ برف باري ۾ سندن اڪثر ڪڙيون ڦٽجي پونديون هيون، پر پوءِ به نماز قضا ڪونہ ڪندا هئا. چار سؤ رڪعتون ڏينهن جو ۽ چار سؤ رڪعتون رات جو پڙهندا هئا."[67] پاڻ وقت جا اهم عالم ۽ چشتي سلسلي جا اڳواڻ هئا. اڪثر ماڻهو سندن همدرد رويي کي پسند ڪندا هئا. سندن ڪيتريون ئي ڪرامتون مشهور آهن.

"هڪ رات شيخ قدوس جي هڪ خليفي ڪشف ۾ ڪجهه ڏٺو تہ حيران رهجي ويو. حجري ۾ ڏيئو ٻري رهيو هو. جنهن جي روشني ۾ پاڻ مطالعي ۾ مصروف هئا. صبح تائين ڪتاب پڙهندا رهيا. جڏهن اها ڳالهہ خليفي شيخ صاحب سان ڪئي تہ توهان تمام گهڻي مشقت سان سڄي رات ڏيئو ٻاري پڙهي رهيا هئا. اهو ٻڌي شيخ صاحب جي چپن تي مسڪراهٽ تري آئي ۽ فرمايو تہ: "نہ بابا اسان تہ سڄي رات آرام سان ستا پيا هئاسون" خليفو اها ڳالهہ ٻڌي حيرت ۾ پئجي ويو تہ هن پاڻ پنهنجي اکين سان شيخ صاحب کي مطالعو ڪندي ڏٺو آهي. خليفي جي حيراني تي شيخ صاحب فرمايو تہ: "جيڪي اولياءَ دنيا ۾ نبي جي سامهون ننڊ ۾ هوندا آهن. سي بظاهر ننڊ ۾ نہ هوندا آهن، پر جاڳي رهيا هوندا آهن، انهن جي ننڊ بہ عبادت ۾ شامل هوندي آهي. جڏهن تہ هيءُ حڪم نبين سڳورن لاءِ آهي پر نبين جي تابعداري ڪري اولياءَ بہ انهيءَ مان فيضياب ٿيندا آهن."[69] "هڪ دفعي عالم سڪر ۾ شيخ عبدالحق کان هي لفظ نڪتا 'والله محمد حجاب ۾ ظاهر ٿيو آهي. نہ تہ هوئڻ حق جي ذات پاڪ ۾ حجاب ڪو نہ هو.' نعوذ بالله پوءِ تہ مان گناهہ ڪبيرا ڪري ويٺو آهيان. هن جو ڪفارو ڏيڻ کپي. "ايئن چئي پاڻ سخت سردين جي راتين ۾ اڌ رات جو درياهہ تي ويا. پاڻيءَ ۾ ڳچي تائين هڪ تنگ تي ويهي ٻي تنگ ران تي رکي وظيفو "محمد قائم و دائم" ورد زبان تي رکيو. تڏ کان سندس جسم ڏڪندو رهيو ڇهہ مهينا انهيءَ مجاهدي ۾ رهيا. ايستائين جو جسم ڦٽي پيئن ۽

رت وهڻ لڳن.[70] پاڻ عبادت سان گڏوگڏ پوکي راهي گذرسفر ڪندا هئا. جيڪو ڪجهه ملندو هئن، انهن مان ڪجهه درويشن ۾ ورهائي، باقي مان پاڻ گذران ڪندا هئا. اڪثر فقر ۽ فاقي ۾ گذاريندا هئا. سندن گهرواري نهايت صبر واري هئي. چار چار ڏينهن گهر ۾ ڪجهه به ڪو نه هوندو هئن. جو ڪجهه ڪاڌو کائين، پر پوءِ به الله جو شڪر زبان تي هوندو هو. شيخ عبدالقدوس پنهنجي رسالي "قدسيه" ۾ بک بابت لکيو آهي ته: "بک جا به قسم ٿيندا آهن. پهريون سفلي ٻيو علوي. سفلي بک حيوانن ۾ آهي. حيواني روح جڏهن جانورن ۾ اچي ٿو ته خدا جي حڪم سان اهي جانور هلڻ ڦرڻ لڳن ٿا. انهن ۾ حرارت پيدا ٿئي ٿي ۽ غذا جا محتاج ٿين ٿا. هنن کي اُڃ ۽ بک لڳي ٿي، انهيءَ سبب هو ترقي نٿا ڪري سگهن. علوي بک تمام انسانن ۾ موجود هوندي آهي. انسان جڏهن عالم غيب کان عالم محبوبيت ۾ اچي، ترقي ڪري عالم جنبش مان عالم بي حسي ڏانهن توجهه ڏئي ٿو جنهن جو مطلب الله پاڪ جي احديت آهي. جنهن جا بيشمار انوار و اسرار، جمال و جلال، ڪريمي و رحيمي ستاري و جباري، قدوسي و قهاري، رحمانيت و ربوبيت، هزار در هزار موج در موج لهرون ظاهر ٿين ٿيون. اهڙي طرح نور الاهي جو رنگ، روح ولايت جي اضافت ۽ نبوت و رسالت هي سيئي الله جا اسم آهن. جيڪي "قد جاءَكم من الله نور" جا مختلف نظارا پيش ڪن ٿا ۽ هتان کان ئي عالم احديت جي ابتدا ٿئي ٿي. هي روح انسان جو مقام آهي، هن جو نالو عالم جبروت آهي، جيڪو قرب ۽ عالم معيت جو هنڌ چورائي ٿو. جڏهن ته هي تجلي جي جڳهه آهي، پر جڏهن هتان ويجهڙائپ جو فائدو حاصل نٿو ڪيو وڃي، تڏهن وري مقام تجلي واپس وڃي عالم عقول بڻجي وڃي ٿي. عالم ملڪوت جيڪو آهي سو روح انسان جو هنڌ آهي ۽ هت ان جو ظهور نفس جي معرفت ٿئي ٿو ۽ مقام تقدس و ميدان تسبيح و تحليل کي ويجهي ۾ ويجهو ٿي وڃي ٿو ۽ هيءُ ئي اهو قيد و بند آهي، جنهن جي باري ۾ ارشاد ٿيو آهي ته: "من الا مقام معلوم" انهيءَ سبب ڪري عشق جو مظهر پوري طرح فائدو حاصل نٿو ڪري سگهي ۽ ڪمال معرفت جو بروج جي عروج جو انتهائي مقام حاصل ئي نٿو ڪري سگهي ۽ آخرڪار مقام تجلي ۾ واپس ٿي عالم اجسام ۾ ظهور پذير ٿي وڃي ٿو ۽ ابتدا، انتها ۾ مظهر انسانيت بڻجي وڃي ٿو. عروجي شان جي مدنظر "وان الي ربک المنتهيٰ" جي بحر محض ۽ وجود صرف جي طرف قدم کڻي ٿو ۽ جڏهن جوش و سوزش عشق مقام قاحبت ۾ بحر صفات جو راز بڻجي پنهنجي وجود ۾ جلوي گري ڪندو آهي. هو ڪم مايه ٿي ڪري پنهنجي معلومات کي علم جي حوالي ڪندو

آهي ۽ علم پنهنجي معلومات سان گڏ بحر صفات ٻنهي مجاز کي حقيقت، حقيقت کي مجاز، وحدت کي ڪثرت ۽ ڪثرت کي وحدت، غائب کي حاضر ۽ حاضر کي غائب، صحيح کي غلط ۽ غلط کي صحيح، خرابي کي سنائي ۽ سنائي کي برائي ڪري ميدان وجود ۾ اچي ٿو ۽ پوءِ ان وقت "الرحمان علي العرش استويٰ" جو جهنڊو بلند ڪري ٿو. ان کان پوءِ هڪ شخص جنت ۾ پيو دوزخ ۾ وڃي ٿو. اهو ئي سبب آهي جو نارالله ملوقده التي تتلع علي الفدته جو نعرو بلند ٿئي ٿو ۽ دنيا ۾ شور فغان ٿئي ٿو. جنهن ڪري عشاق ڏکي وڃن ٿا ۽ هر وقت طاقت جي مطابق مظهر نوعيت "الم ذالک الکتاب لاريب فيہ" ٻنهي وچي ٿو ۽ پنهنجي محبوب و مطلوب جي دامن کي پڪڙي ٿو ۽ اها ئي هيءَ بک آهي، جا انساني معدي ۾ فطري طور تي موجود آهي ۽ هي دوزخ جي باهہ کان زياده گرم ۽ تيز آهي جو ڪثيف بک کي لطيف ۽ مفيد کي مطلق ۽ انسانيت کي رحمانيت بڻائي ٿي. هن بک ذريعي انسان الله سائين تائين پهچي ٿو ۽ هي فقط بني نوع انسان جي خصوصيت آهي. پيا حيوان ان کان محروم آهن، چاڪاڻ جو اهي سراسر سفلي آهن. فرشتا ۽ روح جڏهن تہ علوي آهن، پر بک جي باهہ کان محروم آهن. ان ڪري هو پنهنجي مقام کان اڳتي ترقي نٿا ڪري سگهن، چاڪاڻ جو پنهنجي ماڳ کان هٽڻ درد محبت ۽ عشق جو جوهر آهي.

هاڻ چڱي طرح ٻڌو تہ بک ٽن درجن ۾ آهي. هڪ کي آتشر گر سنگي چوندا آهن، جنهن جي خوراڪ ڪاٺ ۽ پاڻي آهي. ٻئي کي آتشي درد ۽ محبت و عشق چوندا آهن، جنهن جي غذا خون جگر خس و خاشاڪ آهي ۽ ٽي بک کي آتس محبوب و معشوق چوندا آهن. جنهن جي غذا حسن و جمال ۽ اوصاف ڪمال آهي، جيئن ارشاد آهي تہ: "ان الله جميل و يحب الجمال" عاشق حسن خود است آن بي نظير، حسن خود را خود تماشائي ڪند.

هو بي مثال ۽ بي نظير الله خود ئي پنهنجي حسن جو عاشق آهي ۽ پنهنجي حسن جو خود ئي تماشو ڪري ٿو."[71]

شيخ عبدالقدوس گنگوهي جي وفات جو سال سفينتہ الاوليا ۾ مفتي غلام سرور مرحوم، وفات جنان ۽ مشتاق محبوب الاهي مان 945هجري ڪڍيو آهي ۽ نجم سعادت شيخ مان 1538ع ڪڍيو آهي.[72]

# سنڌ جا چشتي بزرگ

## مولانا ظهيرالدين بکري رحمۃ اللہ علیہ:

شيخ فاضل علامہ ظهيرالدين بکري سنڌي پنهنجي دؤر جو وڏو عالم هو. سندس زماني ۾ هن کان وڌيڪ نحو فقہ ۽ اصول فقہ جو بيو ڪو بہ ڄاڻو ڪو نہ هو. بکر مان روانو ٿي دهلي ۾ درس قائم ڪيائين. جتي هن کان تمام گهڻي خلق فائدو حاصل ڪيو ۽ سندن وڏن شاگردن مان مشهور صوفي علامہ شمس الدين تحيٰ اوڌي. جنهن مولانا ظهيرالدين وٽ فقہ جو علم پڙهيو.

علامہ شمس الدين طالب علمي جي زماني ۾ هڪ دفعي مولانا ظهيرالدين جي خدمت مان اُٿي نظام الدين اوليا جي خدمت ۾ ويو. سلطان الاوليا کائنس پڇيو تہ: ”ڇا پڙهندو آهين؟“ عرض ڪيائين. ”ڪشف الاسرار“ ختم ٿيڻ تي آهي. انهيءَ ڪتاب ۾ هڪ اهڙو ٽڪرو پيش ٿيو هو. جو گهڻي بحث مباحثي کان پوءِ بہ استاد کيس سمجهائي نہ سگهيو هو. هن سلطان الاوليا جي جهٽ پٽ اها مشڪل حل ڪري ڇڏي. اتان موٽي اچي استاد سان ڳالهہ ڪيائين تہ جو مسئلو مدرسي ۾ حل نہ ٿي سگهيو سو سلطان الاوليا حل ڪري ڏنو. ٻئي ڏينهن مولانا ظهيرالدين ۽ سندس شاگرد رشيد نظام الاوليا وٽ پهچي سندس بعيت ڪيائون. آخر شيخ شمس الدين خلافت حاصل ڪئي. شمس الدين سان گڏ سندس ڀاءُ صدرالدين بہ مولانا ظهيرالدين بکري جي شاگردن مان آهي. اهڙي طرح نظام الدين اوليا جي خليفن مان سندس جاءِ نشين خواجہ محمود چراغ دهلوي. مولانا ظهيرالدين جو هڪ واسطي سان شمس الدين يحيٰ شاگرد آهي ۽ شمس الدين وري مولانا ظهيرالدين بکري جو شاگرد آهي.[79]

”خزينۃ الاصفاء“ مان معلوم ٿئي ٿو تہ مولانا ظهيرالدين سلطان غياث الدين تغلق جو خاص درباري ۽ محرم راز هو. هو پهريائين پنهنجي بادشاهہ جي مرشد شيخ ابوالفتح رڪن الدين ملتان کان بعيت ٿيو هو ۽ ان کان پوءِ سلطان محمد تغلق جي زماني ۾ نظام الدين اوليا کان تلقين ورتائين. جنهن جو مٿي ذڪر ٿي چڪو آهي. ”مجمع الاخبار“ ۾ آيل آهي تہ: ”هڪ ڏينهن سلطان غياث الدين تغلق مولانا ظهيرالدين کان پڇيو تہ. ”تو ڪڏهن شيخ رڪن الدين ملتاني جي ڪرامت بہ ڏٺي آهي؟“ چيائون تہ: ”هائو. هڪ جمعي ڏينهن ڏٺم تہ هزارين ماڻهو انبوهہ ڪيو شيخ رڪن الدين جي هٿ ملائڻ ۽ قدم بوسي لاءِ اچي رهيا هئا. دل ۾ چيم تہ شيخ رڪن الدين کي شايد اسماءَ

الاهي جي تسخير واروڪو وظيفو آهي، تہ مان بہ هڪ وڏو عالم آهيان، پر مون کي تہ ڪو ليکي بہ ڪو نہ ٿو. ارادو ڪيم تہ پاڻي وچي شيخ کان مسئلو پڇندس تہ وضوءِ نڪ کي پاڻي ڏيڻ ۽ گرڙين ڪرڻ جي سنت هجڻ ۾ ڪهڙي حڪمت آهي. رات جو خواب ۾ ڏٺم تہ شيخ رڪن الدين منهنجي وات کي حلوي سان پيري رهيو آهي. جاڳ ۾ ان جي ميٺاج بہ محسوس ڪري رهيو هئس. دل ۾ چيم تہ بس ڪرامت اها آهي، جو شيطان شيخ جي روپ ۾ ماڻهن کي گمراهہ ڪري رهيو آهي. جڏهن صبح جو اُتي شيخ رڪن الدين جي خدمت ۾ پهتس تڏهن فرمايائين تہ مولانا ڀلي آيا. آءٌ اوهان جو انتظار ڪري رهيو هئس تہ مولانا ڇاڻ آيو تہ توهان کي مسئلي جو جواب ڏيان. هاڻي ٻڌو پليدي ٻن قسمن جي آهي،[1] بدن جي: بدن تڏهن پليد ٿيندو آهي، جڏهن زال سان صحبت ڪبي آهي ۽ تڏهن بہ پليد ٿئي ٿو: جڏهن نالائق ۽ نااهل ماڻهو جي سنگت ملندي آهي. پوءِ جيئن بدن پاڻي سان پاڪ ٿيندو آهي، تيئن دل اڪين مان لڙڪن هارڻ ۽ ڳوڙهن ڳاڙڻ سان پاڪ ٿيندي آهي. وضوءِ ۾ گرڙيون ۽ نڪ کي پاڻي ڏيڻ نبي ﷺ جي سنت آهي. هن لاءِ تہ پاڻي جو رنگ ۽ ذائقو معلوم ٿئي، ڇاڪاڻ جو پاڻي جي پاڪائي تڏهن قائم رهي ٿي، جڏهن ان جو رنگ ۽ لذت بگڙيل نہ آهي. پاڪ پاڻي سان ئي وضو وارا سمورا عضوا پاڪ ٿي سگهن ٿا.

مولانا اوهان کي هي بہ معلوم هئڻ گهرجي تہ جيئن شيطان کي طاقت ئي نہ آهي، جو خواب ۾ رسول اڪرم ﷺ جي صورت بڻائي اچي. تيئن هن کي هي بہ توفيق نہ آهي، جو خدا وارن ۽ الله تعاليٰ جي دوستن جي صورت وٺي خواب ۾ ڏيکاري ڏي.

مولانا اوهان وڏا عالم آهيو. مگر هي فقير بہ حال کان خالي نہ آهي. بادشاهہ کي مولانا ظهيرالدين هي قصو بيان ڪري عرض ڪيو تہ مون کي پنهنجي دل ۾ آيل سوالن جا جواب ملي ويا ۽ ان کان پوءِ شيخ رڪن الدين جو معتقد ٿي رهيس. ضياءِ برني جي تاريخ مان معلوم ٿئي ٿو تہ تغلق خاندان جي زماني ۾ سموري بادشاهت ۾ ظهيرالدين بکري ئي مولانا جي لقب سان مشهور هو ۽ ان زماني ۾ اهو لقب گهڻو ڪري علماءِ طبقي لاءِ استعمال ڪو نہ ٿيندو هو. مولانا جي وفات جي تاريخ معلوم نہ ٿي سگهي آهي. پر ”نزهتہ الخواطر“ هن کي اٺين صدي جي علماءِ ڪرام ۾ ڳڻيو آهي. هي بہ ظاهر آهي تہ سندس معاصر جيئن تہ سلطان غياث الدين تغلق محمد شاهہ تغلق، شيخ رڪن

الدين ملتاني ۽ نظام الدين اوليا آهي. سمورا بزرگ ائين صدي هجري ۾ آهن، تنهن ڪري علام بہ انهيءَ صدي ۾ ٿي گذريو آهي.

## خواجہ احمد سيوستانيؒ:

پاڻ اصل ۾ سيوهڻ جو رهاڪو هو. اجوڌن ۾ پنهنجي مرشد حضرت گنج شڪر جي خدمت ۾ وڃي رهيو. هو وڏو عالم ۽ صوفي بزرگ هو. متقي، پرهيزگار، تهجد گذار هو "سلطان محمد تغلق جي زماني ۾ اجوڌن کان غياث پور آيو هو. وڏي عرصي تائين حضرت سلطان المشائخ جي خدمت ۾ رهيو."(74) سيوهڻ جا ڪوڙ سارا ماڻهو سندس معتقد ٿيا.

## حضرت شيخ هوتي لاکوؒ:

هي بزرگ وقت جو وڏو ڪامل ولي ۽ مرشد جو مرشد هو. گهڻو ڪري سرخ لباس ڍڪيندو هو ۽ تير ڪمان پاڻ سان رکندو هو. بنا سرود واري محفل سماع ۾ وجد ۾ ايندو هو. حضرت شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني جو خليفو ۽ مريد هو.

شروع زماني ۾ جو اڃا سندس شهرت جو سج ڪڪر جي پردي ۾ هو. هڪ ڳوٺ ۾ اچي رهيو. انهيءَ ڳوٺ جي وڏيري جو پٽ ڪنهن ڏورانهين هنڌ ويل هو. وڏيري کي حوصلو ئي نہ پيو ٿئي، جو ولايت مان وڃي پٽ کي ڇڏائي اچي، جنهن ڪري هن هڪ وڏي دعوت ڪري سوين خدا وارا بزرگ گڏ ڪيا، تہ من هنن جي برڪت ۽ دعا سان سندس فرزند جو ڇوٽڪارو ٿئي. شيخ هوتي بہ انهيءَ محفل ۾ موجود هو. دعوت وارن کان ڪاڏو گهريائين مگر هن جي اهڙي حالت هئي جو ڪنهن ڏانهس ڪو توجهہ نہ ڪيو. بلڪ حقارت جي نگاهن سان ڏسڻ لڳس ۽ کيس ڪاڏو کائڻ جي صلاح نہ ڪيائون. جنهن تي شيخ فرمايو تہ: "اي مجلس وارو هي ڪاڏو اوهان کي تڏهن حلال ٿيندو جڏهن ميزبان وڏيري جو پٽ وٺي آڻي حاضر ڪندا. جڏهن توهان ايئن ڪرڻ کان عاجز آهيو تہ مون کي اجازت ڏيو آءٌ تو اجهو آڻي ڏيان. سڀئي حيران ٿي کيس چوڻ لڳا. ڀلي اوهان آڻيوس. شيخ هوتي ڇا ڪيو جو اُٺي ٻانهن کان وٺي ڇوڪري کي آڻي مجلس ۾ حاضر ڪيائين. انهيءَ کان پوءِ سندس شهرت ٿي ۽ وڏي مشهوري ماڻيائين."(75)

هڪ ڏينهن شيخ هوتي مريدن سان ڪنهن جهنگ ۾ ويٺل هو. ڏٺائين تہ هڪ ماڻهو ڏوئنري جو گهڙو کنيو اچي ٿو. شيخ جي فقيرن هن کي چيو تہ: "هي

سڀ ڏونئرو ڪيتري ۾ وڪڻندين؟" ڏوڏي جواب ڏنو ته، "8 ڏِڳيون ڪپن." فقيرن چيو ته: "ملهه ڏاڍو ڳرو ڪيو اٿئي ڪجهه گهٽ ڪر." مگر ڏوڏي چيو ته، "هڪ ڪوڏي به گهٽ ڪندس." شيخ هوتي پنهنجي فقيرن کي چيو ته اوهان ڏهي پاڻ ۾ ورهائي کائي ڇڏيو. ڏوڏي کي 8 ڏِڳين جو ملهه پاٽهي ادا ڪريان ٿو." پوءِ انهيءَ ڏوڏي کي فرمايائون ته فلاڻي هنڌ وڃي زمين کي ٽورو کوٽ اتان خزانو لڀندءِ مگر ان مان فقط 8 ڏِڳين جي ملهه جيترا پئسا ڪڍج. وڌيڪ نه، باقي اتي جو اتي ڏڪي ڇڏج! پر جيڪڏهن وڌيڪ ڪڍندين ته نقصان رسندءِ ڏوڏي حڪم جي تعميل ڪئي ۽ پنهنجي مراد کي رسيو.

چون ٿا ته هن بزرگ جڏهن هن فاني دنيا مان لاڏاڻو ڪيو، تڏهن سندس جنازي نماز ۾ جيڪي ماڻهو شريڪ ٿيا. تن مان هڪ جو بيان آهي ته، شيخ هوتي ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي صف ۾ بيٺو هو. انهيءَ ماڻهو چيس، "ته توهان وري پنهنجي جنازي تي نماز پڙهو ٿا." شيخ هوتي چيس، "ان لاءِ توکي حيران نه ٿيڻ گهرجي. اسان کي جيئرو سمجهه" شيخ هوتي جو مقبرو ڍنڍ جي ڪناري موريائي جي مقام ۾ آهي، جو دريا سانگري جي ڪناري تي آهي.

هن وقت انهيءَ جو نالو ئي ديهه مشائخ هوتي تي چڪو آهي. موريائي وغيره نالا نابود ٿي ويا آهن. سانگري ندي ڦٽي وئي آهي. مشائخ هوتي شهدادپور تعلقي ضلعي سانگهڙ ۾ آهي. شيخ احمد ۽ شيخ محمد سندس ٻه فرزند وڏا بزرگ نامدار ۽ وڏن ولين مان ٿي گذريا آهن. شيخ احمد هميشه مجاهدي ۽ ذڪر ۾ محو هوندو هو. هڪ لحظو به الله جي ذڪر کان واندو نه هوندو هو. باطني ۽ ڪمال قرب ڪري ظاهري عبادت سان گهٽ لاڳاپو رکندو هو. هنن ٻنهي ڀائرن جون ڪرامتون سمجهه ۽ ڳاڻيٽي کان وڌيڪ آهن، سندن مقبرا پنهنجي والد جي لڳو لڳ ساڳي جاءِ تي اٿن.

سيد نظام الدين بکري:

سيد نظام الدين بکري موحد درويش چشتي طريقي جو پيشوا سيد محمد مڪي جي اولاد مان آهي. (76) اگرچه ظاهري عالم سندس موسيقي واري مشرب تي اعتراض ڪندا هئا. مگر هو پنهنجي وحدت واري بيخودي ۾ مست رهندو آيو. انهيءَ وقت جا سوين ماڻهو سندس ارادتمند هئا. سندس وفات 827هه ۾ بکر جي قلعي ۾ ٿي. وصيت ڪري ڇڏي هوائين ته منهنجو جنازو نه ڪڍجو. پاڻيهي غيبي فرشتا انهيءَ کي ڪڻي منهنجي دفن واري هنڌ تي پهچائيندا. روهڙي ۾ جتي سندس هاڻي مقبرو آهي، اتي سندس وفات واري

ڏينهن موسيقي جي مجلس هئي. ڏٺو ويو تہ سندس جنازي جي ڪٽ بکر جي قلعي مان رواني ٿي. انهيءَ هنڌ اچي لٿي، جتي پوءِ کيس دفن ڪيو ويو.

شاهنشہ کريم مکمل نظام الدين
کو داشت اشتهار طريقت محمدي
ناب مناب شاهہ رسل فخر اولياءِ
چشتي طريق سيد سادات سرمدي
ساقي کہ طالبان صفارا عطا نمود
بايک نگاهہ مستي صد جام بيخودي
سال وصال آن شهعرفان چو دل بجست
گفتم کو وي کمال حقيقت محمدي (827هہ)

## حضرت محمد چشتي بکري رحمة الله عليه:

هي بزرگ خواجہ مودود چشتيءَ جي اولاد مان آهي، قندهار جي پرڳڻي مستونگ ۾ رهندو هو. چيو وڃي ٿو تہ شاهجهان جي زماني ۾ مغليہ گورنر قندهار بهادر خان، شاهجهان جي برخلاف سازش ڪري، ايران جي بادشاهہ کي قندهار حوالي ڪرڻ گهريو ٿي ۽ سيد خواجہ محمد چشتي کان ان بابت امداد گهريائين.[77] چاڪاڻ جو بلوچستان جا تمام گهڻا رهاڪو سندس مريد ۽ معتقد هئا، مگر خواجہ صاحب شاهجهان سان وفاداري ڏيکاريندي، انڪار ڪيو ۽ اتان سفر ڪندي گجرات ۾ اچي شاهجهان سان مليو ۽ سمورا احوال روبرو خدمت ۾ عرض رکيائين. بادشاهہ کيس قندهار جي گورنريءَ جو پروانو ڏيئي وري واپس روانو ڪيو. مگر هو جڏهن سنڌ ۾ پهتو تڏهن گورنري کان فقيري کي وڌيڪ پسند ڪيائين. بکر پرڳڻي جي هڪ ڳوٺ صيت پور ۾ سندس وفات ٿي.

## حضرت عبدالرحمان سنڌي لکنوي رحمة الله عليه:

مخدوم حاجي عبدالرحمان بن مخدوم حاجي محمد هاشم ٺٽوي صالح عالم فاضل، والد جو صالح فرزند قرآن جو حافظ وڏو عالم ۽ صوفي هو. سندس ولادت 14 شوال 1131هہ ۾ ٿي آهي.

پنهنجي والد کان پوءِ سجاده نشين جو کيس ئي شرف حاصل ٿيو. سندس والد جا مريد سنڌ کان ڪانياواڙ ۽ ڪڇ ۾ بہ پکڙيل هئا. جنهن ڪري هي بزرگ سنڌ کان ٻاهر مريدن جي هدايت ۽ تلقين لاءِ ويندو هو.

ڪاٺياواڙ جي علائقي جي ڪوتياڻي ڳوٺ ۾ پنھنجي معتقدن وٽ مقيم هو. اُتي 51 سالن جي ڄمار ۾ اجل جو قاصد اچي پهتس. 5 ربيع الاول 1182ھ ۾ هن فاني دنيا مان رحلت فرمائي ويو. (84)

## سيد نجم الدين بکري رحمة الله عليه:

بکر جي سيد يوسف مهدوي جي اولاد مان هو جو پوءِ اهو خاندان ٺٽي ۾ اچي سڪونت پذير ٿيو. نجم الدين جي والد مير محمد رفيق بکري جي علامه محمد معين ٺٽوي جي ڀيڻ سان شادي ٿي، جنهن جي پيٽ مان مير نجم الدين تولد ٿيو. مخدوم معين کي اولاد ڪو نه هو. جنهن ڪري ڀاڻيجي کي پنهنجي اولاد وانگي تربيت ڏنائين ۽ سندس ئي شاگرد ٿي رهيو. استاد ۽ مامي جي سامهون درس تدريس جو شغل اختيار ڪيائين ۽ صاحب فتويٰ جو بڻيو. سندن شاگردن مان مخدوم احمد ۽ باقر واعظ نامور ٿي گذريا آهن.

سيد نجم الدين مخدوم معين جي تربيت ۾ بهترين شاعري ۾ هڪ ڪماليت جو مالڪ بڻيو. تخلص "عزلت" اختيار ڪيائين. "ديوان عزلت" سندس يادگار آهي، جو شايد هن وقت زماني جي دسترس کان محفوظ نه رهيو هجي. ان جون عربي ۽ فارسي ۾ ڪيترين ئي تصنيفون آهن، جن مان بکروزي منطق جي جواب ۾ سندس هڪ رسالو "يکروزي" پڻ آهي. جنهن ۾ ڪيترن ئي علمن جو بيان ٿيل آهي، جو موجوده درسي يکروزي کان وڌوءِ بهتر آهي.

طوطي نامه فارسي زبان نخشبي جي طوطي نامه کان عمده عبارت ۾ لکيل آهي. ان کان سواءِ مخدوم هاشم ٺٽوي جي هڪ رسالو "عدم جواز ماتم حسين" بابت به سيد عزلت جو جوابي رسالو آهي.

"سندس وفات نوجوانيءَ ۾ سال 1120ھ ٿي. پوئتان نرينو اولاد ڇڏي ويو ۽ اهو خاندان اڄ تائين ٺٽي ۾ بکر ۾ موجود آهي." (78)

## مولانا محمد علي سنڌي رحمة الله عليه:

هي بزرگ عارف، ڪامل، شاعر ۽ فاضل اصل سنڌ جو رهاڪو هو. ابتدائي تعليم به سنڌ ۾ حاصل ڪيائين، ان کان پوءِ ٻاهر علم جي تحصيل لاءِ سفر ڪندو رهيو. دهلي، لاهور ۽ پشاور ۾ علم حاصل ڪري پنجاب جي مشهور چشتي طريقي جي پير خواجه محمد سليمان جي خدمت ۾ پهچي، ان

جي بعيت ڪري سندس خدمت ۾ رهيو. خواجه محمد سليمان تونسوي جي مريدن مان 3 خليفا عرب و عجم ۾ مشهور ٿي ويا. جن مان هڪ مولوي محمد علي آهي، جنهن پنجاب کي پنهنجي ظاهري ۽ باطني فيض سان مالامال ڪري ڇڏيو.

آخر مرشد جي اجازت سان سنڌوندي ءَ جي ڪناري تي هڪ قصبه مکڏ ۾ اچي رهيو. جتي پنجاب وارن کي ظاهري ۽ باطني فيض ڏيندو رهيو. هو ايڏو وڏو پرهيزگار ۽ شب زنده دار عابد هو جو برابر 36 سال لڳو لڳ عشا جي نماز واري وضو سان صبح جي نماز ادا ڪندو رهيو. هو فارسي جو نهايت بهترين شاعر هو. پورو ديوان غزليات جو يادگار ڇڏيو اٿائين. مولانا تخلص استعمال ڪندو هو.

## حضرت عبدالله چشتي بکري رحمة الله عليه

سيد عبدالله بن سيد اسدالله بکري، سيد قطب الدين بکري جي اولاد مان چشتي طريقي جو پير ۽ وڏو بزرگ ٿي گذريو آهي. بکر جي قلعي ۾ هن وقت سيد قطب الدين يا شاهه قطب جي مزار مبارڪ موجود آهي، سيد عبدالله جو سانس هيٺين ريت سلسله نسب ڳنڍجي ٿو.

عبدالله بن سيد اسدالله بن سيد برهان الدين بن سيد عبدالرحمان بن سيد خواجب قطب الدين بکري.

سيد عبدالله صاحب مغليه سلطنت واري زماني ۾ بکر مان سير و سياحت جي ارادي سان هندستان جو سفر ڪندي بهار پرڳڻي ۾ اچي وارد ٿيو ۽ مخدوم الملڪ سيد شرف الدين احمد بهاري جي درگاهه تي اچي مقيم ٿيو ۽ اتي ڪشف طور روحاني ارشاد ٿيس ته هن ملڪ ۾ رهي پئه. درگاهه تان روانو ٿي جهنگل ۾ هڪ تلاءَ تي بيئل وڻ هيٺان توڪل ڪري ويهي رهيو. جنهن ڪان پوءِ ڪيترائي معتقد ۽ مخلص ماڻهو سندس چؤطرف گڏ ٿيڻ لڳا. عام ماڻهن جو هڪ وڏو هجوم ٿيڻ لڳو سيد اسدالله، سندن والد جو هن جي جدائي ۾ سخت پريشان هو. آخر اهو صاحب پنهنجي بيبي سميت پنهنجي فرزند جي ڳولا ۾ نڪتو. جو آخر هن کي بهار پرڳڻي جي انهيءَ ڳوٺ ۾ اچي مليا. جتي هن صاحب پنهنجي درگاهه جو بنياد رکيو هو.

## حوالا ۽ حاشيا

1. اولياءِ بهاولپور، مسعود شهاب، صفحه 52، اردو اڪيڊمي بهاولپور، سال 1984ع.

2. پاڪستان ۾ صوفيانہ تحريڪين، ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 219، سنگ ميل پبليڪيشنز لاهور، سال 1994ع.
3. اولياءِ بهاولپور، مسعود حسن شهاب، صفحہ 54، اردو اڪيڊمي بهاولپور، سال 1984ع.
4. تذڪره اولياءِ (اردو ترجمو)، عبدالرحمان شوق، امرتسري، صفحہ 384، اسلامر فائونڊيشن لاهور 1980ع.
5. تاريخ مشائخ چشت، مولوي فريد احمد نظامي، صفحہ 138، مڪتبہ عارفين ناشران ڪتب پاڪستان چوڪ ڪراچي، سال 1953ع.
6. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحہ 34، شبير برادرز لاهور، سال 1418 هجري.
7. ارمغان شاھہ ولي الله، پروفيسر محمد سرور، صفحہ 171، اداره ثقافت اسلاميہ لاهور، سال 1986ع.
8. سنڌي مسلم تهذيب، قاضي جاويد، صفحہ 53، وين گارڊ بڪس لميٽيڊ لاهور، سال 1983ع.
9. آبو ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحہ 193، اداره ثقافت اسلاميہ لاهور، سال 1988ع.
10. تذڪره اولياءِ سنڌ، صباح الدين عبدالرحمان، صفحہ 215، ناشر ادبستان لاهور، سال 1973ع.
11. مهراڻ 383_1982/3 (مقالو) "قلندر لعل شهباز جي هڪ صوفيانہ تحريڪ"، ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 174، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
12. مهراڻ 2/1989 تصوف جي ابتدائي ۽ ارتقا، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 57، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
13. مهراڻ 2/1989 (مقالو) "تصوف جي ابتدا ۽ ارتقا"، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 58، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
14. هندي مسلم تهذيب، قاضي جاويد، صفحہ 195، وين گارڊ بڪس لاهور، سال 1983ع.
15. مهراڻ 3/1960 (مقالو) "اسلامي تصوف جي سنڌ ۾ ابتدا"، لطف الله بدوي، صفحہ 41، سنڌي ادبي بورڊ، ڄامشورو.
16. ڪشف المحجوب (سنڌي ترجمو)، مصنف سيد علي عثمان هجويري، صفحہ 345 سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1988ع.
17. سماع نامو صفحہ 109.
18. ڪيمياءِ سعادت، (سنڌي ترجمو) امام محمد غزالي، صفحہ 209، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1405هہ.
19. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي مختصر تاريخ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 407، پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال 1990ع.
20. ڪيمياءِ سعادت، (سنڌي ترجمو) امام محمد غزالي، صفحہ 211، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1405هہ.

21. شاهہ لطيف جي موسيقي، مرتب ڊاڪٽر درشهوار سيد (مقالو)، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، "شاهہ عبداللطيف راڳ ۾ هڪ نئين تحريڪ جو باني"، صفحہ 109 شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر ڪراچي يونيورسٽي، سال 1992ع.
22. سنڌي موسيقي جي تاريخ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ 166، شاهہ عبداللطيف ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪزيت شاهہ حيدرآباد، سال 1978ع.
23. چونڊ سنڌي مضمون، مرتب ڪيرت ٻاٻاڻي، صفحہ 78، ساهتيا اڪاديمي نيو دهلي، سال 1986ع.
24. شاهہ جو رسالو علامہ امداد علي، امام علي قاضي سريمن ڪلياڻ، صفحہ 28، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 2002ع.
25. شاهہ لطيف جي موسيقي، مرتب ڊاڪٽر درشهوار سيد (مقالو)، منظور نقوي، "شاهہ لطيف جي پنجن راڳن جي موسيقي"، صفحہ 110، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي چيئر، ڪراچي يونيورسٽي، سال 1978ع.
26. سفينتہ اولاليا، شهزادو دارا شڪوه، صفحہ 70، اسٽار بڪ ڊيو اردو بازار لاهور.
27. تاريخ مشائخ، چشت مولانا ذڪريا محمد، صفحہ 201، مڪتب الشيخ بهادر آباد ڪراچي، سال 1953ع.
28. اخبار الاخيار، شيخ محدث دهلوي، صفحہ 56، مدينہ پبلشنگ ايجنسي ڪراچي، سال 1980ع.
29. اخبار الاخيار، شيخ محدث دهلوي، صفحہ 33، مدينہ پبلشنگ ايجنسي ڪراچي، سال 1980ع.
30. اخبار الاخيار، شيخ محدث دهلوي، صفحہ 57، مدينہ پبلشنگ ايجنسي ڪراچي، سال 1980ع.
31. اخبار الاخيار، شيخ محدث دهلوي، صفحہ 58، مدينہ پبلشنگ ايجنسي ڪراچي، سال 1980ع.
32. اخبار الاخيار، شيخ محدث دهلوي، صفحہ 69، مدينہ پبلشنگ ايجنسي ڪراچي، سال 1980ع.
33. اخبار الاخيار، شيخ محدث دهلوي، صفحہ 124، مدينہ پبلشنگ ايجنسي ڪراچي، سال 1980ع.
34. اولياءِ ڪرام نمبر (سياره ڊائجسٽ)، مرتب علي سفيان آفاقي، صفحہ 341، خصوصي شعبہ ادارات لاهور، سال 1988ع.
35. تاريخ فيروز شاهي (اردو ترجمو)، ضياءُ الدين برني، صفحہ 641، اردو سائنس بورڊ، سال 1986ع.
36. مجلس صوفيہ، پروفيسر معين الدين دادائي مرحوم، صفحہ 370، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، سال 1980ع.
37. اخبار الاخيار، شيخ محدث دهلوي، صفحہ 68، مدينہ پبلشنگ ايجنسي ڪراچي، سال 1980ع.

38. اولياءِ ڪرام (سياره ڊائجسٽ)، عثمان غني، صفحو 37، الله والا پرنٽر لاهور، سال 1989ع
39. اولياءِ ڪرام (سياره ڊائجسٽ)، عثمان غني، صفحو 37، الله والا پرنٽر لاهور، سال 1989ع
40. سفينته اولياءِ دارشڪوه (اردو ترجمو)، صفحو 133، استار بڪ ڊيپو اردو بازار لاهور، سال....؟
41. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحو 75، شبير برادرز لاهور، سال 1418هه
42. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحو 77، شبير برادرز لاهور، سال 1418هه
43. تاريخ مشائخ چشت، مولانا ذڪريا محمد، صفحو 171، مڪتب مجلس نشريات اسلام ڪراچي، سال 1406هه
44. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحو 76، شبير برادرز لاهور، سال 1418هه
45. تاريخ مشائخ چشت، مولانا ذڪريا محمد، صفحو 172، مجلس نشريات اسلامڪ ڪراچي، سال 1406هه
46. سير اولياءِ (اردو ترجمو)، اعجازالحق قدوسي، صفحو 60، شبير برادرز لاهور، سال 1418هه
47. آب ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحو 193، ارده ثقافت اسلاميه لاهور، سال 1988ع.
48. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحو 77، شبير برادرز لاهور، سال 1418هه
49. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحو 142، شبير برادرز لاهور، سال 1418هه
50. تاريخ مشائخ چشت، خليق احمد نظامي، صفحو 178، مڪتبه عارفين ناشران تاجران ڪتب پاڪستان چوڪ ڪراچي، سال 1953ع.
51. فڪر فريد، سليم يزداني، صفحو 202، ڊينز پبليڪيشن جيڪب لائين ڪراچي، سال 1985ع
52. فڪر فريد، سليم يزداني، صفحو 201، ڊينز پبليڪيشن جيڪب لائين ڪراچي، سال 1985ع
53. فڪر فريد، سليم يزداني، صفحو 202، ڊينز پبليڪيشن جيڪب لائين ڪراچي، سال 1985ع
54. مجلس صوفيه، پروفيسر محمد معين دادائي، مصنف سيد صباح الدين مرحوم، صفحو 284، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، سال 1988ع.
55. مجلس صوفيه، پروفيسر محمد معين دادائي، مصنف سيد صباح الدين مرحوم، صفحو 290، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، سال 1988ع.

56. تاريخ مشائخ چشت، مولانا محمد ذڪريا، صفحو 100، مڪتب الشيخ ڪراچي، سال 1953ع.
57. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحہ 75، شبير برادرز لاهور، سال 1418هہ
58. گلزار ابرار، محمد غوثي شطاري مانڊوي، صفحہ 139، اسلامڪ بڪ فائونڊيشن، سال 1395هہ
59. تاريخ مشائخ چشت، خليق احمد نظامي، صفحہ 535، مڪتبہ عارفين پاڪستان چوڪ، سال 1953ع.
60. اولياءِ ڪرام (سياره ڈائجسٽ)، صفحہ 87، مرتب امجد رئوف خان لاهور، سال 1989ع.
61. اولياءِ ڪرام (سياره ڈائجسٽ)، صفحہ 87، مرتب امجد رئوف خان لاهور، سال 1989ع.
62. تاريخ مشائخ چشت، خليق احمد نظامي صفحہ 535، مڪتبہ عارفين پاڪستان چوڪ ڪراچي، سال 1953ع.
63. تاريخ مشائخ چشت، خليق احمد نظامي، صفحہ 600، مڪتبہ عارفين پاڪستان چوڪ ڪراچي، سال 1953ع.
64. گلزار صوفياءَ، عالم فقري صفحہ 202، شبير برادرز لاهور، سال 1985ع.
65. گلزار صوفياءَ، عالم فقري، صفحہ 204، شبير برادرز لاهور، سال 1985ع.
66. اولياءِ ڪرام، مرتب علي صفيان آفاقي، صفحہ 94، ديوارزڊ گارڊن لاهور، سال 1988ع.
67. اولياءِ ڪرام، مرتب علي صفيان آفاقي، صفحہ 95، ديوارزڊ گارڊن لاهور، سال 1988ع.
68. اولياءِ ڪرام، مرتب علي صفيان آفاقي، صفحہ 96، ديوارزڊ گارڊن لاهور، سال 1988ع.
69. شيخ عبدالقدوس گنگوهي اور ان ڪي تعليمات اعجازالحق قدوسي، صفحہ 215 اڪيڊمي آف ايجوڪيشنل ريسرچ ڪراچي 1961ع.
70. سفينتہ اولياءَ (اردو ترجمو)، دارا شڪوه، صفحہ 397، استار بڪ ڊپو لاهور.
71. سفينتہ اولياءَ (اردو ترجمو)، دارا شڪوه، صفحہ 398، استار بوڪ ڊپو لاهور.
72. اخبار الاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي رحمة الله عليه، صفحہ 34، شبير برادرز لاهور، سال 1418هہ
73. ارمغان شاهہ ولي الله، پروفيسر محمد سرور، صفحہ 171، اداره ثقافت اسلاميہ لاهور، سال 1986ع.
74. هندي مسلم تهذيب، قاضي جاويد، صفحہ 53، وين گارڊ بڪس لميٽيڊ لاهور، سال 1983ع.
75. هندي مسلم تهذيب، قاضي جاويد، صفحہ 57، وين گارڊ بڪس لميٽيڊ لاهور، سال 1983ع.
76. آب ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحہ 193، اداره ثقافت اسلاميہ لاهور، سال 1986ع.
77. سفينتہ اولياءَ (اردو ترجمو) دارا شڪوه، صفحہ 418، استار بوڪ ڊپو لاهور.

باب پنجون

# سهروردي سلسلي جي ابتدا

هن سلسلي جو بنياد حضرت شيخ ابو النجيب عبدالقادر سهروردي رکيو هو. سندس والد جو اسم گرامي حضرت عبدالله بن محمد هو. سندن نسب جو سلسلو حضرت ابوبڪر صديق رضہ سان هن طرح ملي ٿو.

"شيخ ضياءُ الدين ابوالنجيب بن عبدالله بن محمد بن عبدالله بکري المعروف بہ شيخ عمويہ بن سعد بن حسين بن قاسم بن سعد بن نصر بن عبدالرحمان بن قاسم بن محمد بن حضرت ابوبڪر صديق رضہ "[1]

"سندن ڪنيت ابوالنجيب ۽ لقب ضياءُالدين ۽ جنيب الدين هو. سن 491هہ مطابق 1097ع ۾ سهرورد ۾ تولد ٿيو.[2] اهڙي طرح زندگي جا ٻاهتر سال خدا پاڪ جي عبادت ۾ پورا ڪري سن 563هہ مطابق 1168ع ۾ بغداد شهر ۾ وفات ڪيائين."

شروعاتي تعليم بغداد جي مدرسي نظاميہ مان حاصل ڪيائين، جتان ديني تعليم تي دسترس حاصل ڪري پڙهڻ ۽ پڙهائڻ جو سلسلو جاري رکيائين. طريقت ۾ حضرت عبدالقادر جيلاني ۽ امام محمد غزالي جي ڀاءُ شيخ احمد غزالي کان فيض حاصل ڪيائين. جن جي طريقت جو سلسلو حضرت جنيد بغداد ڏانهن منسوب سمجهيو وڃي ٿو. انهن بزرگن کان سواءِ شيخ حماد کان بہ فيض حاصل ڪيائين. ايئن آهستي آهستي جڏهن پاڻ روحانيت جو منزلون طئي ڪري تصوف جي پڪي منزل تي پهتو. تڏهن روحانيت جون ٻين کي فيض ڏيڻ لاءِ بغداد ۾ هڪ خانقاه جو بنياد وڌائين. جتي پاڻ وعظ ۽ هدايت جون محفلون مچائيندو هو. پان هن سلسلي جي واڌاري ۽ ترقي لاءِ 1161 عرصي ۾ اسلامي ملڪن جو سير و سفر بہ ڪيائين. شيخ صاحب وڏو صوفي ۽ مسلح تي گذريو آهي. حديث ۽ فقہ جو ڄاڻندڙ هو. علم تصوف تي ڪيترا ڪتاب لکيائين. سندس ٻن ڪتابن تمام گهڻي شهرت حاصل ڪئي، جن جا نالا آهن. (آدب المريدين ۽ شرح اسماءِ)[3]

ظاهري ۽ باطني علمن جو ماهر هو. اندر جي صفائي ۽ نفس جي تزڪيہ تي پڻ نهايت گهڻو زور ڏيندو هو. سندس ڪيترائي خليفا ٿي گذريا آهن. جن مان اهم خليفو شيخ شهاب الدين سهروردي ٿي گذريو آهي، جو هن سهروردي طريقي جو بانيءَ جو سڳو ڀائٽيو آهي. عوارف المعارف جي اردو ترجمي جي مقدمي ۾ لکيل آهي تہ: "حضرت شيخ الاسلام ابوالنجيب عبدالقادر سهروردي قدس سره العزيز کوبار گاھ غوثيت سي اڳڪ خاص تعلق تها اور آپ حضرت غوث زمان سيد عبدالقادر رضہ سي ايک خاص عقيدت رکهتي تهي. اس لئي بارگاه غوثيت مين جب تشريف لي جاتي توعزيز برادر زادي کو بهي همراه رکهتا تها." (4)

## ننڍي کنڊ ۾ سهروردي سلسلو

تصوف جي سلسلن ۾ چشتي سلسلي جيان سهروردي سلسلو پڻ پراڻو آهي. هن سلسلي وارا هندستان ۾ نوس تبليغي ڪم ڪندا هئا. شريعت جا ڏاڍا پابند هوندا هئا. هنن هندستان جي سياسي ۽ ثقافتي مسئلن کان هٽي ڪري نقط اسلام جي خدمت ڪئي. هتان جو عوام مختلف مذهب رکندڙ هو ان ڪري هيءَ سلسلو هتان جي عوام ۾ پنهنجون پاڙون پختيون نہ ڪري سگهيو. تنهن هوندي بہ هي سلسلو هندستان ۾ ڪافي ڪامياب ويو. خاص طرح حضرت شهاب الدين سهروردي جي پهرين ٻن خليفن نهايت گهڻي تبليغ ڪئي، جن مان سنڌ جي هڪ بزرگ جو نالو حضرت نوح بکري آهي ۽ ٻئي بزرگ جو نالو شيخ شهاب الدين ابوخفص عمر بن عبدالله هڪ صوفي بزرگ هو. شافعي فرقي جو عالم دين، وڏو ولي الله ۽ مفڪر مڃيو ويندو هو. پاڻ 539هجري مطابق 1145ع ۾ ايران جي صوبي جبال جي هڪ ڳوٺ سهرورد ۾ پيدا ٿيو. "تصوف جي شروعاتي تعليم پنهنجي چاچي ابو النجيب ۽ مشهور صوفي بزرگ عبدالقادر جيلاني کان حاصل ڪيائين." (5) غوثيہ بارگاھ ۾ سندن چاچو حضرت ابوالجنيب وٺي ويندو هئس هڪ دفعي پيران پير دستگير کي پاڻ عرض ڪيائون تہ: "هن ڇوڪري کي علم الڪلام سان وڏو شوق آهي." غوث اعظم پڇا ڪيس تہ. "هن علم ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪتاب پڙهيا اٿئي؟" اهو سوال ڪري پاڻ هن جي سيني تي هٿ مبارڪ رکيائون تہ سيني ڪتابن جا نالا پلجي ويو. غوث اعظم فرمائين تہ. "مون تنهنجي سيني مان علم الڪلام خارج ڪري معرفت حق داخل ڪري ڇڏي آهي. ان کان پوءِ شيخ شهاب هميشہ کانئن فيض حاصل ڪرڻ ايندا هئا.

سندن نسبي سلسلو تيرنهن واسطن سان حضرت ابوبڪر رضہ سان ملي ٿو.

"شيخ شهاب الدين ابو حفص رح بن عمر بن محمد بن عبدالله بن محمد بن عبدالله بڪري المعروف بہ شيخ عموريہ ابن محمد بن حسين بن قاسم بن محمد بن نصر بن عبدالرحمان بن قاسم بن محمد بن ابي بڪر صديق رضي الله عنهما." (6)

شيخ بهاءُالدين ذڪريا سهروردي بہ هن سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. شيخ صاحب جو ڏاڏو خوارزم کان ملتان آيو هو. سندس ناني منگولن جي حملي ۾ وطن ڇڏي هندستان اچي "ڪوٽ ڪروڙ" ۾ سڪونت اختيار ڪئي هئي. شيخ صاحب 1172ع ۾ پيدا ٿيو. [7] پر معارفہ اسلاميہ جلد 5 ۽ انسائيڪلوپيڊيا اسلامي ۾ 1182ع سال لکيل آهي. [10] شيخ صاحب جو نسبي سلسلو هن طرح آهي.

"ابو محمد ذڪريا بن وجيهہ الدين محمد بن ڪمال الدين شاھہ علي قريشي بن سلطان حسين بن سلطان عبدالله بن الحسين بن سلطان مطرفہ بن سلطان خزيمر بن امير هاضم بن امير تاج الدين بن امير عبدالرحيم بن عبدالرحمان بن هبار بن اسد بن هاشم بن عبدالمناف."

اهڙي طرح شيخ صاحب جو شجره طريقت هن طرح آهي:

"شيخ بهاءُالدين ذڪريا، شيخ شهاب الدين سهروردي، شيخ ضياءُ الدين ابو نجيب سهروردي، شيخ وجيهہ الدين سهروردي، شيخ عبدالله، شيخ اسود احمد دينوري، شيخ ممتاز علي دينوري خواجہ جنيد بغدادي، خواجہ سري سقطي، خواجہ معروف ڪرخي، خواجہ دائود طائي، خواجہ حبيب عجمي، حضرت امام حسن، حضرت امام علي عليہ السلام، محمد صلي الله عليه وآله وسلم." (7)

ٻارنهن سالن جي عمر ۾ والد صاحب جو انتقال ٿي ويس، ننڍپڻ ۾ ئي قرآن پاڪ جو حافظ ٿيو. روايتي تعليم حاصل ڪرڻ بعد خراسان، بخارا، مدينہ منوره ۽ فلسطين جي وڏن علمي مرڪزن جو سفر ڪيائين. مديني شريف ۾ رهندي نهايت هڪ وڏي عالم ڪان علم حديث تي ڄاڻ حاصل ڪيائين. حضور صلي الله عليه وآله وسلم جن جي روضي مبارڪ تي گهڻي عرصي رهڻ ڪان پوءِ فلسطين ۾ نبين جي زيارت ڪرڻ کان پوءِ بغداد ويو، جتي شهاب الدين سهروردي جي حلقي ۾ وڃي داخل ٿيو. مختلف ڪتابن ۾ لکيل آهي تہ شيخ صاحب کي شيخ شهاب الدين وٽان سترنهن ڏينهن جي اندر خلافت جو خرقو مليو. ان تي شيخ شهاب الدين جي پراڻن مريدن اعتراض ڪيو تہ اسان تمام

گهڻي عرصي کان ورد وظيفن ۾ مصروف رهيا آهيون، پر هي ڪلهه آيو ۽ اڄي جلدي منزل ماڻي اٿس. تنهن تي شيخ صاحب وراڻيو: "تم لوگ گيلي لڪڙيان لائي هو جن مين دير سي آگ لگتي هي، زڪريا خشڪ لايا تها، جو ايڪ هي بار ڀڙڪ مارني سي ڀڙڪ اٺي." (8)

ان کان پوءِ حڪم ٿيس، ملتان وڃي هڪ خانقاهه ٺهرائي، هن سلسلي جو ڪم ڪري: پاڻ هميشه اميراڻي زندگي گذاريائون، پر تنهن هوندي به چشتي سلسلي جي بزرگن وانگي ڪنهن کي پيرين پوڻ يا هٿ چمڻ ڪو نه ڏيندو هو. وقت جي حاڪمن سان سٺا تعلقات هئس. سندس انتقال 661هه مطابق 21 ڊسمبر 1262ع ملتان ۾ ٿيو.

شيخ صاحب جو پوري هندستان ۾ هن سلسلي بابت ڪم ڪيل هو. ان جو ڪارڻ اهو هو جو شيخ صاحب جا وقت جي حاڪمن سان تمام سٺا تعلقات رهيا هئا. يعني پاڻ انهن بزرگن مان هو جن مذهب ۽ سياست جي ميلاپ سان تعلقات رکيا هئا. انهن ناتن سان هن بزرگ کي به فائدا رسيا، هڪ ته هو حڪمرانن جي حمايت سان عوام ۾ اسلامي تبليغ تمام سٺي نموني ڪري سگهندو هو. ٻيو فائدو اهو هئس جو هو عوامي ڪم سبب ماڻهن جي دلين ۾ گهر ڪرڻ لڳو ان کان سواءِ پنهنجي پر خلوص شخصيت ڪري وقت جي ٻين بزرگن، عالمن، حڪمرانن ۽ سيني ماڻهن وٽ هن کي تمام گهڻي مڃتا ملي.

ضياءُالدين برني لکي ٿو ته: "شيخ بهاءُالدين ذڪريا کي سالڪ ۽ خدا پرست ماڻهو "سفيد باز" چوندا هئا. ان جو مطلب اهو هو ته جيڪو به شخص پاڻ کي ان سان لاڳاپي ڇڏيندو هو اهو خدا تائين پهچي ويندو هو." (9)

شيخ صاحب ملتان ۾ هڪ علمي ۽ ديني مدرسو قائم ڪيو، جتان شاگرد تعليم حاصل ڪري، ٻين ملڪن، جهڙوڪ جاوا، انڊونيشيا، فلپائن، خراسان ۽ چين تائين اسلام جي تبليغ ڪندا رهيا. ملتان جو مدرسو سهروردي سلسلي جو پهريون مدرسو هو، جنهن جو حضرت بهاءُالدين دنيا جي سيني ماڻهن کي تعليم ڏيڻ لاءِ بنياد رکيو هو. پاڻ به اتي درس ڏيندو هو. هن مدرسي جي لائبريري جي شهرت پوري هندستان ۾ پکڙجي چڪي هئي. ان ڪري هندستان جا ماڻهو ملتان اچي علم جي اُڃ اجهائيندا هئا. شيخ بهاءُالدين ذڪريا، سلطان شمس الدين التمش جي زماني ۾ شيخ الاسلام مقرر ٿيو هو. عالم اسلام لاءِ سندس بي انتها خدمتون رهيون آهن. سندس تبليغ سبب ڪيترائي غير مسلم اسلام قبول ڪري مسلمان ٿيا هئا. هندستان کان

سواءِ ڪشمير جي حصي ۾ پڻ هن سلسلي کي امير ڪبير سيد علي همداني ۽ ان جي فرزند مير محمد همداني زور وٺرايو. هي سهروردي سلسلي سان واسطو رکندو هو. ان کان سواءِ بنگال جيڪو اڄڪلهه بنگلاديش آهي، اتي پڻ شيخ شهاب الدين سهروردي جي خليفي شيخ جلال الدين تبريزي هن سلسلي لاءِ گهڻو ڪم ڪيو ۽ ماڻهن کي روحاني فيض سان نوازيو.

## سهروردين جو ذڪر

"هن سلسلي وارن وٽ ساهه بند ڪري الله چوڻ جو تاڪيد ڪيل آهي. هي تلاوت ڪلام پاڪ زور سان پڙهڻ تي گهڻو زور ڏيندا آهن. وٽن ذڪر جلي ۽ خفي ٻئي رائج اٿن. شرعي ڏس ۾ تمام گهڻا محتاط هوندا آهن. سماع جو رواج اتي ۾ لوڻ جي برابر آهي. هن سلسلي وارا جلالي طبيعت جا مالڪ هوندا آهن." [10]

## سنڌ ۾ سهروردي سلسلو

برصغير ۾ سنڌ ئي هڪ اهڙو حصو آهي، جتان پهريون سهروردي سلسلو وڌيو ويجهيو. هتان ئي ڏکڻ ايشيا ۾ پير پائي، برصغير جي مختلف هنڌن ڏانهن پکڙيو.

"شيخ سيد حامد السندي پهريون بزرگ هو جو هجري صديءَ جي ابتدا ۾ سنڌ ۾ اچي رهيو. بعد ۾ سيد شرف الدين مشهدي (متوفي 808هه) جو حضرت مخدوم جهانيان سيد جلال الدين حسين بخاري جو ناٺي ۽ خليفو هو. [11] پهريائين سنڌ ۾ رهيو. ان وقت سنڌ ۾ اڄ شريف ۽ ملتان جا علائقا به شامل هئا، جيڪي سنڌ جي گورنر جي سنيال هيٺ هئا. (ان وقت سنڌ ۾ ناصرالدين قباچه حڪمران هو: هن جي حڪومت 602هه کان 625هه تائين قائم هئي.) هندستان ۾ جهنگ سيال جو ڳوٺ نهراياڻين، پوءِ ملتان اچي شيخ بهاءُالدين ذڪريا وٽ مهمان ٿيا. سندن هٿ تي بعيت ڪري سهروردي سلسلي ۾ داخل ٿيا. ٿوري وقت ۾ خلافت جو خرقو به حاصل ڪيائون. پوءِ ملتان مان بکر اچي رهيا. [12] ان وقت بکر سنڌ جي گاديءَ جو هنڌ هو بکر سنڌ ۾ علم جو مرڪز هو. مٿيان بزرگ سنڌ ۾ اچي رهيا، جيڪي سيئي سهروردي سلسلي سان واسطو رکندا هئا. پر سنڌ ۾ خاص طرح مخدوم شهاب الدين سهروردي جي پهرين خليفي حضرت نوح بکري هن سلسلي جو باقاعده بنياد وڌو "حضرت بهاءُالدين ذڪريا.جڏهن شيخ شهاب الدين سهروردي کان خلافت جو خرقو

حاصل ڪرڻ کان پوءِ ملتان وڃڻ لاءِ اجازت گهري ته شيخ شهاب الدين فرمائين ته: ”ملتان وڃڻ کان اڳ سنڌ جي فرشته (بکر) شهر ۾ هڪ هدايت وارو مريد مخدوم نوح اٿئي، ان سان ضرور ملندو وڃجان.“ [13] حضرت شيخ نوح بکري جو طريقت جو سلسلو هيٺين طرح آهي.

”حضرت شيخ نوح بکري سهروردي، شيخ شهاب الدين سهروردي، شيخ ضياءُالدين ابو نجيب سهروردي، شيخ وجيهه الدين سهروردي، شيخ ابو عبدالله، شيخ اسود احمد دينوري، شيخ ممتاز علي دينوري، خواجه جنيد بغدادي، خواجه سري سقطي، خواجه معروف ڪرخي، خواجه دائود طائي، خواجه حبيب عجمي، حضرت امام حسن عليه السلام، حضرت علي ﷺ ۽ جناب سرور ڪائنات ﷺ.“ [14]

مخدوم نوح بکري گهڻو وقت عبادت الاهي ۾ گذاريندو هو. نهايت پرهيزگار، متقي ۽ رب پاڪ سان محبت ڪندڙ هو. وڏو توڪل وارو انسان هو. جيڪو ڪجهه هوندو هئس سو خرچ ڪري ڇڏيندو هو. هڪ دفعي ڪجهه مهمان آيس گهر اچي پڇيائين ته ڪجهه آهي؟ گهرواري وراڻيس ته: ”سيڪجهه آهي.“ پڇيائينس ته، ”هڪ سير اٽو ٿيندو؟“ جواب مليس، ”چار سير کن ٿيندو.“ پاڻ وراڻيائين: ايترو اٽو رکڻ رزاق تي اعتبار هئڻ نه آهي. اهو ڇٽي مهمانن لاءِ ماني پچرائي بيو فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيائين. هو خدا جي ذڪر ۾ ايتري قدر مشغول رهندو هو جو حجامت ڪرائڻ وقت حجم سوچيندو هو ته ڪاش بکري جن گهڙي کن ذڪر الاهي کان رڪجن ته سندن شهپر سنواري سگهان، پر ڇٽي نه سگهندو هو. پر سنوارت ڪندڙ جي ڳالهه پاڻ سمجهي ويندا هئا. هڪ دفعي حجم کي سنوارت ڪرائيندي چيائين، جڏهن حضرت امام اعظم ۽ حضرت امام شافعي جن ذڪر ڪندا هئا ته حجم حجامت ٺاهيندي شهپر درست ڪرڻ لاءِ ڪين چوندو هو ته: ”مهرباني ڪري ٿورو وقت چپن جي حرڪت کي بند ڪريو ته مان توهان جا شهپر سنواري سگهان.“ پاڻ فرمائيندا هئن ته: ”تون جيڪڏهن سج ۽ آسمان جي حرڪت کي روڪي سگهين ته اسين چپن جي حرڪت کي روڪي سگهون ٿا.“

اهڙي طرح سهروردي سلسلي سنڌ ۾ نهايت گهرو اثر ڇڏيو ۽ سومرن جي دؤر ۾ مشهوري ۽ ترقي حاصل ڪئي. خاص طرح سنڌ ۾ برصغير ۾ سهروردي ۽ ٻيا صوفياڻا سلسلا قرامطين ۽ ٻين نراجيت پسندن تحريڪن جي ردعمل ڪري وجود ۾ آيا، جن اچڻ سان ان وقت جي روشن خيالي کي جنم ڏنو. هر هنڌ سچ جي تبليغ ڪئي ۽ سياسي معاملن ۾ حڪومت سان گڏجي ڪم

ڪرڻ کي وڏيڪ اهميت ڏيڻ لڳا. رياستي طاقت سان صلح واري پاليسي اختيار ڪري مرڪز کي مڪمل طاقتور ڏسڻ جا خواهشمند هئا. برصغير ڏکڻ ايشيا ۾ اهڙي ڪوشش شيخ بهاءُالدين ذڪريا ڪئي هئي. هن بزرگ جا ڪيترائي خليفا سنڌ ۾ انهيءَ خواهش جا حامي هئا. جن مان مخدوم جلال الدين سرخ بخاري، مخدوم جهانيہ جهان گشت وارا بزرگ سياسي طور تمام گهڻا بااثر هئا. انهن جي اثر ڪري ئي سنڌ جا حڪمران سومرا حنفي فڪر جا پوئلڳ ٿيا. خاص طرح سنڌ ۾ سهرورديہ سلسلي جا اثر فڪري ڪارڪن، مخدوم نور الله زادو، مخدوم عبدالله پٽي، مخدوم فاضل شاهہ، شاهہ اسماعيل، شيخ صوبيدار، عبدالله شاهہ غازي، پير پٺورو ۽ شيخ عيسيٰ وغيره آهن. سنڌ جي اهڙن ڪيترن بزرگن سنڌ جي سير و سياحت ۾ مشغول رهي "ولا تدري نفس پاڪ ارض الموت" (ڪنهن بہ جاندار کي معلوم نہ آهي تہ هن جا پساهہ ڪهڙي زمين ۾ پورا ٿيندا) جي مصداق سنڌ جي مختلف ڳوٺن ۾ آرامي آهن. (15)

سنڌ ۾ خاص طرح هن سلسلي جي باني مکيہ اڳواڻ شيخ ابو نجيب سهروردي جي اولاد سان گڏ شيخ شهاب الدين سهروردي جي اولاد ۽ ٻين تمام گهڻو ڪم ڪيو جن جو ذڪر هيٺ ڏجي ٿو.

## سهروردي سلسلي مان نڪتل ٻيا سلسلا

### 1. شهابيہ سهرورديہ:

"هن شاخ جو بنياد وجهندڙ شيخ شهاب الدين سهروردي هو. هو زنجان جي علائقي سهرورد ۾ 539هہ ۾ پيدا ٿيو. 628هہ ۾ وفات ڪيائين. شيخ صاحب جا بہ مکيہ خليفا شيخ بهاءُالدين ذڪريا 528هہ ملتان ۾ 21 رمضان ۾ تولد ٿيا ۽ وفات 7 صفر 661هہ ۾ ڪيائون. سنڌ ۾ مخدوم نوح بکري سندن خليفو هو.

### 2. ڪبرويہ سهروردي:

هن شاخ جو بنياد وجهندڙ شيخ نجم الدين ڪبريٰ هو. سهرورديہ سلسلي جي هن شاخ جا پوئلڳ مخدوم بلال ۽ ان جا ساٿي هئا."

**3. فردوسيہ سهرورديہ:**

”هن شاخ جو باني شيخ نجم الدين فردوسي هو. جو ٽن واسطن سان شيخ نجم الدين ڪبريٰ سان وڃي ملي ٿو.“

**4. موليہ رومين سهرورديہ:**

هن شاخ جو بنياد وجهندڙ مولانا روم هو. جو هڪ نسبت سان ڪبرويہ هو. سندس ٻي نسبت حضرت قطب الدين ابهري سان آهي، جن ذريعي حضرت ابونجيب سهروردي تائين پهچي ٿو.

**5. جلاليہ ۽ بخاريہ سهرورديہ:**

هي شاخ مخدوم جهانيان سيد جلال بخاريءَ جي نالي سان منسوب آهي. هي سلسلو بهاءُالحق ذڪريا جي واسطي سان ابونجيب سهروردي تائين پهچي ٿو. هن سلسلي جا پوئلڳ سنڌ ۾ گهڻا آهن. ڪي اچ جي درگاهہ سان واسطو رکن ٿا. ڪي انهن ڪٽنبن جي واسطي سان حضرت قطب الدين جهانيان پوٽي سان واسطو رکندڙ آهن. جيڪي هن وقت ٽنڊي جهانيان حيدرآباد ۾ رهن ٿا.

**6. صفويہ سهرورديہ:**

هي سلسلو شيخ صفي الدين اردبيلي جي نالي سان منسوب آهي، جو چئن واسطن سان حضرت قطب الدين ابهري جي وسيلي شيخ ابونجيب تائين پهچي ٿو.

**7. خلوتيہ سهرورديہ:**

هي سلسلو شيخ محمد خلوتي جي نالي سان منسوب آهي.[16]

**8. شطاريہ سهرورديہ:**

هي سلسلو شيخ عبدالله شطاري جي نالي سان مشهور آهي. ”هي سلسلو برصغير هندو پاڪ ۾ تمام گهڻو مشهور ٿيو. هن طريقي وارا پاڻ کي شيخ بايزيد بسطامي جي نالي سان منسوب ڪندا آهن. هي سلسلو سهرورديہ سلسلي مان نڪتو. هن سلسلي وارا شطاريہ انڪري سڏائيندا آهن، جو هيءُ سلوڪ ۽ طريقت ۾ ٻين بزرگن کان وڌيڪ سرگرم هوندا آهن.“[17] جهنگن ۽ رڻ پٽن ۾ عبادتون ڪندا آهن. ”هن سلسلي جو باني پنجين پيڙهي ۾ شهاب

الدين سهروردي ۽ ستين پيڙهي کان بايزيد بسطامي جو مريد هو." [17] هن سلسلي وارن ڏانهن ڪيترين غيرمعمولي ڳالهين منسوب آهن. دائره معارف اسلاميہ جلد 22 جي صفحہ 422 ۾ لکيل آهي تہ: "عبدالله شطاري وٽ جيڪو بہ مريد ٿيڻ ويندو هو تہ هو ان کي ٻوڙماني ڪارائيندو هو. ڪاڏو ڪائيندي لڳاتار ڪيس ڏسندو رهندو هو. جيڪڏهن هن ٻوڙماني گڏ ختم ڪيا تہ پاڻ هن کي قابل، سمجهدار ۽ اعتماد جي قابل سمجهي باطني تعليم ڏيندو هو. پر جي ٻوڙماني گڏجي ختم نہ ڪندو هو تہ سمجهندو هو تہ هن جو پنهنجي مٿان ضابطو نہ آهي. پوءِ هن سان پير صاحب فقط ظاهري ڳالهيون ڪري ڪيس واپس موڪليندو هو" پاڻ پنهنجي سلسلي جي تعليم لاءِ جت بہ ويندا هئا. اتي نغارا ۽ علم کڻي هلندا هئا. جت بہ منزل ڪندا هئا، اتي نقارو وڄائي اعلان ڪندا هئا تہ ڪير آهي جو مون وٽ اچي جنهن کي مان خدا جي صحيح واٽ ٻڌايان. پاڻ خود صوفي قسم جو فوجي لباس پائيندا هئا. ڪچهري ۾ جت بہ ويهندا هئا تہ اتي چئني طرفين ڏسندا هئا ۽ پڇندا هئا تہ ڪچهري ۾ ڪو شڪي قسم جو انسان آهي، پوءِ جيڪو وٽن ايندو هو. ان کي ٻهرين هر قسم جو شڪ ڪڍڻ لاءِ چوندا هئا. ان کان پوءِ ئي پاڻ ان سان ڳالهائيندا هئا.

هندستان ۾ هن سلسلي کي شاهہ عبدالله شطاري تمام گهڻي ترقي وٺرائي. شيخ عبدالله پنجن واسطن سان شهاب الدين سهرورديءَ جي اولاد مان آهي. مولانا دين محمد وفائي تذڪره ''مشاهير سنڌ'' ۾ لکي ٿو تہ: گلزار ابرار ۾ ڪن چند بزرگن جو ذڪر آهي، جن ۾ قادري ابراهيم شطاري، محدث طاهر بن يوسف پاٽائي ۽ اسحاق سنڌي قلندري پاٽائي جا نالا شطاري سلسلي ۾ ڪافي اهم آهن. جن جي ڪري هيءُ سلسلو وڌيو ويجهيو." هن جي گهڻي ترقي نہ ڪرڻ جو سبب ارغون هئا. مرڪز جن 919هہ کان 1000هہ تائين سنڌ تي حملو ڪيو. خاص ڪري ٺٽي تي حملي سبب هتان جون روحاني مسندون ۽ عرفان و تصوف جا سهڻا چشما تباهہ ٿي ويا، ان ڪري علماغن ۽ صوفي بزرگن پاڻ کي غيرمحفوظ سمجهي هجرت ڪري برهانپور گجرات هليا ويا هئا. جيڪي وري سنڌ ۾ نہ آيا. اهو ئي سبب هو جو شطاريہ سلسلو سنڌ ۾ ترقي ڪري نہ سگهيو.

### 9. ابراهيم سوقيہ سهروردیہ:

هي شاخ حضرت ابراهيم سوقي قطب مصري جي نالي سان منسوب آهي.

### 10. رسول شاهيه سهرورديه:

هي شاخ رسول شاهه خليفي حضرت جهانيه جي نالي سان مشهور آهي.

### 11. سدا سهاگيه سهرورديه:

هي شاخ حضرت شاهه موسيٰ سدا سهاڳ احمد آبادي (المتوفي سن 582هه) جي نالي سان مشهور آهي، جا حضرت ابراهيم سيد واسطي سان شيخ ابوالنجيب تائين پهچي ٿي.[18]

## مشهور سهروردي بزرگ

### 1. حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي رحمة الله عليه

"حضرت جن جي ولادت 539هه نصيرالدين همايون جي دؤر ۾ ٿي."[19] سندس والد مشهور اولياءَ هو. سندن نالو مبارڪ حضرت ميران موج دريا بخاري هو. بخاري صاحب ٻه شاديون ڪيون هيون. سندن پهرين گهرواريءَ جو نالو بيبي ڪلان هو، ٻي جو نالو بيبي نورنگ هو. حضرت شهاب الدين سهروردي جو والد ڪڏهن بٽاله ته ڪڏهن لاهور پيو ايندو ويندو هو. پاڻ سڄي عمر پنهنجي والد سان رهيو. والد جي خاص توجهه ڪيس جلدي الله وارو بڻائي ڇڏيو هو.

سندن تعليم جي باري ۾ چيو وڃي ٿو ته جڏهن پاڻ چئن سالن چئن مهينن ۽ چئن ڏينهن جو ٿيو ته حسب دستور شرع محمدي موجب سندن والد علم ظاهر حاصل ڪرڻ لاءِ ڪيس فضل رسول لاهوري جي حوالي ڪيو. جڏهن استاد پڙهائڻ لڳس ته الف کان اڳتي ٻه چوڻ کان انڪار ڪيائين. استاد جي سختي ڪرڻ کان پوءِ ٻه هن اڳتي ڪجهه نه پڙهيو ۽ اوچتو استاد کي ٿڦڙ وهائي ڪڍيائين. استاد سندس والد سان سخت ناراضگي جو اظهار ڪيو. حضرت موج بخاري فرزند کي سڏرائي چيو ته: "اها غليظ حرڪت توکان ڪئين ٿي؟" وراڻيائين "اهو سچ آهي ته الف الله کان پوءِ ڪجهه ٻه ڪونه آهي. مان جڏهن امڙ جي پيٽ ۾ هيم ته مون کي حضرت علي عليه السلام جن تعليم ڏني هئي. ان وقت ئي سڄو قرآن پاڪ ياد پنهنجي والد کي پڙهي ٻڌايائين. موج درياهه شاهه نهايت خوش ٿيو ۽ الله پاڪ جو شڪر ادا ڪيو. استاد ٻه حيراني ۽ پريشاني جي عالم ۾ هليو ويو. شيخ صاحب ذاتي طور ٻه نهايت خوبصورت ۽ رعب واري شخصيت جو مالڪ هو. علم باطني ۾ صاحب ڪمال هو. سڄي عمر

عبادت رياضت ۾ گذاريائين. صوم و صلوات جو پابند هو. پاڻ سڄي عمر خدمت خلق ۾ مصروف رهيو. والد ۽ والده جي خاص توجهه ڪري ڪين اهم مقام حاصل ٿيو. جيڪو سندس حلقہ ارادات ۾ ايندو سو جلدي روحاني منزلون طئي ڪري وٺندو هو. ان ڪري ڪيترائي سندس حلقہ ارادات ۾ اچي تمام جلدي رشد و هدايت ۽ روحاني تعليم حاصل ڪري وٺندا هئا. سندس والد ڪي وقت جي بادشاهہ ڪوڙ ساري زمين آباد ڪرڻ لاءِ ڏني هئي. اهي زميون هن پنهنجي حياتيءَ ۾ پنهنجي فرزند شهاب الدين جي حوالي ڪيون هيون. جنهن مان پنهنجو خرچ پڪو شيخ صاحب هلائيندو هو ۽ گهڻو حصو الله پاڪ جي نالي خرچ ڪندو هو.

هڪ ڏينهن سندن چهري مان معرفت جو نور بکي رهيو هو. ڪوڙ سارا ماڻهو سندن چوطرف ادب سان سر جهڪائي ويٺا هئا. علم و عرفان عشق و مستي جي دولت ورهائجي رهي هئي. حاضرين رب پاڪ جي ان فرمان تي عمل ڪري رهيا هئا، تہ جنهن چيز جي باري ۾ توهان کي فڪر نہ هجي تہ ان بابت معلومات اهل ذڪر کان حاصل ڪيو. ان وقت سڀ پنهنجي مشڪلاتن جا حل پڇي رهيا هئا. پاڻ فرمائي رهيا هئا تہ نماز جي نفلن پڙهڻ کي فضيلت حاصل آهي، سندس ڪيترائي خادم خدمتن جي بدلي پنهنجي مقصد ۾ مدعا کي پهچي ويندا آهن ۽ ڪيترائي ڪو نہ پهچندا آهن. انهن جي نيتن ۾ کوٽ هوندو آهي. جيڪي خادم خاص محبت رکندا آهن، اهي پنهنجي نفس جي پيروي ڪو نہ ڪندا آهن. رب پاڪ جي ڪمن ۾ ڪنهن کان ڪو بہ ڊڄندا آهن. هڪ ٻئي سوال جي جواب ۾ پاڻ فرمايائون تہ : "سبب کي ڳولڻ ۽ سوال ڪرڻ عوام جو رتبو آهي. الله جا خاص بندا مسلوب الاختيار ۽ غيرالله کان ناواقف هوندا آهن ۽ رب سائين جي حڪم جا منتظر هوندا آهن. ان حالت ۾ عطا جو دروازو رب پاڪ جي طرفان کلندو آهي ۽ تجليات الاهي جو ڪشف حاصل ٿيندو آهي. جو قرب جو هڪ درجو آهي، ان کان پوءِ اها تجلي بطريق الصفات ۽ پوءِ تجلي بالذات تائين پهچندي آهي. تجلي بطريق الصفات مان هيبت وانس پيدا ٿيندو آهي ۽ تجلي بالذات مان فنا ۽ بقا حاصل ٿيندي آهي ۽ رشد و هدايت سان گڏوگڏ حضرت شهاب الدين رح تصنيف و تاليف جو سلسلو بہ جاري رکيو ايندو هو. سندس ٻين ڪتابن کان سواءِ تصوف جي حوالي سان عوارف المعارف کي بلند مقام حاصل آهي. پاڻ هي ڪتاب مڪي شريف ۽ مديني منوره ۾ لکيائون. هي بيمثال ڪتاب تصوف، شريعت ۽ طريقت جو امتزاج ۽ زهد و عبادت جو سنگم آهي. سندس سلسلو تيرنهن

واسطن کان رسول الله ﷺ جن جي خليفي حضرت ابوبڪر رضہ سان ملي ٿو. "پاڻ نهايت راسخ الاعتقاد صوفين جو نمائندو تسليم ٿيل آهي." [20] ان کان سواءِ سندن شجري بابت شاھ ولي الله لکي ٿو تہ: "پاڻ پنهنجي چاچي ابوالنجيب سهروردي کان تلقين حاصل ڪيائون ۽ ان شيخ احمد غزالي کان، ان ابوبڪر نساج کان، ان شيخ ابوالقاسم گوگاني کان، ان شيخ ابو عثمان مغربي کان، ان ابو علير و دباري کان، ان ابوالقاسم جنيد بغدادي کان حاصل ڪئي. حضرت سخي سرور ۾ پروفيسر حامد خان حامد ۽ عوارف المعارف ۾ شمس بريلوي، شيخ شهاب الدين سهروردي جو شجرو مبارڪ تير نهن واسطن سان حضرت علي سان ملايو آهي. [21]

پاڻ سهروردي سلسلي جي تمام گهڻي خدمت ڪيائون. پنهنجي مرشد ۽ چاچي ابوالجنيب سهروردي جي وفات کان پوءِ هن جي مسند تي ويٺو ۽ اسلام جي ترقي لاءِ پنهنجي مريدن کي دنيا جي پري پري وارن ملڪن ڏي موڪليو. مصر، آفريقا ۽ سنڌ هند ۾ پنهنجون خانقاهون قائم ڪيائون.

## 2. حضرت شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني رحمۃ اللہ علیہ

حضرت مخدوم شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني سهروردي قدس الله سره جي ڪنيت ابو محمد ۽ ابوالبرڪات آهي. والد جو نالو شيخ وجيھ ۽ ڏاڏي جو نالو حضرت ڪمال الدين علي قريشي مڪہ معظمہ جو رهاڪو هو پر پاڻ مڪي مان خوارزم لڏي آيو. مگر اتي منگولن جي هنگامن کان متاثر ٿي. هندستان جو رخ ڪيائين ۽ ملتان ۾ اچي ۽ پنهنجي فرزند شيخ وجيہ الدين جي شادي مولانا حسام الدين ترمذي جي نياڻي سان ڪيائين. جيڪو پڻ منگلن جي هنگامن کان تنگ ٿي ملتان جي هڪ ڳوٺ قريہ ڪوٽ ۾ اچي رهيو.

مخدوم شيخ بهاءُالدين ذڪريا جي ولادت ننهيال ڪوٽ ۾ 566ھ ۾ ٿي. [1] ٻارنهن سالن جي عمر ۾ سندس والد وفات ڪري ويو. ڪيس ننڍپڻ کان تعليم حاصل ڪرڻ جو گهڻو شوق هو. پاڻ شروعاتي تعليم والد جي پاڇي هيٺ مقامي عالمن وٽان حاصل ڪيائين. وڌيڪ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ خراسان پهچي ست سال تعليم مڪمل ڪري، اتان جي عالمن کان ڪافي ڪجھ سکي بخارا هليو آيو. هت بہ عالمن کان تعليم حاصل ڪري بخارا کان حرمين شريف هليو آيو. حج ۽ زيارتن جي شرف کان پوءِ مديني منوره ۾ پنجن سالن تائين شيخ ڪمال الدين محمد يماني محدث کان تعليم حاصل

ڪيائين. شيخ ڪمال، وقت جي وڏن عالمن ۽ محدثن ۾ شمار ٿيندو هو. ذڪريا ملتاني حديث جي تعليم کان پوءِ حضور ﷺ جن جي روضي مبارڪ جي پرسان تزڪيہ نفس ۽ تصفيہ باطن جي لاءِ مجاهدو شروع ڪيو. پوءِ اتان بيت المقدس وڃي مسجد اقصيٰ ۽ انبياءِ عليہ السلام جي زيارتن کان مشرف ٿيو. اتان بغداد شريف هليو ويو. ان وقت مخدوم شهاب الدين سهروردي جي حلقہ ارادات ۾ شامل ٿي ويو ۽ سندس هٿ تي بيعت حاصل ڪئي. ڪجھہ ڏينهن اندر ئي کيس خرقہ خلافت جي اجازت حاصل ٿي. پروفيسر محمد معين الدين دادائي مرحوم "فوائد الفواد" جي حوالي سان لکيو آهي تہ: "حضرت شيخ بهاءُالدين ذڪريا ملتاني رحہ پنهنجي مرشد شيخ الشوخ حضرت شيخ شهاب الدين سهروردي جي خدمت جي عيوض 70 ڏينهن جي اندر روحاني نعمت ۽ خرقہ خلافت حاصل ڪيو.

بزم صوفيا جي ليکڪ صباح الدين عبدالرحمان، ذڪريا ملتاني جي طريقت جو سلسلو هن طرح لکيو آهي. "شيخ بهاءُالدين ذڪريا، شيخ شهاب الدين سهروردي، شيخ ضياءُ الدين ابونجيب سهروردي، شيخ ابو عبدالله، شيخ اسود احمد دينوري، شيخ ممتاز علي دينوري، خواجہ جنيد بغداد، خواجہ سري سقطي، خواجہ معروف ڪرخي، خواجہ دائود طائي، خواجہ عجيب عجمي، حضرت امام حسن عليہ السلام، حضرت امام علي عليہ السلام، سرور ڪائنات ﷺ." [22]

خلافت جي خرقي حاصل ڪرڻ بعد شيخ شهاب الدين سهرورديءَ طرفان کيس ملتان واپس وڃڻ جو حڪم مليو. هتي اچڻ کان پوءِ عوام جي اصلاح و تربيت ۽ هدايت جو ڪم شروع ڪيائين. سندس ان فيض و برڪت جو اثر ملتان، سنڌ، بلوچستان ۽ سڄي هندستان ۾ پکڙجي ويو. پري پري کان ماڻهو سندس خدمت ۾ حاضر ٿيڻ لڳا. مسلمان تہ ٺهيو پر غير مسلم بہ کين پنهنجو مرشد ڪري سمجھندا هئا. ڪيترائي غير مسلمان اسلامي ۾ داخل ٿيندا هئا. پاڻ ملتان ۾ پنجاهہ سالن کان وڌيڪ خلق خدا جي خدمت ڪندا رهيا. هن سهروردي سلسلي کي سنڌ ۽ پنجاب ۾ گهڻي ترقي وٺرائي، پاڻ ڪيترن ئي معاملن ۾ پنهنجي هم عصر بزرگن ۽ صوفين کان مختلف هو سفينتہ اولياءُ ۾ داراشڪوه جيڪو حضرت بهاءُالدين ذڪريا جو نهايت گهڻو معتقد هو. سندس اصلاحي ۽ تبليغي ڪوششن جي هن طرح واکاڻ ڪئي آهي.

"ملتان ۾ طالبان حق جي هدايت ڪندو رهيو. سندس برڪت سان ڪوڙ سارا ماڻهو سڌي رستي تي آيا. هن شهر ۽ ان جي آسپاس جا ڪيترائي ماڻهو

سندن مريد ٿيا. اڄ به هن علائقي ۾ سندن ڪافي مريد رهن ٿا. پاڻ ڪرامتن جو صاحب پڻ هو. عوام جي اصلاح ۽ ديني تربيت لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. ٿوري به غير شرعي ڪمن تي عوام کي منع ڪندو هو. [23] پاڻ حق جي ڳالهه چوڻ کان ڪڏهن به ڪونه ڊڄندو هو. وڏن وڏن بادشاهن ۽ ظالم حڪمرانن جي سامهون سندن غلطين جو اظهار ڪندوهو. پاڻ ان معاملي ۾ بيباڪ ۽ بهادر هو. "ناصرالدين قباچه جيئن ته دهلي جي سلطنت جو پاڻ کي حقدار سمجهندو هو. ان ڪري هن سنڌ ۾ بغاوت ۽ خودمختياري جي تياري شروع ڪئي. حضرت بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني کي، هڪ خدا ترس ۽ بيدار مغز سلطان شمس الدين التمش جي خلاف بغاوت پسند نه هئي. ان ڪري هن قباچه کي سمجهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هن کي ڳالهه سمجهه ۾ نه ڪانه آئي. تنهن تي مولانا قاضي شرف الدين اصفهاني کي التمش کي هن جي منصوبي کان واقف ڪيو اتفاق سان هنن جا خط قباچه کي هٿ لڳي ويا. هن پنهي کي دربار ۾ گهرايو. مولانا اشرف الدين بادشاهه جي رعب ۽ دٻدٻي سبب چپ رهيو. قباچه کيس قتل ڪرائي ڇڏيو. جڏهن ذڪريا جو وارو آيو ته پاڻ وڏي جرئت سان هن ڳالهه جو اقرار ڪيائون ته مون بيشڪ خط خدا جي حڪم سان لکيو آهي. هڪ مسلمان ديندار بادشاهه جي خلاف تنهنجي بغاوت مسلمان جي رت وهائڻ کان سواءِ ٻيو ڪجهه ڪو نه ڪندي. قباچه شيخ صاحب جي چهري جي جلال سبب ڏڪڻ لڳو. قباچه معافي وٺي کيس واپس ڪيو. پر قباچه حرڪتن کان باز نه آيو. آخر هن بغاوت ڪئي. ڪيترا ناحق قتل ٿيا. پوءِ هن شڪست کاڌي ۽ سنڌو درياءَ ۾ ٻڏي مئو. [24] پاڻ بيباڪ هئڻ سان گڏوگڏ بااخلاق، تواضع، انڪساري ۽ بينيازي ۾ پنهنجو مثال پاڻ هئا."

سماع جا نهايت شوقين هئا. "سير الاولياءِ" ۾ هڪ هنڌ واقعو لکيل آهي ته: "کيس سماع جو شوق پنهنجي مرشد شيخ شهاب الدين کان مليو. عبدالله رومي قوال کين هڪ دفعي هي شعر ٻڌايو جنهن جي بدلي ۾ پاڻ کين پنهنجي خلعت ڏنائون.

"مستان کہ شراب ناب خورند. از پهلوئي خود کباب کرند." انهيءَ شعر ٻڌڻ تي کين وجد طاري ٿي ويو."

شيخ ذڪريا جي ڪنهن ڪتاب جي ڄاڻ نٿي ملي، مگر اخبار الاخيار ۾ ڪجهه ارشادات هن طرح آهن.

"ذڪر پنهنجي مٿان لازم ڪري ڇڏيو. هن جي ذڪر بدلي طالب محب

تائين، مخلوق خالق تائين، بندو مالڪ تائين پهچي ٿو.“

”محبت اها باهه آهي، جيڪا مير سير کي جلائي ڇڏي ٿي، جڏهن محبت پختي ٿي ويندي آهي ته جنهن جو ذڪر ڪيو ويندو آهي. ان جو مشاهدو ٿيندو آهي. هي ئي اهو ذڪر آهي، جنهن بابت الله پاڪ فرمايو آهي ته ”اذڪرالله ڪثيرا لعلڪم تفلحون“ چئي فلاح جو واعدو فرمايل آهي. پاڻ فرمايو اٿس، جسم جي سلامتي گهٽ کائڻ ۾ ۽ روح جي سلامتي ترڪ گناهه ۾ ۽ دين جي سلامتي حضور ﷺ تي درود پڙهڻ ۾ آهي.

حضرت شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جي وفات جي سن ۾ ڪافي اختلاف آهن. مرات الاسرار ۾ 665هه، راحت القلوب ۾ 956هه، اخبارالاخيار ۾ 661هه ۽ سفينته الاوليا ۾ 666هه لکيل آهي. تذڪره صوفياءِ پنجاب جي مصنف تحقيق ڪرڻ بعد 7 صفر 661هه لکي آهي. جيڪا زياده قابل قبول آهي.

## 3. حضرت شيخ صدرالدين عارف رحمة الله عليه

حضرت شيخ صدرالدين عارف پنهنجي والد ماجد حضرت بهاءُالدين ذڪريا ملتاني جا فرزند ۽ جانشين هئا. سندن لقب عارف هو. سندن ولادت 599هه ۾ ۽ وفات 684هه ۾ ٿي. سندن ڇهه پٽ پيا به هئا، جن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

1. شيخ برهان الدين 2. شيخ ضياءُ الدين 3. شيخ علاؤالدين 4. شيخ شهاب الدين 5. شيخ قدوت الدين ۽ 6. شيخ شمس الدين.“[25]

شيخ صدرالدين پنهنجي والد جا مريد ۽ جانشين هئا. ”سندن والد جي وفات بعد کيس ستر لک ٽنڪا حصي ۾ آيا، جيڪي پاڻ فقيرن ۾ ورهائي ڇڏيائون. دولت جي باري ۾ فرمائيندو هو ته: ” نهنجو والد دنيا تي غالب هوندو هو. ان ڪري دولت کيس ڪو نقصان ڏئي نه سگهي. مان به دولت تي غالب آهيان مگر ڪڏهن ڪا غلطي پل چڪ تي سگهي ٿي. ان ڪري دنيا کي ئي پنهنجو پاڻ کان پري ڦٽو ڪيان. جيئن ان ڪٽڪي کان ئي آزاد هجان.“(26)

قرآن پاڪ جي معنيٰ تي گهڻو غور ڪرڻ سبب کيس عارف جو لقب مليو. جيترا دفعا به قرآن پاڪ پڙهندا هئا ته ڪين نئين نئين معلومات ملندي هئي. انهيءَ غور و فڪر جي ڪري سندس دل ۽ دماغ هميشه روشن رهندا هئا. سندس ڪيترائي مريد هوندا هئا. انهن بزرگن مان مير حسن سادات جو سندن ارادتمند هو. تنهن سندن ۽ سندس والد بهاءُالدين ذڪريا جي شان ۾ هڪ منقبت لکي آهي.

"آن بلند آوازه و عالم پناھ، سرور دين افتخار صدر گاھ،
صدر دين و دولت آن مقبول حق، نہ فلڪ از خوان جو دشر در طبق،
آب حيوان قطر بحر دلش، چول خضر علم لدني حاحلش،
معتبر چول قول او فعال، اوهم بيان اوگواھ حال او،
مقعتدائي دين قبول خاص و عام دولتشي گفتہ توئي خيرالانام،
ملڪ معني جملہ درفرمان او هم بکسب وهم ميراث آن لو." [29]

ترجمو: اھو شهر آفاق دنيا وارن لاءِ پناھ گاھ آهي. دين جي سردار ۽ صدر نشيني جي باعث افتخار صدرالدين مقبول خدا آهي. جنهن جي جود و سخا جي برابر آسامن فقط هڪڙي دسترخوان وانگر آهي. آب حيات هن جي دل جي سمونڊ جو هڪ قطو آهي. خضر وانگر ان کي بہ علم لدني حاصل آهي. سندن ڳالهيون معتبر آهن. سندن بيان جي گواهي ڏين ٿيون. پاڻ مذهب جو اڳواڻ ۽ عام و خاص ۾ مشهور آهي. خوش نصيبن کين ٻن جهانن سان تعبير ڪيو آهي. شيخ بهاءُ الدين ذڪريا لاءِ پاڻ فرمائين ٿا تہ: "من کہ رواز نيک و بد بدبر تافتم، اين سعادت از قبولش يافتم."

ترجمو: "مون سنائي ۽ خرابي کان منهن ڦيري، هي سعادت کين ئي قبول ڪري حاصل ڪئي آهي."

حضرت شيخ صدرالدين عارف پنهنجي والد بزرگوار وانگر ارشاد و تلقين سان گڏ درس و تدريس جو شوق رکندا هئا. پاڻ بنا ڪنهن امتياز جي هر ڪنهن کي درس ڏيندا هئا. "ڪنورالفوائد" شيخ صدرالدين عارف جي ملفوظات جو مجموعو آهي. هن ۾ اهي نصيحتون آهن. جيڪي صدرالدين عارف پنهنجي مريدن کي ڪندو هو. انهن مان ڪجھ هيٺ ڏجن ٿيون:

"حديث قدسي ۾ آيو تہ الله تعاليٰ فرمايو آهي تہ: "لااِلہ الاالله منهنجو قلعو آهي، جيڪو هن ۾ داخل ٿيندو اهو منهنجي عذاب کان بچي ويندو."

الله تعاليٰ فرمائي ٿو: اي ايمان وارو رب پاڪ جو ذڪر ڪثرت سان ڪريو. جڏهن رب پاڪ ڪنهن سان پاڻ پلائي ڪرڻ چاهي ٿو تہ هن جو نيڪن ۾ نالو لکي ٿو. زبان سان ذڪر ڪرڻ جي طاقت بخشي ٿو. زباني ذڪر ۾ ترقي ڏئي قلبي ذڪر تائين بہ پهچائي ٿو. اهو ان ڪري جو جيڪڏهن زبان خاموش ٿي وڃي تہ قلبي ذڪر بہ جاري رهي. هن کي ذڪر ڪثير چوندا آهن. هن قسم جي رسائي ان کي ٿيندي آهي، جيڪو هر ڪنهن برائي کان پرهيز ڪري.

”ايمان جي نشاني هيءَ آهي تہ نيڪي ڪرڻ سان خوشي محسوس ٿئي ٿي ۽ بديءَ مان دل بيچين محسوس ٿئي ٿي.“[6]

## 4. حضرت شيخ رڪن الدين ابوالفتح ﷫ سهروردي

پاڻ شيخ صدرالدين عارف جا فرزند ۽ شيخ الاسلام بهاءُ الدين جا پوٽا هئا. پنهنجي ڏاڏي بهاءُالدين ذڪريا جا سڏا سنوان جانشين ۽ سجاده نشين هئا. ”فتويٰ صوفيہ“ سندس مريد جي تصنيف آهي. ان ۾ شيخ رڪن الدين صاحب جو ڪافي ذڪر آهي. ”مجمع الاخبار“ ۾ سندن ملفوظات ۽ خط درج آهن، جيڪي مريدن کي لکيا هئائون. سندن پيدائش 653هہ ۽ وفات 690هہ ۾ ٿي.[29] پاڻ ڪشف و ڪرامات ۽ ظاهري باطني علم رکندڙ شريعت ۽ طريقت جا صاحب هئا. ”حضرت جن جي والده جو نالو بيبي راستي هو. جيڪا پنهنجي دور جي ”رابعہ بصري“ هئي پاڻ حمل جي دوران جڏهن بہ شيخ بهاءُ الدين جي خدمت ۾ حاضر ٿيندي هئي تہ پاڻ اٿي بيهي رهندا هئا. هڪ دفعي بيبي صاحبہ کيس هٿ ٻڌي جهليو تہ ايئن نہ ڪندا ڪريو. پاڻ فرمايائون تہ: ”مان توهان جي لاءِ بہ پر توهان جي بطن ۾ جيڪا شخصيت آهي. انهيءَ لاءِ تعظيم مان بيهي رهان ٿو. اهو شخص آفتاب“ اوج ولايت و ماهتاب برج شرافت آهي.“[30] واقعي بہ جڏهن پاڻ ولادت حاصل ڪيائون تہ هزارين طالبان خدا، سندن حضور پهچي پنهنجي مراد کي پهچندا هئا. ڪين دولت ظاهري ۽ باطني پڻ نصيب ۾ هئي. سندس آڏو وقت جا سلطان خدمت ۾ پهچي عوام جيان هٿ ادب جا ٻڌيو بيٺا هوندا هئا. کيس وقت جو قبلہ حاجات چيو ويندو هو. سڄي عمر هدايت و ارشاد ۾ گذاريائين. جڏهن حضرت جن جي وفات جا ڏينهن ويجهو پهتا تہ ٽي مهينا حجري ۾ رات ۽ ڏينهن خدا جي عبادت ۾ گذاريائون. سواءِ پنج وقت فرض نماز پڙهڻ لاءِ مسجد کان سواءِ ٻئي ڪنهن بہ هنڌ نہ ويندا.“ وفات جي وقت مولانا ظهيرالدين کي سڏرائي ۽ حڪم ڏنائون تہ ڪفن و دفن جو بندوبست ڪيو وڃي. پوءِ نماز مغرب ۾ امام ٿي نماز پڙهايائون، پوءِ نفلن پڙهندي مسجد ۾ ئي وفات ڪيائين.“[31] کيس اولاد ڪو نہ هو تنهن ڪري سندس ڀائٽيو محمد اسماعيل سندن جانشين ٿيو. سندس مزار ملتان شريف ۾ آهي.

مجمع الاخبار ۾ سندن خط ۽ ملفوظات درج آهن. انهن مان ڪجهہ ملفوظات ۽ خطن جا ٽڪرا هيٺ ڏجن ٿا. پاڻ هڪ خط ۾ لکن ٿا:

”عزيزو! توهان کي ياد رکڻ گهرجي تہ انسان ٻن چيزن جي مجموعي جو

نالو آهي. هڪ صورت ٻي صفت ۽ سڀ کان اهم تعريف صفت آهي.

صورت جي ڪا به قيمت نه آهي. رب پاڪ توهان جي صورتن کي نه پر اعمالن ۽ دلين کي ڏسندو آهي. صفت جو ظهور حقيقي طور آخر ۾ ٿيندو. اتي هر صفت هڪ ظاهر صورت ۾ ايندي. چاڪاڻ ته آخرت ئي اهو انعام آهي، جتي هر چيز جي حقيقت ظاهري صورت ۾ نظر ايندي.

چو ميداني هر آنچه ڪاري دردي،
آخر بهم حال نکو ڪار به.

ترجمو: ”توکي خبر آهي ته جيڪو پوکبو آهي، اهو ئي لڻبو آهي ته پوءِ هر حال ۾ نيڪيءَ جو ٻج پوکڻو آهي.“

عقلمند لاءِ اها نصيحت دنيا ۽ آخرت جي سيني ڪمن جي سعادت لاءِ ڪافي آهي. الله تعاليٰ ٿي نيڪي جي ڪمن ۾ توفيق ڏئي ٿو. پاڻ سڻن عملن ڪرڻ لاءِ اهو به فرمايو اٿن ته انسان پنهنجي سيني عضون کي مڪروهه شين کان پري رکي ۽ فضول ماڻهوءَ جي صحبت کان پري رهي. جيڪا چيز رب پاڪ کان تعلق ختم ڪرائي. اهو ڪوڙي ۽ ڪِني آهي. پاڻ اهو به فرمايائون ته پليتائي جا ٻه قسم آهن. هڪ دل جي پليتي ۽ ٻي جسم جي. عورت سان ملڻ جي شرعي حق کان پوءِ بدن ناپاڪ ٿي وڃي ٿو ۽ خراب ماڻهن جي صحبت ۾ ويهڻ سان دل ناپاڪ ٿيندي آهي. جسم جي پليتي پاڻيءَ سان ۽ دل جي پليتي سچي دل سان توبه تائب ٿي روئڻ سان ڌوپبي آهي. ان بعد فرمايائون ته پاڻيءَ ۾ ٽي اوصاف هوندا، ته پاڻي پاڪ ليکيو ويندو آهي. اهي صفتون آهن. رنگ، خوشبوءِ ذائقو. شريعت ۾ وضو، گرڙي، ڪرڻ ۽ نڪ ۾ پاڻي وجهڻ، ان ڪري اهم آهن جو گرڙي ڪرڻ سان پاڻيءَ جو ذائقو ۽ نڪ ۾ وجهڻ سان پاڻي جي خوشبوءِ جي ڄاڻ پئي ٿي.“[4]

## 5. حضرت شيخ نجيب الدين متوڪل رحمة الله عليه

شيخ صاحب، شيخ فريدالدين شڪر گنج جو ڀاءُ ۽ خليفو هو. شريعت جو سخت پابند هو. ڪنهن شخص ڪانئس پڇيو ته: توهان فريدالدين شڪر گنج جا ڀاءُ آهيو؟ وراڻيائين: بطني ڀاءُ ته مان آهيانس، باطني ڀاءُ ڪو ٻيو هوندس. پاڻ پنهنجي ڀاءُ فريد رح سان تمام گهڻو پيار ڪندا هئا. وري ان شخص پڇين ته توهان نجيب الدين متوڪل آهيو؟ پاڻ فرمايائين ته مان متاڪل (ڪائڻ وارو) آهيان. خدا ڄاڻي ڪير (توڪل ڪرڻ) وارو آهي.[33]

هن توڪل تي يقين رکندڙ شيخ صاحب کي ڪا به مستقل طور آمدني ڪو نه هوندي هئي. اها به ڄاڻ ڪو نه هوندي هيس ته ڪهڙو سال، مهينو ۽ تاريخ آهي. گهر ۾ پئسا رکيل آهن يا نه. اهل اولاد هوندي به روزيءَ جو فڪر ڪو نه ڪندا هئا. "هڪ ڏينهن عيد جو ڏهاڙو هو. شيخ صاحب خدا جي راهه ۾ هر شيءِ خرچ ڪري نماز پڙهڻ لاءِ هليا ويا. جڏهن واپس آيا ته ڪجهه ساٿي به گڏ هين. گهر پهچندي سيني کي عيد مبارڪ ڏيندي پڇيائون ته: "گهر ۾ ڪجهه کائڻ لاءِ آهي." جواب نه ملين. مهمانن کان معذرت گهري گهر جي ڪنڊ تي چڙهي رب پاڪ جي عبادت ۾ مصروف ٿي ويا. عبادت ڪندي، هن ڏٺو ته هڪ شخص ڏانهس اچي رهيو آهي ۽ هي شعر پڙهي رهيو آهي.

بال گفتم دلاخضر رابين،

دل گفت اگر مرا نمايد بينم.

ترجمو: دل کان پڇيم ته تون حضرت خضر کي ڏٺو آهي؟ دل جواب ڏنو اگر ڏسڻ ۾ اچي ته مان ڏسانس. هن شخص ڪجهه ڪاڌو آندو هو. پيش ڪندي چيائين توهان جي توڪل جي تعريف عرش تي فرشتا ڪري رهيا آهن. توهان ٿوري ڳالهه دل ۾ سوچيو ٿا ۽ غير ڏانهن توجهه ڪريو ٿا. شيخ صاحب وراڻيو رب پاڪ ڄاڻي ٿو ته مان پنهنجي ڪارڻ بين ڏانهن متوجهه ڪو نه ٿو ٿيان، پر دوستن جي ڪري ٿيندو هئس. بعد ۾ هن شخص چيو ته هي ڪاڌو گهروارن کي ڏئي اچو. پوءِ پاڻ هيٺ آيو. اهو ڪاڌو گهر پهچائي ۽ وري مٿي ويو ته اهو شخص غائب هو اهو شخص حضرت خضر هو.[34]

شيخ نجيب الدين جنهن به رات فاقي ۾ هوندو هو ته بيبي "سام جيڪا اندر پٽ جي پاسي ۾ رهندي هئي. اڄ به ان جو روضو عوام جي لاءِ قبله حاجات آهي. اها ڪيس ڪاڌو موڪليندي هئي. بيبي صاحبه ۽ شيخ صاحب رشتي جا ڀاءُ ڀيڻ هئا. شيخ صاحب جي مزار خواجه طيب الدين جي روضي جي رستي ۾ آهي. سندس قبر مان پڻ عظمت، بزرگي ۽ دنيا سان بي تعلقي جا آثار نظر اچن ٿا. سندس عرس 9 رمضان المبارڪ تي ٿيندو آهي. شيخ صاحب فرمائيندو هو هو ته: "جڏهن دنيا توهان وٽ اچي ته خوب خرچ ڪريو. ايئن ڪرڻ سان دولت ۾ گهٽتائي نه ايندي جڏهن ختم ٿي وڃي ته نهاريوس ئي نه.ڇاڪاڻ ته دولت پائيدار نه هوندي آهي." پاڻ هميشه عبادت ۾ مصروف هوندا هئا. ڪيس متوڪلن جو سردار ڪوٺيو ويندو هو. "سندن ولادت 599هه ۽ وفات 671هه ۾ ٿي."[35]

## 6. حضرت جلال الدين سرخ بخاري رحمة الله عليه

سيد جلال الدين جو لقب 'سرخ بخاري' آهي. پاڻ شيخ الاسلام حضرت بهاءُالدين ذڪريا ملتاني جو خليفو هو. رياضت، شريعت و طريقت، حقيقت ۽ معرفت ۾ مشهور هو. هندستان جا سيئي مشائخ، سادات امير ۽ بادشاھ تمام گهڻي عزت ڪندا هئس. سندس شجره مبارڪ حضرت امام تقي عليہ السلام سان هن طرح ملي ٿو.

"حضرت سيد جلال الدين سرخ بخاري بن سيد ابو المويد علي بن سيد جعفر بن سيد محمد بن سيد محمود بن سيد احمد بن سيد عبدالله بن سيد علي اصغر بن سيد جعفر ثاني بن امام محمد تقي ع سان هن طرح ملي ٿو.[36] ستون جد حضرت جا ٻہ نور چشم سيد عبدالله ۽ سيد اسماعيل هئا. سيد اسماعيل جي اولاد مان بکري خاندان جو وجود پيو. سيد جلال سرخ بخاري والده جي طرف کان بہ ولي الله هو. کيس پنج فرزند هئا. پهريون سيد علي ٻيو سيد جعفر، جنهن بخارا جي بادشاھ جي نياڻيءَ مان جنم ورتو. هنن ٻنهي پنهنجي نانن وٽ پرورش حاصل ڪئي. سيد جعفر بخارا ۾ رهيو اتان، هندستان آيو ئي ڪو نہ هو. ٽيون سيد احمد ڪبير، بيبي فاطمہ سيد بدرالدين جي دختر نيڪ اختر مان ٿين. چوٿون سيد صدرالدين محمد غوث، پنجون سيد بهاءُالدين احمد المشهود، بيبي طاهره سيده مان ٿين. روايت آهي تہ حضرت جن سيد سرخ بخاري کي خواب ۾ آيو ۽ بشارت ڏني تہ سيد بدرالدين جي ڇوڪري سان نڪاح ڪريو. اها ساڳي بشارت حضرت جن سيد بدرالدين بخاري رح کي بہ ڏني تہ توهان پنهنجي ڇوڪري سيد جلال کي ڏيو. اهڙي طرح هيءَ شادي خير خوبي سان ٿي.[37] سيد بدرالدين بکر جو رهاڪو هو. سيد جلال بخاري بہ پهرين بکر ۾ اچي رهيا. اتان حجرت ڪري اُچ شريف ۾ آيا. سندس ولادت 595هہ ۾ ٿي ۽ وفات 691هہ ۾ ڪيائون. سندن مزار اُچ شريف ۾ آهي. "جيتوڻيڪ حضرت جلال بخاري سنڌ ۾ دفن نہ آهي، پر گهرو تعلق سنڌ سان رهيو آهيس، هو اصل ۾ سنڌ کي ئي پنهنجو وطن سمجهندو هو."[38]

"سيد جلال سرخ کي ٽي فرزند هئا. حضرت سيد احمد ڪبير، حضرت سيد بهاءُالدين ۽ حضرت سيد محمد سندس بزرگيءَ جي عظمت جو اندازو هن فقري مان ڪري سگهجي ٿو.

"از بزرگان صحيح است، جليل القدر جامع علوم ظاهر و باطن بودند."[4]

## 7. حضرت شيخ حميدالدين ناگوري رحمة الله عليه

"شيخ صاحب جي ولادت 515هه ۾ ناگور شهر ۾ ٿي ۽ 625هه ۾ وفات ٿين."[1] سندن خاندان سعد بن زيد جي اولاد منجهان آهي. جن جو شمار عشره مبشره مان آهي. سندس مبارڪ نالو حميدالدين آهي. لقب سلطان التارڪين ۽ ڪنيت ابو احمد اٿس."[40] پاڻ خواجه معين الدين چشتي جا خليفا هئا. ڪيس لقب به خواجه چشتي ڏنو ان لقب ملڻ جو مختصر قصو هن طرح آهي.

"خواجه خواجگان معين الدين چشتي رهه هڪ ڏينهن ڏاڍا خوش نظر اچي رهيا هئا. محفل ۾ ويٺلن کي فرمايائون: اڄ اجازت جا دروازا کليل آهن. جنهن کي جيترو گهر جي سو گهري، هر ڪنهن شخص ڪائنڻ دعا گهري. ڪنهن عقبيٰ جي ته ڪنهن مال جي خواهش ظاهر ڪئي. اهڙي طرح حضرت معين الدين چشتي رح، شيخ حميد الدين کي مخاطب ٿيندي فرمايو ته: "ته توهان ڇا ٿا گهرو، توهان به دنيا ۽ عقبيٰ ۾ عزت ۽ مرتبو حاصل ڪرڻ چاهيو ٿا. پاڻ نهايت ادب مان عرض ڪيائين.

"بنده را خواستن بنا شد خواست موليٰ سنت."

(بندي جي ڪابه خواهش ڪونهي جا خواهش آهي، اها موليٰ جي خواهش مطابق آهي.) اهو ٻڌي خواجه صاحب نهايت خوش ٿيا ۽ وراڻيو.

"التارڪ الدنيا والفارغ عن العقبيٰ سلطان التارڪين حميدالدين صوفي."[41] اهڙي طرح اهو لقب خواجه چشتي طرفان عطا ٿين. سندس روزگار جو ذريعو ناگور شهر ۾ طناب ۾ ڪجهه زمين هين. جيڪا پاڻ کيڙيندو ۽ کائيندو هو. پاڻ پنهنجي وقت جا وڏا مشائخ عالم، صوفي، صاحب دل بزرگ هئا. طريقت ۾ نهايت اهم مرتبو رکندا هئا. ڪيترائي مؤرخين لکين ٿا ته: "شيخ شهاب الدين سهروردي پنهنجن ڪيترن ئي مڪتوبات ۾ لکيو آهي ته هندستان ۾ منهنجي خليفي مان هڪ قاضي حميدالدين ناگوري به آهي" اها ڳالهه اخبارالاخيار جي مصنف لکي آهي. سندن طبيعت ۾ وجد و سماع غالب هو. سماع ٻڌڻ سان سڪون ملندو هئس. سيني مشائخن ۾ سڀ کان وڌيڪ سماع سان دلچسپي ڪري وقت جا عالم سندس مخالفت ڪندا هئا. انهن سندس خلاف هڪ دستاويز تيار ڪري وقت جي بادشاهه کي ڏنو جنهن ۾ هن لکيو ته قاضي حميدالدين عشق ۽ مستي ۾ سرشار ٿي ڪلام ٿو ڪري."[42]

سندس ڪيترائي ڪتاب لکيل آهن. پاڻ شاعر بہ هو سڀ کان مشهور ڪتاب "اصول طريقہ" ۽ "طوالع شموس" اٿن. سندس ٻين ڪتابن ۾ الله تعاليٰ جي مبارڪ نالن تي بحث ٿيل آهن. جن ۾ خوبصورت ۽ دل کي راحت ڏيندڙ ڳالهيون لکيل آهن. جيڪي مومنن جي دلين تي جلدي اثر ڪن ٿيون. پاڻ علم و شريعت ۽ طريقت تي مڪمل دسترس رکندا هئا. سندس ڪجهہ ملفوظات ۽ حڪايتون هيٺ ڏجن ٿيون.

فرمايو اٿن: مراتب راهہ جو پهريون مرتبو علم آهي علم حاصل ڪرڻ ضروري آهي، ڇاڪاڻ تہ علم کان سواءِ عمل درست نہ هوندو آهي. مراتب طريقت جو ٻيو مرتبو عمل آهي، ڇاڪاڻ تہ عمل کان سواءِ نيت جو ڪوبہ وجود ڪونهي. مراتب درگاهہ جو ٽيو مرتبو نيت آهي. نيت صحيح هئڻ گهرجي. ڇاڪاڻ جو صحيح نيت کان سواءِ ڪوبہ عمل ڪو نہ ٿيندو آهي. چوٿون مرتبو صدق آهي، صدق جو هئڻ ضروري آهي. پنجون مرتبو عشق آهي، عشق ان ڪري ضروري آهي، جو هن کان سواءِ توجهہ درست نٿو ٿئي. ڇهون مرتبو توجهہ آهي، توجهہ ان ڪري ضروري آهي جو ان کان سواءِ سلوڪ ظاهر نٿو ٿئي. ستون مرتبو سلوڪ آهي، سلوڪ ان ڪري ضروري آهي، جو ان کان سواءِ پيش گاهہ جو دروازو نٿو کلي. اٺون مرتبو پيش گاهہ آهي. ان جو دروازو کلڻ کپي. ان جي کلڻ سان مقصود ظاهر ٿئي ٿو اصحاب طريقت جي راهہ ۾ داخل ٿي، منزل جان و دل کان ٻاهر اچي وحدت جي اعليٰ منزل تي پهچڻو آهي.[43]

اهڙي طرح شيخ حميدالدين رحہ شيخ بهاءُالدين ذڪريا سان فقر وغنا جي سلسلي ۾ خط و ڪتابت ڪندو رهندو هو. سندس باري ۾ 'اخبارالاخيار' ۾ ٻين ڪتابن جي حوالي سان ڪيتريون ئي ڳالهيون ڏنل آهن. انهن مان ڪجهہ هيٺ لکجن ٿيون. پئرا فوائد الفوائد جي مصنف (مير حسن دهلوي) شيخ فريد الدين جي سماع جي ذوق جي باري ۾ هڪ تصو هن طرح لکيو آهي: هڪ ڏينهن شيخ فريد کي سماع جي ٻڌڻ جو شوق ٿيو پر ان وقت محفل ۾ ڪو نعت خوان ۽ غزل گو موجود ڪو نہ هو. ان وقت بدرالدين اسحاق کي فرمايائيون (جو سندس خاص مريد هو) قاضي حميدالدين ناگوري جيڪي مون ڏانهن خط موڪليا آهن، سي ڪڍي اچ. بدرالدين حجري مان خطن سان ڀريل پيتي ڪڍي آيو. ان مان جيڪو پهريون خط نڪتو ان ۾ هيئيون احوال لکيل هو. "فقير، حقير ڪمزور ناتوان محمد عطا جيڪو درويش جو خادم آهي، اهو هنن جي قدمن جي خاڪ پنهنجي اکين ۽ متي ۾ برڪت طور مليندو آهي." بدرالدين اجا ايترو ئي خط پڙهيو تہ شيخ فريد الدين تي حال ۽ وجد جي ڪيفيت طاري ٿي وئي، ان وقت خط جي هيءَ

رباعي ياد پڙهي:

"آل عقل کجا کہ در کمال تو رسيد،
آن روح کجا کہ در جلال تورسيد،
گيرم کہ تو پرده برگفتي ز جمال،
آن ديده کجا کہ درجمال تورسيد."

ترجمو: مان اهو عقل ڪٿان آڻيان، جيڪو تنهنجي ڪمال جي گهرائين تائين مون کي پهچائي ۽ اهو روح ڪٿان آڻيان، جو تنهنجي جلال ۽ حقيقت کي ڳولي سگهي. مان چڱي طرح سمجهان ٿو تہ توهان پنهنجي جمال جو پردو هٽائي ڇڏيو آهي. مگر اهي نيڻ ڪٿان جي آڻيان تنهنجي جمال کي ڏسي سگهن.

قاضي صاحب جو اهم ڪتاب طواعي سموس آهي. "هيءَ حقيقت ۾ اهڙي تصنيف آهي، جيڪا تحقيق تي مبني آهي، جنهن ۾ حقيقت جا اسرار آهن. هن ڪتاب ۾ "هو" اسم اعظم جي تشريح ڪئي وئي آهي. هن جون ايتريون تہ معنائون لکيون ويون آهن، جن جو ادراڪ ٿيندو آهي. حرف (ھ) جڏهن تہ الف سان ملندو آهي تہ محبوب جي آواز جي طرف اشارو ڪندو آهي. يعني (ها) اهو آواز آهي، جنهن ذريعي محبوب پنهنجي محب کي سڏيندو آهي. جيئن رب پاڪ فرمائي ٿو (ياايها الذين آمنوا) اي ايمان وارو! حرف (ھ) کان پوءِ جڏهن بہ ڪو حرف علت اچي ٿو اهو محبوب جي آواز جي طرف توجهہ ڇڪائي ٿو. جيئن (هو) ذريعي محبوب پنهنجي محب کي آواز ڏيندو آهي ۽ اهو سڏ خدا جي طرف اهو سڏ آهي، جيڪو مصيبت زده عاشقن کي پنهنجي طرف سڏي ٿو. جيئن هو الله جي طرف متوجهہ ٿي ٻوڙن، عاشق پنهنجي دل ۾ خدا کي ياد ڪندا آهن. تہ جيئن (هو) مان محسوس ٿيڻ واري خوشبوءِ سان هو ملن. جڏهن عالم عشق ۾ ذوق ۽ شوق وارن سان زيادتي ٿئي ٿي تہ ها ۽ هو جي صدا بلند ٿئي ٿي. جو عظيم ۽ بلند ترين مقام آهي. "هو" اهو آواز آهي، جتي موجود ازلي ۽ لم يزلي جي طرف اشارو آهي. اهڙي طرح هو جون ڪيئي تشريحون ڪيل آهن.

قاضي حميدالدين جي مزار خواجہ قطب الدين جي مزار جي پيرن جي طرف آهي. سندس وفات 625ھ ۾ ٿي.

# سنڌ جا سهروردي بزرگ

## حضرت پير پٺو رحمة الله عليه:

پير صاحب جو اصلي نالو حسين بن راڃپار بن ڪاهو بن سخير بن سخيرو آهي. ذات جو اپلان هو. سنڌس ماءُ مبارڪ جو نالو سلطاني، ڌيءَ مراد بن شرفو آهي. (45) سنڌ ۾ تمام گهڻي مقبوليت هئس. پاڻ ڪماليت جو درجو رکندا هئا. وڏي تصرف جو مالڪ هو. ٺٽي کان پنج ڪوهه پهاڙيءَ تي سندس مقبرو آهي، اتي ئي رب پاڪ جي يادگيري ۾ مشغول رهندو هو. ذڪر ۾ اهڙو ته محو هوندو و جو کاڌي پيتي جي پرواهه ئي ڪا نه هوندي هيس. هميشه روزي ۾ رهڻ جي ڪوشش ڪندو هو. روزو به وڻن جي پنن تي کوليندو هو مگر آبادي ڏي رخ نه ڪندو هو."

"هڪ ڏينهن شيخ بهاءُ الدين ملتاني ۽ قلندر لعل شهباز سير ڪندي اچي انهيءَ ٽڪري وٽان گذريا ته هنن کي اندر جي صفائي سان معلوم ٿيو ته هت ڪو بزرگ رهي ٿو. ڳولا ڪيائون هيءُ بزرگ هڪ غار جي ڪنڊ مان کين مليو. پير پٺي کي، به ڪشف جي ذريعي معلوم ٿيو ته شيخ بهاءُ الدين جي منزل ۽ مرتبو خدا پاڪ وٽ گهڻو بلند آهي، سو پاڻ مخدوم بهاءُ الدين کان بعيت حاصل ڪري کانئس تلقين ورتائين." (46) ان بعد هي ٻي بزرگ هليا ويا ۽ پاڻ ساڳئي هنڌ ياد خدا ۾ مشغول ٿي ويو.

"شيخ بهاءُ ملتاني جي تلقين حاصل ڪرڻ بعد پير صاحب تمام گهڻو مشهور ٿيو. هن هدايت ۽ ارشاد جي صاحب جو زندگيءَ جو سج سال 606هه ۾ غروب ٿيو. ٺٽي جا رهاڪو پير صاحب جي مزار تي وڏو ميلو لڳرائيندا آهن. هن درگاهه جي مجاورن وٽ اڳوڻن اسلامي حاڪمن وٽان مليل جاگير جون سندون آهن." (47)

## سيد محمد مڪي بکري رحمة الله عليه:

سکر ۾ بکر جا شهر آباد ڪندڙهن بزرگ جو شجرو هيٺين ريت آهي.

"محمد بن سيد شجاع بن سيد ابراهيم بن سيد زيد بن سيد جعفر بن سيد حمزه بن سيد هارون بن سيد عقيل بن سيد اسماعيل بن سيد ابوالحسن علي المختار بن سيد جعفر ڪذاب بن امام علي نقي بن امام محمد تفي بن امام موسيٰ رضا بن امام محمد ڪاظم بن امام جعفر صادق بن امام محمد باقر بن امام علي زين العابدين بن امام حسين بن امام علي ابن ابوطالب." (48)

اهو شجرو سيد محمد مڪي بکري جي مزار تي سنگ سرخ سان لکيل آهي. سيد صاحب جي والده شيخ الشيوخ شهاب الدين سهروردي بغدادي جي دختر جو فرزند ۽ شيخ صاحب جو ڏوهٽو آهي.

"سيد محمد شجاع مشهد شريف ۾ رهندو هو. اتان حرمين شريف جي زيارت تي آيو. سير ڪندي مرشدن جي مرشد شيخ شهاب الدين سهروردي جو مريد ٿيو. هي بزرگ مشهد ڏي موٽي وڃڻ کان پوءِ جلدي وفات ڪري ويو. سندس فرزند سيد مڪي پوءِ جلدي بکر ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي. "چون ٿا تہ جڏهن سيد محمد مڪي بکره (باک ڦٽڻ) جي وقت اتي داخل ٿيو تڏهن چيائين تہ: "جعل الله بکر تي في البقة المبارکة" ترجمو: الله تعاليٰ منهنجو صبح مبارڪ جاءِ ۾ ڪرايو آهي.

تڏهن کان پوءِ ماڻهن جي زبان تي انهيءَ جوءِ جو نالو "بکره" چڙهي ويو. جو آهستي آهستي بدلجي بکر ٿي ويو. ڪن جو چوڻ آهي تہ سيد صاحب کان نوڪرن پڇيو تہ منزل ڪٿي ڪئي ويندي، فرمايائين تہ جتي باک ڦٽڻ وقت بقرة (ڍڳي) جو آواز ٻڌڻ ۾ ايندو."(49)

ڪتاب مشاهير سنڌ جي جلد 3 جي صفحي 239 تي لکيل آهي تہ: "سيد محمد مڪي کان اڳ سندس والد سنڌ ۾ آيو هو." جنهن بکر بابت ڪتاب ۾ لکي ڇڏيو هو تہ هيءَ جاءِ رهڻ جي لائق آهي. سندس وفات کان پوءِ سيد محمد پنهنجي والد جي لکت موجب سنڌ جو رخ اختيار ڪيو ۽ اتي ڪيترن ئي غير مذهب وارن سيد صاحب جي هٿ تي بيعت ڪئي. پاڻ اسلام کي تمام گهڻي ترقي وٺرايائون، ڪيترائي سندن حلقہ اردت ۾ آيا. سيد صاحب کي چوڏهن فرزند تولد ٿيا. هڪ سئو ڇهن سالن جي عمر ۾ وفات ڪيائون. سندن اولاد سنڌ کان سواءِ هندستان ۽ پاڪستان جي مختلف شهرن ۾ رهي ٿو.

## حضرت لعل شہباز قلندر رحمة الله عليه:

قلندر سيوهاڻي جو اصل نالو حضرت عثمان مروندي هو. 538هہ ۾ آذربائيجان جي هڪ ڳوٺ مروند ۾ تولد ٿيا هئا.

حضرت عثمان مروندي جو نسب نامو 13 پيڙهين کان پوءِ امام جعفر "صادق" سان ملي ٿو جيڪو هن طرح سان آهي. "سيد عثمان بن سيد ڪبيرالدين بن شمس الدين بن سيد نور شاهہ بن سيد محمود شاهہ بن سيد احمد شاهہ بن سيد هادي شاهہ بن سيد مهدي بن شاهہ سيد بن سيد غالب بن

سيد غالب شاھ بن سيد منصور شاھ بن سيد اسماعيل شاھ بن امام جعفر صادق."[50]

## حضرت لعل شهباز جن جي تعليم:

حضرت لعل شهباز قلندر ننڍپڻ ۾ قرآن پاڪ حفظ ڪيو. پنهنجي علائقي ۾ فارسي ۽ عربي علم پڙهيا ۽ مهارت حاصل ڪيائون. ان کان پوءِ جواني ۾ ٺي مروند کان نڪتا ۽ بابا ابراهيم ڪربلائي جي خدمت ۾ پهچي سندن حلقھ عقيدت ۾ داخل ٿيا. حرمين شريف، نجف اشرف ۽ حضرت عبدالقادر جيلاني جي مزارن جون زيارتون ڪندي وطن موٽي آيا. تقريباً سئو سالن جي عمر ۾ ملتان آيا. ان وقت ۾ غياث الدين بلبن جو فرزند شهزادو محمد اتان جو گورنر هو. جيڪو علم دوست ۽ الله وارن جو قدردان هو. شهزادو محمد سندن خدمت ۾ حاضر ٿيو. کين ملتان ۾ هميشھ لاءِ رهڻ جي گذارش ڪيائين، پر پاڻ ڪجھ عرصو ملتان ۾ رهي سيوهڻ شريف آيا. حضرت قلندر لعل شهباز مخدوم جلال جهانيان اچ واري، شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتان واري ۽ شيخ فريدالدين شڪر گنج دهلي واري جو دوست هو. پاڻ عالم، فاضل ۽ اولياءُ هو. مست قلندر بھ هو تھ شاعر بھ هو."[51]

## سيد عثمان جو لقب

حضرت لعل شهباز اڪثر ڳاڙهو لباس پائيندا هئا. ان ڪري کيس "لعل سائين" بھ سڏيندا هئا: سندن سلسلو قلندري هو. هن طريقي جي باري ۾ "قلندر نامي" جي مؤلف حڪيم فتح محمد سيوهاڻي جي دعويٰ آهي تھ سلسلھ قلندري امام زين العابدين جي واسطي سان حضرت محمد ﷺ جن تائين پهچي ٿو. چاڪاڻ تھ هي سلسلو سيد جمال الدين کان حضرت علي بن موسيٰ رضا، امام جعفر صادق، امام زين العابدين ۽ حضرت علي کان ٿيندو آخري نبي محمد ﷺ جن تائين پهچي ٿو. موج ڪوثر جي مصنف جناب شيخ اڪرام برٽن 'هسٽري آف سنڌ' جي حوالي سان لکيو آهي تھ: "پاڻ وڏو عالم و فاضل ماهر لسانيات ۽ فارسي زبان جو بلند پايھ شاعر هو."

## حضرت لعل شهباز جي وفات

حضرت لعل شهباز جن جي تاريخ وفات 688ھ ۾ آهي.

سندن آخري آرام گاھ سيوهڻ شريف ۾ آهي، جتي سندن عرس مبارڪ 18، 19 ۽ 20 شعبان تي ٿيندو آهي. سندس روضو فيروز شاھ جي دور

حڪومت ۾ سيوستان جي گورنر ملڪ رڪن الدين عرف اختيارالدين ٿرايو هو.

## حضرت شاهہ صدر الدين لڪياري رحمة الله عليه:

حضرت شاهہ محمود عرف حضرت شاهہ صدر بن شاهہ محمد بن شاهہ حسين بن شاهہ ڇڪن بن شاهہ علي مڪي، روشن نشانين ۽ ظاهر ڪرامتن جو مالڪ وقت جو ڪامل ولي، زماني جي ولين جو سردار يا تاج سادات جو فخر ۽ جملي برڪتن جو جامع هو. سندن اولاد برصغير ۾ نجيب خاندان ۽ اصل گهراڻي هجڻ ۾ مشهور آهي. سندن مقبرو سيوهڻ تعلقي ۾ پراڻي ضلعي دادوءَ هاڻوڪي ضلعي ڄامشورو جي ڳوٺ لڪي ۾ آهي.

سيوهڻ تعلقي جي ايراضي کي قديم زماني ۾ سيوستان جي نالي سان ياد ڪيو ويندو هو. هن علائقي جا مکيہ ماڳ جهڙوڪ لڪي ۽ سيوهڻ، شوپنٽ وارن جا مرڪز هئا. ان مرڪزيت جي ڪري سڄي علائقي کي شيوستان يا شوواهڻ ڪري سڏيو ويندو هو.

حضرت شاهہ صدر جو جدامجد علي مڪي هاشمي عباسي گهراڻي جي دور حڪومت ۾ سنڌ ۾ تشريف فرما ٿيو. مرزا قليچ بيگ ”قديم سنڌ“ ۾ لکيو آهي تہ: ”علي مڪي محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيو.“[52]

حضرت علي مڪي کي چار فرزند هئا. تحفة الڪرام ۾ انهيءَ جا نالا هن ريت آهن. سيد محمد، سيد مراد، سيد حاجي عرف پرڪيو ۽ سيد چڱو چوٿين فرزند شاهہ چڱي جي اولاد مان پير سائين پاڳارو روضي ڌڻي جو اولاد آهن. مير قانع سيد چڱو لکيو آهي، پر حقيقت آهي ۾ راشديہ شجري ۾ اهو نالو سيد ڇڪن لکيل آهي. چڱو يا ڇڪن خالص سنڌي نالا آهن. انهيءَ ڳالهہ مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو تہ حضرت علي مڪي سنڌ ۾ محمد بن قاسم کان اڳ آيل آهي.

”سيد علي مڪي جي چوٿين پيڙهي مان شاهہ صدر آهي، جنهن جي پوري برصغير ۾ هاڪ هئي. هن سان ملڻ لاءِ پري پري کان ماڻهو ايندا هئا، ساڻن ملاقات لاءِ مخدوم جهانيان اُڇ شريف وارو، خواجہ معين الدين چشتي، غوث بهاءُ الدين ملتاني ۽ قلندر لعل شهباز سيوهاڻي مروندي ڏورانهان ڪشالا ڪڍي سيوستان پهچي سندس زيارت ڪندا هئا.[53] ۽ ڪانئن درس حاصل ڪري وڃي جهالت خلاف جنگ جوٽيندا هئا.

پنهنجي خاندان مان سيد صلاح الدين کي پنهنجي اسلامي لشڪر جو

سپهه حضرت شاهه صدرالدين جي فڪر جي اثر هيٺ برصغير ۾ ڪيترائي مانجهي مرد پيدا ٿيا. جنهن مان ويهين هين صدي جي اوائل ۾ حضرت پير صبغت الله شاهه شهيد هو جنهن انگريزن خلاف جنگ لڙي هئي. شاهه صدرالدين، شاهه صدر جي نالي سان مشهور سهروردي بزرگ آهي."[54]

## شيخ طاهر اڏيرو لعل سهروردي رحمة الله عليه

سنڌ صدين کان صوفي سونهارن جي سرزمين رهي آهي، هن منڍي ۽ سهڻي ڌرتيءَ هر دؤر ۽ هر زماني ۾ ڪيترائي ماڻڪ موتي ۽ هيرا لعل پيدا ڪيا آهن. شيخ طاهر اڏيرو لعل به انهن مان هڪ املهه ماڻڪ آهي.

شيخ طاهر جي تاريخ پيدائش جو ڪٿي به ذڪر نٿو ملي. چيو وڃي ٿو ته هو شيخ بهاءُ الدين ذڪريا ملتاني جو مريد آهي.

"اصل ۾ هو هندو هو. مزدوري ڪري ڪجهه ڪمائيندو هو. هڪ ڏينهن اوچتو ئي اوچتو دل ۾ الله تعاليٰ جي نالي سکڻ لاءِ شيخ بهاءُ الدين جي خدمت ۾ وڃي پهتو. جڏهن شيخ جي نظر ڪيميا اثر، سندس وجود تي پئي، تڏهن اتي جو اتي هن جي حالت ئي بدلجي وئي. مسجد جي منبر تي چڙهي خطبو پڙهيائين. ان کان پوءِ مرشد کان تلقين حاصل ڪري مريد ٿيو. ان کان پوءِ هو سنڌ ۾ اچي جهيجي جي ڳوٺ ۾ رهيو ۽ اتي ئي وفات ڪيائين."[55]

هندو کيس لال اڏيرو سڏيندا آهن ته مسلمانن ۾ وري شيخ طاهر جي نالي سان مشهور آهي.

شيخ بهاءُ الدين ذڪريا جي مريد هجڻ واري حالت ۾ شيخ طاهر لال اڏيرو 7 صدي جو زبرگ سمجهڻ گهرجي، اگرچه هن جي تاريخ وفات ميسر نه ٿي آهي.

## مخدوم محمد جعفر بوبڪائي رحمة الله عليه:

سنڌ جي وڏن علمي مرڪزن مان دادو ضلعي ۾ بوبڪ به ڪنهن زماني هڪ وڏو علمي مرڪز هو. هي شهر سيوهڻ کان ٻن ڪوهن جي مفاصلي تي آهي. اهو نالو هن شهر تي ڪيئن پيو. ان سلسلي ۾ بوبڪ ۾ اتي جي ڪن دوستن کان پتو پيو ته بوبڪ ۾ هڪ گاهه ٿيندو آهي، جيڪو ٻئي هنڌ نه ٿيندو آهي. انهيءَ مناسبت سان شهر تي اهو نالو پيو. ڪن دوستن وري ٻڌايو ته بوبڪ ٻن لفظن مان جوڙيو ويو آهي. بوءِ ۽ بڪ. هتي مڇي جي واپار ۽ شڪار ڪري هي ٻئي شيون ملن ٿيون. ان ڪري شهر تي اهو نالو پيو. پر تحقيقي

ڳالهه اها آهي، جنهن کي مخدوم محمد جعفر پنهنجي جڳ مشهور عربي ڪتاب "المتانت في مرمة الخزانة" جي حاشيي ۾ لکيو آهي ته: هن شهر جي رهاڪن جي وڏي جو نالو ابوبڪر هو. جنهن اهو شهر آباد ڪيو ۽ شهر تي ان جو نالو پيو. اڳتي هلي ابوبڪر مان بوبڪ بڻجي پيو.

هن شهر ۾ صدين کان نبي سڳوري ﷺ جي چاچي حضرت عباس بن عبدالمطلب جي اولاد مان هڪ خاندان عباسي رهندو اچي. جن کي علم سان مشغولي رکڻ ڪري قبيله در قبيله مخدوم سڏيو ويندو آهي. هي گهڻو اڳ صدين کان عباسي سڏبا اچن. هن خاندان مان وڏا علامه ۽ بزرگ سنڌ ۾ پيدا ٿيندا آيا آهن. هن خاندان مان مخدوم محمد جعفر وفات ڏهين صدي جي پڇاڙي، وڏي علمي شهرت جو مالڪ ٿي گذريو آهي. هن مخدوم جي شهرت ۽ ناماياري نه رڳو سنڌ ۽ هند ۾ رهي آهي، پر اسلامي ملڪن ۽ دنيا جي علمي مرڪزن ۾ پڻ رهي آهي ۽ اتي سندس تصنيف ڪيل ڪتاب علمي لائبريرين ۾ موجود آهن.(56)

پاڻ ضلعي دادو جي وڏي بزرگ ۽ محدث علامه طاهر پٽ شيخ يوسف پاتائي، برهانپوري ۽ علامه حڪيم محمد عثمان بوبڪائي سنڌي، مخدوم عبدالڪريم ميران پٽ علامه يعقوب بوبڪائي جا شاگرد هئا. اهي ٻئي بزرگ شيخ طاهر يوسف صديقي پاتائي ۽ حڪيم محمد عثمان بوبڪائي، جڏهن سنڌ کان لڏي وڃي برهانپور (هندستان) کي وسايو. تڏهن هندستان جي اڪيچار عالمن ڪانئن فيض پرايو ۽ خاص طرح انهن کان علم حديث حاصل ڪري هندستان ۾ ڦهلايو.

تاريخ معصومي جو مصنف، علامه بوبڪائي بابت لکي ٿو ته: "مخدوم ميران پٽ مولانا يعقوب سهڻين صفتن ۽ پسند پيل اخلاق سان معروف ۽ مشهور هو. علم منقول ۽ معقول ٻنهي جو جامع هو. گهڻن شاگردن انهن کان علم پرايو. مختلف علوم ۾ ڪين مهارت هئي. ڪجهه وقت ميرزا شاهه حسن، مخدوم عبدالڪريم جي خدمت ۾ علم پرايو ۽ نيٺ ۾ آخرت جي گهر ڏانهن رحلت ڪري ويا. ان جي تاريخ وفات "وارث الانبياء" (949هه) لفظ مان نڪري ٿي. اهو ساڳيو احوال سيد حسين عربي تذڪره نزهة الخواطرج 4 صفحه 445، 446 تي تاريخ معصومي جي حوالي سان آندو آهي. سندس قبر مڪلي جبل تي آهي.

علامه مخدوم محمد جعفر متانة ڪتاب جي مؤلف پنهنجي پيءُ مخدوم عبدالڪريم کان علم حاصل ڪيو. سندس حديث جي هڪ سند کان معلوم

ٿيو تہ ان دنيا جي مشهور محدث سيد محمد بن مڪي کان حديث جو علم پڙهيو. مخدوم محمد جعفر نہ رڳو شرعي علمن ۾ معتبر هو، پر حڪمت، نجوم، جعفر ۽ رمل ۾ بہ وڏي مهارت رکندو هو."[57]

"مخدوم محمد جعفر پٽ مخدوم ميران، جنهن جو ذڪر اڳ گذري چڪو آهي، ڪمالات جو جامع ۽ وقت جو وڏو عالم هو ۽ هو مخدوم نوح ﷫ جو همعصر هو. ڳالهہ ٿا ڪن تہ هڪ ڏينهن مخدوم نوح فرمايو تہ مان هنن اکين سان خدا کي ڏسان ٿو. تڏهن مخدوم محمد جعفر کين چيو تہ ايئن نہ آهي، توهان پنهنجي رب کي هنن ٻن اکين سان نہ ڏٺو آهي، توهان پنهنجي خادم کي چئہ تہ توتي اها حالت طاري ٿئي تہ اهو تنهنجي اکين کي بند ڪري ان کان پوءِ بہ جيڪڏهن ديدار جاري آهي تہ پڪ ڄاڻ تہ اهي اکيون هي اکيون نہ آهن، بلڪ اهي دل جون اکيون آهن. پوءِ نيٺ مخدوم نوح رح ايئن آزمايو جيئن مخدوم جعفر ﷫ چيو هو ۽ کيس مخدوم جعفر جو چوڻ حق معلوم ٿيو تڏهن مخدوم نوح فرمايو تہ:

"جي نہ جي ها جعفر تہ نوح ٿئي ها ڪافر."[58]

مخدوم محمد جعفر وقت جو عجيب انسان هو سندس فضل ۽ ڪمال اڄ تائين سندس اولاد ۾ هليو اچي. مير علي شير قانع لکيو آهي تہ: "مخدوم عبدالغني ۽ مخدوم نورالدين جن مان هر هڪ ڪمال ۽ فضل جا مالڪ هئا. ٻئي مخدوم جعفر جي اولاد مان هئا. انهن مان هڪ مراد ياب خان ۽ ٻيو غلامہ شاهہ جي دؤر ۾ گذاري ويو آهي. مير قانع انهيءَ ساڳئي صفحي تي لکي ٿو تہ: بوبڪان هڪ جاءِ جو نالو آهي، جيڪو اهل الله جو مسڪن رهيو آهي. انهن مان مخدوم جعفر بہ هو.

(مير علي شير قانع) ٻئي پنهنجي ڪتاب 'مقالات الشعرا' ۾ لکيو آهي تہ مخدوم محمد جعفر پٽ مخدوم ميران جيڪو شاهہ حسن بيگ ارغون جي استادن مان هو. ان جي قبر مڪلي جبل تي آهي. مخدوم جعفر علم ۽ وڏين نشانين جو مالڪ هو. علم نجوم ۽ رمل ۾ سندن ڪو نظير ڪو نہ هو. انهن علمن ۾ ڪائنئن جيڪي ڪارناما ظاهر ٿيا، انهن مان ڪجهہ مختصر واقعا بيان ڪجن ٿا.

مخدوم محمد جعفر جهان آباد شهر ڏانهن ويجي رهيو هو جڏهن لاهور پهتو تہ سندس سفر جو خرچ پکو کُٽي ويو. سو شهر جي ان آڳاٽن حڪمين جي طرز تي ميون سان ڀريل باغ تيار ڪيو. جو رڳو ڏسڻ ۾ هو جنهن کي شهر

جي هڪ سرمائيدار وٽ ڳھہ رکيو ان مان ڪيس سفر جو خرچ ملي ويو. جڏهن مخدوم صاحب جهان آباد سفر ڪري موٽيو تہ اهو نيڪيدار باغ مان تمام گهڻو ڪمائي رهيو هو. مخدوم صاحب اچڻ سان اهو باغ ڳھہ مان ڇڏايو ۽ پوءِ ان کي نظرن کان غائب ڪري ڇڏيائين.

هيءَ ڳالھہ بہ مخدوم صاحب بابت مشهور آهي جا نهايت عجيب آهي، هڪ بادشاھہ ڪانئس پھرين تاريخ جي چنڊ بابت پڇيو. مخدوم جعفر هڪ رات مقرر ڪئي تہ ٻين ٻي رات ٻڌائي، مخدوم جڏهن زائچي ۽ جنتري سان حساب ڪيو تہ ڪيس ٻين نجومين جي ڳالھہ حق تي لڳي، نيٺ مخدوم صاحب پنهنجي ڳالھہ مڃائڻ لاءِ علم جي زور تي آسمان ۾ هٽرادو چنڊ ٻيهاري ڇڏيو ۽ نجومين جي خطا پڌري ٿي. ايندڙ رات تي هميشہ وارو چنڊ اڀريو اهڙي طرح ٻہ چنڊ اُڀري بيٺا، ماڻھو حيران ٿي ويا، مخدوم صاحب اصل ڳالھہ عوام کي ٻڌائي پنهنجو چنڊ گم ڪري ڇڏيو.

سندس تصنيفون گھڻيون آهن. سندس ڄمڻ، پرورش لهڻ ۽ دفن جي جاءِ بوبڪ آهي، هي شهر سيوهڻ تعلقي پراڻي ضلعي دادو ۽ هاڻي ضلعي ڄامشوري ۾ آهي. سندس مشهور ڪتابن جا نالا هيٺ ڏجن ٿا.

1. الصادق المنصف 2. حاصل النهج (فارسي) 3. نہ القلم (عربي) 4. عجانة الطالبين 5. فتح الدين (فارسي) 6. حل القعد (المتانة في مرمة الخزانة، عربي) فقہ حني.

## حضرت مخدوم نوح سهروردي هالائي رحمة الله عليه:

صاحب ڪرامت و فتوح حضرت مخدوم نوح ولد مخدوم نعمت الله ولد مخدوم محمد اسحاق ولد مخدوم شهاب الدين ولد مخدوم فخرالدين سهروردي صديقي هالائي.

مخدوم صاحب ڏهين صديءَ ۾ صديقي خاندان مان تمام وڏو بزرگ عارف بالله ٿي گذريو آهي. هالا شهر ۾ هي ٿي بزرگ (فخرالدين) سڀ کان پھريان اچي مقيم ٿيو. جتي قوم هالا ۽ لاکا مان شادي ڪيائون ۽ اتي ئي پنهنجي اولاد سان حياتي گذارڻ لڳو. اصل خانداني طرح پيري مريديءَ جو سلسلو بہ جاري ٿيل هو ۽ مخدوم نعمت الله مخدوم نوح جي والد سڳوري جا بہ ڪيترائي معتقد ۽ مريد هئا ۽ هن فرزند ارجمند جي ولادت باسعادت جون پيشنگوئيون بہ ڪيترن درويشن جي واتان ٻڌي چڪو هو. خصوصاً مخدوم نوح هوتياڻي ڪيبراڻي ۽ ٻين ولين جون بشارتون مشهور ٿيل هيون.

مخدوم نوح صاحب سن 911ھ ۾ تولد ٿيو. ستن ڏينهن جا مس هئا تہ ٻانگ ٻڌڻ کان پوءِ صاف زبان سان ڪلمو شهادت پڙهيائون. جنهن کي سون ماڻهن ٻڌو. چوڏهن سالن جي ڄمار ۾ مخدوم عربي ديانہ جي مدرسي ۾ قرآن شريف پڙهڻ واري زماني ۾ هڪ ڏينهن نديءَ تي غسل ڪري ڦرهي ميساري رهيو هو تہ اوچتو ڪشف واري حالت ۾ سيدنا محمد مصطفيٰ ﷺ ۽ سيدنا علي رضہ جي زيارت جو شرف حاصل ٿيس ۽ انهيءَ ڦرهي تي حضور ﷺ، جن ڪجهہ ستون لکي ڏنس ۽ کيس سبق ڏنائين. جنهن کان پوءِ سمورا علوم متس کلي پيا ۽ انهيءَ ڏينهن لاالہ الاالله جي ذڪر جي تلقين ڏيڻ جي اجازت بہ ملين. انهيءَ ڏينهن حضرت سيدنا ابوبڪر صديق رضي الله عنه فرمايو تہ: اسان جي اولاد مان آهي. ساڳيءَ طرح پيغمبر ﷺ بہ فرمايو تہ اسان جي اولاد مان بہ آهي.

مخدوم صاحب: هڪ خوش مزاج ۽ نرم طبع شخص هو ۽ پنهنجي مريدن ۽ معتقدن کي يار يا سنگتي ڪري سڏيندو هو. عبدالرحيم خان خانان فاتح سنڌ ٺٽي تي ڪاھ ڪرڻ وقت هالن ۾ مخدوم صاحب جي خدمت ۾ دعا گهرائڻ لاءِ اچي حاضر ٿيو هو. وقت جا وڏا بزرگ ۽ وڏا عالم مخدوم صاحب جا مريد ۽ معتقد هئا. پاڻ ظاهري ڪنهن بہ بزرگ ولي الله جي صحبت ۽ خدمت ۾ رهي ڪسب ڪماليت نہ ڪيو هئائون.

حضرت مخدوم نوح جي زندگي عشق ۽ محبت الاهي جي استغراق ۾ گذرندي هئي، اگرچہ ظاهر علم جي لحاظ کان فقط قرآن شريف پڙهيل هئا. مگر هو هڪ سوال جو جواب جدا جدا اهڙي علمي نموني ۾ ڏيندا هئا. جو وڏا وڏا علماءَ حيران رهجي ويندا هئا.

هڪ دفعي ٺٽي ۾ اچي وارد ٿيا. جتي ڪيترا علماءَ ۽ طلبا سندن علمي لياقت جي امتحان لاءِ اچي موجود ٿيا. پاڻ هڪ آيت جون ايتريون معنائون فرمايائون جو سڀ حيران رهجي ويا.

ٻي روايت آهي تہ هڪ دفعي عالمن ۽ طالب العلمن جي جماعت حضرت مخدوم صاحب کان قرآن جي ڏکين آيتن جي معنيٰ سمجهڻ جو ارادو ڪري سندن خدمت ۾ آئي تہ فقط هنن جي اچڻ کان پوءِ حضرت مخدوم صاحب فرمايو تہ عالمن کي گهرجي تہ علم جو بيان ڪن تہ ٻين کي فائدو رسي، ان کان پوءِ پاڻ زبان فصيح سان بيان ڪرڻ لڳا. 36 تفسيرن جا نالا وٺندي فرمايائون تہ فلاڻي تفسير ۾ هن ريت آهي ۽ فلاڻي ۾ هن ريت آهي. ان کان پوءِ حقيقت ۽ طريقت جون معنائون بيان فرمايائون. جن مان عالمن کي

سمجهيون ڪي نہ سمجهيون. آخر عالمن ۽ شاگردن عرض ڪيو تہ: "اسان جي حق ۾ دعا گهرو." پاڻ فرمايائون تہ "آءٌ الحمد پڙهان ٿو، اوهان آمين چوندا وڃو." جڏهن الحمد پڙهي پورو ڪيائون تہ اهي حاضر مجلس آمين چوندڙ ولايت جي درجي کي وڃي رسيا. آخر ۾ مخدوم صاحب فرمايو تہ ڪي اهڙا فقير بہ آهن، جو سموري چمار سورت الحمدلله جي معنيٰ ڪندا رهن تہ بہ پوري ڪا نہ پوي.

"مخدوم صاحب پنهنجي ولايت جي اوائلي دؤر ۾ الاهي مشاهدي بابت ايئن پايو تہ چڻ هو "ذات حق" کي پنهنجي اکين سان ڏسي ٿو سگهي. اهو ڳڙي مخدوم جعفر بوبڪائي کين ذهن نشين ڪرايو تہ الاهي مشاهدن جو تعلق ظاهري اکين سان نہ بلڪ اندر جي اکين سان آهي، وڌيڪ سمجهائڻ خاطر مخدوم موصوف کي چيائين تہ اکيون بند ڪريون ۽ پوءِ توجهہ ڪريو. مخدوم صاحب ايئن ڪيو تہ اندروني توجهہ سان کين وڌيڪ مشاهدو ٿيو ۽ مخدوم جعفر جي سچي حقيقت کي محسوس ڪيائون، پوءِ ٻين جي هدايت خاطر مثال ڏيئي چوندا هئا تہ:

"جي نہ هجي ها جعفر، تہ نوح ٿئي ها ڪافر."

انهيءَ ساڳئي حقيقت کي پنهنجي هيٺين بيت ۾ بيان ڪيائون تہ:

اپٽيان تہ انڌيون، پوريون پرين پسن،
آهي اکڙين، عجب پر پسڻ جي.

پنهنجي زندگي جي غالباً پوئين دؤر ۾ مريدن ۽ معتقدن جي هدايت لاءِ مخدوم صاحب بعضي ڪي بيت چيا، جيئن تہ:

ماڪ نہ پانيو ماڙ هئا، پيئي جا پريات،
روئي چڙهي رات، ڏسي ڏکوين کي.

مخدوم نوح رحمة الله عليه پنهنجي آخري بيماري واري وقت ۾ پڻ ڪي بيت چيا، جيڪي وڌيڪ مشهور آهن. پنهنجو مهلڪ مرض ڄاڻندي ۽ پڻ پنهنجن ڪن رفيقن ۽ پيارن جي جدائي محسوس ڪندي هيءُ بيت چيائين تہ:

نہ سي جوڳي جوءِ ۾، نہ سا سڱهي جانث،
ڪاپڙين ڪنوات، وڃي ويل پلاٽيا.

پنهنجي هڪ پياري معتقد، ابابڪر لڪياري جي نالي پيغام طور بيت

چيائين ته:

اابڪر آ، سامي سفر هليا،
تهان پوءِ متا، سِڪين سناسين ڪي.

اهو بيت جڏهن ابابڪر ٻڌو، تڏهن پنهنجي طرفان پيغام طور بيت چوائي موڪليائين ته:

اچان ٿو اچان، ڪجائو ڪاڄري جِي جتا،
تهان پوءِ متا، سِڪان سناسين ڪي.

مخدوم نوح صاحب خميس ڏينهن تاريخ 7 ذوالقعد سن 998هه (1590ع) ۾ وفات ڪئي. انهيءَ لحاظ سان پويان ٿي بيت وفات واري آخري مهيني جا ٿي سگهن ٿا. پهريون بيت البت اڳ جو ۽ اندازاً 950_ 1498هه واري دؤر جو ٿي سگهي ٿو."(59)

## حضرت مخدوم جن جي اولاد:

مخدوم صاحب چار شاديون ڪيون هيون، جن مان ٻارهن فرزند ۽ ڪجهه نياڻيون پيدا ٿيون سندن فرزندن جا نالا هي آهن:

ميان امين محمد، ميان حامد، ميان نورمحمد ۽ ميان احمد راهي، چارئي ترڪ قوم يعني باجار قبيلي جي بيبي مان هئا. پنجون ميان داؤد، ميان موسيٰ، ميان هارون، ميان يوسف، فرزند ميان آدم، (اهي ٻئي گهر مان هئا) ميان ميران محمد و ميان ابراهيم ملقب بادهم ثاني ميان جلال الدين ٽئين گهر مان هئا. چوٿين بيبي سهتا قوم مان هئي، جنهن مان ڪوبه اولاد ڪو نه ٿيو.

مولانا دين محمد وفائي لکيو آهي ته: "سنڌ ۾ ڪماليت جا مالڪ سڀ کان وڏا مرشد ٻه بزرگ گذري آهن: پهريون مخدوم بلال، ٻيو مخدوم نوح ۽ مخدوم نوح جو پنهنجي وقت ۾ سڀ کان سرس درجو هو."(60)

"مخدوم صاحب شريعت جا ايڏا پابند هئا، هڪ دفعي عشا جي نماز جماعت سان گسي وين ته شهر مان ٻاهر نڪتا ۽ هڪ غيبي جماعت اچي جمع ٿي، جنهن کي امامت ڪري نماز پڑهايائون، پر جماعت کي هٿان نه ڇڏيائون.

بهاءُالدين دلقپوش (گودڙيي) کان نقل آهي ته هڪ دفعي مخدوم صاحب ٺٽي جي جامع فرخ ۾ تشريف فرما ٿيا، جمعي نماز کان پوءِ اٽڪل هڪ هزار ماڻهن منهنجي معرفت سندن هٿ چميا، جن مان هڪ هڪ پنهنجي درجي آهر معرفت ۽ ولايت کي پهتو. جن مان حضرت صابر سومرو، شيخ تاجن،

شيخ حبيب رحمه الله ۽ سيد عبدالڪريم بلڙي وارو مشهور آهن. جن ڪي ڪشف ڪرامت سان سموري سنڌ سڃاڻي ٿي. انهن وٽان هزارين ماڻهو معفرت جو رستو سڪي پنهنجي ڪماليت ڪي رسيا آهن.

حضرت مخدوم نوح جي ڪشف، ڪرامات ۽ ڪمالات بابت ڪيترن ئي سنڌس همعصر بزرگن پوءِ وارن جا لکيل ڪتاب موجود آهن. جن ۾ تفصيل سان بيان ٿيل آهي. هتي مخدوم صاحب جي سوانح بابت شيخ بهاءُ الدين دلقپوش جو رسالو ۽ ميان. فتح محمد قريشي جو رسالو ۽ ڪي ٻيا ڪتاب لکيل آهن. پوئين وقت ۾ سفينة النوح از مخدوم پير غلام حيدر صاحب هالائي ۽ راحت القلب والروح تذڪره مخدوم نوح جامع اوراق دين محمد وفائي جا ڪتاب ڏاڍا ناياب آهن.[61]

حضرت مخدوم نوح هالائي جي مزار شريف هالن ۾ زيارتگاهه عام و خاص آهي.

## ذڪر حضرت مخدوم بلال رحمه الله:

عالم، عارف، محدث، مفسر، صوفي، سلطان العارفين ۽ زبدة الڪاملين مخدوم بلال بن مخدوم حسن بن مخدوم ادريس سمون، ڄام نظام الدين سمي جو سڳو ڀاءُ اصل نٽي جو رهاڪو مگر هن صاحب حڪومت جي بجاءِ درويشي اختيار ڪري باغبان لڳ سيوهڻ ۾ اچي سڪونت اختيار ڪئي.[62]

سنڌ جو هي مثالي عالم سمن جي تاريخي دؤر سان تعلق رکي ٿو. عام تحريرن ۾ ڪيس "بلاول" سڏيو وڃي ٿو مگر سندس درست نالو "بلال" ڏسجي ٿو.

زندگي جو وڏو حصو خلق جي خدمت، نصيحت ۽ وعظ ۽ ارشاد ۾ گذاريندو هو. زهد ۽ تقويٰ جي معاملي ۾ سندس ڪو به مٽ ڪو نه هو. علم حديث ۽ تفسير جو ڏو ماهر ۽ سڳورن مقامن جو مالڪ هو.

سيد غوثي برهانپوري لکي ٿو ته: "مون سان شيخ هدايت سنڌي برهانپوري ڳالهه ڪئي هئي ته هڪ ڏينهن مخدوم پنهنجي خلوت ۾ مشاهدي ۽ مطالعي الاهي ۾ مشغول هو ته مٿس اُچ جو غلبو ٿيو جنهن ڪري ٻاهر اچڻو پيس، ٻاهر اچي ته حضرت خضر عليہ السلام موجود هو پوءِ هن وٽان جيڪي ملڻو هيس سو مليس، جيڪي وٺڻو هوس سو ورتائين."[63]

"ٻاٽي جو هڪ وڏو ڪونر پري راتين جون راتيون ان ۾ ويهي ذڪر ڪندو هو. ذڪر جي غلبي ۽ حال جي جوش ڪان انهيءَ ٻاٽي ۾ چڪر پيد اٿيندو هو جو جنڊ وانگر پيو ڦرندو هو. جڏهن صبح ٿيندو هو ته جنڊ وانگي

ڦرندڙ پاڻي جو زوردار چڪر ساڳي ريت قائم رهندو هو جيستائين پاڻي کي درياھ ۾ وجي نہ هاريندا هئا، تيستائين بس نہ ڪندو هو." (64)

هڪ دفعو مخدوم بلال درياھ جي رستي ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿي سيوهڻ شريف وڃي رهيا هئا تہ ٻيڙيءَ وارو مهاڻو پنهنجي عادت موجب گار گند بڪي رهيو هو. ڪنهن جي چوڻ تي چپ نٿي ڪيائين. آخر مخدوم صاحب پنهنجي ٽوپي ڪڍي سندس مٿي تي پارائي، جنهن ڪان پوءِ گارين ڪان خاموش رهجي ويو. قال الله ۽ قال الرسول ۾ مشغول ٿي ويو. جيستائين ٽوپي مٿي تي هيس تہ وعظ ۽ نصيحت ڪندو رهيو. جڏهن سندس سرتان ٽوپي لاهي ورتائون تہ مهاڻو وري جهڙو هو تهڙو بڻجي گارين ۽ بڪ شڪ ۾ لڳي ويو.

مخدوم صاحب وڏو عالم ۽ زاهد هو ۽ ڪيس علم فقہ، تفسير ۽ حديث وغيره علمن ۾ تمام گهڻي مهارت ۽ دسترسي هوندي هئي. زهد ۽ صلاحيت ۾ يگانہ آفاق هو. سندس خدمت گرامي ۾ ڪيترائي ماڻهو فيض ڪان بهره ور ٿي صاحب ڪشف ڪرامات جا ٿيا هئا. قاضي الهہ ڏنہ سيوهاڻي شاھ حسن ارغون جو استاد علم حديث ۽ تفسير ۾ مخدوم بلال جو شاگرد هو ۽ ڪانئس سند حاصل ڪئي هئائين.

مخدوم بلال جي شهادت جو پس منظر وطن دوستي ۽ ارغونن جي مخالفت آهي، سندس حب الوطني ۽ سياسي بصيرت جو ذڪر ڪندي جناب جي ايم سيد لکي ٿو تہ: "شاھ بيگ ارغون جڏهن سنڌ تي ڪاهون شروع ڪيون هيون، ان وقت ڄام نظام الدين سمي جو وزير دريا خان، جنهن سنڌي اقتدار قائم رکڻ واري تحريڪ جاري ڪئي هئي، ان جو روح روان مخدوم بلال هو. شاھ بيگ جي حملن وقت مخدوم صاحب خليفن سميت ان جي مخالفت ڪئي هئي. سيد محمد ميران جونپوري جي تحريڪ جي سنڌ ۾ منظم طرح مخالفت مخدوم طرفان ٿي.

شاھ بيگ ارغون سمن جي حڪومت ۾ سنڌ تي چڙهائي ڪئي هئي، اميرن، راجائن ۽ پاڻ ۾ اتفاق ڪري شاھ بيگ ارغون سان مقابلو ڪيو ۽ مخدوم صاحب جي خدمت گرامي ۾ بہ اچي دعا طلبي ڪري ويندا هئا. ڪن منافقن ۽ شريرن شرارت ڪري شاھ بيگ ارغون جا ڪن ڀري ڪيس چيائون تہ "امراء وزراء راجائون وغيره مخدوم صاحب جي چوڻ ۽ حڪم سان سرڪار سان مقابلو ڪري رهيا آهن، تنهن ڪري مخدوم صاحب کي قتل ڪرائي، پوءِ اميرن، راجائن سان جنگ ڪجي، اميد تہ پوءِ جلد فتح ٿيندي.

شاھ بيگ بنا دير ان شريرن جي صلاح سان هم صلاح ٿي، مخدوم

صاحب جي گهرائڻ لاءِ حڪم صادر فرمايو جنهن ڪري هو سرڪاري حڪم موجب اچي حاضر ٿيو. بغير ڪنهن جاچ جي حڪم ڪيائين ته مخدوم کي لوهي گهاڻي ۾ وجهي پيڙي ڇڏيو. جڏهن هن کي پيڙجڻ جي تڪليف پهتي ۽ سندس هڏن به نڪاءَ ڏنا ته ان وقت مخدوم صاحب کي اکين ۾ پاڻي آيو ۽ گريه وانگر ٿيو. ڪانئس گريه جو سبب پڇيائون. چيائين ته: ”گريه مون کي پنهنجي تڪليف جي ڪري نه آهي، بلڪ هن جي ڪري آهي جو هڪڙي اسلامي سلطنت جون پاڙون پٽجي ويون.“(68)

مخدوم صاحب جي شهادت 919هه ۾ ٿي، سندن شهادت جي تاريخ لفظ 919ع مان ڪڍي اٿن. سندن مزار شريف دادو ضلعي ۾ آهي.

مخدوم صاحب جون هزارين ڪرامتون وفات ڪان پوءِ اڄ سوڏو عالم آشڪار آهن، جي تحرير ڪان ٻاهر آهن. هر مهيني پهرين جمعه رات سندس خانقاهه شريف تي علماءَ فقراء، حافظ، وعظ ۽ مدح خوان وغيره عام خلقت سون هزارن جي تعداد ۾ اچي گڏ ٿي ويندي آهي ۽ عقيدت مند سندس زيارت ۽ مدح خواني وغيره صبح تائين ڪندا رهندا آهن. صبح جو سيڪو هليو ويندو آهي، صبح جو ايئن ڏسڻ ۾ ايندو آهي ته ڄڻ رات هت ڪو ماڻهو ئي ڪو نه هو.

## حيدر شاهه سنائي رحمة الله عليه:

سيد حيدر سنائي، مشهور قومپرست اڳواڻ ۽ صوفي جي ايم سيد جي بزرگن مان هو ۽ مشهور بزرگ مخدوم بلاول جي فيض يافتن مان هو. ٻارهن ٻارهن سالن جو هو ته مخدوم بلاول ۽ مولانا عمر هليه جي خدمت ۾ پهتو اتي سندن نگراني ۾ ظاهري، باطني، علم حاصل ڪيائين. تاريخ معصومي ۾ لکيل آهي ته: ”نظر تربيت يافته“ يعني هنن جي نگراني ۾ تربيت ورتائين ۽ بلند مرتبي تي رسيو.

روايت آهي ته سيد ميران مهدي جونپوري، جنهن مهدي هجڻ جي دعويٰ ڪئي هئي، سو جڏهن حج ڪندي واپسي ۾ سنڌ ۾ آيو ته هن حڪم ڪيو ته سنڌونديءَ جي ڪناري جيڪو به ولي بزرگ رهندڙ آهي، سو سندس بيڙي جون رسيون اچي ڇڪي بيڙي جڏهن سن پهتي تڏهن حيدر سنائي کي به اچي ساڳيو پيغام پهتو ته اچي ميران محمد جونپوري جي بيڙين جون رسيون ڇڪي، سيد حيدر ڏنو ته هڪ ڪڪر سندس مٿان ڇانو ڪري رهيو آهي، پوءِ پير مان هڪ پادر لاهي ڪڪر ڏانهن اڇلايائين ته ڪڪر غائب ٿي ويو.

حيدر سنائي ڀيڙي ڇڪڻ جي زحمت کان بچي ويو.“

حيدر سنائي بزرگ ۽ ولي الله هئڻ سان گڏ هڪ قومپرست، سنڌ جي خودمختياريءَ ترقي جو خواهان هو. شاهه بيگ ارغون جي اشاري تي پنهنجي سياسي مفاد حاصل ڪرڻ لاءِ مهدي جونپوري هڪ نئون مذهبي سلسلو جاري ڪيو ۽ سنڌ جي عالمن کي ٻن گروهن ۾ ورهائي سنڌي عوام جو اتحاد ڪمزور ڪيو. انهيءَ نئين سياسي ڍونگ کي سيد حيدر سنائي سڃاڻي ورتو ۽ هن پنهنجي قومپرست گروپ کي هن جي سازش کان آگاهه ڪيو. خاص طرح ڄام نندي کي مهدي جونپوري پنهنجي اثر هيٺ آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. حيدر سنائي نواب دريا خان جي ذريعي ڄام صاحب کي هن جي حلقي اثر ۾ اچڻ کان روڪرايو ۽ هن جي مهمان نوازي ڪري جلد پنهنجو بنا مطلب حاصل ڪرڻ پنهنجو ڪيس اجازت ڏئي روانو ڪيو. سيد ميران محمد جونپوري ٻيڙين جي قافلي ذريعي درياهه سنڌ جي رستي سان پنهنجي تحريڪ جي تبليغ ڪندو سکر طرف آيو. جڏهن اها خبر حيدر سنائي کي پئي ته هن مهدي جونپوري جي ان تحريڪ کي ملڪي سالميت ۽ قومپرستي جي اصولن خلاف سمجهي مهدي جونپوري لاءِ قتل جي فتويٰ ڏني، جنهن ڪري سيد صاحب پنهنجي تحريڪ لاءِ حالتون ناسازگار ڏسي سنڌ ۾ تبليغ بند ڪري افغانستان روانو ٿي ويو.

”ان وقت شاهه بيگ مخدوم بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙائي قتل ڪرايو. حيدر سنائي تي سخت نظرداري رکي ۽ سن ۾ فوجي چانوڻي قائم ڪئي وئي. سيد حيدرسنائي نه فقط هڪ قومپرست، پر هڪ وڏو عالم دين به هو. ارشاد الطالبين رساله سوانح حيدر سنائي ۾ لکيل آهي ته سيد حيدر مخدوم بلاول کان فيض حاصل ڪيو. فيض حاصل ڪرڻ وقت حيدر سنائي سان گڏ ٻيا به ستر ماڻهو هئا، جن ولايت جي درجي کي حاصل ڪيو. سيد حيدر به انهيءَ منزل تي رسي سياسي ۽ مذهبي شعور جي سنڌ جي عوام ۾ تبليغ ڪندو رهيو. سيد حيدر جي مريدن مان شيخ حسن ٻانگو هڪ مشهور ولي الله ٿي گذريو آهي. سيد صاحب 93هه ۾ وفات ڪئي.[68] سندس مقبرو سن شهر ۾ موجود آهي.

## حوالا/ حاشيا

1. عوارف المعارف (اردو ترجمو)، شمس بريلوي، صفحه 103، مدينه پبلشنگ ڪمپني ڪراچي، سال 1977ع.
2. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، سيد قاسم محمود، صفحه 507، شاهڪار بڪ فائونڊيشن ڪراچي، سال 1989ع.
3. عوارف المعارف (اردو ترجمو) شمس بريلوي، صفحه 104، مدينه پبلشنگ ڪمپني ڪراچي، سال 1977ع.
4. ساڳيو صفحه 105.
5. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحه 200، اداره ثقافت اسلاميه ڪلب روڊ لاهور، سال 1987ع.
6. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، سيد قاسم محمود، صفحه 965، شاهڪار بڪ فائونڊيشن ڪراچي، سال 1989ع.
7. عوارف المعارف (اردو ترجمو) شمس بريلوي، صفحه 105، مدينه پبلشنگ ڪمپني ڪراچي، سال 1977ع.
8. آب ڪوثر، شيخ محمد اڪرام صفحه 255، ثقافت اسلاميه لاهور، سال 1988ع.
9. تاريخ فيروزشاهي (اردو ترجمو)، مترجم ڊاڪٽر سيد معين الحق، صفحه 508، مرڪزي اردو بورڊ لاهور، سال 1969ع.
10. جنت السنڌ، رحيم داد خان مولائي شيدائي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.
11. جهانيان خاندان، سيد نجف علي شاهه "ڪمتر" نقوي، صفحه 26 انسٽيٽيوٽ آف سنڌالاجي، سال 1972ع.
12. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، سيد قاسم محمود، صفحه 507، شاهڪار بڪ فائونڊيشن ڪراچي، سال 1979ع.
13. تذڪره صوفياء سنڌ، اعجازالحق قدوسي صفحه 274، اردو اڪيڊمي، سال 1987ع.
14. تذڪره مشاهير سنڌ، مولانا دين محمد وفائي (ياڱوپهريون)، صفحه 99، سال 1986ع.
15. تحفة الڪرام (سنڌي ترجمو) مير علي شير قانع، صفحه 292، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1967ع.
16. پيغام لطيف، جي ايم سيد، صفحه 42، 43، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو سال 1990ع.
17. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحه 200، اداره ثقافت اسلاميه ڪلب روڊ لاهور، سال 1987ع.
18. پيغام لطيف، جي ايم سيد، صفحه 41، روشني پبليڪيشن ڪنڊيارو سال 1990ع.
19. اولياءِ ڪرام نمبر (سياره ڊائجسٽ)، علي سفيان آفاقي، صفحه 462، ديواز گارڊن لاهور، سال 1988ع.
20. تاريخ سهرورديه، پروفيسر ڊاڪٽر محمد سعيد، صفحه 53، صدر انجمن سهرورديه ڪراچي، سال 1950ع.
21. تذڪره حضرت سخي سرور، پروفيسر حامد خان حامد، صفحه 80، محڪمه اوقاف پنجاب لاهور، سال 1975ع.

22. مجلس صوفيہ، محمد معين الدين دادائي مرحوم، صفحہ 232، نفيس اڪيڊمي اردوبازار ڪراچي، سال 1988ع.
23. سفينتہ اولياءَ (اردو ترجمو) داراشڪوه، صفحہ 391، اسٽار بڪ ڊپو لاهور، سال 1986ع.
24. سيراولياء، (اردو ترجمو) مترجم اعجازالحق، صفحہ 302، اردو سائنس بورڊ ڪراچي، سال 1996ع.
25. حديقة اولياءَ (اردو ترجمو) شيخ غلام سرور، صفحہ 150، اسلامي بڪ فائونڊيشن لاهور، سال 1990ع.
26. اخبارالاخيار، شيخ محدث دهلوي عبدالحق، صفحہ 174، شبير برادرز لاهور، سال 1481هہ
27. ڪتاب ساڳيو، صفحہ 172.
28. حديقة اولياء، شيخ غلام سرور، صفحہ 154، اسلامڪ بڪ فائونڊيشن لاهور، ال 1990ع.
29. سفينتہ اولياء، شهزادو داراشڪوه، اردو ترجمو" صفحہ 176، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، سال 1986ع.
30. اخبارالاخيار، شيخ محدث دهلوي عبدالحق، صفحہ 176، شبير برادرز لاهور، سال 1481هہ
31. ڪلمات الصادتين، محمد صادق دهلوي ڪشميري همداني، صفحہ 70، اداره نشرالمعارف ڪراچي، سال 1995ع.
32. سيرالاوليا، ترجمو اعجازالحق تدوسي، صفحہ 296، اردو سائنس بورڊ لاهور، سال 1996ع.
33. اخبارالاخيار، شيخ محدث دهلوي عبدالحق، صفحہ 166، شبير برادرز لاهور، سال 1481هہ
34. حديقة الاولياء، مفتي غلام سرور، صفحہ 156، اسلامڪ بڪ فائونڊيشن لاهور، سال 1890ع.
35. اخبارالاخيار، شيخ محدث دهلوي عبدالحق، صفحہ 186، شبير برادرز لاهور، سال 1481هہ
36. تذڪره صوفياءِ سنڌ، اعجازالحق تدوسي، صفحہ 76، اردو اڪيڊمي سنڌ بندر روڊ ڪراچي، سال 1975ع.
37. ڪتاب ساڳيو صفحہ 77.
38. تذڪره اولياءِ پاڪ و هند، ڊاڪٽر ظهور الحسن شارب، صفحہ 66، الفيصل ناشران و تاجران ڪتب اردوبازار لاهور، سال 1965ع.
39. ڪتاب ساڳيو صفحہ 70.
40. اخبارالاخيار، شيخ محدث دهلوي عبدالحق، صفحہ 190، شبير برادرز لاهور، سال 1481هہ
41. تذڪره اولياءِ پاڪ و هند، ڊاڪٽر ظهور الحسن شارب، صفحہ 72، الفيصل ناشران و تاجران ڪتب اردوبازار لاهور، سال 1965ع.
42. سفينتہ الاولياءَ، ڊاڪٽر ظهور الحسن شارب، صفحہ 66، الفيصل ناشران و تاجران

ڪتب اردو بازار لاھور، سال 1965ع.
43. اخبارالاخيار شيخ محدث دھلوي عبدالحق، صفحہ 199، شبير برادرز لاھور، سال 1481ھ.
44. تذڪره اولياءِ پاڪ و ھند، ڊاڪٽر ظھور الحسن شارب، صفحہ 280، الفيصل ناشران و تاجران ڪتب اردو بازار لاھور، سال 1965ع.
45. تحفة الڪرام، (سنڌي ترجمو) مير علي شير قانع ٺٽوي، صفحہ 302، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1976ع.
46. تحفة الڪرام سنڌ، (ڀاڱو ٻيو) مير علي شير قانع ٺٽوي، صفحہ 337، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1976ع.
47. تحفة الڪرام سنڌ، (ڀاڱو ٽيو) مير علي شير قانع ٺٽوي، صفحہ 238، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1986ع.
48. تحفة الڪرام، (سنڌي ترجمو) مير علي شير قانع ٺٽوي، صفحہ 312، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1976ع.
49. پاڪستان صوفيانہ تحريڪين، ڊاڪٽر ميمڻ عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 326، سنگ ميل پبليڪيشنز لاھور، سال 1994ع.
50. قديم سنڌ جا مشهور شهر ۽ ماڻھو شمس العلماء مرزا قليچ بيگ، صفحہ 439، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1990ع.
51. ڪتاب ساڳيو صفحہ 440.
52. تحفة الڪرام (سنڌي ترجمو) مير علي شير قانع ٺٽوي، صفحہ 315، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1994ع.
53. ڳالهيون ڳوٺ وٽن جون، سيد حسام الدين راشدي، صفحہ 359، مسلم هائوسنگ سوسائٽي حيدرآباد، 1989ع.
54. نذر شاھ صدر، ترتيب قلندر لڪياري، صفحہ 4، شاھ صدر اڪيڊمي سنڌ يونيورسٽي، 1985ع.
55. تذڪره مشاهير سنڌ (ڀاڱو ٻيو) مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 63، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1986ع.
56. گلزار ابرار (اردو ترجمو) محمد غوثي شطاري، صفحہ 375، اسلامڪ بڪ فائونڊيشن لاھور، سال 1395ھ.
57. ماهوار پيغام (مئي 1980ع) "سنڌ علم ۽ دانش جو مرڪز"، (مقالو) مولانا غلام محمد گرامي صفحہ 25، شعبہ مطبوعات، سنڌ اطلاعات کاتو سنڌ سينٽر يسٽرپچن روڊ ڪراچي.
58. سنڌي ٻولي ۽ ادب جي تاريخ، ڊاڪٽر نبي بخش بلوچ، صفحہ 304، 303، پاڪستان اسٽڊي سينٽر سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو سال 1990ع.
59. ڪتاب ساڳيو صفحہ 345.
60. تذڪره مشاهير سنڌ ڀاڱو پھريون)، صفحہ 46، مولانا دين محمد وفائي، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 2005ع.

61. ڪتاب ساڳيو صفحو 47
62. ڪتاب ساڳيو صفحو 49
63. گلزار ابرار (اردو ترجمو) محمد غوثي شطاري، صفحو 375، اسلامڪ بڪ فائونڊيشن لاهور، سال 1935ع.
64. تاريخ و تذڪره بزرگان سنڌ، الحاج شفيع محمد عرف عبدالخالق هاشمي، صفحو 52، المخاديم کهڙا شريف 1967ع.
65. تذڪره مشاهير سنڌي (ڀاڱو ٽيون)، مولانا دين محمد وفائي، صفحو 85، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1985ع.
66. سنڌ جي عالمن جا سونهري ڪارناما، دادا سنڌي، صفحو 102، سنڌ تحقيقي بورڊ حيدرآباد، سال 1989ع.

باب ڇهون

# قادري سلسلي جي اوسر

هن سلسلي جو اهم ۽ مکيه باني شيخ محي الدين ابو محمد عبدالقادر بن ابي صالح موسيٰ جيلاني رحمة الله عليه آهي. "پاڻ حنبلي عالم هئا. هڪ هنڌ سندن اسم گرامي محي الدين ابو محمد بن ابي صالح (مومن) جنگ دوست بن عبدالله لکيل آهي، پر "الذهبي" سندن نالو مبارڪ. عبدالقادر بن ابي صالح عبدالله بن جنگي دوست لکيو آهي. سندس نسبي سلسلو حضرت امام حسين عليه السلام سان ملي ٿو. ديباچه فروح ڪيس نه فقط حسني پر حسيني به لکيو آهي." [1] پاڻ 470هه مطابق سن 1077ع ۾ ڄائو هو. سن 561هه مطابق سن 1166ع ۾ وفات ڪئي هئائين." [2]

سندس مقبرو بغداد شريف ۾ آهي، جو عراق ملڪ ۾ آهي. ڪيس عام طرح سان بادشاهه پير عليه رحمت جي لقب سان سڏيو ويندو آهي. عوام ۾ سندس هي لقب مشهور آهن. غوث اعظم محبوب سبحاني قطب رباني، غوث صمداني پيران پير ۽ دستگير وغيره سندن لقب آهن.

"حضرت عمر ڪيانيءَ شيخ عمر بزاز کان نقل آندو آهي ته، هن کانئن پڇيو اوهان تي "محي الدين" لقب پوڻ جو ڪهڙو سبب آهي؟ ان جي جواب ۾ پاڻ فرمايائون ته:" مان هڪ ڏينهن سفر دوران بغداد جي ويجهو آيس ته اتي هڪ نهايت بيمار ۽ ڪمزور شخص مليو جو مون ڏانهن ايندي پنهنجي ڪمزوري جي سبب ڪري پيو. ڏٺم ته سندس چهرو پيلو هو." مون کي چيائين ته، "اي دستگير منهنجي حال تي رحم فرمائي منهنجي دستگيري ڪر ۽ پنهنجي چشم آب حيات مان مون کي به هڪ قطرو عنايت فرماءِ." پوءِ مون جيئن هٿ کان وٺي ڪيس اٿاريو ته هو گل وانگر ٻهڪڻ لڳو ۽ خوش چڱو ڀلو ٿيو. مان اڃا انهيءَ عجب ۾ هئس ته هي ڪير شخص آهي ته ايتري ۾ هن چيو ته: "مون کي سڃاتئي ته مان ڪير آهيان؟" مون چيو ته نه. تنهن تي چيائين ته، "مان تنهنجي ڏاڏي جو دين اسلام آهيان." منهنجي حالت جيئن اوهان ڏٺي سا نهايت ڪمزور ۽ بيمار هئي، اهڙي طرح دين اسلام به ڪمزور ٿي چڪو هو.

جيئن مون توهان جي هٿ مبارڪ چڱو ڀلو ڪيو. تيئن دين اسلام کي به اوهان جي تبليغ ۽ تلقين سان تقويت ۽ ترقي ٿيندي، تنهن ڪري تون "محي الدين" يعني دين کي زنده ڪرڻ وارو آهين." وڌيڪ فرمايائين ته، "مان ان کي چڏي بغداد جي جامع مسجد ۾ پهتس، ان وقت مان پيرن اگهاڙو هئس، هڪ شخص مون کي "سيدي محي الدين" سڏي جتي ڏني ۽ مان جامع مسجد ۾ ٻه رڪعتون نماز پڙهي جيئن ئي سلام ورايو ته هڪدم خلق جو هجوم مون کي "محي الدين، محي الدين" سڏيندو رهيو. ان کان اڳ مون کي ڪنهن به محي الدين نه سڏيو هو."(3)

پاڻ بغداد ۾ حنبلي فقهه جي مشهور مدرسن جو سربراهه هو جيڪي صدر ۽ رباط ۾ هوندا هئا. پاڻ ٻنهي هنڌن وجي اسلام جي تبليغ ڪندا هئا. "ابن الاثير" جي زماني ۾ هي مدرسا اسلامي دنيا ۾ ڪافي مشهور هئا. سندن انهن واعظن جي مجموعي جو نالو "الفتح رباني" آهي. (4) ان کان سواءِ سندس ٻين واعظن جي ڪتابن جا نالا "غنية الطالبين" ۽ "فتوح الغيب" سندن مکيه تصانيت ۾ شامل آهن. جن ۾ قادري سلسلي جو تفصيلوار ذڪر آهي." (5)
سيد عبدالقادر جيلاني پهريون بزرگ هو جنهن کي بني عباس قبيلي وارا چاهيندا هئا، ڇاڪاڻ ته ان کان اڳ ڪربلا جي واقعي کان وٺي بني اميه ۽ بني عباس حاڪم، بني فاطمين کي شڪ جي نگاهه سان ڏسندا هئا. ان جو سبب اهو هو جو هنن مان ڪين سياسي خطرو محسوس ٿيندو هو. سيد عبدالقادر جيلاني سياست کان عليحده ٿي، تزڪيه نفس ذريعي اندر اجارڻ جو قائل هو. (6) پاڻ هميشه مذهب کي سياست کان الڳ رکڻ جي ڪوشش ڪيائين. سن 521هه تائين مجاهدن ۽ رياضتن ۾ مشغول رهيا. سيد صاحب جي زماني ۾ ڪيترائي تصوف جا سلسلا هئا، پر پاڻ هڪ نئون سلسلو جاري ڪيائون. هن سلسلي ۾ پاڻ فرمائيندا هئا ته "هن ۾ داخل ٿيڻ لاءِ خرقو حاصل ڪرڻ ضروري ناهي، اگر ميد جي دل ۾ ان لاءِ عقيدت آهي ته اهو ڪافي آهي."(7) هن سلسلي جي معتقدن هن سلسلي کي قادريه سلسلي جو نالو ڏنو. "ظاهر ۾ هن سلسلي جو باني سيد عبدالقادر جيلاني هو. پر هن سلسلي جو بنياد حضرت جنيد بغدادي رح جي ڏنل تعليم تي رکيل هو. سيد عبدالقادر جيلاني جي زندگي ۾ ئي ان سلسلي ۾ ڪيترائي معتقد داخل ٿيا. انهن هن سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. علي بن حداد يمن، محمد الطاحي ببلڪ، تقي الدين محمد اليويني، محمد بن عبدالصمد، جيڪي مشهور مبلغ هئا، هنن مصر ۽ شام ۾ سيد صاحب کان بعيت حاصل ڪئي هئي. (8) انهن مبلغن، عالمن کان سواءِ

ڪيترائي اهل دل پنهنجي مڪمل ايمان سان هن سلسلي ۾ داخل ٿيندا ويا. ان وقت عوام کي انهن سلسلي سان واسطو رکندڙن اها به ڳالهه پڌائي هئي ته جيڪو به حضرت عبدالقادر سان ڪنهن نه ڪنهن طرح واسطو رکندو، اهو جنتي هوندو. ان ڪري هن سلسلي جي ترقي ٿيندي وئي ۽ اهو نهايت مشهور ۽ مقبول ٿيندو ويو.

## قادري سلسلي جو مختلف هنڌن تي بنياد:

"قادري سلسلو ٻارهين صدي عيسوي ۾ بربرستان جي علائقي ۾ موجود هو. انهن جو فاطمين جي حڪومت سان گهرو واسطو هو. جن جي حڪومت 567هه مطابق 1171ع ۾ ختم ٿي. اتر آفريقا ۾ قادري سلسلي وارا حضرت علي عليه السلام کي حضرت جن کان افضل قرار ڏين ٿا ۽ امام حسن عليه السلام ۽ امام حسين عليه السلام جي اهميت کي وڌيڪ ظاهر ڪن ٿا." [9] قادري سلسلي جي نشونما شروع کان ئي دنيا جي مختلف هنڌن تي ٿي. هن سلسلي بابت مختلف هنڌن تي ڌار ڌار عقيدا رکيا ويندا آهن. مثلن شيخ صاحب سلوڪ جي هڪ ئي طريقي جو باني هو. جنهن ۾ چند مخصوص رسمون ۽ رياضتون مقرر آهن ۽ ڪيترن جي آڏو ڪشف و ڪرامات جو صاحب هو ۽ هو خدا پاڪ جي انتظام هلائڻ لاءِ هن دنيا ۾ مقرر ڪيو ويو هو ۽ سندن عقيدي مطابق الله پاڪ کان پوءِ هميشه لاءِ ڪائنات جو مالڪ شيخ صاحب کي سڏيندا هئا، پر اعتدال پسند ڪيس زماني جو مالڪ سڏيندا هئا. آتر آفريقا ۾ هن سلسلي کي جلاليه چيو ويندو آهي، هن طريقي ۾ جهاليت جي زماني جا اعتقاد ملن ٿا. جيڪي عبادت جي صورت اختيار ڪري ويا هئا، سي ڪجهه هن طرح آهن:

"ڪجهه پٿر جي ڍيرن کي خلوت جو نالو ڏئي، انهن پٿرن جي وچ ۾ ڪجهه ٻوٽا پوکيا ويا آهن. عورتون اتي چوٽا پڌي لويان ٻارينديون آهن، اهي خلوت ڪده عبدالقادر جيلاني جي خاص عبادت لاءِ ٺاهيل آهن. جيڪي عربن جي گهٽو ڪري سيني ڳوٺن ۾ آهن. اهڙي طرح اوران پر ڳٽي ۾ رستن ۽ وڏين ٽڪرين تي شيخ عبدالقادر جيلاني جي نالي جا قبا ٺهيل آهن." انهن قبن جي عبادت ڪئي ويندي آهي. يا "گناوه" جا رهندڙ ماڻهو سمجهندا آهن ته هنن جي زندگي شيخ عبدالقادر جي هٿ ۾ آهي. خلوط ۽ طلق شهرن جون عورتون شيخ صاحب جي انهن خلوت گاهن ۾ پنهنجون مرادون ۽ منتون باسينديون آهن ۽ محبت، نفرت ۽ زندگيءَ جا ٻيا اڻ ڪٿ مسئلا پيش ڪنديون آهن. انهن جي مقابلي ۾ مرد اتي تڏهن ويندا آهن. جڏهن سخت بيمار هوندا آهن." [10] ظاهر آهي ته مٿيان عقيدا انهن ماڻهن وٽ آهن، جن وٽ

صحيح معنيٰ ۾ اسلامي تعليم ۽ اسلامي تصوف جو روح ڪو نہ پهتو آهي. اصل قادري طريقي جو ذڪر ۽ فڪر، عقيدا، مٿين، عقيدن کان بلڪل مختلف آهن.

قادري سلسلو ٻين سلسلن کان گهڻو تڻو رواداري تي ٻڌل آهي. هن ۾ ڪنهن بہ قسم جي انتهاپسندي ڪونهي. جڏهن تہ هن سلسلي جو باني حنبلي هوندي بہ حنبلين تائين محدود ڪونهي، پر نقطہ نظر رکندڙ مختلف صوفياڻا فڪر سندس اثر کي قبولن ٿا. قادري سلسلي جي ترقي لاءِ شيخ عبدالقادر جيلاني جي ٻن فرزندن، ابراهيم ۽ عبدالعزيز جن 592هہ مطابق 1194ع وسطہ ۽ سنجار ۾ وفات ڪئي هئي. انهن ئي قادري سلسلو وڌائڻ خاطر تبليغي ڪم ڪيو هو. هي ٻئي هجرت ڪري هسپانيہ هليا ويا هئا ۽ غرطانہ ۾ ڪجهہ عرصو رهي، ان کان پوءِ مراڪش هليا ويا، اتي بہ هن سلسلي جي تبليغ ڪيائون.

ايشيا ڪوچڪ ۽ قسطنطنيہ ۾ هن سلسلي جو اسماعيل رومي بنياد وڌو. هن قادري خانہ نالي خانقاهہ توپ خانہ ۾ قائم ڪئي. هن کي اتي پير ثاني چيو ويندو هو. هن ان سلسلي جا ٻيا بہ چاليهہ تڪيا قائم ڪيا. صالح بن مهدي العلم المشائخ جي صفحي 381 ۾ لکيو آهي تہ 1180 ـ 1667ع ۾ مڪہ مڪرم ۾ بہ هڪ قادري شاخ هئي. جيڪا شيخ عبدالقادر پاڻ قائم ڪئي هئي.“ [11]
اها شاخ قادري سلسلي جو پهريون بنياد هئي. هن سلسلي بابت وڌيڪ لکيل آهي تہ ”قادري جماعت بغداد ۾ شيخ عبدالقادر جي مزار وارن سجاده نشينن جي مڙني نالن ۾ اطاعت ڪن ٿا. عراق جي ٻين حصن ۽ برصغير هندستان پاڪستان ۾ عملي طرح سان آهي. هن شاخ جو مصر ۾ انتظام السيد البڪري وٽ آهي، جو شيخ الطريق آهي. ترڪيءَ ۾ قادري سلسلي جي علامت سائي رنگ جو گلاب آهي، جيڪو اسماعيل روي اختيار ڪيو هو. اتي هن سلسلي ۾ داخل ٿيڻ وارو هڪ سال کانپوءِ هڪ ”عرقيہ“ يعني هڪ ننڍي ٽوپي آڻيندو آهي. جيڪڏهن هن سلسلي سان ڪو بہ تعلق رکندڙ منظم ڪارڪن ٿيڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو آهي تہ هن طريقي جو شيخ الطريق ارڙهن پنکڙين وارو گلاب هن جي ٽوپي ۾ ٽاڪيندو آهي. جنهن جي وچ ۾ سليماني مهر لڳل هوندي آهي.

الجزائر ۽ مراڪش جا ماڻهو يارهين ربيع الثاني کان ويهين تاريخ تائين پيران پير جي تڪين تي ويندا آهن ۽ اتي نذرانا پيش ڪندا آهن. مراڪش ۾ قادري سلسلي وارا ”جيلالہ“ سڏرائيندا آهن. پنهنجي شيخ کي مزامير چوندا

آهن. اهي ذڪر سان گڏوگڏ طنبوري سان هڪ گيت ڳائيندا آهن. جيو پيران پير جي ساراهه ۾ هوندو آهي، جنهن جي ڳائڻ سان وجد ۾ ايندا آهن.

”مصر، ترڪي ۽ هندستان ۾ ان قسم جي رسمن ۽ ذڪرن جا مختلف مجموعا شايع ٿيل آهن. جن بابت چيو وڃي ٿو ته اهي شيخ عبدالقادر جيلاني جا مقرر ڪيل ذڪر ۽ ورد آهن. طنجه ۾ جيلاله سلسلي سان واسطو رکندڙ پيران پير دستگير جي سنت ۾ سفيد ڪڪڙ باسيندا آهن. جنهن کي ”محرر“ چوندا آهن. انهيءَ سلسلي جي رئيس کي شريف چوندا آهن. اهي شريف انهن ڪڪڙن کي ذبح ڪرڻ کان اڳ قرآن پاڪ پڙهندا آهن. عيد ميلاد النبي کان هڪ ڏينهن اڳ قرآن پاڪ جو ختمو پورو ڪندا آهن. ان ۾ ڪجهه مقامي رسمون به ادا ڪيون وينديون آهن.“[13]

## نندي کنب ۾ قادري سلسلي جي اوسر

قادري روايتن موجب قادري طريقي جا مبلغ، عالم ۽ بزرگ، جن ۾ پيران پير دستگير جا عقيدتمند به شامل آهن. ان کان سواءِ پير صاحب جا نورچشم به هئا. جيڪي پنهنجي والد جي زندگي ۾ مراڪش کان هندستان تائين تبليغ لاءِ پکڙجي ويا. هندستان ۾ هن سلسلي وارن باقاعدي پنهنجون سرگرميون پندرهين صدي عيسوي ۾ شروع ڪيون. انهن بزرگن مان ”پهريون عالم دين ۽ صوفي بزرگ نعمت الله دکني هو جنهن جي وفات 1430ع ۾ ٿي. ان صدي ۾ هندستان جي مرڪزي حڪومت ڪمزور هئي. تنهن هوندي به صوفي بزرگن جي اسلامي تبليغ ڪري حالتون سڌريل هيون. خاص طرح قادري سلسلي وارن هن ڏس ۾ پاڻ موکايو هو.“[14]

انهن بزرگن اسلام ڦهلائڻ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو ۽ اسلامي علوم ۽ فقه جي تمام گهڻي تبليغ ڪئي. مغل دؤر حڪومت ۾ خاص طرح حرمين شريف ڏانهن بحري آمدرفت وڌي، ان وقت ڪيترائي صوفي بزرگ هندستان ۾ اچڻ لڳا ۽ دين اسلام گهڻي ترقي حاصل ڪئي، بزرگن هند ۾ ذاتي ۽ روحاني تجربن جي بنياد تي هڪ اهڙي صوفياڻي نظام جي ڳولا ڪئي، جنهن ۾ ڪا به ڳالهه شريعت جي خلاف نه هجي. انهن ڏينهن ۾ نقشبندي سلسلي خاص طرح طريقت کان وڌيڪ شريعت ڏي ڌيان ڏنو. قادري سلسلي به ان ڏس ۾ ڪافي تبليغي ڪم ڪيو. هن سلسلي جي ترقي ۽ واڌاري لاءِ نعمت الله دکني رح جو نالو ڳڻائي سگهجي ٿو. ان کان پوءِ هن صوفياڻي ملڪ جو اهم بزرگ حضرت محمد گيلاني قدس رهه سلسلي کي باقاعدي ترقي وٺرائي. جڏهن هلاڪو

بغداد کي تباهه برباد ڪيو هو. تڏهن هن بزرگ جا وڏا حلب هليا ويا هئا ۽ سندس جنم به اتي ئي ٿيو هو. پاڻ ظاهري ۽ باطني علم جو ماهر هو. ان سلسلي لاءِ ڪيتري عرصي تائين ايران، خراسان ۽ ٻين ملڪن جو سير و سفر ڪندو رهيو. آخر ۾ پاڻ اُچ شريف ۾ آيو ۽ ان کي پنهنجو وطن بڻايائين. سڪندر لوڌي ان وقت سندس وڏو معتقد هو. پاڻ زماني جو سٺو شاعر پڻ هو. قادري سندن تخلص هو. سندن گهڻا شعر حضرت عبدالقادر جيلاني جي شان ۾ چيل آهن. غزلن جو ديوان پڻ اٿن، سندس هڪ شعر پيش ڪجي ٿو جيڪو رود ڪوثر ۽ اخبارالاخيار ۾ ڏنل آهي.

”نـــــــديم و قلنـــــــــــدريم و چـــــــــالاک،
مســـــتيم و معـــــــر بـــــــديم و بـــــي بـــــاک،
جـــــايم و صـــــراحئم و بـــــاده، در صـــــدفيم و بحـــــر خاشـــــاک،
والـــــيءَ ولايـــــت شـــــش و پـــــنج، حـــــامئي بـــــلا دفهـــــم و ادراک،
بگذشت زخويش بي ڪدورت نگذشتہ ز عشق جوهر خاک مابلبل بوستان قديم،
شـــــــهباس ســـــــفيد دوســـــــت نـــــــيم.“[15]

ترجمو: اسين رند آهيون، قلندر آهيون ۽ هوشيار مست آهيون ۽ بيباڪ. اسين جام به آهيون صراحي به ته شراب به، موتي به آهيون، ته سپون به سمندر به آهيون ته خاشاڪ شش و پنج جي ولديت جا والي به آهيون، فهم ادارڪ جي شهر جا حمايت ڪرڻ وارا به. دل جي دنيا جي راز جا مجموعا به آهيون ته لولاڪ جي راز رکڻ وارا به اسان ئي آهيون، عشق جي جوهر مان گذري ڪدورتن کان پاڪ بڻجي ويا آهيون. اسان قدس باغ جا بلبل ۽ محبتن جي هٿن جا سفيد باز به آهيون.

ان بزرگ کانسواءِ قادري سلسلي جي شروعاتي بزرگن شيخ علي متقي رح، مخدوم عبدالقادر ثاني، شيخ دائود ڪرماني، شير ڳڙهي، سيد موسيٰ شيخ، عبدالحق محدث دهلوي، هن سلسلي کي مغليہ دؤر ۾ ترقي وٺرائي. پندرهين صدي عيسوي جي چوٿائي ڏاري قادري سلسلو ننڍي کنڊ اندر وڏيڪ ظاهري تبليغ ۾ نمايان نظر اچڻ لڳو. هن ئي صدي ۾ مذهبي عقيدا بي يقيني ۽ بي آرامي جو شڪار ٿيڻ لڳا، ڇاڪاڻ جو ”وشنومت“ جي نئين سر اُڀرڻ ڪري ماڻهن ۾ ترڪ جو لاڙو پيو.[16] اهڙا ٻيا به ڪيترائي فرقا وجود ۾ آيا، جن مذهبن جي مت ٻيڊ کي ڪونہ ٿي مڃيو.

انهيءَ دؤر ۾ اسماعيلي روحاني پيرن پير صدرالدين جي اڳواٽي هيٺ

پاڻ کي نئين سر سگهارو بنايو. ان دور ۾ ميران محمد جونپوري جي مهدوي تحريڪ جي اثر اڳتي هلي دين الاهي جي صورت ورتي. ان جي ردعمل کي روڪڻ لاءِ واحد قادري سلسلو هو جنهن تحريڪ جي صورت اختيار ڪئي. محدوي تحريڪ ۽ دين الاهي کي روڪڻ لاءِ واحد قادري تحرڪي هئي. جنهن انهن تحريڪن خلاف تمام گهڻو مثبت ڪم ڪيو. جڏهن تہ ان وقت سهروردي، چشتي سلسلن جا بزرگ، عبدالقدوس گنگوهي ۽ سندس خليفي شيخ جلال ٿانيسري جهڙا اهم بزرگ پڻ موجود هئا. پر اهي وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود جهڙن مسئلن کي انهن ايترو اهم نٿي ڄاتو. پر قادري سلسلي وارن انهن مختلف نظرياتي تحريڪن کي روڪڻ لاءِ ٻين بزرگن سان گڏجي نئين ڪنڊ ۾ ملتان ۽ دهلي جو حاڪمن جي سرپرستي بہ حاصل ڪئي. 1482ع ۾ مخدوم شيخ محمد غوث الخلبي جي اچڻ سان قادري صوفين جي مذهبي اوسر نهايت سٺي ۽ منظم نموني ٿي. هن پنهنجو مذهبي تبليغي مرڪز اُچ شريف کي بنايو. ڇاڪاڻ جو اهو اسماعيلي مبلغن جو ڳڙهہ هو. قادري بزرگن جي اثر سبب اسماعيلي داعين آڏو ٻہ واٽون هيون يا تہ هو شريعت جي پابندي ڪن يا هتان هليا وڃن. ان وقت اسماعيلي بزرگن جو مرڪز اُچ کان سواءِ بدين ۽ ان جا پاسي وارا ڳوٺ ۽ گجرات پڻ هو. انهن شهرن ۾ اڄ بہ اسماعيلي خواجہ گهڻي تعداد ۾ رهن ٿا. اتان جي مذهبي اسماعيلي تحريڪ کي قادري سلسلي جي اچڻ ڪري ڪافي ڌڪ رسيو. پندرهين ۽ سورهين صديءَ وقت سياسي اختيارين وارن هن سلسلي کي ڪافي زور وٺايو.

"ميان مير قادر جنهن جو جنم 975هہ مطابق 51_1550ع ڌاري سيوهڻ جي مشهور گهراڻي قاضين ۾ ٿيو. هن جي مغل بادشاهہ ڏاڍي عزت ڪندا هئا. قادري سلسلي وارن کي پنهنجو بٽائڻ شايد حڪمرانن جي مجبوري بہ هئي، ڇاڪاڻ جو ان وقت سهروردي سلسلي وارن وقت جي حاڪمن سان دوستي گهٽائي ڇڏي هئي. چشتي سلسلي وارن جي وقت جي شاهن سان اصل ڪو نہ لڳندي هئي.[17] نقشبندي سلسلي وارا اڃا مٿانهين طبقي وارن وٽ رسائي نہ ڪري سگهيا هئا. انهيءَ حالت ۾ قادرين غريب توڙي اعليٰ طبقي ڏانهن پنهنجو رويو هڪ جهڙو رکيو ۽ ٻنهي طبقن جون روحاني ۽ سماجي ضرورتون پوريون ڪندا آيا. ان ڪري ٻئي طبقا هن سلسلي وارن ڏانهن وڌيڪ توجهہ ڏيڻ لڳا. عام ماڻهن جون همدرديون بہ خاص هنن سان هونديون هيون.

هن سلسلي وارن مهدوي ۽ اسماعيلي طريقي جي تبليغ روڪڻ لاءِ گجرات ۽ سنڌ ۾ اهم ڪردار ادا ڪيو. انهن کان سواءِ نقشبندي سلسلي وارن

سان پڻ هنن جو ٽڪراءُ رهيو. ڇاڪاڻ جو نقشبندي وحدت الشهود واري نظرئي جا حامي هئا ۽ قادري وحدت الوجودي نظريي جا پيروڪار هئا. جنهن ڪري هنن جي رواداري ڪري هن سلسلي جي تمام گهڻي ڪاميابي ٿي. مسلمانن جي انهن ٻنهي سلسلن پاڻ ۾ نہ ٿهي سگهندڙ ٻن لاڙن جي ترجماني ٿي ڪئي. وحدت الوجود سهل پسند سلسلو هو ۽ وحدت الشهود شرع کي ترجيح ڏيندا هئا. شيخ عبدالحق محدث دهلوي کي ويجها هئا. جڏهن تہ عام ماڻهو جيڪي رواداري واري نظريي جا حامي هئا، سي قادري ۽ سهروردي طريقي وارن ڏانهن وڌيڪ لاڙو رکندا هئا. ان جو سبب هڪڙو اهو بہ هو تہ عام ماڻهو امن ۽ ڀائيچاري وارو ماحول چاهيندو هو. قادري صوفين ننڍي کنڊ جي مذهبي تاريخ جي هڪ نازڪ وقت ۾ دهلي جي حاڪمن مغل شهنشاهن ۽ احمد شاهہ ابدالي سان سٺن ناتن ڪري سماج سڌارڪ ڪوشش ۾ مذهبي روحاني ۽ سماجي طور گڏيل ڪم ڪيو جنهن ڪري عوام جو گهڻو حصو قادرين جي سلسلي کي وڌيڪ پسند ڪرڻ لڳو.

قادري سلسلي جي مبلغ شيخ محدث عبدالحق ۽ نقشبندي سلسلي جي مبلغ حضرت مجدد الف ثاني جهانگير جي وقت ۾ ڪافي مشهور ٿيا. هنن ٻنهي سلسلن دين اسلام لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. هنن جي ديني طريقيڪار سبب ان دور ۾ ڪوڙساريون بدعتون گهٽجڻ لڳيون. انهن ڏينهن ۾ لاهور ۾ قادري سلسلي جي بزرگ ميان مير سيوهاڻي قادري طريقي کي گهڻو مقبول بڻايو. هن بزرگ جي علمي، روحاني ۽ ذاتي طور مثالي زندگي جي ٻرندڙ ڏيئي آڏو بين جا ٻرندڙ ڏيئا هلڪا ٻرڻ لڳا. شاهجهان جي دور جون تاريخون هن بزرگ جي شان ۾ پريون پيون آهن. هن بزرگ جو هم عصر نقشبندي سلسلي جو حضرت مجدد الف ثاني جو فرزند خواجہ محمد معصوم پڻ هو. پر ان جو ذڪر ان دور جي ڪتابن ۾ ناهي، جيڏو ميان مير جو آهي. ”رود ڪوثر“ ۾ پڻ ڄاڻايل آهي تہ ”هن دور ۾ نقشبندي سلسلي کان وڌيڪ مقبول سلسلو قادري هو.“ [18] ميان مير قادري جي تعريف تزڪ جهانگري ۾ جهانگير هن طرح ڪري ٿو:

”چون بعرض رسيد کہ در لاهور شيخ محمد مير نام درويشي است هندي الاصل لغايت فاضل و مرتاض وبارڪ نفس و صاحب حال در گوشہ توکل و عزلت منزوي گشتہ از فقر غني واز دنيا مستغني نشتہ است. بنا برين خاطر حق طلب بي ملاقات ايشان نوشتہ. شوق باطن را ظاهر ساختم و آدعزيز باوجود لبر سن وضسف بينہ تصديعہ کشتہ تشريف آور دومت ممتد تنها با ايشا نشستہ صحبت مستوفي داشتہ شد الحق ذات شريف است و درين عهد بغايت غنيمت و

عزيز الوجود اين نيازمند از خود بر آمد با ايشان حجت داشد و بسا سخنان بلند از حقائق و معارف استماع افتاد. مير چند خواستم نياز بگذارنم. چون پايہ همت ايشان رازران عالي تريافتم. خاطر باظهار اين مطلب رخصت نداد پوست اهو سفيد بجهت جائي نماز باشيان گزرايندم.“[19]

ترجمو: جڏهن خبر ملي تہ لاهور ۾ شيخ محمد مير نالي هڪ درويش هندي نسل مان آهي، جو نهايت عبادت ڪرڻ وارو متقي، صاف دل ۽ صاحب حال آهي، توڪلت ۽ عزلت جي ڪنڊ ۾ فقر سان غني ۽ دنيا کان ڪناره ڪش ٿي وينو آهي. انهيءَ ڪري ان سان ملاقات لاءِ اشتياق وڌندو ويجي. جڏهن لاهور ويس تہ چني لڪي اندر جو رازا ورڻ لاءِ عرض ڪيم تہ اهو مهربان بزرگ وڏي عمر جي باوجود بہ تڪليف وٺي تشريف ڪٽي آيو. مان ڪافي دير سندن خدمت ۾ رهيس. پاڻ حقيقت ۾ شريف نفس آهن. پاڻ انهيءَ عهد ۾ بہ گهڻا غني ۽ نهايت پروقار پهنجائپ وارو رشتو رکندڙ آهن. اهو راز هن نياز مند تي خود ظاهر ٿيو. سندن صحبت ۾ نهايت اعليٰ قسم جون ڳالهيون ۽ حقيقتون ٻڌم. تڏهن منهنجي دل چاهيو تہ ڪجهہ نذرانو خدمت ۾ رکان. پر جڏهن سندن همت پريون ڳالهيون ٻڌم تہ ڪين عام نذراني کان سندن ڪين برتر سمجهيم ۽ دل ۾ ان مقصد کي دٻائي ڇڏيم. دل ان ڳالهہ جي اجازت نہ ڏني، اهڙي طرح سندن خدمت ۾ رهڻ جي ڪل جي جاءِ نماز پيش ڪيم.

متئين احوال پڙهڻ سان ڄاڻ پئي تہ جهانگير بادشاهہ سندن شخصيت کان تمام گهڻو متاثر هو. متي جيڪو لکيل آهي تہ پاڻ هندي نسل مان هئا، اهو غلط آهي، پر پاڻ سنڌي نسل مان آهن ۽ سندن خاندان اڄ ڏينهن تائين سيوهڻ ۾ هڪ قابل احترام خاندان جي حيثيت سان صديقي سڏائيندو آهي. قاضي قادن سنڌ جو پهريون برک شاعر، سنڌي شاعريءَ جو وهائو تارو هو. جيڪو هن معزز هستيءَ جو نانو هو. پاڻ سنڌ ۾ سمن ۽ ارغونن جي دؤر ۾ وڏو قاضي پڻ ٿي رهيو هو.

جهانگير قادري سلسلي سان واسطو نہ رکندي بہ هن سلسلي وارن بزرگن جو نهايت گهڻو مداح هو پاڻ اڪثر ميان مير قادري سان خط و ڪتابت جو سلسلو رکندو هو. شاهجهان تہ هن بزرگ جو ايترو معتقد هو جو هن کي پنهنجي فرزند داراشڪوه جي سخت بيماري ۾ هن کي علاج لاءِ گهرايو هو. ميان مير هن کي پاڻي جو پيالو پياري صحتياب ڪيو. داراشڪوه شاجهان جو وڏو فرزند هو. خواجہ معين الدين چشتي جي دعا سان 30 مارچ 1615ع سال ۾ اجمير ۾ ڄائو هو.

ميان مير جي حاضري ڏيڻ لاءِ داراشڪوه صحتياب ٿيڻ کان پوءِ سندس حاضري ڏيڻ لاءِ ويو ۽ پنهنجو سر سندن پيرن تي رکي مير صاحب جي عقيدتمند مريدن ۾ شامل ٿي ويو. داراشڪوه جي معتقد ٿيڻ کان پوءِ ميان مير سال کن کانپوءِ وفات ڪئي. داراشڪوه جو چوڻ هو ته ميان مير وفات کان پوءِ غائبانه انداز ۾ مون کي مشاهدو ۽ مراقبو سيکاريو. داراشڪوه پنهنجي ڪتاب 'سفينته' الاولياءَ ۾ ميان مير ڏي به لکيل خط پنهنجي والد جا نقل ڪيا آهن. هن وڌيڪ لکيو آهي ته ميان مير صحبت واري عرصي ۾ مان حنفي قادري ٿيس، هن ڪتاب ۾ دارا قادري سلسلي کي وڏي اهميت ڏني آهي.

هن زماني ۾ داراشڪوه مسلمان صوفين ۽ هندو يوگين جي هڪ جماعت جو اڳواڻ ٿي ويو هو. هنن ٻنهي جماعتن تصوف ۽ ويدانت جي هڪ گڏيل راهه ڳولي لڌي، پر ان طريقي کي هتان جي مذهبي ماڻهن سٺو نه سمجهيو. مذهبي پيروڪار ان سلسلي ۾ داراشڪوه جي مخالفت ڪرڻ لڳا. انهن سمجهيو ٿي ته اهڙي سلسلي سان غير شرعي طريقا رائج ٿي ويندا. انهيءَ دور ۾ قادري سلسلي وارن نقشبندي سلسلي وارن سان گڏجي، اوڻهين صديءَ عيسوي ۾ انهن غير شرعي بدعتن کي روڪڻ لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو. ڪلڪتي ۾ قادري سلسلي جي هڪ اهم خانقاهه هئي. جنهن ۾ مغليه خاندان تمام گهڻو حصو ورتو. هن خانقاه سان تمام وڏن اهل علم ۽ اهل تصنيف بزرگن جو واسطو رهيو آهي. 1740ع ۾ حضرت غوث اعظم قدس سره جي اولاد مان هڪ بزرگ ذاڪر علي رح ۽ ان جي پياءُ شيخ روشن علي ضلعي پورينيه ۾ قادري سلسلي جو هڪ اشاعت جو مرڪز کوليو ۽ هڪ نئين خانقاهه جو بنياد پڻ وڌو جنهن تحت اسلامي نظرياتي ڪم ڪيو. ان کان سواءِ هندستان ۾ قادري سلسلي جون ٻيون به ڪيتريون ئي خانقاهون هيون. جتان اسلام جي پکيڙڻ لاءِ شريعت ۽ طريقت جي بنياد تي قادري بزرگن وڏ ۾ وڏ اسلام پکيڙڻ جو ڪم ڪيو.

## سنڌ ۾ قادري سلسلي جي اوسر:

ناصرالدين قباچه جي ڏينهن ۾ امير ڪبير سيد قطب الدين المدني حضرت شيخ عبدالقادر جو پاڻيجو جهاد جي ارادي سان سنڌ ۾ آيو. دهلي جو حاڪم سلطان قطب الدين ايبڪ سندس مريد هو. سيد حامد السنڌي بخاري سنڌ ۾ سندن ملفوظات ڪٺي ڪئي آهي. جنهن مان امير ڪبير جي سنڌ ۾ آمد جي ڄاڻ پئي ٿي. "سندن وفات 528هه مطابق 1186ع ۾ مانڪپوره هندستان ۾ ٿي. سيد احمد شهيد 19 صدي ۾ سکن جي خلاف جهاد ڪيو.

جنهن جي مزار سرحد صوبي جي شهر بالاڪوٽ ۾ آهي. اهو بہ هن سيد صاحب جي اولاد منجهان آهي. قادري سلسلي ۾ هڪ حسني ۽ حسيني شاخ بہ آهن. جنهن جو بنياد هن بزرگ امير ڪبير سنڌ ۾ وڌو."[20]

قادري روايتن مطابق قادر مبلغن اسماعيلي اثر کي روڪڻ لاءِ سموري اسلامي دنيا ۾ ديني تبليغ جاري رکي. انهيءَ سلسلي ۾ ٻارهين صدي عيسوي کان پندرهين صدي عيسوي تائين سنڌ اندر ايندا رهيا. جن ۾ حضرت عبدالقادر جيلاني جي اولاد ۽ مريدن سنڌ کي پنهنجي رهائشگاهہ بڻائي پنهنجي تبليغي سرگرمين کي جاري رکيو. هن سلسلي جو باني سيد عبدالقادر جيلاني آهي. جنهن کي بغدادي ۽ پيران پير دستگير بہ چيو ويندو آهي. "هن سلسلي ۾ شريعت جي پيروي تمام گهڻي ڪئي ويند ياهي، ننڍين ننڍين بدعتن کي پڻ حرام سمجهيو ويندو آهي. ساز ۽ سرودن تي راڳ ٻڌڻ حرام آهي. ذڪر جلي ۽ خفي يعني ڏاڍيان ۽ هوريان ٻنهي طرح ڪيو ويندو آهي، پر گهڻو ڪري حلقو ٻڌي بلند آواز سان ذڪر جون چار تسبيحون پڙهيون ويندڀون آهن.

### ذڪر جو طريقو:

عام طور قادري طريقي ۾ ذڪر جون چار تسبيحون پڙهيون وينديون آهن. جي هيٺ ڏجن ٿيون.

(1) لااله الاالله. (2) الاالله. (3) الله (4) هو هو. پر سنڌ ۾ شاهہ ڪريم بلڙي واري هن ذڪر ۾ توري ڦيرقار ڪري تي تسبيحون پڙهايون. انهيءَ ذڪر ڪرڻ جي طريقي کي قادري ڪريمي ڪري سڏجي ٿو جنهن جو پاڻ لهجو بہ بدلايو هٿائون. اهي تسبيحون آهن.

(1) الله هو. (2) الله الله. (3) هو هو. اهو ذڪر اڃا تائين شاهہ ڪريم ۽ پٽ شاهہ تي ٿيندو رهندو آهي."[21]

### قادرين جو لباس:

پنجاب ۽ سنڌ ۾ ڪيترائي مولوي هن سلسلي سان واسطو رکن ٿا. پنجاب جا قادري سماع جي خلاف آهن. پر سنڌ جا قادري سماع ٻڌندا آهن. سائو پٽڪو ٻڌندا آهن. هنن جي لباس جو ڪو نہ ڪو حصو بادامي رنگ جو هوندو آهي. هي درود شريف کي وڏي اهميت ڏيندا آهن."[22]

شيخ ابوالسعود احمد بن ابوبڪر جو بيان آهي تہ حضرت سيد عبدالقادر جيلاني فرمايو آهي تہ: "مون 25 سالن تائين عراق ۽ ايران جي ڪيترن هنڌن

جو سير و سفر ڪيو.” سندس پوٽي سيد صفي الدين گيلاني (متوفي 611ھ) ٽيھن سالن جي عمر ۾ سير و سياحت لاءِ نڪتو. 18 مھينن تائين ملتان ۽ ان جي ويجھڙائي وارن علائقن ۾ گھميو ھو. خاص ڪري سنڌ ۾ روھڙي ۾ آيو ھو. تحفة الڪرام جي مصنف مير علي شير قانع نصرپور ۾ مدفون شيخ محمد المعروف قادري لاءِ لکيو آھي تہ ھو بہ سيد عبدالقادر جيلاني جو پوٽو ھو. ان بزرگن کان سواءِ تحفة الڪرام موجب ٻين قديم ڳوٺن ۾ پڻ ھن بزرگ جي اولاد جون مزارون آھن. جھڙوڪ شيخ اسحاق مزارا گھم ڪوٽ، شيخ لوڏي مزار قديم پرڳڻو ستيار، علي اصغر مزار ڳوٺ نورائي، شاھہ قادري مزار ٻين جي پرسان، ان کان سواءِ سيوھڻ ويجھو ڳوٺ باجارا ۾ پير ببر شير جي درگاھہ آھي، جيڪو پڻ درگاھہ جي سجاده نشينن جي روايتن مطابق يارھين صدي عيسوي ۾ آيو ھو. ھن جو اصل نالو عثمان ھو. لقب ببر شير ھئس، ھن بزرگ جا سجاده نشين شيخ آھن، ھن وقت درباري شاھہ سجاده نشين آھن. اھڙي طرح قادري سلسلو سنئون سڌو بغداد مان سنڌ آيو. جيلاني سيدن اتي قادري سلسلي جو بنياد وڌو. ھن وقت بہ سنڌ ۾ ڪيترائي جيلاني سيد آباد آھن. ھيءُ سلسلو اتر سنڌ ۾ 12 ۽ 13 صدي عيسوي تي اوج ۾ رھيو. سلطان باھو عليہ رحمت قادري طريقي جو بزرگ ھو. سنڌ جي گھوٽڪي وارا جيلاني سيد، جن مان ڪجھہ پاڻ کي گيلاني سڏائيندا آھن، تن جو واسطو سلطان باھو عليہ الرحمت قادري بزرگ سان ھو. ان طرح قادري ڪريمي سلسلي وانگر ھت سلطاني قادري طريقو پڻ سنڌ ۾ ريائج ٿيو. اڳتي ھلي ميان غلام قادر ڪنٻاري ھن سلسلي کي زور وٺرايو. ڪنٻار ڪچي ناڙيءَ ۾ ھڪ ننڍڙو ڳوٺ آھي. اتي اصل ۾ گھوٽڪي يا پيرن جي لوءِ جا وينل ھئا. ڪنھن سبب اتان لڏي اچي ناڙيءَ کي وسايائون. شھدادپور جا بزرگ پڻ انھيءَ درگاھہ جا مريد ھئا، جن جا سوين مريد آھن.

سنڌ ۾ قادرين جو ٻيو سلسلو پير محمد راشد صاحب روضي ڌڻي پيرپاڳاري کان اڳتي وڌيو. ھن سلسلي جون اتر توڙي ڏکڻ سنڌ ۾ گھڻيون درگاھون آھن، جيڪي اڃا ھلي رھيون آھن. پرچونڊي، امروٽ، ھاليجي، جلال پھوڙ رتوديرو، ڪوٽ پتو، ٻير شريف تعلقہ قمبر ۾ آھن. ان کان سواءِ باجارا، نينگ شريف تعلقي سيوھڻ ۾، ڏکڻ سنڌ ۾ خليفي نظاماڻي جي قادري راشدي درگاھن زور ورتو. سيد محب الله شاھہ روھڙي واري پنھنجي ڪتاب ”تاريخ البلاد والقصبات“ ۾ لکيو آھي تہ ”سلمان بن حصوان بن حاڪم زنجاري جي اولاد مان لھر نالي ھڪ شخص اروڙ ۾ رھندو ھو. جيڪو حضرت غوث اعظم جي روھڙي ۾ آمد وقت سندس فيض جي پھرين نظر ان مسلمان ٿيو

۾ سندس رهڻ واري جڳهه تي هڪ مسجد ٺهرائي پنهنجي قبيلي سميت لڏي اچي اتي ويٺو.“[23]

مٿين درگاهن کان سواءِ پيو به ڪيتريون درگاهون سنڌ ۾ آهن. ان سان گڏوگڏ درسگاهون به انهن درگاهن سان گڏ هونديون هيون. جتان قادري سلسلي جي تعليم ڏني ويندي هئي. انهن مان پير صاحب پاڳاري جي درگاهه، سچل سائين جي درگاهه، شاهه عنايت شهيد جي درگاهن جو طريقو پڻ قادري آهي. ”حضرت قادر بخش بيدل سائين، محبوب سبحاني سان ايتري ته عقيدت رکندو هو. جو پنهنجو اصل نالو عبدالقادر ڦيرائي قادر بخش رکيو.“[24]

سنڌ جي درگاهن تي نظر وجهندي جيڪا ڳالهه محسوس ٿيندي آهي. اها اِها آهي ته سهروردي نقشبندي طريقن کان وڌيڪ قادري سلسلن جون درسگاهون ۽ درگاهون گهڻيون مليون ٿيون. خاص طرح سنڌ ۾ 1650ع ڌاري سنڌ ۾ شيخ يوسف بغداد آيو. جنهن ڪيترائي غير مذهب مسلمان ڪيا. هونئن به سنڌ ۾ قادري سلسلي وارن لاءِ گهڻي عزت آهي. هنن هتان جي عوام ۾ روحاني جذبو پيدا ڪيو. جنهن ڪري سنڌي عالمن، شاعرن توڙي الله لوڪ بزرگن، سيد پيران پير دستگير جي شان ۾ عربي، سنڌي، فارسي، سرائڪي، هندي، اردو، پنجابي ۽ ٻين ڪيترن ٻولين ئي ۾ عقيدت جو اظهار پئي ڪيو آهي. ان عقيدت کان سواءِ هنن بزرگن ان دور ۾ اسماعيلي اثر کي روڪڻ لاءِ سنڌ، ملتان ۽ گجرات جيڪي اسماعيلي دعوت جا ڳڙهه بڻجي ويا هئا. ان مسئلي کي منهن ڏيڻ لاءِ قادري سلسلي جا صوفي ٻارهين صدي عيسوي کان پندرهين صدي تائين سنڌ ۾ ايندا ۽ تبليغ ڪندا رهيا. هن سلسلي سنڌ جي مذهبي جاتيءَ تي گهرا اثر ڇڏيا. جيڪي هميشه هميشه لاءِ سنڌي سماج تي پنهنجو اثر ڇڏي ويا آهن. مثلاً: سنڌ ۾ پيران پير جي نالي تي هر مهيني چنڊ جي يارهين تاريخ مال وندا ماڻهو کير ورهائيندا آهن. جڏهن اجا برصغير انگريزن جي حڪومت مان آزاد نه ٿيو هو ته سنڌ جا هندو پڻ پيران پير دستگير جو سوا ڪسيرو باسيندا هئا. مشڪل حل ٿيڻ تي سوا ڪسيري جي مٺائي ورهائيندا هئا. ان کان سواءِ اجا تائين پيران پير دستگير جي شان ۾ مداحون، مناجاتون ۽ قصيدا پڙهيا ويندا آهن. سنڌ ۾ اڪثر امير ماڻهو يارهين شريف وڏي شان مانَ سان ملهائيندا آهن.

# مشهور قادري بزرگ

## حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه:

حضرت جنيد بغدادي رحمة الله عليه جي ڪنيت ابوالقاسم، لقب سيد الطائف وطائوس العلماءُ (عالمن جو مور) وقواريري وزجاج هو. سندس والد شيشي جو واپاري هو. نهاوند جو رهڻ وارو هو. پر حضرت جنيد جي ولادت بغداد ۾ ٿي هئي. حضرت سفيان ثوري رح جي سلسلي جو پيروڪار هو ۽ حضرت سري سقطي جو ڀاڻيجو هو. سري سقطي عراق جو وڏو مشائخ هو. حضرت معروف ڪرخيءَ جو مريد هو. ان کان ئي بعيت حاصل ڪيائين. سندس سلسلي سان واسطو رکندڙ کي جنيديہ چوندا آهن. ڪيترائي مشائخ پنهنجي سلسلي کي حضرت جنيد جي سلسلي سان ڳنڍي پنهنجي سلسلي کي درست ڪندا آهن. پاڻ جنيديہ سلسلي جو اڳواڻ هو. "هڪ ڏينهن ڪنهن مريد سري سقطي کان پڇيو تہ: "ڪنهن مريد جو درجو پنهنجي مرشد کان وڌو بہ ٿي سگهي ٿو." پاڻ فرمايائون، "ها، بلڪل ايئن جيئن مون کان حضرت جنيد جو درجو وڏيڪ آهي." (25) حضرت جنيد رح جي تعليم صحو واري آهي، صحو جي معنيٰ هوش آهي. پاڻ فرمائين ٿا، صحو مردن جي جنگ جو ميدان آهي. هڪ دفعي حسين بن منصور حال جي غلبي هيٺ عمر بن عثمان کي ڇڏي جنيد رح وٽ آيو تہ هن کان جنيد رح پڇيو: "ڇو آيو آهين؟" هن چيو "صحبت جي فيض لاءِ" فرمايائون ڇرين جو اسان وٽ ڪو ڪم ڪونهي، مجلس لاءِ صحت جي ضرورت هوندي آهي. توکي صحت حاصل ٿيندي تہ اهو ڪم ڪندي جيڪو سهيل بن عبدالله تستري ۽ عمرو سان ڪئي." حسين بن منصور وراڻيو: "ايهاالشيخ الصحو وسڪر صفتان للعبد ومادام باعون ربہ حتيٰ فني اوصافہ."

ترجمو: اي مرشد سڪر ۽ صحو بہ انساني صفتون آهن. جيستائين اهي فنا نہ ٿينديون انسان الله تعاليٰ کان پردي ۾ رهندو. جنيد رحمة الله عليه فرمايو. "يا ابن منصور اخطات في الصحو في السڪر" (اي منصور جا پٽ تون غلط ڇتي رهيو آهين.) صحو رب پاڪ جي آڏو حال جي صحت جو نالو آهي ۽ سڪر گهڻي شوق ۽ محبت جي شدت جو نالو آهي. اهي ٻئي شيون انساني صفتن ۾ شامل آهن. ڪوشش سان حاصل ٿي نہ سگهنديون. تنهنجو ڪلام اجايو ۽ معنيٰ کان سواءِ آهن، نشو يا بيهوشي. ڪي الله وارا سڪر کي صحو کان مٺيرو سمجهندا آهن. ڪي صحو کي سڪر تي اهميت ڏيندا آهن." (2) حضرت

جنيد بغداديؒ رات ڏينهن خالق حقيقي جي عبادت ۾ مصروف گذاريندو هو. تزڪيه نفس جي لاءِ ڪيترائي مجاهدا ڪيائين. سندن لاءِ مشهور آهي ته سومهڻي جي نماز بعد هڪ پير تي بيهي الله جي نالي جو ٽيهه سال ذڪر ڪرائين. سندس اکين ۾ عجيب قسم جو تاثر هو. جنهن ڏانهن نهاريندا هئا، اهي بيهوش ٿي ويندا هئا. حضرت جنيد رح جو عقيدو حضرت شيخ ثقطيؒ جي عقيده توحيد تي پختو هو. توحيد جو هي تصور ڪين معروف ڪرخيؒ کان مليو. بغداد جا اهل علم ڪين جي علم کان چڱي طرح واقف هئا. ان ڪري ڪين ڪو جواب نه ڏئي سگهندو هو. پاڻ محتاط ۽ بامروت انسان جي روپ ۾ مشهور هو. پر ديني معلومات ۾ پاڻ ڪنهن جو به لحاظ ڪو نه ڪندا هئا. ان معاملي ۾ صاف گوئي کان ڪم وٺندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا ته: "ترڪ دنيا جو اهو مطلب هرگز ڪونهي ته تلها اُن جا ڪپڙا پائجن يا جوَن جي ماني کائڻ شروع ڪري. سٺن گهرن ۾ رهڻ پسند نه ڪري. ترڪ دنيا ته ان کي چئبو آهي ته ڪيترو به لذيذ کاڌو کائو ته ذائقو جوَن جي مانيءَ جو محسوس ڪريو. بخمل پايو پر ان مان گودڙي جو گمان محسوس ڪيو. بازارن ۾ گهمو ته محسوس ڪيو ته جهنگلن مان گذريو رهيو آهيان" پاڻ فرمائيندا هئا ته: "امن سلامتي فقط انهن ماڻهن کي ملندي آهي، جيڪي ان جي تلاش ۾ هوندا آهن. گناهن کان پري رهڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. اسلام ۾ منع ڪيل چيزن جي ويجهو ئي نه ايندا آهن." شيخ جنيد سماع نه ٻڌندو هو ۽ نه وجد ۾ ايندو هو. هڪ ڏينهن مجلس ۾ توحيد جي موضوع تي درس ڏيئي رهيو هو ته هڪ مريد نعرو هنيو ته ڪيس چيائين هاڻ ايئن ڪيئي ته محفل مان ڪڍي ڇڏيندوسانءِ. وري ٻيهر هن نعرو هنيو ته جنيدؒ فقط هن ڏانهن نهاريو ته هو هن جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو."[27]

**حضرت جنيدؒ جا ڪجهه قول:**

- خدا جلوه گر ٿيندو آهي، تڏهن دل نهايت گهڻي خوش هوندي آهي.
- مرد کي مرداڻي خصلت اختيار ڪرڻ گهرجي، شڪ ۽ وهم ۾ گرفتار هئڻ نه کپي.
- جنهن خدا جي معرفت حاصل نه ڪئي، اهو ڪڏهن به خوش نٿو رهي سگهي.
- بهادري اها آهي ته پنهنجو بار ٻين تي نه وجهو سڀ ڪجهه خدا جي راهه ۾ ڏيو.

- جو شخص نيڪي ڪري وساري ڇڏي، ان جي صحبت اختيار ڪريو.
- خدا تائين پهچڻ جو رستو نفس تي ضابطو رکڻ آهي.[28]

وفات وقت سندس زبان تي الله جو ذڪر هو. اشهد آڱر ڪان سواءِ سڀ آڱريون ۽ آڱوٺو بند هئس. هن بسم الله الرحمان الرحيم پڙهندي دم ڏنو. غسل ڏيندڙ چاهيو ته سندس آڱريون کولي سڌيون ڪجن. نداءِ غيب آئي ته جيڪي آڱريون اسان جو نالو وٺندي بند ٿيون آهن، انهن کي اسان ئي کولي سگهون ٿا. اڪين ۾ پاڻي وجهڻ چاهيو ته ندا آئي، اسان جو نالو وٺندي بند ٿيون آهن. انهن کي به اسان کولي سگهون ٿا. سندس جنازو کنيو ويو ته هڪ سفيد ڪبوتر اچي سندن پرسان ويٺو. ان کي اڏائڻ جي ڪوشش ڪئي وئي، پر هو نه اڏاميو. آواز آيو ته اڄ حضرت جنيد رحمة الله عليه جو قالب فرشتن جي ڪلهن تي آهي. اگر توهان جو شور نه هجي ها ته حضرت جنيد رحمة الله عليه سفيد باز وانگي اسان سان گڏ اڏامي ها! پاڻ هر وقت دعا گهرندو هو ته "هڪ گهڙي پنهنجي مڪمل ارادي سان رب پاڪ جي بارگاهه ۾ اچڻ دنيا و مافيها کان بهتر آهي."

پاڻ 27 رجب 297هه جي ڏينهن هيءَ فاني دنيا ڇڏي وڃي بقا جي بستي ۾ آرامي ٿيا، سندن مزار شريف بغداد ۾ آهي.[29]

## حضرت عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه :

سيد عبدالقادر جيلاني برصغير جو تمام وڏو عالم، ولي الله واعظ ۽ قادريه سلسلي جو باني آهي. سنڌ ۾ خاص طرح ڪيس پيران پير دستگير جي نالي سان ياد ڪيو ويندو آهي. سندس شمار اولياءِ ڪرام جي اڳواڻ ۽ وڏن برگزيده صوفين ۾ ٿئي ٿو.

"سندن ولادت ايران جي صوبي طبرستان جي علائقي گيلان يا جيلان جي ڳوٺ نيف ۾ پهرين رمضان 470هه ۾ ٿي. ٻي روايت مطابق سندس ولادت 471هه ۾ ٿي."[30] سندن نسبي سلسلو حضرت امام حسين عليه السلام سان ملي ٿو. ڪين ڪيترن ئي تحقيقي مقالن اندر حسني، حسيني لکيو ويو آهي. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا ۾ سندن عيسوي پيدائشي سن 1077ع يا 1078ع لکيو ويو آهي ۽ وفات جي تاريخ 10 ربيع الثاني 561هه، 11 اپريل 1166ع ڏنل آهي."[31] نسبي اعتبار سان پاڻ عبدالله محض بن حسن مثنيٰ بن حسن عليه السلام بن علي عليه السلام جي اولاد آهن.

"سندن نسبي سلسلو والد بزرگوار جي تعلق سان هن طرح آهي. "القطب الرباني والفر والجامع ال صمداني محبوب سبحاني حضرت شيخ عبدالقادر

جيلاني قدس سره العزيز رضي الله عنہ وارضا عنا بن امام الشريف حضرت ابي صالح الملقب سيدنا موسيٰ جنگي دوست رضي الله عنہ بن امام الشريف سيدنا عبدالله جيلاني (جيڪو سڀ کان پهرين جيلان ۾ پيدا ٿيو.) بن امام الشريف سيدنا يحيٰ الزاهد رضي الله عنہ (جنهن سڀ کان پهرين جيلان ۾ رهائش اختيار ڪئي.) بن امام الشريف سيدنا محمد رضي الله عنہ بن امام الشريف سيدنا دائود رضي الله عنہ بن امام الشريف سيد موسيٰ رضي الله عنہ بن امام الشريف سيدنا عبدالله المعض رضي الله عنہ بن امام الشريف سيدنا حسن مثنيٰ رضي الله عنہ بن امام الشريف سيدنا اميرالمومنين و امام المتقين حضرت حسن عليه السلام بن امير المومنين اسدالله الغالب امام المشارق والمغارب حل المشڪلات والنوائب حضرت علي ابن ابي طالب بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدالمناف بن فهد بن مالڪ بن نضر بن ڪنانہ بن خزيم بن مدرڪ بن الياس بن مضر بن نزار بن معد بن عدنان بن اوين همبسع بن جمل ابن قيدار بن حضرت اسماعيل ذبيح الله عليه السلام بن حضرت ابراهيم عليه السلام وعليٰ نبينا محمد افضل الصلات والسلام.

## نسبي سلسلو والده محترمہ جي تعلق سان:

سندس جي والده محترمہ رضي الله تعاليٰ جي ڪنيت ام الخير لقب امت الجبار ۽ اسم مبارڪ مقدسہ فاطمہ بنت سيدنا حضرت عبدالله صومعي الحسيني رضي الله عنہ بن سيدنا حضرت ابي جمال بن سيدنا حضرت محمد بن سيدنا حضرت طاهر رضي الله عنہ. بن سيدنا حضرت ابي عطار رضي الله عنہ بن سيدنا حضرت عبدالله رضي الله عنہ بن سيدنا حضرت ڪمال رضي الله عنہ. بن سيدنا حضرت عيسيٰ رضي الله عنہ بن حضرت ابي علاؤالدين رضي الله عنہ. بن سيدنا حضرت امام علي رضا عليه السلام بن حضرت موسيٰ ڪاظم عليه السلام بن حضرت امام جعفر صادق عليه السلام بن حضرت امام باقر عليه السلام بن سيد امام زين العابدين عليه السلام بن سيد امام حسين عليه السلام بن حضرت اميرالمومنين اسدالله الغالب امام المشارق والمغارب حضرت علي بن حضرت ابي طالب بن عبدالمطلب بن هاشم بن عبدالمناف.

## شجره طريقت حضرت عبدالقادر جيلاني قدس سره:

سندن سلسلہ طريقت هن طرح آهي. السيد عبدالقادر جيلاني قدس سره العزيز ممدوح الصدر. خرقہ شريف حضرت ابو سعيد المبارڪ المخزي رضي الله عنہ کان پاتو. انهن حضرت ابوالحسن علي بن محمد يوسف القريشي الهنڪاري رضي الله عنہ کان پاتو انهن حضرت شيخ ابوالفرج عبدالرحمان طرطوسي رضي الله عنہ کان. انهن پنهنجي شيخ ابوالفضل عبدالواح التميمي رضي الله عنہ

ڪان انھن پنھنجي شيخ حضرت ابوبڪر شيخ شبلي رضي الله عنه ڪان انھن شيخ ابوالقاسم جنيد بغدادي رح ڪان انھن پنھنجي مامي حضرت سري سقطي رضي الله عنه ڪان انھن پنھنجي شيخ حضرت معروف ڪرخي رضي الله عنه ڪان انھن پنھنجي مرشد قبلھ الباطن حضرت سيد ابوالحسن علي ڪان انھن پنھنجي والد حضرت موسيٰ ڪاظم ڪان انھن پنھنجي مرشد والد سيد امام جعفر صادق ع ڪان انھن پنھنجي مرشد والد حضرت سيد امام باقر ع ڪان انھن پنھنجي والد سيد امام زين العابدين ع ڪان پنھنجي والد سيد شباب اھل جنت و نور نظر امام حسين عليه السلام ڪان انھن پنھنجي والد مرشد حضرت اميرالمومنين اسدالله الغالب امام علي عليه السلام ڪان انھن پنھنجي مرشد و ھادي حضرت محمد مصطفيٰ احمد مجتبيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن ڪان.

ھڪ ٻي سند جي مطابق حضرت معروف ڪرخيءَ پنھنجي مرشد حضرت دائود طائي ڪان انھن حضرت حبيب عجمي ڪان انھن پنھنجي مرشد حضرت خواجھ حسن بصري ڪان انھن پنھنجي مرشد و پيشوا حضرت امام المومنين اسدالله الغالب علي عليه السلام ڪان انھن رسول خدا حضرت محمد مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم جن ڪان.[32]

## سندن حليو مبارڪ

پاڻ نحيف البدن، درميانو قد، ڪشادو سينو، ڊگھي ۽ ويڪري ڏاڙھي شريف ڪڻڪائون رنگ، جاڙا ڀرون، بلند آواز پاڪيزه سيرت، بلند و مرتبت ۽ علم ۾ ڪامل ھئا. صاحب شھرت و سيرت، خاموش طبيعت ھئا.[33]

سندن متقدمين اوليائن بہ سندن بزرگي کي تسليم ڪيو آھي ۽ سندن آمد جي بشارت ڏني آھي، ان جو تذڪرو سڪية بالاوليا ۾ ھن طرح ڪيو ويو آھي، جنھن جو ترجمو ھيٺ ڏجي ٿو:

ترجمو: ڪيترن ئي مشائخن فرمايو آھي تہ ھن عجمي نوجوان جو قدم اھڙو آھي، جو سيني اوليائن جي گردن تي ھوندو. ڪانئن اڳ سو سال پھرين ڪيترن اوليائن مثلن شيخ ابوبڪر محمد شنبڪي ۽ بايزيد بسطامي وغيره ڄاڻ ڏني ھئي تہ پاڻ اچڻ وارا آھن. عراق جا سادات آھن. حضرت معروف ڪرخي، امام محمد بن حنبل، بشر حافي، جنيد بغدادي، سھيل بن عبدالله تستري منصور شيخ ابوبڪر ڪان پڇيو تہ "شيخ عبدالقادر ڪير آھي؟" ان فرمايو "عجمي بزرگ آھي. جيڪو بغداد ۾ اچي رھندو. پنجين صدي ھجري ۾ ھوندو ھن جو قدم سيني اوليائن جي گردن تي ھوندو." شيخ ابو محمد

شبڪي فرمايو تہ: ”شيخ عبدالقادر هو آهي، جنهن جي قولن ۽ فعلن جي پيروي ڪئي ويندي ۽ الله تعاليٰ جي ڪثير مخلوق کي برڪت سان تمام وڏن مرتبن تي پهچائيندو ۽ قيامت جي ڏينهن هن جي ويجهہ سان امم سابقہ تي فخر ڪيو ويندو.“[34]

حضرت عبدالقادرجيلاني قدس سره پنهنجي زماني ۾ اسلام کي تمام گهڻو مضبوط ڪيو ۽ کيس علم شريعت، علم حقيقت ۽ علم طريقت تي تمام گهڻي دسترس حاصل هئي. سندس زندگيءَ تي لکڻ وارن عقيدتمندن کين اسلام جو وڏو ۾ وڏو ولي الله قرار ڏيندا آهن. ان کان سواءِ لکڻ وارن سندن زندگيءَ جو تاريخي احوال گهٽ ۽ اخلاقي ۽ تبليغي احوال گهڻو لکيو آهي. ”ابن تغري بردي هن جو جنم جيل لکيو آهي. جيڪو واسط ۽ بغداد جي وچ ۾ هڪ ڳوٺ آهي باقي سڀ ماخذ متفق آهن تہ شيخ عبدالقادر عجمي الاصل ۽ بحيره خضر جي جنوبي صوبي جيلان جي هڪ ڳوٺ نيف جو رهڻ وارو هو. پاڻ بغداد ۾ علم حاصل ڪرڻ لاءِ ارڙهن سالن جي عمر ۾ آيو هو.[35] بغداد ان وقت کان شيخ صاحب جي وفات تائين اسلامي سرگرمين جو مرڪز رهيو.

”پاڻ حنبلي فقهہ جي تعليم ابوالوفاءَ بن العقيل کان حاصل ڪيائون. ابو سعد مبارڪ مخرمي کان حديث جي تعليم مصارع العشاق جي مصنف ابو محمد جعفر سراج کان حاصل ڪئي. تصوف جي تعليم ابوالخير حماد الدباس کان حاصل ڪيائين. ابوالخير جنهن جي نسبت شربت فروشي کان ماخوذ آهي، جنهن بظاهر ڪو بہ ڪتاب ڪو نہ لکيو. پر پنهنجي وقت جو نهايت محترم مسلم صوفي ۽ بزرگ آهي. شيخ عبدالقادرجيلاني اسلامي علم کان سواءِ فنون و ادب جي تعليم بہ حاصل ڪئي.[36] پنجاهہ سالن جي عمر ۾ پهريون دفعو هڪ مسجد ۾ واعظ ڪيائين. اهو واقعو 521هہ مطابق 1127ع جو آهي. سندن واعظن جي مشهوري ڏورانهين علائقن تائين بہ پهتي. واعظ جي ڇهن سالن کان پوءِ سندس استاد مخرمي جو مدرسو سندس حوالي ڪيو ويو.“ [37] جنهن لاءِ دولت مند عقيدتمندن مالي مدد ۽ غريبن مفت مزدوري ڪئي، مدرسي ۾ سندن اهم شغل درس تفسير، حديث و فقہ ۽ خاص واعظ ڪرڻ هو. سندن واعظ جي اثر هيٺ ڪيترائي عيسائي ۽ يهودي مسلمان ٿيا. پاڻ دنيا جي ضروريات کان بي نياز هو. بيخوفي سان ڪلمہ حق چوندو هو. ان حق سچ جي ڳالهہ کان وقت جي بادشاهہ جي دربار بہ متاثر هوندي هئي. پاڻ غريبن جي امداد بہ ڪندو هو. شيخ صاحب جي وقت برصغير ۽ خاص طرح بغداد ۾ تصوف جو عروج هو صوفياءَ جي مسلڪن ۾ وسعت پيدا ٿي رهي

هئي. ان وقت شيخ عبدالقادر جيلاني جي صوفياڻي روحاني جذباتي واعظ جي اثر هيٺ همه گير صوفياڻي ذاتي طرح قادري تحريڪ جو بنياد وڌو. جيڪو تصوف جي چئني اهم سلسلن جي مڃڻ وارا به گهٽي تعداد ۾ رهن ٿا. ان وقت جي تاريخي حالتن تحت هڪ سوال ڪر ڪنيو ته زهد ۽ تصوف جي عنصرن کي شريعت سان هم آهنگ ڪيئن ڪيو وڃي؟ شيخ صاحب جي استاد ابو عقيل تصوف جي ضرورت ۽ افاديت کان اصاف انڪار ڪيو هو. تصوف بابت حنبلي فرقي وارن فقهي مناظرا ڪيا ۽ تصوف تي ڪيترائي جذباتي ڪتاب لکيا. هيءُ اهو دور هو. جڏهن حضرت عبدالقادر جيلاني اسلام جي ترقي لاءِ پنهنجي صوفياڻي سلسلي جي ذريعي عملي سرگرميون شروع ڪيون هيون. پنهنجي هڪ ڪتاب "الغنيت الطالبين" ۾ پاڻ هڪ مسلمان جي اخلاقي ۽ معاشري جي فرضن جي وضاحت ڪئي آهي. ان کان پوءِ حنبلي مسلڪ جي هڪ رسالي ۾ اها معلومات درج ڪئي وئي آهي. ڪتاب ۾ مسلمانن جي تيهتر فرقن جي ڄاڻ به ڏني وئي آهي. آخر ۾ تصوف جي مخصوص طريقي جو ذڪر به ڪيو آهي. شريعت ۽ طريقت تي به بحث ڪيل آهي. مختلف فرقن جي اختلافي مسئلن جو تجزيو به ڪيو ويو آهي. ان کان سواءِ "فتوح الغيب" علم تصوف ۽ معرفت ۾ بهترين ڪتاب سمجهيو ويندو آهي. هي ڪتاب مقالن تي مشتمل آهي. هن ڪتاب ۾ پيران پير دستگير شيخ عبدالقادر جيلاني جا اٺهتر واعظ ڇپيل آهن. فتح رحماني، فيض رباني ۽ شيخ صاحب جي تيهٺ خطبن جو مجموعو آهي، جو هن جي هڪ ڏوهٽي شيخ عفيف الدين مبارڪ ترتيب ڏنو آهي. ان کان سواءِ سندن ڪيتريون ٻيون اهم تصنيفون پڻ آهن. هڪ خطن جو مجموعو به اٿن، جنهن ۾ معرفت ۽ طريقت جي اسرارن جون رمزون سلجهايون ويون آهن.[38]

شيخ صاحب چار شاديون ڪيون، بيبيبن سڳورين جا نالا آهن. 1. سيده بيبي مدينه بنت سيد مير محمد، 2. سيده بيبي صادقه بنت سيد محمد شفيع، 3. سيده بيبي مومنه ۽ 4. سيده بيبي محبوبه.

سندن اولاد بابت ڪن جو چوڻ آهي ته سندن ڏهه پٽ اوڻتيهه نياڻيون آهن. ڪن وري ستاويهه صاحبزادا ڏيکاريا آهن، ڪن وري ٻاويهه يا ارڙهن صاحبزاديون ڏيکاريون آهن، پر تاريخ ۾ ارڙهن جانالا ڏيکاريل آهن.

هڪ روايت مطابق بيبي مدينه بنت مير محمد مان سيد سيف الدين، سيد شرف الدين، سيد عيسيٰ ۽ سيد عبدالرزاق هو.

ٻي بيبي صادقه بنت محمد شفيع مان شيخ ابوبڪر سيد عبدالعزيز رح،

سيد سرج الدين رح، سيد عبدالوهاب، سيد عبدالجبار، سيد شمس الدين ۽ سيد تاج الدين.

ٽي بيبي مومنہ صاحبہ مان سيد عبدالله، سيد ابراهيم، سيد ابوالفضل، سيد محمد زاهد، سيد ابوبڪر ذڪريا، سيد عبدالرحمان ۽ سيد محمدم

بيبي محبوبہ صاحبہ مان سيد يحيٰ، سيد ضياءُ الدين، سيد يوسف، سيد عبدالخالق، سيد حبيب الله، سيد منصور ۽ سيد ابونصر موسيٰ.

سندس صاحبزادين جا هيٺيان ارڙهن نالا ملن ٿا:

عافيہ بيبي، حليمہ بيبي، تاج بيبي، ام الفضل بيبي، عابده بيبي، رجي بيبي، زهرا بيبي، خيرالنسا بيبي، شاهہ بيبي، ياسين بيبي، زاهده بيبي، ذاڪره بيبي، شريفہ بيبي، خديجہ بيبي، ام الفتح بيبي، جمال بيبي، شاهہ حاتم بيبي ۽ فاخره بيبي.

## سندن ملفوظات مان ڪجهہ هدايتون

- مومن جي نشاني اها آهي تہ حلال روزي جي ڳولا ۾ رڌل هجي، قسمت تي ڀروسو ڪري اجايو نہ ويهي، جيڪڏهن ڳولا ۾ ڪامياب ٿيو تہ روزيءَ جي ڳولا جو ثواب ملندس، نہ تہ فقط تلاش جو ثواب تہ ضرور ملندس.
- حياءُ اهو آهي تہ سيني گناهن کي خوف جي ڪري نہ، پر حياءُ جي ڪري ڇڏي ڏئي.
- حقيقي تصوف شريعت جي پابندي آهي.
- پنهنجي مصيبتن کي لڪائڻ نيڪي جو تمام وڏو خزانو آهي.
- باطن جو جهاد ظاهري جهاد کان وڌيڪ سخت آهي.
- حرام جو کاڌو ايمان جي نور کي ڍڪي ڇڏي ٿو.
- وجد ان کي چوندا آهن، جو انسان جو روح الاهي ذڪر جي حلاوت ۾ ٿي نفسي لذت طرب ۾ مشغول ۽ مصروف ٿي وڃي ۽ دل هر خيال کان خالي ٿي فقط حقيقي خالق ڏانهن متوجهہ ٿئي.

## حضرت شيخ سيف الدين عبدالوهاب بن غوث الثقلين:

شيخ صاحب، حضرت عبدالقادر جيلاني جو پهريون نمبر فرزند هو. ظاهر ۽ باطني علم والد صاحب کان حاصل ڪيائين ۽ سيني علمن ۾ دسترس حاصل ڪيائين. علم حاصل ڪرڻ کان پوءِ والد صاحب کان واعظ جي اجازت گهريائون. والد صاحب جي اجازت ملڻ بعد اسلام ۽ قادريہ سلسلي جي

تبليغ ڪرڻ شروع ڪيائين. سندس واعظ مان ڪيترائي قادري سلسلي سان واسطو رکندڙ ۽ ٻيا به گهڻائي فيضياب ٿيندا هئا. هڪ دفعي پاڻ فرمايائين ته: "بغداد ۾ مون والد صاحب کان اجازت گهري، سندن سامهون وعظ ڪيو پر ڪنهن تي به اثر نه ٿيو. مجلس وارن والد صاحب کي عرض ڪيو ته توهان وعظ فرمايو. مان منبر تان لهي هيٺ آيس." پاڻ اچڻ شرط فرمايائون: "هڪ گهڙي صبر ڪرڻ بهادري جو نالو آهي." محفل ۾ ويٺلن آه و فغان شروع ڪئي. مون ڪائڻن ان جو سبب پڇيو ته: "منهنجي ايتري دير وعظ اثر نه ڪيو. جڏهن ته توهان جي ٻن لفظن ماڻهن جي دلين تي ڪافي اثر ڪيو. ايئن ڇو؟" پاڻ فرمايائون، "توهان پنهنجي نفس سان ٿا ڳالهايو ۽ مان غير نفس سان هم ڪلام ٿو ٿيان."[38]

شيخ سيف الدين، قادري سلسلي جي ترقي لاءِ ڏينهن رات ڪم ڪيو. هن سلسلي جو وڏو مقصد شريعت کي برصغير ۾ اسلام جي بقا لاءِ ترقي وٺرائڻي هئي. هو انهيءَ جي مقصد ۾ هي سلسلو گهڻو ڪامياب ويو. "سندس ولادت شعبان 513هه ۾ ۽ وفات 25 شوال 603هه ۾ ٿي. سندن مزار بغداد ۾ آهي. سندس به فرزند هئا. شيخ ابوالمنصور عبدالسلام ۽ شيخ ابوالفتح سليمان ۽ شيخ سيف الدين، والد صاحب جي وفات کان پوءِ سجاده نشين بڻيو.

## حضرت شيخ شريف الدين عيسيٰ رحمة الله عليه:

شيخ شريف الدين، حضرت عبدالقادر جيلاني جو ٻيو نمبر فرزند هو. ڪنيت ابو عبدالرحمان هيس. هن پنهنجي والد صاحب جي نسبت سان قادريه سلسلي جي تمام گهڻي خدمت ڪئي. برصغير ۾ هن سلسلي جي ترقي لاءِ ڪيترائي سفر ڪري ڏورانهين علائقن ۾ اسلام جي تبليغ لاءِ حديث و فقه جو درس ڏيندا رهيا.

پاڻ ڪيترن ئي ڪتابن جا تخليقڪار آهن. جن ۾ علم تصوف جون حقيقتون ۽ اسرار بيان ڪيل آهن. سندن ڪتاب "جواهر الاسرار" تصوف جي علم تي لکيل آهي. سندس والد حضرت غوث اعظم پنهنجي هن فرزند لاءِ فتوح الغيب لکيو. هي ڪتاب تصوف ۽ معرفت جو هڪ اعليٰ درجي جو ڪتاب آهي. هن ڪتاب جو هر لفظ ۽ جملو معرفت جي فلسفي سان لبريز آهي.[39]

## حضرت شيخ فريدالدين عطار رحمة الله عليه

حضرت شيخ عطار جو نالو محمد ۽ سندس لقب فريدالدين هو سندس

والد جو نالو ابراهيم هو، جو نيشاپور، جي نزديڪ ڪدڪن جي شهر جو رهاڪو هو. هو نيشاپور جو هڪ تمام مشهور ۽ عزتدار واپاري هو. حضرت شيخ عطار رحمة الله عليه 513هه ۾ ڪدڪن نيشاپور ۾ تولد ٿيو سندس والد پنهنجي مرشد حضرت قطب الدين حيدر جي خدمت ۾ پٽڙي جي سعادت ۽ برڪت حاصل ڪرڻ لاءِ ويو. شيخ عطار آخري عمر تائين طريقت، تصوف، عرفان ۽ يقين جي اعليٰ مرتبن تي سرفراز رهيو.

شيخ صاحب جي شاگردي وارو زمانو نهايت سهڻو گذريو. علم جي تحصيل سان گڏ سير و تفريح جو بہ بيحد شوق هوندو هوس. پاڻ تيرهن سالن جي عمر ۾ مشهد شريف ويا ۽ اتي جي مقدس مزارن ۽ پاڪ جاين جون زيارتون ڪيائون. انهيءَ ئي وقت ۾ پاڻ مشائخ اڪابر ۽ وقت جي مجتهدن جي صحبت ۾ رهي ظاهري ۽ باطني فيض ۽ برڪتون حاصل ڪيون. انهن بزرگان دين جي ذات سان محبت پيدا ٿيڻ جي سبب ڪيترن حاسدن شيخ صاحب جي مٿان ملامت جي لائق هجڻ جو گمان ڪيو بلڪ ان محبت جي عقيدن جي بنياد تي آخري عمر ۾ ڪيس شهادت جو جام پيئڻو پيو.

ان شهادت جو سبب پنهنجو هڪ ڪتاب "مظهر العجائب" هئس، جيڪو حضرت علي ع جن جي نالي سان منسوب ڪيو هئائون، ان وقت جي قاضين مٿن رافضي هجڻ جي فتويٰ ڏني، انهيءَ فتويٰ جي بنياد تي ڪيس واجب القتل قرار ڏنو ويو.

پاڻ ڪامل ولي هئا. "سند جي طور خرقہ ولايت فخرالڪالمين سلطان العاشقين حضرت مجدد بغداد رحمة الله عليه جي دست مبارڪ کان حاصل ڪيائون."[40]

حضرت شيخ عطار جي مزار پُرانوار شهر شادياخ جي محلي بازارگان ۾ آهي، مٿس قاضي يحيٰ، جيڪو مقبرو ٺهرايو هو سو سندس شان وٽان ڪين هو. تنهن ڪري نظام الحق والدين امير علي شير حضرت شيخ عطا جي قبر تي هڪ اهڙو تہ روضو تعمير ڪرايو جنهن جي سونهن سوڀيا بي مثال آهي.

"شيخ عطار رحمة الله عليه جا چاليهہ ڪتاب نثر ۾ آهن ۽ شعرن جو تعداد اٽڪل ٻہ لک ٻہ هزار سٺ آهي. سندن ڪتابن جا ڪجهہ نالا هي آهن:

1. جواهر الذاتہ، 2. مظهر العجائب، 3. وصلت نامہ، 4. اسرار نامہ، 5. الاهي نامہ 6. مصيبت نامہ، 7. بلبل نامہ 8. اشترنامہ_ تذڪره اولياءِ، 10. معراج نام 11. مختار نامہ، 12. جواهر نام 13. شرع القلوب، 14 ڪنزالاسرار، 15. مفتاح الملقوب، 16. منصور نامہ 17. اوسط نامہ، 18 حيدر نامہ، 19. ولد نامہ 20سياه نامہ، 21. اقوام العفا، 22. حقائق الجواهر. 23. اسرار الشهود 24. گل خسرو 25.

منطق الطير، 26. پندنامہ، 27. خياط نامہ، 28. ڪنزالحقائق، 29. هفت وادي، 30. ملاح نامہ، 31. ڪنزالبحر، 32. لسان الغيب، 33. وصيت نامہ، 34 بيسر نامہ.

مطلب تہ شيخ عطار رحمة الله عليه جن پاڻ چاليهہ ڪتابن جا نالا انهن جي بيانن ۽ مضمونن جي لحاظ تي مقرر ڪيا آهن. آخري عمر ۾ پاڻ شاعري کي ترڪ ڪري ڇڏيائون. پنهنجي عمر ۾ شيخ صاحب، جيڪا علم و ادب جي خدمت ڪئي. اها پاڻ پنهنجن شعرن ۾ هن ريت بيان ڪئي اٿن. هتي انهن شعرن جو ترجمو ڏجي ٿو:

ترجمو: مان هڪ اهڙو پکي هئس جو عالم بقا کان عالم فنا جي طرف انهيءَ اميد تي اُڏري آيس تہ جيئن هن اعمال فنا ۾ اعمال جو ڪوئي اهڙو نمونو عالم بقا ۾ کڻي وڃا جو الله تبارڪ و تعاليٰ جي قربت جو ذريعو ثابت ٿئي. جڏهن هت ڪنهن کي بہ پنهنجو جان نثار ۽ هم راز ڪونہ ڏٺم تہ انهيءَ وقت جيڪي ڪجهہ مون کان ٿي سگهيو سو مان پنهنجي لاءِ ڪيو جنهن رستي کان هن عالم فنا ۾ آيو هئس، انهن رستي کان عالم بقا ڏانهن هليو ويس."

## حضرت شيخ علي بن هيبتي رحمة الله عليه

شيخ صاحب علي بن هيبتي، شيخ العارفين ابوالوفا کان بعيت حاصل ڪئي. پاڻ بطائع جي مشهور الله وارن ۾انهن ۾ شمار ٿئي ٿو. شيخ محمد شينڪي ۽ شيخ ابوبڪر بن مرزا جو مريد آهي. هنن ٻنهي هستين سان گڏ اڪثر حاضر رهي ڪانئن فيض حال ڪندو هو.

جڏهن حضرت غوث اعظم "قديمي هذاه علي رقبتہ ڪل ولي الله" فرمايو هو: ان وقت پهرين هي شخص هن يعني علي بن هيبتي، جنهن منبر تي ويهي حضرت جو قدم مبارڪ پنهنجي گردن تي رکيو هو. اهڙي طرح حضرت عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي دامن ۾ اچي معرفت جي سعادت حاصل ڪيائون.

"هڪ ڏينهن حضرت غوث اعظم عبدالقادر جيلاني واعظ فرمائي رهيا هئا. شيخ علي بن هيبتي سندس منبر پرسان ويٺا هئا. وعظ ٻڌندي کيس ننڊ اچي وئي. حضرت غوث اعظم جي جيئن سندس مٿان نظر پئي تہ پاڻ سيني حاضرين کي خاموش رهڻ جي تلقين ڪيائون. پاڻ منبر کان هيٺ آيا ۽ شيخ صاحب جي آڏو باادب ٿي بيهي رهيا. جڏهن شيخ علي رح ننڊ مان بيدا ٿيا تہ غوث اعظم پڇين تہ توهان حضور جن کي خواب ۾ ڏٺو. شيخ علي رح وراڻيو "مان سندس احترام ۾ بيٺو هوس، توهان کي ڪهڙي وصيت فرمايائون؟"

"توهان جي صحبت ۾ رهڻ جي."

"اهو سڀ ڪجهه خواب ۾ ئي ڏسي رهيو هئين."

انهن سوالن جوابن کان پوءِ حاضرين شيخ علي رح کان سوال ڪيو ته حضرت غوث اعظم توهان جي آڏو ادب مان ڇو ويٺا هئا. وراڻيائين: "پاڻ اهو سڀ ڪجهه سجاڳ حالت ۾ ڏسي رهيا هئا. ان کان پوءِ غوث اعظم علي بن هيبتي رحمة الله عليه جي تعريف ڪندي فرمايو: "جيڪو به ولي الله الاهي عالم غيب و شهادت سان بغداد ۾ داخل ٿئي ٿو اهو منهنجو مهمان هوندو آهي ۽ مان شيخ علي جو مهمان هوندو آهيان."(41)

اهڙيءَ طرح شيخ علي رح جڏهن وٽن ويندو هو ته مريدن کي غسل ڪرڻ لاءِ چوندو هو ۽ پاڻ به غسل ڪندا هئا. مريدن کي فرمائيندو هو: "پنهنجي دل کي قابو ۾ رکو. اسان پنهنجي بادشاهه ڏي وڃي رهيا آهيون." جڏهن پاڻ غوث اعظم جي محفل ۾ پهچندا هئا، ته غوث صاحب فرمائيندا هئن، "توهان به اڪابر عراق آهيو." شيخ علي رح وراڻيندو هئن، ته عراق جا بادشاهه ته توهان ئي آهيو توهان ئي اسان کي امان ڏيندؤ." حضرت غوث اعظم فرمائيندو هئن ته "توهان کي ڪو خوف ڪونهي." پاڻ قادريه سلسلي جي واڌويجهه لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيائون. سندس وفات 651هه ۾ ٿي. زيارت گاهه زيران ۾ اٿن. سندن وفات هڪ سؤويهن سالن جي عمر ۾ ٿي.

## حضرت شيخ معروف ڪرخي رحمة الله عليه:

شيخ صاحب جو نالو معروف، ڪنيت ابو محفوظ هئي. والد جو نالو فيروز، فيروزان يا علي ڪرخي هو. بغداد جي هڪ ڳوٺ ڪرخ جو رهڻ وارو هو. "حضرت فريدالدين عطار قدس سره فرمائن ٿا، ته جڏهن والد تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ استاد وٽ وٺي آين ته استاد چيس، چئه "ثالث وثلاث" عيسائين جي عقيدي تثليت جي طرف اشارو هو. پاڻ فرمايائين: "نه رب پاڪ هڪ آهي." استاد ڪاوڙ ۾ اچي کيس چماٽ هنئي. پاڻ ان وقت ئي مڪتب مان ڀڄي ويا. اهو ڏي والدين کي ڏاڍو ڏک پهتو، سو چيائون معروف موٽي اچي پوءِ کٽي ڪهڙو به مذهب اختيار ڪري، اسان هن جي حمايت ڪنداسين. تمام گهڻي وقت کان پوءِ معروف گهر اچي در جو ڪڙو کڙڪايو والدين اندران آواز ڏنو "ڪير؟" وراڻيائين، "معروف!" ڪهڙو دين قبول ڪري آيو آهين؟" دين مصطفيٰ صلي الله عليه وآله وسلم وارو." والدين دروازو کولي حمايت ڪيس. والد حضرت امام علي رضا جن وٽ وٺي آيس، سندن بعيت ڪري اسلام قبول ڪرايائونس. پاڻ امام علي رضا سان نهايت گهڻي عقيدت ۽ محبت ڪندا

هئا. امام صاحب هن جي ظاهري ۽ باطني تربيت ڪئي."[42] اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ پاڻ اباڻي طرف کان بہ جا پوڄاري هئا. امام علي رضا جي هٿان اسلام قبول ڪري ظاهري تعليم ابو حنيفہ رح کان حاصل ڪيائون ۽ حنفي طريقو اختيار ڪيائون. "طريقت ۾ حبيب راعي جا مريد ۽ خليفا هئا. جنهن حضرت سلمان فارسي کان بعيت حاصل ڪئي هئي[43] شيخ معروف ڪرخي جو شمار دنيا جي وڏن مشائخن ۾ ٿيندو هو. پاڻ گهرو بردبار ۽ عبادت گذر هئا. ڪشف المحجوب ۾ لکيل آهي تہ پاڻ حضرت سري سقطي جو استاد ۽ حضرت دائود طائي جو پڻ مريد هو. وڌيڪ لکيل آهي تہ روايت آهي: "للعتيان ثلث علامات. وفاءَ بلاخلاف و مدح بلاجود و عطا بلا سوال" ترجمو: جوانمردي جون ٽي نشانيون آهن. هڪ جي وفائي خلاف ٻيو تعريف بي عطا ٽيون عطا بي سوال وفائي بي خلاف هي آهي تہ ٻانهپ ۾ برخلاف هلت ۽ ڏنگي چال چلت پاڻ تي حرام سمجهڻ گهرجي. تعريف بي عطا هيءَ آهي تہ جڏهن بہ نيڪ سلوڪ نہ ڪيو هجي، ان کي بہ نيڪي سان ياد ڪجي. ٽيون بي عطا سوال هي آهي تہ جڏهن بہ عطا جي توفيق هجي تہ اها ڪري ڇڏجي. جنهن جي حال جي خبر هجي ان کي سوال ڪرڻ نہ ڏجي. اهو مخلوق ۾ گڏجي ڪم ڪرڻ جو طريقو آهي. سيني ماڻهن ۾ اهي صفتون اڏاريون آهن. حقيقت ۾ اهي خدائي صفتون آهن. خدا سائين پنهنجي دوستن جي حق ۾ ابتڙ روش نٿو ڪري، ٻانها ڪيترا بہ ابتڙ هلن، پر خدا جي لطف و ڪرم ۾ گهٽتائي نہ ايندي. حضرت معروف ڪرخي ننڍپڻ کان ئي رحم دل ۽ حساس طبع هو هميشہ ٻين سان سٺي سلوڪ رکڻ لاءِ نصيحتون ڪندو رهندو هو نہ صرف انسانن سان، پر حيوانن سان بہ سٺو ورتاءُ ڪرڻ لاءِ فرمائيندو هو. ان قسم جي ورتاءَ جو قصو هن طرح آهي تہ شيخ صاحب جو ماسڙ قصبہ ڪرخ جو حاڪم هو. هڪ ڏينهن ان ڏٺو تہ شيخ معروف هڪ ويراني ۾ ماني کائي رهيو آهي. هڪ گرهہ پاڻ پيو کائي تہ ٻيو گرهہ سامهون ويٺل ڪتي کي هٿ سان کارائي رهيو آهي. ماسڙ چيس تہ: "توکي شرم نٿو اچي جو ڪتي سان گڏ ماني پيو کائين." پاڻ وراڻيائين تہ "مون کي خدا پاڪ کان شرم ٿو اچي، ان ڪري ايئن ٿو ڪيان، انهيءَ ڪري ئي مون کي اها حڪومت ملي آهي، جيڪا توکي مليل ناهي. ايئن چئي ڪنڌ مٿي ڪٽي هڪ اڏامندڙ پکي کي سڏ ڪيائون. جو سندن هٿ تي ڪنڌ هيٺ ڪري ويهي رهيو. پاڻ ماسڙ ڏانهن منهن ڪري چيائون، ڏٺئي، جيڪو خدا کان شرم ٿو ڪري، ان کان هر قسم جي مخلوق شرم ڪري ٿي." پاڻ هميشہ پاڪ صاف رهندا هئا. روايت آهي تہ سندن هڪ ڏينهن وضو ٽٽي

پيو جلدي ۾ پاڻ تيم ڪيائون. ڪنهن پڇيس ته ايئن ڇو ڪيو جڏهن ته دجله ندي قريب هئي، وراڻيائين جيستائين اتي پهچان ها. اگر مري وڃان ها ته ناپاڪ تي مران ها. تڏهن ايئن ڪيم.

سندن وفات 8 محرم 200هه ۾ تي ڪجهه محقوق 206هه لکي آهي.

## حضرت شيخ محي الدين ابن عربي قدس سره

شيخ صاحب جو اصل نالو محمد بن عربي هو. سندس ولادت دوشنبه 17 رمضان 560هه ۾ اندلس جي هڪ شهر مرسيه ۾ تي.[43] سندس ولادت جي زماني ۾ مشرق ۾ المستجند بالله جي خلافت قائم هئي. ابن مرديش موسيه ۽ بلنيه تي حڪمران هو. ابن عربي خود پنهنجي تصنيف "محاصرت الابرار و سامره الاخيار" ۾ بيان ڪري ٿو ته مان ابوالظفر يوسف السمت جند بالله ابن المقتفي جي خلافت جي زماني ۾ سلطان ابوعبدالله محمد بن سعد بن مرديش جي مملڪت ۾ مرسيه جي شهر ۾ پيدا ٿيس." اڪثر ماخذن ۾ سندس ڪنيت ابوبڪر لکيل آهي، ڪن ۾ ابو عبدالله لکيل آهي. ڪٿي هو ابن افلاطون ۽ اندلس ۾ ابن سراقه سان مشهور هو. پر مغرب ۾ گهٽو ڪري ابن العربي جي نالي سان مشهور هو. سندس خاندان ثروت ۽ تونگري، عزت و جلالت علم ۽ تقويٰ ۽ زهد ۽ پارسائي ۾ مشهور هو. هن جو جد اعليٰ حاتم طائي سڄي عرب ۾ پنهنجي سخاوت سبب مشهور هو. ڏاڏو محمد اندلس جي قاضين ۽ علمائن مان هئس. والد علي بن محمد فقه و حديث ۽ زهد و تصوف جي بزرگن مان هو. هڪ مامو يحيٰ بن يثان تلسمان جو حاڪم ۽ پنهنجي زماني جو عابد ۽ زاهد هو. ٻيو مامو ابومسلم خولاني به عابدن ۽ زاهدن ۾ شمار ٿيندو هو ۽ چاچو عبدالله بن محمد بن عربي به عارف ۽ صوفي هو. سندس پهرين گهرواري مريم بنت محمد بن عبدون جي شريف خاندان سان تعلق رکندي هئي، جڏهن ته نياڻي زينب ننڍي عمر ۾ ئي مقام الهام مان سرفراز ٿي وئي هئي."[44]

شيخ محي الدين جو پهروين دفعو تصوف جي واٽ تي قدم رکڻ جو قصو هن طرح آهي: شيخ صاحب ننڍي هوندي کان شعر و شاعري ۽ عيش و طرب جي زندگي گذاريندو هو. اڪثر جانورن جو شڪار ڪندو هو انهن ۾ به گورخر جانورن جي شڪار جو شوقين هو. ابن عربي پنهنجي ان زماني کي جاهليت جو زمانو سڏيو آهي. ان زماني ۾ هن پنهنجي ساٿين سان گڏ سفر پئي ڪيو. قرمونيه ۽ بلم جي وچ مان گذري رهيو هو ته اوچتو ڪجهه گورخر جهنگ ۾ چرندي ڏٺائين. هن شڪار ڪرڻ چاهيو پر سندس دل ۾ آيو ته هنن کي شڪار ڪري

ايذاءُ چو پهچائجي. ايئن شڪار جو سامان هوندي هنن جي وچ مان گذري تہ گورخراتي جواتي ٻيهي چري رهيا هئا. ڀڳائي ڪين. پر جيئن شيخ صاحب جا ساٿي آيا تہ هو تاهہ ڪائي ڀڄي ويا. ابن عربي کي اهو قصوان وقت سندس چواڻي سمجهہ ۾ ڪونہ آيو پر جڏهن هن طريقي خدا ۾ قدم رکيو تہ هن کي اها ڳالهہ سمجهہ ۾ اچي وئي هئي تہ هن جي دل ۾، جيڪا هنن لاءِ امان هئي اها هنن جانورن جي نفس ۾ سرايت ڪري ويئي هئي."[45]

اهڙيءَ طرح هن باقاعدي 21 سالن جي عمر ۾ 58 هہ جي دوران سلوڪ ۾ قدم رکيو. ان وقت هي اشبيليہ ۾ هو. احسان جي طريقي ۾ وارد هئڻ جي ڪري هو مجاهدي ۽ رياضت ۾ تمام تڪليفون سهي وڏي همت سان قائم رهيو. تصوف ۽ راهہ سلوڪ جي ڪيترن ئي ڪتابن جو مطالعو ڪيو. جنهن سڄي اشبيليہ، ان جي ويجهو ۽ پري وارن ماڻهن ۾ هن جي معرفت جون ڳالهيون مشهور ٿيڻ لڳيون. اهڙي ريت هن جي شهرت ٻڌي ڪيترائي مشائخ هن سان ملڻ ايندا هئا. ڪچهري ڪري تصوف ۾ احوال مقامات کان آگاهي حاصل ڪندا هئا.

ابن عربي جي تصوف جي خرقي پهرڻ بابت مختلف بيان ملن ٿا. ڪين خرقہ نسبت هڪ واسطي سان حضرت عبدالقادر جيلاني کان حاصل ٿي. ڪيترن روايتن ۾ قادري سلسلي جو خرقہ ولايت ڪيس سڌي طرح حضرت غوث اعظم کان پهرڻ لاءِ مليو ٻي نسبت شيخ ابو محمد يونس القصار هاشمي سان وابستہ آهي تہ ڪين انهن وٽان سلسلي قادريہ جو خرقہ مليو. خرقہ ولايت ۾ ٻي نسبت حضرت خضر عليه السلام سان هڪ واسطي سان حاصل ٿي. شيخ محي الدين ابن عربي پنهنجي ڪتاب الملاسبي ۾ ذڪر ڪيو آهي تہ پاڻ حضرت خضر وارو مليل خرقہ ابوالحسن علي بن عبدالله بن جامع جي هٿن سان پهريو آهي، جيڪو پاڻ حضرت خضر عہ کان حاصل ڪيو هو. اهڙي طرح ڪجهہ محقق ابن عربي کي ٻن سلسلن کان خرقہ ولايت ملڻ جي ڳالهہ ڪن ٿا. ڪجهہ ٽنهي سلسلن کان ۽ ڪجهہ پنج سلسلا بيان ڪن ٿا. حضرت عبدالقادر جيلاني کان مليل خرقہ جو شجرو هن طرح آهي:

ابن عربي از جمال الدين يونس، بن يحيٰ عباس قصا راز شيخ عبدالقادر بن ابي صالح بن عبدالله جيلي از ابو سعيد مبارڪ بن علي مخزومي يا (مخرومي) از ابوالفرج طرطوسي از ابوالفضل عبدالواحد بن عزيز تميمي از ابوبڪر محمد بن خلف بن ججندر شبلي از جنيد بغدادي از سري سقطي از معروف ڪرخي از علي رضا از محمد باقر عہ، از ين العابدين عہ از حسين بن

علي ع از اميرالمومنين علي ع بن ابي طالب از محمد رسول الله ﷺ از جبرئيل از الله جل جلالہ.

## حضرت شيخ شمس الدين عبدالعزيز رحمة الله عليه

”شيخ صاحب، محي الدين عبدالقادر جيلاني جو ٽيون نمبر فرزند هو. ڪنيت ابوبڪر اٿس“ پاڻ ظاهري ۽ باطني تعليم پنهنجي والد صاحب وٽان حاصل ڪيائين. تصوف جو علم ۽ فيض بہ حاصل ڪيائين. والد صاحب جي وفات کان پوءِ سنجاپ هليو ويو، اتي ئي رهائش اختيار ڪيائين. 590هہ بمطابق 1193ع ۾ وفات ڪيائين.“[46]

## حضرت شيخ سري سقطي قدس الله سره العزيز:

شيخ جو اصل نالو ري ۽ ڪنيت ابوالحسن آهي. حضرت شيخ معروف ڪرخي جو نامور مريد ۽ خليفو هو. پنهنجي دؤر جو زبردست ولي الله ۽ وقت جو شيخ هو. صاحب علم ۽ اهل طريقت هو. بغداد ۾ سڀ کان پهرين هن منبر تي سرعام توحيد جون حقيقتون بيان ڪيون هيون. عراق و عجم جا اڪثر مشائخ سندن حلقہ ارادت ۾ داخل هئا. ڪائڻ پيئڻ کان وٺي روزاني استعمال وارن شين جو واپار ڪندو هو. بغداد جي وچ بازار ۾ سندس دڪان هو هر روز هڪ هزار رڪعتون نماز نفل پڙهندوهو. ڏهن دينارن تي اڌ دينار کان وڌيڪ نفعو ڪو نہ وٺندو هو. هڪ ڏينهن سٺ دينار جا بادام هڪ ئي هنڌ خريد ڪيائين. ٻئي ڏينهن بادامن جو بازار ۾ اگهہ مهانگو ٿي ويو، هڪ دلال وٽن آيو ۽ کين چيائين تہ، ”حضور بادام وڪڻو، توهان کي ڪيترائي دينار وڌيڪ ملندا. پاڻ فرمايائون، ”مون رب پاڪ سان واعدو ڪيو آهي تہ: مان اڌ دينار کان وڌيڪ فائدو نہ وٺندس، دلال چيس تہ ”مان توهان جي مال کي نقصان ڪونہ وڪڻندس.“ فرمايائين، ”مان بہ پنهنجي وعدي کي ڪونہ ٽوڙيندس.“ ان ڪري سستي اگهہ ۾ نہ دلال بادام وڪيا نہ پاڻ ڏنائون.“

هڪ دفعي بازار ۾ باهہ لڳي وئي. جڏهن اها خبر شيخ صاحب ٻڌي تہ رب پاڪ جو شڪر ڪيائين ۽ چيائين: ”چڱو ٿيو دنيا کان جان ڇٽي.“ جڏهن باهہ وسامي وئي تہ ڄاڻ پئي تہ شيخ صاحب جو دڪان بچي ويو آهي. اهو ٻڌي کين ڏک ٿيو تہ سيني کي نقصان پهتو آهي منهنجو سامان بچي ويو آهي. مون کي بہ پنهنجو سامان هاڻ سيني مسلمان ڀائرن ۾ ورهائڻ واجب آهي. اهڙي طرح سڀ سامان راهہ خدا ۾ درويشن ۾ ورهائي ڇڏيائون.

هڪ ڏينهن شيخ صاحب کان ماڻهن پڇيو تہ: ”توهان ڪڏهن کان زماني جي رواجن کان مٿانهان رهيا آهيو؟“ وراڻيائين، ”هڪ ڏينهن حبيب راعي قدس سره منهنجي دڪان جي سامهون گذريو. مون کين ڪجهہ ڏنو تہ درويشن ۾ ورهائي ڇڏي، پاڻ فرمايائين، ”الله تعاليٰ توکي جزائي خير ڏئي.“ ان ڏينهن کان مال منهنجي لاءِ حقيقت کان خالي ٿي ويو. ٻئي ڏينهن شيخ معروف ڪرخي آيو. ان سان گڏ هڪ يتيم ٻار هو. پاڻ فرمايائين، ”هن کي ڪجهہ ڪپڙو ڏيو.“ مون هن کي ڪپڙو ڏنو. فرمايائون، ”حق تعاليٰ دنيا کي تنهنجي دل لاءِ دشمن ڪري ڇڏي، توکي هن شغل مان راحت ڏئي.“ ان ڏينهن کان پوءِ مان اهل دنيا کان فارغ آهيان. سيد الطائفہ شيخ جنيد بغدادي رح فرمائين ٿا، ”مون عبادت ۾ سري سقطي کان وڌيڪ ڪامل ڪو نہ ڏٺو. 98 سالن ۾ کين مرض کان سواءِ ڪيس زمين تي سمهندي ڪو نہ ڏٺو.“

هڪ ڏينهن شيخ صاحب ڪچهري ۾ ويٺا هئا تہ هڪ شيخ احمد گهوڙي تي چڙهي سندس سامهون گذري ويو. شيخ سري سقطي توبہ باطني سان هن ڏي نهاريو تہ واپس اچي گهوڙي تان لهي سندن خدمت ۾ حاضر اچي ٿيو. پاڻ فرمايائين: ”خدا تعاليٰ جي مخلوق ۾ انسان کان وڌيڪ ڪو بہ ڪونهي، ڪاش انسان ماڻهپو سکي تہ مان ڪهڙي چيز آهيان؟“ ڪهڙي چيز مان پيدا ٿيو آهيان؟ اهي ڳالهيون شيخ احمد کي دل سان لڳيون، اڪين مان لڳاتار ڳوڙها تمندا رهيس. جڏهن هوش ۾ آيو تہ پنهنجي گهر هليو ويو. نہ ڪنهن سان ڳالهايائين نہ ڪجهہ کاڌائين پيتائين. صبح جو وري شيخ جي خدمت ۾ حاضر ٿيو هٿ ادب جا ٻڌي عرض ڪيائين تہ ”دنيا منهنجي نظر ۾ ڪجهہ بہ قيمت نٿي رکي. دل ۾ خيال آيو آهي تہ دنيا کي ترڪ ڪريان، ان مسئلي ۾ منهنجي مدد ڪريو.“ شيخ سري سقطي رح فرمايو ”انهيءَ راهہ تي اچڻ وارن لاءِ هڪ عام واٽ آهي، ٻي خاص واٽ. عام واٽ تہ اها آهي تہ پنج وقت نمازون باجماعت ادا ڪيون وڃن. مال هجي تہ زڪوات ڏجي، رمضان شريف جا روزا رکجن. حج ڪيو وڃي، خدا تعاليٰ جي توحيد ۽ حضرت محمد ﷺ جي رسالت جو اقرار ڪيو وڃي. خاص واٽ وري هيءَ آهي تہ ان سان گڏوگڏ دنيا کي ترڪ ڪري ڇڏجي، ڪنهن بہ آرام و آسائش ڏي ڏيان نہ ڏنو وڃي، جيڪڏهن ڪير ڪجهہ ڏئي تہ بہ نہ وٺجي. غيرالله کان پري رهي، رب سان دل لڳائڻ گهرجي. اهي ڳالهيون ٻڌي شيخ احمد چيو توهان کي الله جزائي خير ڏئي. مان خاص رستو اختيار ڪيان ٿو.

حضرت جنيد فرمائين ٿا تہ: ”شيخ سري زندگيءَ جي آخري گهڙين ۾ هو.

مان سندس عيادت لاءِ حاضر ٿيس. اتي هڪ وڏو رڪيل آهي. مان اهو ڪٽي ڪيس هوا ڏيڻ لڳيس. شيخ اڪيون کوليون ۽ چيو ته. "هوا نه ڏي باهه وڌي ٿئي ٿي." عرض ڪيم. "ڪجهه نصيحت ڪريو." فرمايائين. "خلق سان مشغول رهو ۽ خالق سان شاغل رهو." سندس فرمان آهي ته. "مرد اهو آهي جو بازار ۾ ذڪر حق ۾ مشغول رهي خريد و فروخت به ڪري پر رب پاڪ کي به ياد ڪري."

"بهادر اهو آهي جو پنهنجي نفس اماره تي غالب اچي." اهڙي طرح فرمايائين ته: "ادب دل جو ترجمان آهي. جو شخص پنهنجي نفس جي تربيت کان عاجز آهي، اهو ٻين کان ڇا ادب سيکاريندو!" فرمايائين. "پنج چيزون دل ۾ نٿيون رهن. اگر دل ۾ ٻي چيز موجود آهي، پهريون خدا جو خوف. ٻيو رجا. ٽيون محبت. چوٿون خلق سان شفقت سندن وفات 3 رمضان 250هه ۾ ٿي سندن مرقد بغداد ۾ آهي."

## سنڌ جا قادري بزرگ

### پير ٻبر شير قادري رحمة الله عليه :

پير ٻبر شير رح جو اصل نالو سيد عثمان رح هو. سومرن جي دؤر ۾ قلندر لعل شهباز واري وقت ۾ سيوهڻ تعلقي لڳ ٻاجارا ۾ آيو.

روايت آهي ته پاڻ سيوهڻ شريف ۾ ٻبر شير تي سواري ڪندو هو ۽ قلندر لعل شهباز ڏيگي تي سواري ڪندوهو. ڏيگو قلندر شهباز کي اتان جي پسگردائي واري ماڻهن نذر ونياز ۾ ڏنو هو. قلندر لعل شهباز جيڏانهن ويندو هو ته سڀ سامان ڏيگي تي رکندو هو. ان ڪري جن قلندر رح کي ڏيگو ڏنو هو. انهن جي ذات ٻاريچا پئجي وئي، يعني ٻار کڻندڙ.

چون ٿا ته اهو ڏيگو هڪ ڏينهن حضرت عثمان عرف ٻبر شير جو شينهن کائي ويو. قلندر پنهنجي ڏيگي کي ڳوليو. پر ڏيگو ڪو نه مليس، تنهن تي حضرت عثمان عرف ٻبر شير چيس ته، تنهنجي ڏيگي کي منهنجو شينهن کائي ويو آهي. هاڻ اهو ڏيگو توهان کي تڏهن ملندو. جڏهن ٻاريچن تي منهنجو ڏن رکندؤ." پوءِ قلندر سائين ٻاريچي تي پير ٻبر شير جو ڏن هڪ ٽڪو مقرر ڪيو ته اتي جو اتي شينهن، قلندر جو ڏيگو اوڳاڇي ٻاهر ڪڍيو. (والله اعلم) پير ٻبر شير قلندر لعل شهباز عرف عثمان رح جي رهائش واري ماڳ ويجهو هڪ ڪبڙي ڪنڊي هينيان دونهين دکايو ويٺو هوندو هو.

چون ٿا ته هڪ دفعي پير ببر شير گهمندو ڦرندو ڳوٺ باجارا ويو. "جت اسلام جي تبليغ ڪندي ٻاهر ڪٽڪ جي ديرن تي نڪري ويو. اتي وڃي چيائين: ڪو آهي جو مون فقير کي هي ڪستو ڪٽڪ جو پري ڏي؟" هر ڪو ڪستي ۾ ان پيو وجهي پر ڪستو پرجي ئي ڪو نه. فقير سائين واپس سيني کي ڪٽڪ واپس ڪندو. سين هٽندو هلندو رهيو. آخرڪار هڪ مائي سچي ديري جو ان ڪستي ۾ وجهي ڏنس، پير سائين ڏاڍو خوش ٿيو. ان واپس ڪندي، مائي کي دعائون ڏيندي واپس سيوهڻ شريف آيو ۽ مائي کي چيائين ته ڪو به ڪم هجي ته مان سيوهڻ ۾ ڪبي ڪندي هيٺان ويٺو آهيان. اتي هلي اچجانءِ.

ٻئي سال فقط ان مائي جو فصل پلو ٿيو. باقي زميندارن جو فصل ٿيو ئي ڪين. سيني زميندارن مائي کان ان جو سبب پڇيو. مائي کين ان بزرگ جي ڳالهه ڪري ٻڌائي. جا هنن کي دل سان لڳي، سو سيئي مائي سان گڏجي سيوهڻ شريف ۾ ان پير وٽ آيا. کين گذارش ڪيائون ته: "اسان جو فصل ڪونه ٿيو آهي دعا ڪريو." پير سائين چين ته، "هن مائي جي ڪري توهان کي خطا بخش آهي. آئينده فقيرن کي ڪجهه نه ڪجهه ڏيندا رهجو. هاڻ توهان منهنجي دونهين جي خاڪ کٽي، وڃي پنهنجي پنهنجي ٻنيءَ ۾ وجهو. هر ٻنئي تي ٽويو ان جو منهنجي نالي پهرين ڪيندو ۽ جوئر جي فصل مان ست ٽُري منا ڳنا مون کي پهچائيندؤ. اها ڳالهه سيني مڃي، خاڪ کٽي ويا وڃي ڇٽيائون ته واقعي سيني جا فصل تمام سٺا ٿيا.(47)

(هاڻ به هر سال هر فصل مان ٽويو ان جوءِ ست تري ڪانا جوئر جا پير سائين جي درگاهه تي ويندا آهن.)

## شيخ خضر سوستاني رحمة الله عليه:

قادري طريقي جو وڏو پير ۽ پرهيزگار تارڪ الدنيا مرد هو. سندس زهد ۽ تقويٰ هن حد کي پهتل هئي، جو سموري حياتي ڪجهه به پاڻ وٽ نه رکيائين ۽ نه ڪجهه مال ميڙيائين. پهريائين گهٽو ڪري قبرستان ۾ رهندو هو پر پوءِ سيوهڻ جي هڪ پهاڙ ۾ وڃي رهيو ۽ اتي وڻن جا ساوا پن کائي حياتي جو بچاءُ ڪري الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ گذاريندو هو. پهاڙي ۾ هڪ تيمور جوڙايو هو مگر ان ۾ ڪڏهن به ماني نه ڪاڏي هئائين. گرمي ۽ سردي ۾ پوشاڪ فقط گوڏ هوندي هئس. جا ڏن کان وٺي گوڏن تائين سندس اوگهڙ ڍڪيندي هئي. سردي ۾ تنور ۽ مٿان هڪ پٿر ٽڪر رهندو هو ۽ گرمي ۾ تنور جي مٿان ويهي عبادت ڪندو هو. مگر

اهو پٿر سج جي گرمي کان ڪڏهن نہ تپندو هو سيوهڻ ۾ گهڻو ڪري ڪو نہ ايندو هو خدا کان سواءِ ڪنهن سان بہ سندن دوستي ڪا نہ هوندي هئي، جهنگلي جانور سندس ساٿي هوندا هئا.

محمد داراشڪوه سفينتہ الاوليا ۾ لکيو آهي تہ: "هڪ ڏينهن سيوهڻ جو حاڪم زيارت لاءِ شيخ خضر جي خدمت ۾ آيو. ڏٺائين تہ شيخ سخت ڪاڙهي ۾ گرم پٿر تي مراقبو ڪيو ويٺو آهي. هو ويجهو وڃي سندس پرسان وڃي اهڙي طرح بيٺو جوان جو پاڇو شيخ تي پوڻ لڳو. شيخ ڪنڌ مٿي ڪري ڪانئس پڇيو تہ "ڪير آهين؟" هن ويراني ۾ ڇو آيو آهين؟ هتي تنهنجي اچڻ جو مقصد ڇا آهي؟" چيائين تہ: "توهان جي زيارت لاءِ آيو آهيان. منهنجو مطلب آهي تہ مون تي ڪو ڪم رکو تہ ان جي پوري ڪرڻ سان سعادت حاصل ڪريان." شيخ فرمايو تہ: "منهنجو ڪو بہ اهڙو ڪم ڪو نہ آهي، جو اوهان سان لاڳاپو رکندو هجي!" حاڪم ان تي ڏاڍي عاجزي سان دوباره عرض ڪيو شيخ چيو. "ڇگو جيڪڏهن تون منظور ڪرين تہ ڪم چوان ٿو." چيائين تہ. "حاضر آهيان، منظور آهي." شيخ چيو تہ. "ٻڌ ڀهريون ڪم هي آهي تہ پنهنجو واڇو مون تان هٽاءِ. يعني پري ٿي بيهہ. ڇاڪاڻ جو ماڻهو خدا جي پاڇي ۾ گذاري رهيو آهي، تنهن کي ٻي ڪنهن بہ پاڇي جي گهرج نہ آهي. ٻيو تہ جتان آيو آهين اوڏانهن هليو وڃ." حاڪم اتان هٽي پري ٿي بيٺو ۽ فقير تان پاڇو لهي ويو. پوءِ عرض ڪيائين تہ: "توهان جڏهن خدا جي يادگيري ۾ مشغول ٿيو. تڏهن منهنجي لاءِ دعا گهرندا ڪريو" شيخ چيو تہ. "اهڙو وقت ئي شال مون کي نصيب ٿئي جو خدا جي ياد مهل غير خدا بہ دل ۾ اچي ۽ توکي بہ ان وقت ياد ڪريان." شيخ خضر سيوستاني جي مشهور خليفن مان شيخ محمد مير سيوهاڻي مشهور بہ ميان مير بال پير هو. جنهن جو مقبرو لاهور ۾ آهي.

## حضرت ميان مير سيوستاني رحمة الله عليه

حضرت ميان مير سيوستاني جو سلسلو اميرالمؤمنين حضرت عمر فاروق رضہ سان ملي ٿو. سندن ڏاڏو قاضي قلندري فاروقي هڪ صوفي بزرگ هو. حضرت ميان مير جي والد جو نالو قاضي سائين ڏنو هو ۽ هن جي والده فاطمہ قاضي قادن جي ڏيءَ هئي.

حضرت ميان مير سيوستاني جا چار ڀائر هئا، جن جا نالا هي آهن:

قاضي بولڻ

قاضي عثمان
قاضي طاهر
قاضي محمد

ان کان علاوه حضرت مير سيوستاني جون ٻه ڀيڻون پڻ هيون، جن جا نالا هئا بيبي جمال خاتون ۽ بيبي ڀاوي.

سندن ولادت باسعادت سيوستان ۾ ٿي. اهو سندن اصل وطن آهي، حضرت ميان مير جو اصل نالو مير محمد آهي، پر پاڻ ميان مير، شاهه مير ۽ بالا پير جي لقب سان سڏيا ويندا آهن.

حضرت ميان مير جڏهن ستن سالن جو هو ته سندس والد محترم وفات ڪري ويو. ان کان پوءِ پاڻ ٻارنهن سالن جي عمر ۾ ئي علم جي زيور سان مالامال ٿيڻ لڳو. ان کان پوءِ پاڻ دنيا ۽ دنيا وارن کان ڪناره ڪشي ڪرڻ لڳو. جهنگن، بيابانن ۾ گهمندو وتندو هو ۽ تلاش حق ۾ بي چين رهندو هو ۽ هر وقت عبادت ۾ مصروف رهندو هو. هڪ ڏينهن پاڻ سيوستان جي ڀهاڙن ۾ گهمندي ڦرندي حضرت خضر جي خدمت ۾ پيش ٿيو. حضرت خضر جو سلسلو عاليه قادريه جي هڪ بلند پايه بزرگ سان هو ۽ هو ٻارهن ئي مهينا پهاڙن ۾ رهندو هو. مخلوق کان پري ۽ خدا جي ياد ۾ مصروف رهندو هو. حضرت خضر سان ملڻ کان پوءِ پنهنجي ملاقات جو بيان هن طرح ڪي اٿن.

”جڏهن ائون پنهنجي ماءُ کان اجازت وٺي ٻاهر آيس ته مون جهنگ جو رخ ڪيو. ايتري قدر جو مان سيوستان ۾ پهچي ويس، اتي مون ڏٺو ته هڪ ڪنڊ ۾ هڪ شخص ويٺو آهي، جنهن جو منهن مبارڪ لڪل آهي، جڏهن کولي ڏٺم ته ان ۾ هڪ پٿر هو. آئون حيران ٿي ويس، ان کان پوءِ مون کي معلوم ٿيو ته هي بزرگ جو گهر آهي ۽ مون ارادو ڪيو ته جيستائين ان بزرگ جو منهن مبارڪ نه ڏسندس تيستائين نه ويندس. ٽن ڏينهن کان پوءِ حضرت خضر تشريف کڻي آيو ۽ مون ان کي سلام ڪيو ۽ پاڻ سلام جو جواب ڏنائون. ان کان پوءِ حضرت ميان مير سيوستاني حضرت خضر جو مريد ٿي ويو ۽ يادِ خدا ۾ مشغول ٿي ويو. حضرت خضر کين رخصت ڪيو ۽ چيائين ته توهان کي هت رهڻ جي ضرورت نه آهي، جتي توهان جي دل چوي اُتي وڃو ۽ جتي دل چوي اتي وڃي رهو ۽ ان کان پوءِ پاڻ علم ظاهري حاصل ڪرڻ لاءِ لاهور آيو. گهڻن دانشورن جو خيال آهي ته پنهنجي مرشد جي وفات کان پوءِ لاهور ۾ مسجدن ۾ رهڻ لڳو.

هن اتي اچي پنهنجي اصلي حالت جي ڪنهن کي به خبر پوڻ نه ڏني، ان

کان پوءِ سندن اهو طريقو هوندو هو تہ پاڻ بزرگن جي مزارن تي ويندو رهندو هو ۽ ان کان پوءِ جهنگ ۾ ويجي ياد خدا ۾ مصروف گذاريندو هو. لاهور ۾ ڪجهہ عرصو رهڻ کان پوءِ پاڻ سرهند آيو ۽ اتي بيمار ٿي پيو ۽ گوڏن جي سور جي شڪايت ڪيائين. حاجي نعمت الله سرهندي سندن تمام گهڻي خدمت ڪئي، پاڻ ان جي خدمت مان خوش ٿي، کين هڪ هفتي ۾ درجہ ڪمال تي پهچاياءُون. غوث اعظم ميران محي الدين حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني جي روح تي فاتحہ خواني لاءِ رجوع ٿيو ۽ حضرت غوث اعظم کان صحت لاءِ دعا گهريائين. حضرت غوث اعظم پنهنجو هٿ هن جي جسم تي ڦيرايو ۽ پاڻي جو هڪ پيالو پياريو تہ پاڻ تندرست و توانا ٿي ويا ۽ خدا جو شڪر ادا ڪيائون.

اتڪل هڪ سال سرهند ۾ رهڻ کان پوءِ لاهور واپس آيو ۽ باغبانن جي محلي ۾ رهائش اختيار ڪيائين. اتي پاڻ عبادت ۾ مصروف رهندو هو ۽ ماڻهن کي راهہ حق جو پيغام ڏيندو هو. ان دوران سندن فيض عام ٿيو ۽ تمام گهڻا ماڻهو هن جي فيض مان فيضياب ٿيا. ان کان پوءِ سندن شهرت وڌي وئي ۽ اها خبر سندن شهنشاهہ جهانگير کي پئي تہ شهنشاهہ جي دل ۾ ساڻس ملڻ جو شوق ٿيو.لاهور مان هلڻ کان پوءِ پاڻ ان شخص کي هن جي خدمت ۾ موڪليو ۽ اهو چيو تہ لاهور مان وڃڻ کان پوءِ ان کي ان جو نالو معلوم ٿيو اگر لاهور ۾ هجي ها تہ هو خود هن جي خدمت ۾ حاضر ٿئي ها. پاڻ جهانگير جي درخواست منظور ڪري ورتي. جهانگير هن جي تمام گهڻي خدمت ڪئي ۽ تمام دير تائين خدمت ۾ ڪيائين ۽ هن کان تمام گهڻو متاثر ٿيو ۽ درخواست ڪيائين تہ "جيڪي ڪجهہ سلطنت جا هيرا موتي آهن، اهي منهنجي نظر ۾ هڪ پٿر جي سِر جي برابر آهن، اگر توهان توجهہ فرمايو تہ آءٌ دنيا سان تعلقات ختم ڪري ڇڏيان."

پاڻ اهو ٻڌي جهانگير کي چيائيون، "تون ڀهريائين خلق جي خدمت لاءِ ڪو شخص آڻي ڏي ان کان پوءِ آئون توکي پاڻ سان گڏ ڪري مشغول ڪندس."

جهانگير اهو ٻڌي تمام گهڻو خوش ٿيو ۽ کين عرض ڪيو تہ اگر توهان کي ڪنهن شيءِ جي ضرورت آهي تہ ٻڌايو بادشاهہ کان واعدو ورتائون تہ مان جو ڪجهہ گهرندس، سو اوهان مون کي ڏيندا. جهانگير چيو تہ: "ضرور ڏيندس." تہ مير چيو "مون کي موڪل ڏيو." ۽ ان کان پوءِ جهانگير هن کي هنايت عزت ۽ احترام سان رخصت ڪيو.

حضرت ميان مير سيوستاني وصيت فرمائي تہ "وفات کان پوءِ مون کي

ڪلراٺي زمين ۾ دفنايو وڃي، تاڪ منهنجي هڏن جو نالو نشان نہ رهي ۽ نہ ئي قبر جي شڪل ٺاهجو."

هو پڻ فرمايائون تہ. "منهنجي هڏن کي نہ وڪڻجو ۽ نہ ئي منهنجي قبر تي ٻين وانگر دڪان ٺاهجو." پاڻ 17 ربيع الاول 1045هہ هن فاني دنيا مان رخصت ٿيا. حضرت ميان مير سيوستاني جي مريدن جي تعداد پڻ ڪافي آهي. انهن مان خاص مريدن جا نالا هي آهن: حاجي نعمت الله، ميان شاهہ سرهندي، ملا حامد، حاجي صالح ڪشميري، ملا شاهہ صاحب، شيخ عبدالواحد، ميان محمد مراد.

سندن خوراڪ تمام گهٽ هوندي هئي ۽ لباس سادو هوندو هو. رمضان جي روزن کان سواءِ ٻيو ڪو بہ روزو نہ رکندا هئا. پاڻ فرمائيندا هئا تہ: "خدا وٽ پهچڻ لاءِ بہ رستا آهن. هڪ اهو تہ الله تعاليٰ بندي کي پنهنجي طرف ڇڪي ٿو ۽ ان کي واصل بڻائي ٿو ۽ ٻيو سلوڪ ۾ ڪنهن بزرگ جو دامن پڪڙڻ سان." ان کان سواءِ فرمائيندا هئا تہ "جنهن جو خدا آهي، اهو شخص فقير نہ آهي ۽ ڪامل صوفي اهو آهي، جنهن جي نظر ۾ پٿر ۽ جوهر هڪ جهڙا هجن ۽ صوفي جڏهن ڪامل هوندو آهي، تہ ان جي دل صاف هوندي آهي."

## بيبي جمال خاتون سيوستاني:

مشهور عارف ميان مير لاهوري جي ڀيڻ عورتن ۾ وڏي عارفانہ ۽ زاهده ٿي گذري آهي. ترڪ ۽ توڪل ۾ رابعہ بصري جي برابر هئي. هن تصوف ۽ تجريد جي راهہ رسم پنهنجي والده کان سکي ۽ پنهنجي ڀاءُ کان بہ گهڻو ڪجهہ حاصل ڪيو. ڪرامتون هن کان تمام گهڻيون ظاهر ٿينديون رهيون. مخدوم داراشڪوه سفينتہ الاوليا ۾ لکي ٿو تہ. "هڪ دفعو بہ مڻ ڪڻڪ جا پنهنجن هٿن مبارڪ سان هڪ ٿانو ۾ وجهي رکيائين ۽ پوءِ روزانہ ان مان ڪڻڪ ڪڍي مهمانن ۽ فقيرن کي کارائيندي هئي. برابر هڪ سال تائين ٻن مڻن پورت ڪئي."

هڪ دفعي هڪ مڇي شڪار ڪري بيبي صاحبہ وٽ آنداڻون، ان وقت بيبي ڏاڍي موج ۾ ويٺل هجي. مڇي کي ڏسي فرمايائين تہ: "هن کي پاڻ وٽ سانڍي رکو جو هن ۾ وڏي برڪت رکيل آهي." بيبي جي خادمن مڇي پاڻ وٽ رکي ڇڏي، جا خشڪ ٿي وئي ۽ ڪيترو وقت رکيل هئي، ان ڪري وڏيون برڪتون ڏسڻ ۾ آيون. بيبي جمال خاتون جي وفات سن 1049هہ ۾ ٿي.[49]

## خليفو زين العابدين نتوي رحمة الله عليه:

سنڌ ۾ صديقي نسب مان قادري طريقي جي خاندان مان هڪ وڏو بزرگ گوشہ نشين رهندو هو. جاءِ جو دروازو هميشہ بند رهندو هيس، جيڪڏهن ڪي ماڻهو ازخود ڪيس ڪجهہ سوکڙيون يا نذرانو پهچائيندا هئا تہ وٺندو هو. ان قسم جي ماڻهن جي آمد جو پتو ڪيس باطن جي صفائي سان پوندو هو جنهن لاءِ اُتي دروازو کوليندو هو ٻي صورت ۾ سوال لاءِ ڪٽ بہ هٿ ڏگهو ڪو نہ ڪيائين.

هن اهل الله بزرگ جي وفات 1148 ۾ ٿي ۾ ٿي.

## مخدوم اسماعيل سومرو رحمة الله عليه:

مخدوم اسماعيل سومري جو شمار سنڌ جي جليل القدر صوفين ۾ ٿئي ٿو ڇمڻ کان وٺي وفات تائين عبادت ۾ مصروف رهيو. مخدوم اسماعيل سومري جي فياضي ۽ بخشش امتيازي وصف هئي. خدا جي ذات ڪين دولت سان پڻ مالامال ڪيو هو. داد دهش ۾ سندن هٿ وسيع هو ۽ سندن دسترخوان بہ وسيع هو. جيڪو ڪاڏو غريبن کي کارائيندو هو ان ئي دسترخوان تي ويهي رُکي ماني کائيندو هو.

غريبن، مسڪينن ۽ مدرسي جي شاگردن لاءِ وظيفا مقرر ڪيائين تہ جيئن اهي غريب شاگرد سڪون سان تعليم حاصل ڪري سگهن. ڪو بہ شخص هن جي دروازي تان خالي نہ ويندو هو. ذڪر الاهي ۽ عبادت مخدوم اسماعيل سومري جو بهترين مشغلو هوندوهو. هو سڄو وقت عبادت ۾ گذاريندو هو. پاڻ بہ شريعت جو پابند هو ۽ ٻين کي بہ شريعت جو پابند ٿيڻ جي تاڪيد ڪندو هو. خدمت خلق هن جو خاص شعور هو. پنهنجي عمر جي آخري وقت ۾ ڪمزوري جي ڪري هلڻ ڦرڻ کان معذور ٿي چڪو هو ايتري قدر جو سواري تي سوار ٿيڻ لاءِ بہ ٻئي جي مدد وٺڻي پوندي هئس. ان وقت بہ پاڻ چادر ۾ ويهي رهندو هو ۽ پنهنجي خادمن کي چوندو هو تہ مون کي اُٽاري ماڻهن جي دروازي تائين پهچايو. خادم ڪين اُٽاري پري پري وٺي ويندا هئا، اتي پهچي ماڻهن کان پنهنجون پنهنجون ضرورتون پڇندو هو اهي پوريون ڪرڻ کان پوءِ واپس هليو ايندو هو.

تلاوت قرآن شريف سان عشق هوندو هيس، عبادت کان پوءِ جيڪو وقت بچندو هيس اهو تلاوت ڪندي گذاريندو هو.[50]

مخدوم اسماعيل سومر 998هہ ۾ قلعہ اکهم نالي ڳوٺ ۾ وفات ڪئي.

مخدوم صاحب جي خليفن مان مخدوم اسحاق وڏي شهرت ماڻي. مخدوم اسحاق جو اصل ملڪ گجرات هو پر گجرات مان اچي قلعہ اکهم ۾ آباد ٿيو.

## حوالا/ حاشيا


1. سفينتہ الاولياءِ (اردو ترجمو). محمد علي لطفي داراشڪوه. صفحہ 73. نفيس اڪيڊمي ڪراچي. سال 1986ع.
2. اردو معارف اسلاميہ. جلد 16. صفحہ 10. زير اهتمام دانش گاهہ پنجاب لاهور. سال 1978ع.
3. حضرت عبدالقادر جيلاني. ميمڻ عبدالغفور سنڌي. صفحہ 2. مولوي عظيم الدين سنز شڪارپور. سال 1983ع.
4. اردو معارف اسلاميہ. جلد صفحہ 10. زير اهتمام دانش گاهہ پنجاب لاهور سال 1989ع.
5. پيغامِ لطيف. جي ايم سيد. صفحہ 39. اڪيڊمي ڪراچي. سال 1984ع.
6. اسلامي انسائيڪلو پيڊيا. صفحہ 16. شاهڪار بڪ فائونڊيشن ڪراچي. سال 1984ع.
7. اردو معارف اسلاميہ. جلد 16. صفحہ 10. دانش گاهہ پنجاب لاهور. سال 1987ع.
8. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا. صفحہ 17. شاهڪار بڪ فائونڊيشن ڪراچي. سال 1984ع.
9. اردو معارف اسلاميہ. جلد 16. صفحہ 14. زيراهتمام دانش گاهہ پنجاب لاهور. سال 1987ع.
10. ڪتاب ساڳيو جلد 16. صفحہ 14_13.
11. ڪتاب ساڳيو صفحہ 14_13.
12. ڪتاب ساڳيو صفحہ 16_15.
13. ڪتاب ساڳيو صفحہ 18.
14. رود ڪوثر. شيخ محمد اڪرام. صفحہ 64. 63 اداره ثقافت اسلاميہ لاهور. سال 1987ع.
15. ڪتاب ساڳيو صفحہ 65.
16. مجلس صوفيہ. صفحہ 63. پروفيسر محمد دادائي مرحوم نفيس اڪيڊمي لاهور. سال 1965ع.
17. سنڌ صدين کان. مرتب ممتاز مرزا. "سنڌ جي ديني حياتي ۾ قادري صوفين جو حصو" (مقالو) ڊاڪٽر انصار زاهد خان صفحہ 203. ڀٽ شاهہ ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ. سال 1982ع.
18. رود ڪوثر. شيخ محمد اڪرام صفحہ 426. اداراہ ثقافت اسلاميہ لاهور. سال 1987ع.
19. تزڪ جهانگيري. جهانگير (اردو ترجمو) صفحہ 300. اداره ثقافت اسلاميہ سال.
20. جنت السنڌ. مولائي شيدائي. صفحہ 234_235_236. سنڌي ادبي بورڊ.
21. تمر نقير جو ڪلام سيد قادن شاهہ بخاري صفحہ 34.
22. رود ڪوثر. شيخ محمد اڪرام صفحہ 426. اداراہ ثقافت اسلاميہ لاهور. سال 1987ع.

23. سيد عبدالقادر جيلاني، ميمڻ عبدالغفور، صفحو 91 عظيم الدين سنز شڪارپور، سال 1983ع.
24. ساڳيو صفحو 93.
25. خزينة الاصفيا، مفتي غلام سرور لاهوري، (اردو ترجمو) صفحو 135، المعارف گنج بخش روڊ لاهور، سال 1392هه
26. ڪشف المحجوب سيد علي بن هجويري (سنڌي ترجمو) صفحو 200، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1409 مطابق 1988ع.
27. خزينة الاصفيا، مفتي غلام سرور لاهوري، (اردو ترجمو) صفحو 135، المعارف گنج بخش روڊ لاهور، سال 1392هه
28. اللمع ابو سراج طوسي (اردو ترجمو)، صفحو 497، اداره تحقيقات اسلام آباد، سال 1986ع.
29. خزينة الاصفيا، مفتي غلام سرور لاهوري، (اردو ترجمو) صفحو 135، المعارف گنج بخش روڊ لاهور، سال 1392هه
30. اخبارالاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، (اردو ترجمو) صفحو 16، شبير برادرز اردو بازار لاهور، سال 1418هه
31. اسلامي انسائيڪلوپيڊيا، مرتب قاسم محمد صفحو 1411، شاهڪار بڪ فائونڊيشن ڪراچي، سال 1984ع.
32. بزرگان قادريه، پروفيسر ڊاڪٽر ناصرالدين صديقي قادري، صفحو 47_46، اسلامي بڪ فائونڊيشن آف پاڪستان، سال 1984ع.
33. اخبارالاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، (اردو ترجمو) محمد منير قادري، صفحو 37، شبير برادرز اردو بازار لاهور، سال 1418هه
34. اردو معارف اسلاميه، جلد 16، صفحو 18، زيراهتمام دانش گاهه پنجاب لاهور، سال 1987ع.
35. ڪتاب ساڳيو صفحو 20.
36. اخبارالاخيار، شيخ عبدالحق محدث دهلوي، صفحو 322، شبير برادرز اردو بازار لاهور، سال 1418هه
37. سفينة الاولياء، داراشڪوه، (اردو ترجمو) صفحو 131، اسٽار بڪ ڊپو لاهور، سال 1980ع.
38. خزينة الاصفا، مفتي غلام سرور لاهور، (اردو ترجمو) صفحو 182، المعارف گنج بخش روڊ لاهور، سال 1392هه
39. ڪتاب ساڳيو صفحو 172.
40. ڪتاب ساڳيو صفحو 172.
41. ڪتاب ساڳيو صفحو 127_126.
42. سفينة الاولياء، داراشڪوه، (اردو ترجمو) صفحو 57، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، سال 1986ع.
43. سفينة الاولياء، داراشڪوه ترجمو محمد علي لطفي، صفحو 99، نفيس اڪيڊمي ڪراچي، سال 1986ع.

44. محي الدين ابن عربي، ڊاڪٽر محسن جھانگيري، صفحہ 17، اداره ثقافت اسلاميہ لاھور، سال 1989ع.
45. بزم اولياءِ امام عبدالله اسعد صفحہ 259، زوايہ دربار مارڪيٽ سال 2000ع
46. خزينة الاصفا، مفتي غلام سرور لاھور، (اردو ترجمو) صفحہ 35_134، المعارف گنج بخش روڊ لاھور، سال 1392ھ
47. تذڪره مشاھير سنڌ (ياڱو پھريون) مولانا دين محمد وفائي، صفحہ 62، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1985ع.
48. مدينة الاوليا، ۽ محمد دين ڪليم قادري، صفحہ 132، اسلامڪ بڪ فائونڊيشن لاھور، سال.
49. تذڪره مشاھير سنڌ (ياڱو پھريون) مولانا دين محمد وفائي صفحہ 62، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو، سال 1985ع.

باب ستون

# نقشبندي سلسلي جي ابتدا

هن سلسلي جو باني خواجہ بهاءُ الدين نقشبندي آهي. "پاڻ غاليچا ٺاهڻ جو ڪاروبار ڪندا هئا، جن تي مختلف نقش چٽيندا هئا، ان سبب پاڻ نقشبند مشهور ٿيا." [1] خواجہ بهاءُ الدين نقشبنديہ تعليم جو بنياد بايزيد بسطامي جي تعليم تي رکيو. "سندس مرشد ابو علي سنڌي هو جيڪو پهريون سنڌ جي صوفي بزرگ تي گذريو آهي." [2] برصغير جا مسلمان هن سلسلي جا باقي بالله جي ذريعي واقف ٿيا. هن سلسلي کي برصغير ۾ وڏيڪ ترقي شيخ احمد سرهندي ڏئي مشهور ڪيو. نقشبندي سلسلي جي صوفي بزرگن کي ان وقت شهرت حاصل ٿي، جڏهن مجدد الف ثاني جي نظريي وحدت الشهور مشهوري ماڻي، جيڪو هن وحدت الوجود نظريي جي مخالفت ۾ رائج ڪيو. هن سلسلي ۾ مراقبي تي، زياده زور ڏنو ويندو آهي ۽ مخفي ذڪر کي زياده جائز سمجهيو ويندو آهي.

اورنگزيب عالمگير مغل بادشاهہ خواجہ احمد سرهندي جو پوئلڳ هو. ان ڪري هن مغل بادشاهہ وحدت الشهود جي نظريي کي سرڪاري امداد جي چانوَ ۾ اڳتي وڌائڻ ۾ خواجہ مجدد الف ثاني جي تمام گهڻي مدد ڪئي. "بادشاهي مدد ڪري هن پنهنجي سلسلي وارن کان سواءِ مسلمانن جي ٻين سيني فرقن کي ڪافر ۽ ملحد سڏڻ شروع ڪيو. شيخ احمد سرهندي شيعن ۽ سنين جي تنازعہ کي ايتري تہ هوا ڏني، جو برصغير ۾ افراتفري پکڙجي وئي، جنهن ڪري ڪجهہ ڏينهن جهانگير کيس گواليار جي قلعي ۾ نظربند ڪيو." [3] انهيءَ نظربندي جو عرصو سال کن هو ان کان پوءِ هن شيخ صاحب کي آخري وقت تائين پنهنجي زيرنگراني رکيو.

شيخ احمد سرهندي جو حقيقي فڪر ۽ صوفياڻو نظريو وحدت الوجود جو فلسفو هو جنهن ڏکڻ ايشيا ۾ راسخ الاعتقاد مسلم فڪر کي نظرياتي اساس فراهم ڪيو جڏهن تہ هن ساڳئي نظريي جا ڪجهہ فلسفياڻا نُڪتا ممتاز دانشورن ابن تيميہ، امام غزالي ۽ شيخ شرف الدين يحيٰ منيري جي

خيالن ۾ پڻ ملن ٿا.

شيخ احمد سرهندي انهيءَ نظريي کي باقاعده وسيع پئماني تي مشهور ڪيو. ايستائين جو هن نظريي وحدت الوجود جي مقابلي ۾ تمام گهٽي حيثيت حاصل ڪئي. وحدت الشهود جي نظريي کي شيخ صاحب روحاني تجربن مان حاصل ڪيو. هو پنهنجي روحاني تجربي جي حوالي سان دعويٰ ڪري ٿو ته فرد جي روحاني ارتقا ٽن منزلن مان گذري ٿي. پهرين وحدت الوجود جو تجربو پهرين منزل ۾ ٿيندو آهي، جيڪا سڀ کان هيٺاهين منزل آهي، هن منزل تي سالڪ عالم حق کي سبحانہ جو ظل قرار ڏيڻ جي باوجود هي دعويٰ ڪري ٿو ته هن جو وجود فقط مرتبہ حَس ۾ آهي. نفس الامر ۽ خارج ۾ علم محض آهي، ان قسم جا ماڻهو باري تعاليٰ جي صفات وجيوبيہ ۽ امڪانيہ سان گڏ متصف مڃيندا آهن ۽ مرابت تنزلات ثابت ڪندا آهن ۽ هر مرتبي ۾ انهيءَ ذات احد کي هن مرتبي جي حڪمن سان عوام کي عمل ڪرڻ جو حڪم ڪندا آهن.

روحاني منزل جي انهيءَ ارتقا ۾ هن کان پوءِ ظليت جي منزل ايندي آهي. هيءَ منزل حاصل ڪرڻ وارا ڪائنات کي رب پاڪ جو پاڇو يا سايہ قرار ڏيندا آهن ۽ هي تصور ڪندا آهن ته ڪائنات جو وجود ذات باري تعاليٰ جي وجود سان گڏ آهي.

اهڙي طرح ٽي روحاني ارتقا جي انتهائي عبديت جي منزل هوندي آهي، ان منزل تي پهچي فرد اهو ڄاڻي ٿو ته هن جا گذريل روحاني تجربا حقيقتن کان محروم هئا. انهن تي ڀروسو نٿو ڪري سگهجي. انهي ٽي منزل تي پهچي خدا ۽ اسان جي وچ ۾ فقط خالق ۽ مخلوق جو درجو رهجي ٿو وڃي، باقي سڀ رشتا ازخود ختم ٿي ٿا وڃن.“[5]

هن سلسلي تصوف جي ٽن اهم سلسلن چشتي، قادري ۽ سهروردي کان وڌيڪ مغل دؤر واري هندستان ۾ ترقي ڪئي، هن سلسلي ۾ هميشہ اتباع سنت ۽ مذهب اسلام جي خدمت تي زور ڏنو ويندو آهي.

هن سلسلي جو هيٺين يارهن اصولن تي بنياد رکيو ويو آهي.

هوش در دم: هن مان مراد اها آهي ته هر ساهہ کڻڻ وقت بيداري ۽ هوشياري رکي، جيئن ذڪر لساني ۽ قلبي دل جي سچائي سان ٿئي، جيئن هر ساهہ کڻڻ خدا جي ياد ۾ گذري.

نظر بر قدم: هن مان اها مراد آهي ته هلڻ، گهمڻ ۽ ڦرڻ وقت پنيان نہ نهاري، جيئن ڪنهن نامحرم تي نظر نہ پئي ۽ ٻين شين ڏانهن خيال نہ وڃيس.

سفر در وطن: هن مان مراد باطني ۽ روحاني سفر آهي، يعني سالڪ کي کپي تہ صفات بشريہ مثال طور حسد، تڪبر، غيبت ۽ ريا وغيره کان صفات ملڪيہ مثال طور صبر، شڪر، خوف ۽ رجا وغيره ڏانهن ترقي ڪندو رهي.

خلوت در انجمن: يعني سالڪ جي دل الله تعاليٰ جي ياد ۾ اهڙي طرح مشغول رهي، جو هر حالت ۾ ڳالهائڻ وقت، ڳائڻ، پيئڻ، گهمڻ ڦرڻ ۽ سمهڻ جاڳڻ وقت رب پاڪ جو ذڪر ڪندو رهي. الله تعاليٰ جي نالي کان سواءِ ٻيو ڪوڪم ياد ئي نہ هجيس.

ياد ڪرد: هن مان آهي ذڪر ڪرڻ، خواه لساني هجي يا قلبي، نفي اثابت هجي يا اسم ذات، سالڪ کي کپي تہ جهڙي طرح هو پنهنجي مرشد کان ذڪر جي تلقين حاصل ڪري تہ انهيءَ ۾ ئي مشغول رهي.

بازگشت: هن جو مطلب آهي تہ ڪلمي پڙهڻ سان گڏوگڏ ان کي دل ۾ بہ پڪاريندو رهي.

نگهداشت: هن مان مراد آهي تہ سالڪ نفساني خواهشن ۽ وسوسن کي پنهنجو پاڻ کان دور ڪري ايئن نہ ڪندو تہ نهايت پريشان گذاريندو.

يادداشت: هن مان مراد آهي تہ فقط حق تعاليٰ ڏانهن توجهہ رکي تہ جيئن کيس آگاهي حاصل ٿي وڃي تہ تون جتي بہ هوندين هو توسان گڏ هوندو.

وقوف زماني: يعني سالڪ هر وقت پنهنجي حالت کان واقف رهي، هر ساعت خيال رکي تہ متان غلطي نہ ٿي وڃي، غفلت جي صورت ۾ استغفار ڪرڻ ۽ آئينده هن جي ڇڏڻ جي همت هئڻ گهرجي.

وقوف عددي: يعني ذڪر نفي اثبات ۾ طاق عدد جي رعايت ڪري.

وقوف قلبي: هن جو مطلب آهي تہ هر وقت قلب ۾ خدا پاڪ جي ياد رکڻ، خاص طرح ذڪر وقت، خواجہ نقشبند. دل ۾ خدا کي ياد ڪرڻ لازم ڪيو آهي. حضرت مجدد الف ثاني کان روايت آهي تہ جنهن شخص جو ذڪر قلبي ذڪر نہ ڪري ان کي ذڪر کان روڪي صرف وقوف قلبي جو حڪم ڏنو وڃي.

هنن يارهن اصولن کان نقشبنديہ سلسلي ۾ ڏهہ لطيف لفظ آهن، جن جي معنيٰ باريڪ يا نازڪ چيز آهي، نقشبنديہ سلسلي ۾ باطن جي صفائي لاءِ ٽي طريقا مقرر آهن، پهريون رابطہ شيخ، ٻيو ذڪر، ٽيون مراقبو.

مٿين ڏهن لفظن جي وضاحت هن طرح ڪئي وئي آهي:

**پهريون سبق:** لطيفہ قلب: اکيون بند هجن، سر جهڪيل هجي ۽ دل ۾ الله الله جو ذڪر ڪجي.

**ٻيو سبق:** لطيفہ روح: سيني جي ڪاٻي پاسي ٻن آڱرين جي فاصلي پستان جي هيٺان هن جي جڳهہ آهي.

**سبق ٽيون:** لطيفہ سر: هن جي جڳهہ ساڄي پستان جي پرسان ٻن آڱرين جي فاصلي تي آهي، هن جڳهہ تي لطيفہ قلب ۾ روحاني ذڪر جي تلقين ڪجي.

**سبق چوٿون:** لطيفہ خفي: هن جي جڳهہ بہ ساڄي پستان جي پرسان ٻن آڱرين جي مفاصلي تي سيني جي وچ تي آهي.

**سبق پنجون:** لطيفہ اخفي: هن جي جڳهہ سيني جي وچ ۾ آهي، هن ۾ بہ ساڳي طرح ذڪر جي تلقين ڪجي.

**سبق ڇهون:** لطيفہ نقش، هن جي جڳهہ ڌن جي هيٺان ٻن آڱرين جي مفاصلي تي آهي حضرت مجددالف ثاني جي نزديڪ پيشاني جي وچ تي آهي.

**سبق ستون:** لطيفہ قالبيہ هن کي سلطان الاذڪار چوندا آهن، هن جي جڳهہ سڄو جسم آهي، يعني بدن جو وار وار ذڪر ڪندو آهي.

**سبق اٺون:** ذڪر نفي اثبات: مٿين ذڪرن جاري ٿيڻ کان پوءِ اثبات (لاالہ الاالله) جو ذڪر ساهہ روڪي ڪبو آهي. هن جو طريقو اهو آهي تہ ساهہ کڻي دن جي هيٺان بند ڪجي، يعني اندر جي طرف ساهہ کڻي دن جي جڳهہ وٽ رُڪجي ۽ خيال جي زبان سان علم "لا" کي دن مان ڪڍي پنهنجي دماغ تائين پهچائي ۽ لفظ الاہ کي ڪنڌ جي ساڄي پاسي کڻي وڃجي ۽ لفظ الاالله کي عالم امر جي پنجين لطائفہ مان گذاري قوت خيالن مان گذاري دل تي شد و مد سان گڏ ضرب هڻي تہ جيئن ذڪر جو اثر سيني جڳهن تي پهچي. اهڙي طرح هر دفعي ساهہ روڪي ڪجهہ وقت ذڪر ڪري پوءِ ساهہ کڻڻ وقت محمد رسول زبان سان چئي.

**سبق نائون:** ڪر تهليل لساني، هن جو طريقو بہ ساڳيو آهي، جيڪو ڪيو ويو آهي، البتہ ڪلمہ طيب جو ذڪر مٿين شرطن سان گڏ زبان سان ڪيو ويندو آهي.

**سبق ڏهون:** مراقب احديث: زبان و خيال سان هي نيت ڪري تہ "منهنجي لطيفہ قلب تي هن جي ٿي وائي ذات و صفات مان فيض اچي رهيو آهي، جو سيني خوبين ۽ ڪمالن جو مرڪز آهي ۽ مڙني عيبن کان پاڪ آهي، هن مراقبي ۾ فيضان الاهي جي انتظار ۾ ويهڻ کپي.[6]

## ننڍي کنڊ ۾ نقشبندي سلسلي جي اوسر

هي سلسلو حضرت خواجه بهاءُالحق والدين محمد شاهه نقشبنديه سان منسوب آهي. جيڪو سيد خواجه امير ڪلان رحمة الله عليه جو خليفو هو جنهن جو سلسلو حضرت جنيد بغدادي تائين پهچي ٿو.

"برصغير پاڪ و هند ۾ هن نقشبندي سلسلي جو فروغ حضرت خواجه عبدالباقي بالله ۽ حضرت شيخ احمد مجدد الف ثاني رحمة الله عليه ڪان ٿيو. هندستان ۾ حضرت شاهه ولي الله، حضرت شاهه عبدالعزيز، حضرت شاهه رفيع الدين، حضرت خواجه خاوند محمد لاهور، حضرت شيخ محمد طاهر قادر نقشبندي، حضرت خواجه نورمحمد، حضرت غلام محي الدين قصوري ۽ حضرت محمد ابوالمساڪين ٺٽوي وغيره هن سلسلي جا مشهور بزرگ ٿي گذري آهن." (7)

هن بزرگن جي ذريعي برصغير پاڪ و هند ۾ هي سلسلو نائين صدي هجري ۾ آيو. هن سلسلي جي اهم بزرگ خواجه باقي بالله، برصغير پاڪ و هند ۾ نقشبندي سلسلي لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو ۽ هن کي ترقي وٺرائي نقشبندي سلسلي لاءِ تمام گهڻن بزرگن هندستان جي هر علائقي ۾ هن سلسلي لاءِ ڪم ڪيو. خاص طرح حضرت باقي بالله بدعتن کي روڪڻ لاءِ تمام گهڻي جدوجهد ڪئي. عوام کي شريعت جو پابند ڪرڻ لاءِ هر وقت تبليغ ڪندو رهيو. تصوف ۾ جيڪي گهرا خيال ۽ نظريا پيدا ٿيا هئا، هن انهن جي پر زور ترديد ڪئي ۽ پنهنجي اعليٰ اخلاق ۽ ڪردار سان عام و خاص ماڻهن جي ذهنن کي سڌي رستي تي وٺي آيو.

حضرت خواجه باقي بالله ڪابل جو رهڻ وارو هو. سندس اصل نالو محمد باقي هو پر پاڻ باقي بالله جي نالي سان مشهور ٿيو. سندس والد صاحب جو نالو عبدالسلام هو. باقي بالله جي ڪابل ۾ سن 971هه (1536ع) ۾ ولادت ٿي. ڪابل ۾ ماورا النهر جي مختلف شهرن ۾ تعليم حاصل ڪئي. ظاهري تعليم حاصل ڪرڻ ڪان پوءِ ڪجهه وقت لاهور رهيو ۽ مرشد جي تلاش ۾ پورو هندستان گهميو پر مطمئن نه ٿيو ۽ وري ماوراءُ النهر جو سفر اختيار ڪيائين، اتي هڪ ننڍي ڳوٺ "مڪنه" جي بزرگ خواجه محمد خواجگي اڪمنگي جي خدمت ۾ حاضر ٿي، سندس هٿ تي بعيت حاصل ڪري جلدي روحانيت جي بلند مقام حاصل ڪري مرشد جي حڪم تي هندستان جي شهر دهلي ۾ اچي رهيو. اتي هزارين عقيدتمندن ۽ طالبان حق سندس تربيت سان روحانيت جي اعليٰ منصب تي فائز ٿيا. دهلي جي مشهور عالم ۽ فاضل حضرت شيخ عبدالحق محدث دهلوي وفات (1052هه 1642ع) پڻ سندس هٿ تي بعيت

ڪري روحاني فيض حاصل ڪيو.

"انهن ڏينهن ۾ حضرت مجدد الف ثاني پنهنجي والد بزرگوار جي وفات بعد حج تي روانو ٿيو. دهلي پهچي چند دوستن کان باقي بالله جي تعريف ٻڌي سندس خدمت ۾ حاضر ٿيو ۽ ان جي صحبت کان متاثر ٿي ڪجهه ڏينهن کان پوءِ سلسله نقشبنديه ۾ حضرت خواجه باقي بالله جي بعيت حاصل ڪري روحانيت سان سرفراز ٿيو." [(8)] حضرت باقي بالله چاليهن سالن جي عمر ۾ 26 جمادي الثاني (1012هه مطابق 1603ع) ۾ دهلي ۾ فوت ٿيو. سندس مريد صوفي محمد صديق هدائي، باقي بالله جي "هادي شريعت بود" مان وفات جي تاريخ ڪڍي آهي.

هن دؤر جي روحاني ۽ مذهبي تحريڪن جو غور سان مطالعو ڪرڻ سان معلوم ٿيندو ته سندس ذات سنت جي سيني تحريڪن جو مرڪز هئي، سندس ڪتابن ۽ ملفوظات مان ڇاڻ پئي ٿي ته شريعت جي پابندي تي ڏاڍو زور ڏنو اٿن ۽ اهو ذهن نشين ڪرايو اٿن ته اسان مسلمانن جي فلاح و بهبود انهيءَ ۾ آهي ته اسان گمراهه ڪن خيالن ۽ بدعتن کي ڇڏي شريعت جي پابندي ڪيون.

سترهين صدي عيسوي جي ٻن جليل القدر هستين حضرت مجدد الف ثاني ۽ شيخ عبدالحق محدث دهلوي ڪائنس متاثر ٿي احياءَ سنت جو مڪمل بار کڻي اهم خدمتون سرانجام ڏنيون. حضرت مجدد الف ثاني عهد اڪبري جي فتنن جي وڏي دليري ۽ مجاهداڻي جذبي سان مقابلو ڪري عوام جي صحيح رهنمائي ڪئي. اهڙي طرح هن نقشبنديه سلسلي ۾ "1962ع ۾ شيخ علامه نقشبند لکنوي علم نفس ۽ فن تصوف تي تمام گهڻا ڪتاب لکيا. شاهجهان ۽ اورنگزيب کي اسلام سان تمام گهڻي محبت هئي، سلسله مجدديه لاءِ هن کي وڏو احترام هو اورنگزيب خواجه محمد ۽ امام رباني جي فرزند شيخ سيف الدين کان ڪجهه نقشبندي طبقا سکيا." [(9)]

هن دؤر ۾ هندستان ۾ ڪيترين ئي گمراهين جنم ورتو. اڪبر جي دين الاهي جي وجود سبب مذهبي بي راهه روي پيدا ٿي. ڪيترائي علماءِ وحدت الوجود جي فڪر کي غلط انداز ۾ پيش ڪري رهيا هئا. ان ڪري عقيده توحيد ۾ فرق اچي ويو هو. اڪبر بادشاهه هندو رعيت جو وڏيڪ خيال رکڻ لڳو هو. ڪيتريون ئي هندو رسمون ڏوم ڏام سان ملهايون وينديون هيون.

انهن حالتن کي ڪيترن اسلامي عالمن نديو ۽ اڪبر جي خلاف آواز بلند ڪيو. "جون پور جي شيعه عالم قاضي القضاه علامه محمد يزدي سرعام

اعلان ڪري فتويٰ ڏني تہ اڪبر بادشاهہ مذهب کان منحرف ٿي ويو آهي.“ ان کان سواءِ ڪيترين ئي براين کي ختم ڪرڻ لاءِ نقشبندي سلسلي وارن دين اسلام جي بقا لاءِ تمام گهڻو ڪم ڪيو ۽ دين ۾ آيل بدعتن کي ختم ڪرڻ لاءِ عملي طرح سرگرم ٿيا. ڪيترائي غيرمذهب اسلام جي دائري ۾ اچڻ لڳا. اورنگزيب عالمگير جي دور حڪومت ۾ شاهہ ولي الله جو والد شيخ عبدالرحيم، سترهين صدي جي آخر ۾ هڪ بلند نظر ۽ وسيع المشرب صوفي دانشور هو. تصوف ۾ نقشبندي مڪتب ۽ فقہ ۾ حنفي مسلڪ جو حامي هو، پر تنهن هوندي بہ هن جو نقطہ نظر لبرل هو. شيخ ڪجهہ عرصي بعد فتاويٰ عالمگيري جي تدوين ۽ ترتيب لاءِ خيال ڪندو رهيو. مگر ڪجهہ عرصي بعد عالمگير سان فڪري اختلافن جي بنياد تي الڳ ٿي ويو ۽ درس و تدريس جي ڪم ۾ مشغول ٿي ويو.[10] مطلب تہ شيخ صاحب هندستان ۾ پهريون نامور صوفي هو، جنهن طالبان دين جي لاءِ ڪيترائي سونهري ڪم ڪيا، حديث و فقہ جي مختلف علمي معلومات جي نازڪ دقيق مسئلن کي دنيا جي سامهون پيش ڪيو. هن جو فيض ۽ علمي ڪارناما مشهور آهن هن دؤر جو سڀ کان وڏيڪ ڪارنامو فتاويٰ عالمگير جي ترتيب ۽ تدوين ٿي. هي مجموعو حنفي فقہ جو مجموعو هو، هي اصل ڪتاب عربي ۾ هو، جنهن جو نالو ”فتاويٰ هنديہ“ هو.

شيخ عبدالرحيم کان پوءِ سندس فرزند شاهہ ولي الله باقي بالله جي نقشبندي مڪتبہ فڪر کي تصوف جي ٻين نظامن کان وڏيڪ ترجيح ڏيندو هو. ڪوثر جو مصنف لکي ٿو تہ: ”نقشبندي سلسلي وارا شرعي طريقي سان اسلام کي تمام گهڻو قريب آهن، مگر اهي خلق خدا سان محبت ڪرڻ بدران، عبادتن ۾ مشغول رهيا آهن، ان ڪري عام ماڻهو ٻين سلسلن کي هن سلسلي کان وڌيڪ چاهيندا هئا.

عهد اڪبري ۾ شيخ فريد نقشبندي سلسلي وارن کان مدد وٺي هندستان جي مذهبي تاريخ تي گهرو اثر ڇڏيو. هي بزرگ خانقاهن جو سڄو خرچ پاڻ پريندو هو تہ جيئن هت اچي نقشبندي بزرگ اسلام جي صحيح نموني تبليغ ڪري سگهن.

هن سلسلي بابت خليق احمد نظامي صاحب ”تاريخ مشائخ چشت“ ۾ لکي ٿو تہ: ”سلسلو خواجگان (نقشبنديہ) سيني سلسلن کان پراڻو آهي. مگر پاڪ و هند ۾ سيني سلسلن کانپوءِ پهتو“ خواجہ باقي بالله هن سلسلي کي متعارف ڪرايو. ”هن سلسلي جا گهڻا نالا هوندا هئا، مثلاً سلسلہ خواجگان،

سلسلہ ذهبيہ ۽ طريقہ رسوليہ صديقيہ وغيره. هي سلسلو پهرين ترڪستان ۾ قائم ٿيو هو.

هن سلسلي جي خصوصيتن بابت لکيل آهي تہ هن سلسلي وارا پنهنجي مٿن جي وارن ۾ ڊگها لڪڻ رکندا هئا. هنن جا وار وڏا هوندا هئا، جيڪي هوا ۾ پيا لهرائيندا هئا. هو وڏا وڏا آواز ڪيندا هئا. هو تيزڌار وارن پٿرن تي هلندا هئا، ايستائين جو هنن جا پير زخمي ٿي پوندا هئا ۽ زمين تي ڪري پوندا هئا. هو گهڻو ڪري مٿي تي ڪاري ڪامدار ٽوپي پائيندا هئا، جنهن تي قرآن پاڪ جون آيتون نقش ٿيل هونديون هيون.[11]

## سنڌ ۾ نقشبندي سلسلي جي اوسر:

سنڌ ۾ نقشبندي سلسلو تمام گهڻو تيزي سان آيو. ان کان اڳ خاص طرح سنڌ مذهبي حوالي سان پڪا مسلمان ۽ انسان دوست هئا ۽ هو انتهاپسند ڪو نہ هئا.

سنڌ ۾ شاهہ عبداللطيف جي زماني کان ٿورو اڳ انهيءَ سلسلي طريقت جو چڱو اثر ٿيو. مخدوم آدم ٺٽوي، مخدوم ابوالقاسم، مخدوم محمد زمان لواري وارو سندس خليفو ميان عبدالرحيم گرهوڙي، مخدوم معين ٺٽوي، سيد محمد بقا لڪياري، ڪن واسطن سان ۽ سرهندي حضرات انهيءَ سلسلي طريقت جا مکيہ بزرگ هئا.[12]

هن طريقي وارن جو هندستان ۽ سنڌ جي سياست تي گهڻو اثر پيو. هندستان ۾ اورنگزيب سياست ۽ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي مذهبي حڪومت تي انهيءَ طريقي جي بانين جي مذهبي خيالن تي گهڻو اثر وڌو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي، جيڪي مذهبي احڪامن لاءِ فرمان حڪومت کان جاري ڪرايا، سي مذهب مان بدعتن جي دور ڪرڻ، صورت ۽ سيرت شريعت موافق ڏارڻ لاءِ حڪم ٿيل هئا.

”سنڌ ۾ هن سلسلي جو پهريون بزرگ مخدوم آدم ٺٽوي هو. جيڪو يارهين صدي عيسوي جي شروعات ۾ ٿي گذريو. لاڙ ۾ مخدوم ابوالقاسم رحمة الله عليه درس نقشبنديہ ۽ مخدوم آدم رحمة الله عليه ۽ اتر ۾ مخدوم محمد اسماعيل رحمة الله عليه پريالوئي، انهن کان سواءِ راشدي بزرگن بہ فيض حاصل ڪيو. مٿين بزرگن کان مخدوم معين رحمة الله عليه ۽ لواري شريف وارن بزرگن بہ فيض حاصل ڪيو هو.“[13]

خاص طرح لاڙ جي شهر ٺٽي ۾ ”خواجہ ابوالقاسم نقشبندي، جيڪو سرهند کان فيض پرائي آيو هو. تنهن نقشبندي طريقي جو فيض ڏيڻ شروع ڪيو. هن

درويش جا سنڌ ۾ ٽيھہ خليفا ٿيا. جن مان اھم نالو سنڌ جو ملا صدرا تصوف ۾ شيخ ابن عربي سڏيو وڃي ٿو وڏائي نہ ٿيندو سو بہ ھڪ خليفو ھين.(14)

هنن نقشبنديہ بزرگن سڄي سنڌ کي عام طرح ۽ ڏکڻ سنڌ کي خاص طرح پنهنجي فيض ۽ ارشادن سان مالامال ڪري ڇڏيو. خواجہ ابوالمساڪين ٺٽوي بہ انهن خليفن مان هڪ هو. جنهن کان خواجہ محمد زمان لواري ڪبير رح فيض حاصل ڪيو. خواجہ صاحب کان وري ٻين هزارين طالبن فيض ورتو جن مان سندس فرزند ارجمند خواجہ گل محمد ۽ مخدوم عبدالرحيم گرهوڙي شهيد بلند پايہ جا اهل الله ۽ فيض باطني جا صاحب ٿي گذريا آهن. خواجہ گل محمد کان سندس فرزند خواجہ محمد زمان ثاني فيض پرايو ۽ هن بزرگ جي فيض جو درياءُ سنڌ مان ڇوليون ماريندو ڏورانهين اسلامي ملڪن ۾ پهچي ويو. محدث محمد عابد سنڌي مدني جهڙو علامہ بہ سندن خليفو هو. هن سلسلي جي سنڌ ۾ بي انتها اشاعت ٿي ۽ خواجہ محمد سعيدؒ جي دور ۾ پنهنجي عروج ۽ اوج تي وڃي پهتو. خواجہ محمد سعيدؒ نہ رڳو هڪ روحاني فيض جو مالڪ ۽ اڪمل ولي هو پر ظاهري علمن جو بحر بي پايان هو. سندن ئي ڪوشش سان لواري جهڙي ڳوٺ ۾ دنيا جو بينظير ڪتب خانو جمع ٿي ويو. هن لائبريري ۾ ڏکڻ سنڌ جا علماءَ علم جي اُڄ اُجهائڻ لاءِ ايندا هئا. اتر سنڌ جي هن ڇيڙي جو استاد العلماءَ مولانا غلام صديق غوث شهداد ڪوٽي بہ ڪيترا پيرا لواري پهچي خواجہ محمد سعيد سان رهاڻيون ڪري ”طلوالع لانور“ ۽ ٻين ناياب ڪتابن جو مطالعو ڪندا هئا. ان وچ ۾ نقشبندي جي ٻي شاخ صفي الله جي واسطي هئي. ”نقشبندي سلسلي جي ٻي شاخ صفي الله جي واسطي سان بہ سنڌ ۾ پهچي چڪي هئي، ان دور جا وڏا عالم جهڙوڪ نعمان ثاني، مخدوم عبدالواحد سيوهاڻي ۽ مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جو پوٽو مخدوم ابراهيم، موليڏني، انهي نقشبندي بزرگ جا خليفا هئا. خواجہ حسن جان سرهندي جي والد خواجہ عبدالرحمان صاحب جڏهن ٽکڙ ۾ سڪونت اختيار ڪئي. (158) تڏهن نقشبندي طريقو جيڪو وسامڻ تي هو ان کي خواجہ صاحب وري زنده ڪيو. مولانا عبدالرحمان سکر وارو بہ سندن خليفو هو جنهن اڳتي هلي اويسي طريقي کي پسند ڪيو.

هن سلسلي جو ذکر ڳجهو هوندو آهي ۽ تزڪيہ نفس لاءِ شريعت جي سخت پابندي ڳجهو مراقبو ڪرڻ، مذهبي احڪام رائج ڪرڻ لاءِ منظم طريقي سان ڪوشش ڪرڻ اهم اصول آهن.

نقشبندي طريقي يا سلسلي وارن جو چوڻ هو تہ اسلام هڪ نئون مڪمل

عالمگير دين تي آيل آهي. هن جي اچڻ ڪري ٻيا دين رد ٿي چڪا آهن. هن نئين دين جا مکيہ مٿا، توحيد، نماز، حج، زڪوات ۽ روزو هئا. انهن مٿن ۾ شريعت کي زوري دنيا ۾ ماڻهن مٿان مسلط ڪرڻ کي جهاد جو نالو ٿي ڏنائون. ان ذريعي ٻين ملڪن تي چڙهائي ڪري قبضو ڪرڻ، مردن ۽ عورتن کي غلام ڪري وڪڻڻ وغيره وارا پنهنجو پاڻ کي نقشبندي سڏائڻ لڳا. جن اسلام جي نالي تي ماڻهن کي زوري مسلمان ڪرڻ عين عبادت ٿي سمجهي. ڪلهوڙن جي دور ۾ سنڌ ۾ انهيءَ قسم جا ڪوڙ سارا واقعا ٿيا هئا. مخدوم محمد هاشم نٽوي ۽ مخدوم عبدالرحمان کهڙن وارا انهيءَ مهم جا پيشرو هئا. مگر پوءِ بہ نقشبندي سلسلي جي بزرگن سان تعلقات تمام سٺا هوندا هئا.

رچرڊ برٽن، سنڌ ۾ هن سلسلي آڻڻ لاءِ لکي ٿو تہ: "سنڌ جي صوفين ۾ وري هڪ نئون طريقو استعمال ڪندا آهن، جيڪڏهن ڪو طالب پڙهيل هوندو آهي تہ پير طريقت ڪعبي ڏي منهن ڪري هڪ صاف مصلي تي ويهندو آهي، تنهن کان پوءِ طالب کي سامهون غاليچي تي ويهاري ڪانئس تصور ۾ شيخ اکيون پورائي پنهنجي صورت جو ديدار ڪرائيندو آهي. اٽڪل پنجن منٽن بعد پير صاحب هٿ کڻي دعا گهرندو آهي تہ مريد ساڳيا لفظ چوندو ويندو آهي. آخر پير مريد جي ڇاتي تي هٿ رکي ڪجهہ پڙهي هن جي طرف شوڪاريندو. مريد ان وقت مرشد جي شفقت جو تصور ڪندو. اهڙي طرح داخلا جي رسم ٿي ويندي." (16)

سنڌ ۾ شيخ محمد عابد سنڌي مدني، خواجہ احمد سيوهاڻي، عبدالباقي سرهندي، خواجہ فضل الله مجددي ۽ ٻين بزرگن خاص طرح سيوهڻ ۽ پريان لوءِ، ٺٽي جي بزرگن نقشبندي سلسلي کي تمام گهڻي ترقي وٺرائي. هي سلسلو شريعت تي تمام گهڻو زور ڏيندو آهي. ذڪر خفي جائز سمجهندا هئا. سماع جا ڪٽر مخالف هئا. شاهہ لطيف مخفي ذڪر ڪرڻ جي سلسلي ۾ سر سريراڳ ۾ چيو آهي:

ايئن چرخو چور، جيئن پوءِ پٽڪو نہ پڏي،
اٿي آڌي رات جو، عجيبن سان وار،
تهان پوءِ تور، تہ سون برابر سٽ ٿئي.

## مشهور نقشبندي بزرگ

## حضرت شيخ بايزيد بسطامي رحمة الله عليه

حضرت شيخ بايزيد بسطامي قدس سره، جن جو اصل نالو مبارڪ طيفور (ابن عيسيٰ بن آدم بن شروسان) ۽ سندن ڪنيت ابو يزيد آهي. سندن لقب سلطان العارفين آهي. حضرت شيخ بايزيد بسطامي جن جا وڏا آتش پرست هئا، جيڪي پوءِ مسلمان ٿيا، پاڻ حضرت امام جعفر صادق رضہ جي روحانيت کان اويسي طريقي تي فيض حاصل ڪيائون.

سلطان العارفين حضرت بايزيدبسطامي مادرزاد ولي هئا. ننڍپڻ کان وٺي حضرت جن ۾ حق جي تلاش جي جستجو پيدا ٿي چڪي هئي. تڏهن تہ پاڻ محب خدا خليفتہ الحق ۽ قطب عالم هئا، سندن ڪرامتون ۽ رياضتون گهڻيون آهن. اسرارِ حقائق ۾ سندن نظر روشن هئي. پاڻ آتش محبت ۾ غرق هئا، تن ڪي مجاهده ۽ دل ڪي مشاهدي ۾ مشغول رکندا هئا. حديث جي متعلق سندن روايتون نهايت اعليٰ هيون ۽ ايئن چوڻ ۾ وڏائي نہ ٿيندو تہ انهيءَ ڪم ۾ سندن ڪو بہ مٽ ڪو نہ و.

حضرت بايزيد جو پيءُ بسطام شهر جي بزرگن مان هڪ هو. حضرت بايزيد جي ڪرامتن جو ظهور ان وقت کان شروع ٿيو، جڏهن اجا پاڻ پيٽ ۾ هئا، جيئن تہ سندن والده ماجده فرمائيندي هئي تہ: "جڏهن مان پنهنجي وات ۾ ڪا شيءِ وجهندي هيم، جنهن جي حلال هجڻ ۾ ڪو شڪ هوندو هو تہ پاڻ پيٽ ۾ ئي تڙپڻ لڳندا هئا، ايستائين آرام نہ ڪندا هئا، جيستائين وات مان اها شيءِ ٻاهر ڪيڍي ڦٽي نہ ڪندي هيس."

حضرت بايزيد پاڻ فرمائن ٿا تہ جڏهن الله تبارڪ و تعاليٰ مون کي تمام موجودات کان عليحده ڪري ڇڏيو ۽ پنهنجي نور سان منور ڪري پنهنجي عجائب ۽ اسرار جي ويجهو رکي پنهنجي عظمت ۽ هيبت مون تي ظاهر فرمائي، تڏهن مان يقين جي اکين سان حق تعاليٰ کي ڏٺو. حق کي پنهنجي طرف ڏسي پنهنجي صفات تي نظر ڪيم تہ معلوم ٿيو تہ نورالاهي جي مقابلي ۾ سراسر اونداهي هئي. منهنجي عظمت ان جي عظمت جي مقابلي ۾ سراسر حقارت ۽ عزت جي مقابلي ۾ منهنجي عزت بلڪل نابود هئي. جڏهن مون کي صفائي حاصل ٿي ويئي، تڏهن منهنجي دل خدا جي رضا جي آواز کي ٻڌو ۽ هو مون کان خوش ٿيو.

پاڻ حج تي وڃڻ لاءِ پيادل سفر ڪيو هئائون ۽ ٻارهن سالن کان پوءِ وڃي مڪي شريف پهتا هئا. ان عظيم سفر دوران هر هڪ وک تي ٻہ رڪعتون نفل پڙهندا هلندا هئا ۽ حج جي فرض کان آجو ٿي وطن موٽيا ۽ وري ٻيهر وطن کان

مديني شريف روانا ٿيا ۽ فرمايائون تہ: ”مديني جي حاضري کي سفر حج جي تابع ڪرڻ ادب جي خلاف آهي.“

مطلب تہ حضرت بايزيد بسطامي خدا جا ولي ۽ عارفن جا بادشاهہ رهيا آهن، ڪين خدا جو معراج ماڻهو جو شرف حاصل هو ۽ پنهنجي ايمان ۽ عقيدي جا پختا ۽ پڪا هوندا هئا. ”سندن وفات 15 شعبان 261هہ ۾ بسطام ۾ ٿي ۽ اتي ئي مدفون آهن.“(17)

## خواجہ بهاؤالدين نقشبندي:

سندس ولادت 278هہ ۾ قصر عارفان ۾ ٿي، جيڪو بخارا کان ٿي ڪلوميٽر پري آهي. ننڍپڻ ۾ ئي نور ۽ ڪرامت جا آثار سندس پيشاني مبارڪ تي عيان هئا. پاڻ خواجگان نقشبنديہ جي سلسلي جا امام آهن ۽ مير سيد ڪلاڪ جا شاگرد ۽ مريد بڻيون، سندس مريدي ۾ رهي، تصوف، شريعت ۽ طريقت جي درسن مان فيض حاصل ڪيائين، سندس شجره نسب امام جعفر صادق سان هن ريت ملي ٿو.

حضرت شاهہ بهاؤالدين بن سعيد محمد بخاري بن جلال الدين بن برهان الدين بن سيد عبدالله بن سيد زين العابدين بن سيد قاسم بن سيد شعبان بن سيد برهان الدين بن سيد محمود بن سيد بلاق بن سيد نقي صوفي خلوتي ابن فخرالدين بن سيد علي اڪبر بن امام حسن عسڪري بن امام علي تقي بن امام محمد تقي بن موسيٰ رضا بن امام موسيٰ ڪاظم بن امام جعفر صادق رضي الله اجمعين. اهڙي طرح سندس شجره نسب حضرت امام جعفر صادق سان ملي ٿو.

سندس تمام گهڻا مريد آهن، ماورالشهر وارا سندس مريد آهن، انهن مان ڪجهہ هي آهن:

1. خواجہ محمد پاسا، 2. خواجہ علاؤالدين عطار، 3. ملا يعقوب چرخي، 4. خواجہ علاؤالدين ڪنجد واتي.

سندس سڄي حياتي رب باري تعاليٰ جي عبادت ۾ گذري، جواني ۾ روزن ۽ مراقبہ ۾ رهيا. حضرت خواجہ فقير هو ۽ سدائين فقيري جي تاڪيد ڪندو رهيو پاڻ فرمائين ٿا تہ: ”اسان جيڪو ڪجهہ سکيو آهي، فقيرن جي محبت مان سکيو آهي.“

روايت آهي تہ هڪڙي شخص اچي حضرت خواجہ نقشبنده کان ڪرامت طلب ڪئي، پاڻ فرمايائون تہ ڇا هي ڪرامت گهٽ آهي تہ پاڻ ايذا

گناهه گار هئڻ جي "باوجود به اسين زمين تي گهمون ڦرون ٿا ۽ هيءَ ڌرتي اسان جي گناهن جي بار کان غرق نه ٿي ٿئي."

سندس وفات 3 ربيع الاول 791هه ۾ ٿي. سندس عمر مبارڪ 73 سال هئي. سندن مقبرو بخارا ۾ قصر عارفان ۾ آهي.

رحلت کان اڳ خواجه صاحب وصيت ڪئي هئي ته سندس مڙهه مبارڪ کي مٿيءَ ماءُ حوالي ڪرڻ دوران ڪلمه شهادت ۽ باري تعاليٰ جو ڪلام نه پڙهيو وڃي، ڇاڪاڻ ته اها بي ادبي ٿيندي، پر منهنجي مڙهه سان گڏ هي شعر پڙهيو وڃي.

مفلسا نيم آمده در ڪوئي تو
شيءِ الله از جمال روئي تو
دست بخشا جانب زنبيل ما،
آفرين بردست و بر بازوئي تو.

ترجمو: اسين مسڪين غريب تنهنجي شهر ۾ آيا آهيون، الله جي واسطي توهان پنهنجي جمال جي جهلڪ ڏيکاريو. اسان جي ڪشڪول کي پنهنجي پڪ سان پري ڇڏيو ته جيئن منهنجي زبان منجهان اوهان جي هٿ ۽ ٻانهن جي حق ۾ ڪلمه آفرين نڪري.

## حضرت شيخ مجدد الف ثاني رحمة الله عليه

حضرت شيخ مجدد الف ثاني، جن جو نالو احمد هو ۽ سندن لقب بدرالدين ۽ ڪنيت ابوالبرڪات، مجدد الف ثاني ۽ عرف امام رباني محبوب صمداني هو. سندن مذهب حنفي ۽ مسلڪ نقشبندي طريقو هو.

روايت آهي ته حضرت امام رباني محبوب سبحاني مجدد الف ثاني شيخ احمد فاروقي نقشبندي سرهندي جمعو 14 شوال 971هه بمطابق 1564ع سرهند ۾ جنم ورتو ۽ پنهنجي نور سان عالم ۾ سرخرو ٿيو. جنهن دؤر ۾ سندن جنم ٿيو. تنهن وقت مغلن جي حڪومت جو دور هو. تنهن ۾ پهريون بادشاهه شهنشاه اڪبر ۽ ٻيو شهنشاهه جهانگير هو.

مجدد الف ثاني جي ڄم جي وقت ڪيترائي عجيب واقعا ظهور ۾ آيا. سندن والده ماجده جو چوڻ هو ته: "منهنجي پٽ جي ڄم وقت مون تي غشي واري حالت طاري ٿي وئي ۽ ان ۾ مون ڏٺو ته ڪيترائي اولياءُ منهنجي گهر آيا آهن ۽ مون کي مبارڪ ڏين ٿا." سندن والد جو چوڻ هو ته: "ولادت وقت مون تي ڪيف طاري ٿي ويو جنهن ۾ مون ڏٺو ته حضور انور حضرت محمد مصطفيٰ

ﷺ جن آيل آهن ۽ شيخ احمد جي ڪن ۾ بانگ ڏئي رهيا آهن.“

حضرت شيخ مجدد ننڍي ڄمار ۾ ئي قرآن شريف حفظ ڪيو ابتدائي تعليم پنهنجي پيءُ حضرت شيخ عبدالاحد کان حاصل ڪيائون. ابتدائي تعليم حاصل ڪرڻ بعد سيالڪوٽ موٽي آيا، اتي سندن تربيت ان وقت جي مشهور علماءَ ڪرام مولانا ڪمال الدين ڪشميري ۽ مولانا يعقوب ڪشميري ڪئي ۽ سندن تربيت اهڙي ٿي، جو ڪيس گهڻن علمن ۾ مهارت حاصل ٿي ۽ ڪيترائي وڏا وڏا مسئلا پاڻ ئي حل ڪندا هئا.

36 سالن جي عمر ۾ دهلي روانو ٿيو جتي سندس ملاقات حضرت خواجه باقي باالله سان ٿي، جيڪو نقشبندي سلسلي جو باني هو. شيخ احمد سرهندي خواجه باقي بالله جي هٿ تي بعيت ڪئي ۽ پوءِ اهڙي طرح تمام تيزي سان تصوف جون اعليٰ منزلون طئي ڪيائون.

حضرت شيخ مجدد الف ثاني جي زندگيءَ جا ڪارناما به ذڪر جوڳا آهن. مثلاً جڏهن شهنشاهه اڪبر هڪ نئون مذهب قائم ڪيو تڏهن ان وقت پاڻ تعليم حاصل ڪري رهيا هئا. اڪبر جي وفات کان پوءِ جهانگير تخت نشين ٿيو ته ان جي دور حڪومت ۾ شيخ احمد سرهندي پنهنجي اصلاحي ڪوشش جو آغاز ڪيو. مخالفت ڪندڙن پنهنجون سرگرميون تيز ڪري ڇڏيون ۽ انهن شيخ مجدد کي دشمن جي روپ ۾ جهانگير آڏو پيش ڪيو. جنهن تي مجدد کي قيد ڪيو ويو. پر سندس ڪردار اتي موجود قيدين تي تمام سٺو اثر وڌو. انهن کي دين اسلام جون ڳالهيون سمجهائيندي ڪيترن ئي غير مسلمانن کي مسلمان ڪيائون.

جهانگير کي جڏهن صحيح ڳالهه جي خبر پئي ته ڪيس آزاد ڪيائون ۽ پاڻ به سندس حلقي ۾ اچي دين اسلام جون ڳالهيون ٻڌندا هئا.

شيخ مجدد الف ثاني جي اڻٿڪ ڪوشش جو اهو نتيجو نڪتو ته جهانگير پنهنجي پيءُ اڪبر جي قائم ڪيل غيراسلامي طريقين کي ختم ڪري ڇڏيو ۽ اهڙي طرح ماڻهن ۾ دين اسلام لاءِ محبت پيدا ٿي ۽ هو وحدت الشهود جي نظرئي جا قائل ٿي ويا، جيڪو شيخ مجدد الف ثاني پيش ڪيو هو.

”سندن وفات 60 سالن جي عمر ۾ 15 ڊسمبر 1626ع ۾ ٿي ۽ سندن مدفن سرهند شهر ۾ آهي.“[20]

## شيخ آدم بنور رحمة الله عليه:

حضرت مجدد الف ثاني جي مريدن ۽ عقيدتمندن جو وڏو ناماچار هو. حضرت شيخ آدم بنوري رحمة الله عليه کي حضرت مجدد الف ثاني سوين مريدن ۽

عقيدتمندن کان وڌيڪ سمجهندو هو. "حضرت آدم بنور جا هئا، جيڪو سرهند کان ويهہ ميل پري هڪ ڳوٺڙو آهي، پهريان شاهي لشڪر ۾ ملازم هئا، ڪنهن واقعي کان متاثر ٿيڻ بعد ملازمت ڇڏي ڏنائين ۽ پوءِ پهريان حاجي خضر خان ۽ حضرت محمد جي خدمت ۾ حاضر ٿي باطني نعمت کان فيضياب ٿيا.

سانس سدائين هزارن جي انگ ۾ مريد ۽ پنان گڏ هوندا هئا. پاڻ 1642ع ۾ لاهور آيو اتي بہ ساڻس وڏي جماعت گڏ هئي. مخالفن شاهجهان کي ٻڌايو تہ شيخ صاحب سان ايڏي جماعت گڏ آهي، جيڪڏهن هو چاهي تہ حڪومت جو تختو اونڌو ڪري سگهي ٿو.

شاهجهان ان ڳالهہ جي تحقيق لاءِ پنهنجي وزيراعظم نواب سعدالله خان ۽ ملا عبدالحڪيم سيالڪوٽي کي موڪليو هو. جڏهن اتي پهتا تہ پاڻ انهن سان بيرخيءَ سان پيش آيو ۽ جيڪا ڳالهہ ڪئي سا تلخي سان ڪئي. بادشاهہ جي ماڻهن سچو قصو وڃي بادشاهہ کي ٻڌايو ۽ چيو تہ: "شيخ صاحب سان تمام گهڻا شيخ صاحب گڏ آهن."

بادشاهہ حڪم ڏنو تہ اوهان حج لاءِ وڃو پاڻ اڳ ۾ ئي حج لاءِ آتا هئا، سو پاڻ حج لاءِ روانا ٿي ويا.

سندن رحلت مديني منوره ۾ اٽڪل 47 ورهين جي ڄمار ۾ 25 ڊسمبر 1663ع تي ٿي. پاڻ هن دنيا مان تہ رحلت ڪري ويا، پر سندن علم مان هزارين طالب فيض حاصل ڪرڻ لڳا. سندس خليفن مان لاهور جو شيخ سعدي، جنهن جا ڪئي افغان مريد هئا، ڪوهاٽ ۾ حاجي عبدالله ۽ پشاور ۾ شيخ نورمحمد پشاوري سندس خاص مريد هئا.

اڄ بہ هزارين ماڻهو سندس مريد ۽ عقيدتمند آهن، پاڻ نقشبنديہ سلسلي لاءِ گهڻي جاکوڙ ڪيائون.

## حضرت حجت الله خواجہ محمد نقشبندي قدس سره:

پاڻ عروة الوثقيٰ قيوم ثاني حضرت خواجہ محمد 1034هہ جمعي جي ڏهاڙي ولادت ٿي. پاڻ ظاهري ۽ باطني علم پنهنجي والد کان حاصل ڪيائون. سندس والد جو چوڻ هو تہ: "مون جڏهن قيوم ثاني کي علم ۽ معارف جا درس ڏنا تہ چيائين تہ توهان جيڪي علم ۽ معارف سمجهائي رهيا آهيو اهي اسرار حضرت مجدد الف قدس سره مون کي پنهنجي خلوت ۾ بيان ڪيا هئا ۽ پڻ ڏينهن مون کي خلوص ۾ گهرائي قيوميت جي منصب جي بشارت ڏنائين ۽

ارشاد ڪيائين تہ جيڪو تاج مديني منوره مان هلڻ وقت الله جي رسول حضرت محمد ﷺ مون کي ڏنو آهي.“ مون عرض ڪيو تہ اهو قيوميت ۽ محبوبيت جو سينگار آهي.“ پاڻ فرمايائون تہ: ”ها! اهو ئي تاج جيڪو مون کي مليو هو سو هاڻي ... کي ڏئي رهيو آهيان.“[23]

ڪيس حجة الله جو خطاب الهام ذريعي مليو. سندس ارشاد آهي تہ آئون هڪ ڏهاڙي تهجد جي نماز کان پوءِ ويٺو هئس تہ مون کي الهام ٿيو ”انت محبوب رب العالمين ورحمة الله في العالمين“ ۽ ڪنهن ماڻهو صدا هنئي تہ محمد نقشبندي کي الله تعاليٰ دنيا ۾ پنهنجي صحبت وارو بڻايو ۽ سندس پيءُ ۽ ڏاڏي ان کي اوليا قدس ۾ افضل درجو عطا ڪيو. اي فرشتو! جنو! ۽ انسانو! توهين سڀ ان جي فرمانبرداري ڪيو تہ جيئن قيامت جي ڏهاڙي ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهو. ان کان پوءِ مون ڏنو تہ فرشتا ۽ اولياء جي امت جا روح مون ڏانهن اچي چون ٿا. السلام عليڪم يا حجت الله ۽ منهنجو منهن چمن ٿا. هيءُ الله جو فضل آهي، جنهن کي چاهي تنهن کي عطا ڪري. الله تعاليٰ صاحب فضل عظيم آهي.

روايت آهي تہ پاڻ هڪ ڏهاڙي مسجدالحرام ۾ ويٺا هئا. جڏهن مراقبو ڪيائون تہ ڏ ٺائون تہ شيطان ذليل ۽ خوار مٿي اُگهاڙو بيدلي سان بيت الله شريف ۾ چورن وانگي لڪي لڪي گهمي رهيو آهي. جڏهن سندس ديد خواجہ صاحب تي ٿي پئي تہ هو خوف وچان پڇي تي ويو. حديث شريف ۾ آهي تہ: ”شيطان عمر رضہ جي پاڇي کان بہ پڇي ٿو جيئن تہ پاڻ بہ حضرت عمر رضہ جي اولاد منجهان هئا. تنهن ڪري شيطان ڪيس ڏسي پڇي ويو. پاڻ جڏهن مديني منوره ويا تہ اتي روضہ مطهره جي سامهون بيهي دير تائين لڳاتار لڙڪ لاڙيندا رهيا. تنهن کان پوءِ حجره شريف جي ويجهو ويهي مراقبو ڪيائون ۽ دير تائين هي دعا پڙهندا رهيا. ”يارسول الله! منهنجو جسم، منهنجو روح ۽ منهنجو اولاد اوهان تي قربان هجي.“

پاڻ حضور ﷺ ڪمال لطف ۽ ڪرم سان ڪيس نمايان قرار ڏئي پنهنجي امت جو نائب مقرر ڪيائين ۽ فرمايو: ”تون منهنجي امت لاءِ باعث فخر آهين.“

سن وفات 29 محرم الحرام جمعتہ المبارڪ جي رات 1114هہ مطابق 1702ع تي 35 ورهين جي ڄمار ۾ ٿي.[24]

## حضرت شيخ ابوالحسن خرقاني رحمة الله عليه:

”سندس نالو مبارڪ علي ابن احمد ۽ ڪنيت ابوالحسن آهي. طريقت ۾ سندس رهبر حضرت سلطان العارفين بايزيد بسطماني رحمت الله آهي،

جنهن کان سندس روحاني تربيت ٿي، سندس ولادت حضرت بايزيد جي رحلت کان پوءِ 352ھ مطابق 963ع ۾ ٿي.“ (25)

پاڻ مشائخ جا سردار ۽ اوتار هئا. پاڻ ڏينهن رات عبادت ۾ حضور و مشاهده ۾ گذاريندا هئا. سندس عبادت، تقويٰ ۽ پرهيزگاري سلوڪ ۽ معرفت جي پيش نظر حضرت شيخ ابوالعباس قصاب رحمة الله عليه فرمايو ته: ”اسان کانپوءِ اسان جو بازار ابوالحسن خرقاني سنڀاليندو.“ ۽ پوءِ واقعي ائين ٿيو. اوائل زندگي ۾ سندس اهو معمول هو ته سُمهڻي جي نماز باجماعت، خرقان ۾ ادا ڪرڻ کان پوءِ حضرت بايزيد جي مزار مبارڪ بنظام ڏانهن زيارت لاءِ روانا ٿي ويندا هئا ۽ اتي پهچي هيءَ دعا گهرندا هئا: ”خدايا! جا خلقت تو بايزيد کي عطا ڪيو آهي، اهو ابوالحسن کي به عطا فرما.“

پوءِ زيارت کان فارغ ٿي واپس خرقان ويندا هئا ۽ سڄي رستي ۾ پنهنجي مرشد انهن پُٺ نه ڪندا هئا. فجر جي نماز سُمهڻي واري وضو سان خرقان ۾ ادا ڪندا هئا. ٻارنهن ورهيه مسلسل حاضري ۽ دعائن کان پوءِ هڪ ڏينهن مزار مبارڪ مان آواز آيو:

”اي ابوالحسن! هاڻي تنهنجي ويهڻ جو وقت اچي ويو آهي، اهو ٻڌي هن عرض ڪيو ته: ”آءٌ اڻ پڙهيل آهيان، شريعت جي رمزن کان اڻڄاڻ آهيان“ آواز آيو تو جيڪو ڪجهه رب کان گهريو سو توکي ملي ويو آهي. سوره فاتحه شروع ڪيو. جڏهن پاڻ خرقان پهتا، ته قرآن پاڪ ختم ڪري چڪا هئا. ظاهري ۽ باطني علم مٿس عيان ٿي ويا.

سندس علم ۽ روحانيت جون ڳالهيون ٻڌي شيخ بوعلي سينا سندس زيارت لاءِ حاضر ٿيو. جڏهن سندس گهر پهتو ته سندس ٻارن لاءِ ڪاٺيون ڪٽڻ جهنگل ڏانهن هئا. سندس گهرواريءَ کان پڇا ڪيائين، جنهن تي سندس گهرواري بي رخي سان وراڻيو ته: ”اهڙي زنديق ڪذاب سان اوهان جو ڪهڙو ڪم آهي؟“ بوعلي سينا جي دل ۾ خيال آيو جنهن جي گهرواري ئي منڪر آهي، ان جو ڪهڙو حال هوندو؟ ۽ زيارت لاءِ جهنگ جو گس ورتائين ته ڪجهه پنڌ کان پوءِ ڏٺائون ته پاڻ جوڻءَ جو گاهه جي ڀري شينهن تي ڪٽي اچي رهيا هئا. بو علي حيراني منجهان عرض ڪيو ته شيخ صاحب! ڪهڙي ماجرا آهي؟“ پاڻ فرمايائون، جيڪڏهن آءٌ اهڙي بگهڙ (زال جي بد زباني) جو بار نه کڻان ته هيءُ شينهن منهنجو بار ڪيئن کڻندو؟“ ٻنهي ڄڻن گهر پهچي گهڻي دير تائين ڪچهري ڪئي، اهو لقاءُ ڏسي بوعلي سينا جي دل ۾ سندس ادب ۽ احترام ويتر وڌي ويو.

سندس رحلت جو وقت ويجهو آيو ته پاڻ وصيت ڪيائون ته منهنجي قبر ٿيهه گز اونهي کوٽجو ته جيئن حضرت بايزيد بسطامي جي مزار مبارڪ کان اونچي نه ٿئي. "سندس رحلت 10 محرم 425هه 1033ع ۾ ٿي ۽ سندس آخري آرامگاهه خرقان منجهه آهي. (27)

## حضرت امير ڪلال قدس سره نقشبندي:

"حضرت امير ڪلال رحمة الله عليه سيد آهن. طريقت ۾ سندس مرشد حضرت بابا محمد سماسي قدس سره آهي. سندس ولادت ڳوٺ سوخار (جيڪو سماس کان پندرهن ميل ۽ بخارا کان هڪ ميل پري آهي) ۾ 676هه مطابق 1278ع ۾ ٿي."

"سائين توهان انهن ماڻهن لاءِ حيران ۽ پريشان آهيو؟ حضرت بابا وراڻيس! جعفر هن ميدان ۾ هڪ اهڙو مرد آهي ۽ شڪارگاهه ۾ هڪ اهڙو شڪار آهي، جنهن جي صحبت سان هي زمانو فيضياب ٿيندو ڇاڪاڻ ته ان جو پرواز نهايت بلند ۽ بالا آهي. اسين انهيءَ مرد جي لاءِ منتظر آهيون، ڪاش هو اسان جي چار ۾ جڪڙجي وڃي." انهيءَ دوران حضرت امير ڪلاڪ جي ديد حضرت محمد بابا سماسي تي پئي ته سندس دل جو پکيئڙو بابا رحمة الله عليه جي محبت جي چار منجهه ڦاسي پيو. حضرت بابا رحمة الله عليه پنهنجي اکين جي ڪشش سان کين پاڻ ڏانهن ڇڪي ورتو ۽ پاڻ انهيءَ مهل بابا سماسيءَ وٽ کهي آيو ۽ سندس حجري تي اچي حاضري ڀري بابا کيس پنهنجي مريديءَ ۾ قبول ڪري پنهنجو جانشين مقرر ڪيو.

"سندس رحلت 8 جمادي الاول 772هه جمعي جي صبح جو ٿي، سندس مزار ڳوٺ سوخار بخارا جي ويجهو آهي.

سندس رحلت کان پوءِ مڪ مڪرمه ۽ مديني شريف مان صوفين جي هڪڙي جماعت بخارا پهتي ۽ سوخار جي پڇا ڪيائون ۽ ٻڌايائون ته هو حضرت سيد امير ڪلال رحمة الله عليه جي زيارت لاءِ آيا آهن. ماڻهن کين ٻڌايو ته ته پاڻ رحلت ڪري ويا آهن. پوءِ انهن سندس اولاد سان ملڻ جي خواهش ظاهر ڪئي، اهي سوخار آيا ۽ سندس اولاد سان مليا. ڳالهين دوران سندس ڪمالن جو ذڪر ڪرڻ لڳا ته ماڻهن چيو ته: "پاڻ ڪڏهن مديني ويا ئي ڪين ته اوهين حضرت ڪلال رحمة الله عليه کي ڪيئن سڃاڻو؟" جنهن تي صوفين وراڻيو ته حرمين شريفين منجهه سندس گهڻائي مريد آهن، جن مان اسين به آهيون، اسين گذريل 32 سالن کان ساڻس حج ڪندا آهيون، هيل ڪو نه آيو ته اسان

ڪي سندس اعليٰ اخلاق هيڏانهن اچڻ تي مجبور ڪيو پر افسوس جو هو پاڻ رحلت ڪري ويا آهن.

انهن صوفين سندس مزار تي حاضري ڀري ۽ حاضري مهل ڳوڙها روڪي نہ سگهيا ۽ ڇوڻ لڳا. ڪيڏي نہ ڏک جي ڳالهہ آهي، جو توهان صاحب ڪمال هستي جو قدر ناهي ڪيو. امير رحمة الله عليه جو قدر عرب ۾ اچي ڏسو "خدا حافظ چئي ڳوڙها ڳاڙيندا هليا ويا."(29)

## سنڌ جا نقشبندي بزرگ

### مخدوم ابراهيم نقشبندي لاهري رحمة الله عليه:

هي بزرگ مخدوم آدم نقشبندي جي وڏن خليفن مان صاحب فضيلت ۽ ڪرامت جو ٿي گذريو آهي. مخدوم ابوالقاسم نقشبندي جو پير ڀائي مريد هو مير قانع لکي ٿو تہ:

"صاحب خوارق کلیہ است محاسب خرد و ضابط از عهد شہ آن بر نیاید."

(30)

يعني تہ ايڏين وڏين ڪرامتن جو مالڪ آهي، عقل ۽ فهم جو حساب ڪندڙ يا انتظام رکندڙ جنهن جي ڪرامتن جو ٿورو حصو بيان ڪري نہ ٿو سگهي.

هن بزرگ جي وفات ٻارهين صدي ۾ ٿي ۽ پوئتان ٻہ فرزند هر هڪ ميان ابوبڪر ۽ مخدوم گل محمد ڇڏي ويو.

### مولانا جلال الدين ٺٽوي رحمة الله عليه:

"هي بزرگ اصل ٺٽي جو رهاڪو هو، علم جو وڏو ڄاڻو ۽ عقل جو اڪابر هو ۽ انهيءَ علم ۽ عقل جي ڪري همايون بادشاهہ جي دربار تائين رسائي هيس. همايون بادشاهہ مولانا صاحب وٽ ڪجهہ وقت پڙهيو ۽ همايوني دؤر جي وقت سلطنت جو قاضي القضاه بہ مقرر ٿيو. هي بزرگ سهروردي سلسلي جو اڳواڻ نہ هو. سلطان همايون جو ٻيو ساٿي مولانا محمد فرغلي نوراني نقشبندي پڻ هو، جو ساڻس هميشہ گڏ رهندو هو. هي ٻئي صاحب جڏهن همايون جا استاد هئا ان وقت جا هي ٻئي علماء پڻ هئا. "هڪ دفعي سن 946ع ۾ سلطان نصيرالدين همايون وقت جي وڏي عالم صوفي شيد عبدالقدوس حنفي (متوفي 950هہ) جي ملاقات لاءِ آيو تہ ان وقت بہ مولانا جلال الدين ٺٽوي

۽ مولانا محمد فرغلي ساڻ هئس."[31]

ٻئي دفعي سلطان همايون پنهنجي مرشد شيخ بهلول شطاري جي زيارت لاءِ گواليار پهتو تہ هنن ٻنهي بزرگن هلڻ کان نتايو. ڇاڪاڻ جو علامہ نٽوي سهروردي هو ۽ فرغلي نقشبندي، تنهن ڪري هڪ شيطاري بزرگ وٽ هلڻ کان ڪيٻايائون ٿي، پر بادشاهہ جي حڪم کان مجبور هئا، جنهن ڪري شيخ بهلول جي خدمت ۾ پهتا، اتي بادشاهہ جي اشاري سان هنن ٻنهي بزرگن بہ شيخ بهلول شطاري جي بعيت ڪئي "تذڪره گلزار ابرار" جو مصنف لکي ٿو تہ "جڏهن شير شاهہ سوري همايون کي آگري مان تڙي فتح حاصل ڪئي. تڏهن مولانا جلال الدين، همايون کان ان ڀاڄڙ ۾ جدا ٿي ويو ۽ همايون هنن کان علحد ٿي ويو. ان کان پوءِ جلال الدين جو ڪو پتو نہ پيو. اهو واقعو سن 947هہ ۾ ٿي گذريو."[32]

## مخدوم جلال الدين (کهڙوي) رحمة الله عليه

جلال الدين بن اسدالله عباسي پنهنجي والد جي وفات کان پوءِ شرع شريف جي مسند تي متمڪن ٿيو. حضرت مخدوم جلال الدين کهڙوي جن ظاهري علم سان گڏ باطني ذوق جو مالڪ ۽ وڏو عابد صاحب حال هو سموري ڄمار شريعت جي مضبوطي ۽ درس، تدريس ۾ گذاري، سن 1027هہ ۾ رحلت فرمايائين.

### قطعہ تاريخ:

"جمال زدين حق ترا ڪافي ست،
دپيش حضور نبي شافي ست،
خرد سال آن شيخ عالم تقي،
بگهتا ڪہ شيخ زمن هادي ست. 1027هہ"[33]

## مخدوم اسدالله کهڙوي رحمة الله عليه:

ولادت: مخدوم اسدالله ولد مخدوم احمد وڏو عالم فاصل، صوفي باصفا بہ هڪڙو ئي هو. شريعت جي حڪمن جاري ڪرڻ ۾ اسم بامسمیٰ هو سندس زماني ۾ همايون بادشاهہ جڏهن سنڌ ۾ آيو تہ مخدوم صاحب جي ساڻس ملاقات ٿي.

همايون کانئس دعا گهرائي تہ دهلي جو تخت وري واپس کيس نصيب

ٿئي. همايون جي وفات کان پوءِ جڏهن سندس فرزند جلال الدين محمد اڪبر 14 سالن جي ڄمار ۾ تخت تي ويٺو تہ هن شروع ۾ سموري سلطنت جو انتظام شرعي نموني ۾ تي رکيوءِ هر هڪ ملڪ ۾ اشتهار موڪليائين تہ شريعت جي حڪمن کي جاري ڪري بدعت ۽ گمراهي جون پاڙون پٽيون وڃن.

ان زماني ۾ سنڌ ۾ مخدوم موصوف تہ اڳ ۾ ئي ان ڪم سان لڳل هو مگر ان زماني ۾ ڪن هندن پڏي ڪري بادشاھ کي عريضو موڪليو تہ "اسد نالي هڪ ماڻهو اسان تي ظلم زبردستي جاري رکيو آهي، هو پنهنجي جادو سحر سان ماڻهن کي غلط رستي هلائي رهيو آهي."

"مخدوم صاحب کي جڏهن اها سڌ پئي، تڏهن هڪ عريضو پنهنجي شرعي خدمت بابت لکي قاصد هٿان بادشاھ جي دربار ۾ موڪليائين. جڏهن اهو عريضو بادشاھ جي نظرن مان گذريو ۽ شرعي حڪمن جاري ٿيڻ جو احوال معلوم ڪيائين ۽ هڪ پروانو مخدوم صاحب جي نالي روانو ڪيائين تہ سنڌ جي قضا ۽ فتويٰ سندس وجود سان وابستہ رهي. بيشڪ شرعي حڪم جاري فرمائيندو اچي. ان کان پوءِ پاڻ کهڙن جي لڳ پيپري جي شهر ۾ رهيا، اتي هڪ مسجد بہ اڏايائون ۽ اتي ئي وفات فرمايائون، اهو سال 944ھ جو واقعو آهي."(34)

## ميان ابوبڪر لاهري ٺٽوي:

ميان ابوبڪر ولد مخدوم ابراهيم نقشبندي عرف نالي چڱو هڪ نامور بزرگ ۽ بلند مقامات جو مالڪ ٿي گذريو آهي. چون ٿا تہ هڪ ڏينهن سندن مسجد ۾ هڪ مست اچي گهڙيو. جماعت کيس روڪڻ لڳي، مگر ميان ابوبڪر چيو تہ: "جڏهن ڏيوس جيڪو بہ مسجد ۾ لنگهي اچي، تنهن کي روڪڻ نہ گهرجي." ان ڪلام ڪري فقير تي اهڙو توجهہ پيو جو مست فقير اناءُ ٻڌجي اتي ئي هميشہ لاءِ مسجد ۾ ويهي رهيو ۽ سموري زندگي نہ ٻاهر پير پاتائين ان کان سواءِ سندس ٻيون بہ هزارين ڪرامتون بيان ڪيون وينديون آهن.

جڏهن ميان ابوبڪر وفات فرمائي، تڏهن سندس جنازي نمازي عجيب شڪل ۽ عجيب نموني جي آوازن وارن پکين جو ايڏو ميڙ جنازي سان گڏ هلندو رهيو، جو جيترا بہ ڪانڌي جنازي سان هئا. تن تي پکين جي ڇانوَ ڪري اُس جو اولڙو ۽ پکين جو ڪڪر برابر مڪلي جي قبرستان تائين هلندو رهيو جيڪو جنازو دفن ڪرڻ تائين موجود هو. هن بزرگ جي وفات 12

صدي جي وچ ڌاري ٿي.

## مخدوم عبدالخالق (کهڙوي):

"عبدالخالق بن بدرالدين انهيءَ خاندان مان جو پيري (تعلقي گمبٽ) مان نقل ڪري کهڙن جي شهر ۾ اچي رهيو هو. جتي اباڻي طريقي سان دين جي تجديد ۽ شريعت کي جاري رکيائين. پاڻ وفات 1062هہ ۾ وفات فرمايائين." (35)

## مخدوم محمد عاقل اول:

محمد عاقل ولد عبدالخالق عالم فاضل، زاهد ۽ صوفي عارف هو. سمورو وقت زهد عبادت ۽ شرعي حڪمن جي جاري ڪرڻ ۾ صرف ڪندو رهندو هو. چون ٿا تہ هڪ رات ڪيس حضرت رسول الله ﷺ ۽ چئن يارن سڳورن ۽ سيدنا عبدالقادر جيلاني ۽ شيخ عثمان مروندي لعل شهباز سيوهاڻي جي پنهنجي ڳوٺ کُهڙن ۾ خواب يا ڪشف جي حالت ۾ زيارت نصيب ٿي. حضور رسول ڪريم ﷺ جن صاحب کي "مخدوم" جو لقب عطا فرمائي سيدنا ابوبڪر صديق جي معرفت فضيلت جي پڳ ٻڌائي ۽ سندس اولاد ۾ علم ۽ فيض جي بقا لاءِ دعا فرمائي.

"هن بزرگ انهيءَ واقعي کان پوءِ پنهنجي اولاد کي نصيحت فرمائي تہ آئنده جڏهن ڪو گادي تي ويهي تہ اهو پهريان سيوهڻ وڃي مخدوم لعل شهباز قلندر جي درگاهہ تي دستاربندي ڪرائي، ان ڪانپوءِ ڪم ڪار کي لڳي، اها رسم هن وقت انهيءَ خاندان ۾ جاري رهندي اچي. مخدوم محمد عاقل جي وفات 1092ع ۾ ٿي گذري." (36)

## حوالا/ حاشيا


1. پاڪستان ۾ صوفيانہ تحريڪين، ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، صفحہ 455، سنگ ميل پبليڪيشنز لاهور، سال 1994ع.
2. سنڌي ثقافت ۽ شاهہ لطيف، ڊاڪٽر شاهنواز سوڍر، صفحہ 231، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي ثقافتي مرڪز ڀٽ شاهہ حيدرآباد، سال 1991ع.
3. هندي مسلم تهذيب، قاضي جاويد، صفحہ 226، وين گارڊ بڪ لميٽيڊ لاهور سال 1983ع.
4. ڪتاب ساڳيو صفحہ 226.
5. ترية العشاق، ڪيپٽين واحد بخش سيال، صفحہ 202، مشهور آفيسٽ پريس ڪراچي سال 1983ع.
6. ترية العشاق، شاهي سيد محمد ذوقي، صفحہ 16_515، مشهور آفسٽ پريس ڪراچي سال 1985ع.

7. اولياءِ بهاولپور، مسعود حسن شهاب، صفحه 59، اردو اڪيڊمي بهاولپور.
8. پاڪستان ۾ صوفيانه تحريڪين، ڊاڪٽر عبدالمجيد سنڌي، صفحه 475، سنگ ميل پبليڪيشنز لاهور سال 1994ع.
9. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحه 476، اداره ثقافت اسلاميه لاهور سال 1987ع.
10. هندي مسلم تهذيب، قاضي جاويد، صفحه 79، وين گارڊ بڪش لميٽيڊ لاهور سال 1983ع.
11. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام، صفحه 177، اداره ثقافت اسلاميه لاهور سال 1987ع.
12. پيغام لطيف، جي ايم سيد، صفحه 44، جي ايم سيد اڪيڊمي ڪراچي، سال 1984ع.
13. نئين زندگي 1980ع (مضمون) سنڌ جي صوفي دانشورن جو سنيهو صفحه 14، ڪريم بخش خالد.
14. ٽه ماهي مهراڻ 1987ع "مقالو" جنيد وقت مولانا هاليجوي غلام مصطفيٰ قاسمي صفحه 56، اسنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو.
15. تاريخ مشائخ چشت، خليفه احمد نظامي صفحه 74.
16. سنڌ ۽ وسنڌڙ قومون، رچرڊ برٽن، مترجم محمد حنيف صديقي صفحه 115، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1982ع
17. تاريخ مشائخ نقشبند، محمد صادق تصوري، صفحه 30، زاويه پبلشر لاهور سال 2003ع
18. ڪتاب ساڳيو صفحه 44.
19. اللمع في التصوف (اردو ترجمو) ابو نصر سراج طوسي صفحه 544، اداره تحقيقات اسلامي اسلام آباد سال 1986ع.
20. مخزن اخلاق ۽ نور، حيدر سومرو صفحه 159، مولوي محمد عظيم ائنڊسنز شڪارپور سال 1990ع.
21. سفينة الاولياءِ (اردو ترجمو) داراشڪوه صفحه 207، استار بڪ لاهور سال 1980ع.
22. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام صفحه 222، اداره ثقافت اسلاميه لاهور سال 1987ع.
23. تاريخ مشائخ نقشبند، محمد صادق تصوري، صفحه 355، زاويه پبلشر لاهور سال 2003ع.
24. رود ڪوثر، شيخ محمد اڪرام صفحه 339، اداره ثقافت اسلاميه لاهور سال 1987ع.
25. تاريخ مشائخ نقشبند، محمد صادق تصوري، صفحه 428، زاويه پبلشر لاهور سال 2003ع.
26. ڪتاب ساڳيو صفحه 250.
27. ڪتاب ساڳيو صفحه 150.
28. ڪتاب ساڳيو صفحه 152.
29. ڪتاب ساڳيو صفحه 155.
30. تذڪره مشاهير سنڌ، (ڀاڱو ٽيون) مولانا دين محمد وفائي، صفحه 35، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
31. تذڪره مشاهير سنڌ، (ڀاڱو ٽيون) صفحه 26.
32. تذڪره مشاهير سنڌ، (ڀاڱو ٻيو) صفحه 152.
33. ساڳيو صفحه 151
34. تذڪره مشاهير سنڌ، جلد ٽيون، دين محمد وفائي، صفحه 157، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع
35. تاريخ و تذڪره بزرگان سنڌ، مخدوم الحاج شفيع محمد، صفحه 150 مڪتبه عزيزيه کهڙا، سال 1997ع.
36. تذڪره مشاهير سنڌ، (ڀاڱو ٻيو)، مولانا دين محمد وفائي، صفحه 154، سنڌي ادبي بورڊ ڄامشورو سال 1985ع.